# سيرتِ رسول اڪرم ﷺ

[رسول اڪرم ﷺ جي ولادت ۽ بعثت تي ڪيل تقريرون]

آيت الله سيد علي خامنائي

سنڌيڪار: منور ٻُٽ



سچائي اشاعت گهر- دڙو

## اسٽاڪسٽ

- پنائي بڪ هائوس گاڏي کاتو حيدرآباد
- ڪويتا ڪتاب گهر، ربي سينٽر گاڏي کاتو حيدرآباد
- سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال حيدرآباد
- قليچ ڪتاب گهر لئنگيئج اٿارٽي حيدرآباد
- رومي ڪِتاب گهر ايگريڪلچر ڪامپليڪس حيدرآباد
- دانيال ڪِتاب گهر ويجهو پڪوڙا چوڪ قاسم آباد
- سنڌيڪا بڪ شاپ سکر
- شاهه لطيف ڪتاب گهر گاڏي کاتو حيدرآباد
- سچ ڪتاب گهر - ڏوررو نارو
- غلام محمد جوهر ڪتاب گهر - ميرپور بٺورو
- مناهل ڪتاب گهر - ماتلي



**سچائي اشاعت گهر جو ڪتاب نمبر 158 هون**


| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | سيرتِ رسول اڪرم ﷺ |
| موضوع | : | تقريرون |
| ليکڪ | : | آيت الله سيد علي خامنائي |
| اردو مترجم | : | سيد ڪوثر عباس موسوي |
| سنڌيڪار | : | منور ٻٽ |
| ڇاپو پهريون | : | 2022ع |
| ٽائٽل ڊزائين | : | مور ساگر |
| لي آئوٽ | : | نعمان جوڻيجو |
| ڇپائيندڙ | : | سچائي اشاعت گهر دڙو- حيدرآباد |
| ڇپيندڙ | : | ساحل پرنٽر رابعه اسڪوائر حيدرآباد 03332634650 |

**قيمت : -/500 روپيه**

**SEERAT-E-RASOOL AKRAM** By: **Syed Ali Khameni**
Published by: Sachai Ishait Ghar, DARRO, Sindh.
Sindhi Translaton by: Munawar Butt [0334-3181387]
Edition, 2022. Cell: 0301-3640468, 0331-2997336
Email: myusifmemon@gmail.com

# انتساب

## سائين يوسف سنڌيءَ جي نالي

جنهن جي صحبت ڪري مونکي خانہ فرهنگ ايران، حيدرآباد جي پروگرام ۾ شريڪ ٿيڻ جو موقعو مليو ۽ بين مهمانن سان گڏ مونکي بہ بهترين ڪتاب سوکڙيءَ طور مليو. سچ اهو آهي تہ سائين يوسف سنڌيءَ جي شفقت، مهرباني ۽ همٿائڻ جوئي نتيجو آهي. جو مون سُست ٿي ويهي رهڻ جي بجاءِ فيصلو ڪيو تہ ڪو نہ ڪو سُٺو عمل ڪندو رهجي. ان ئي سوچ پٽاندڙ مون ڪتاب جو هي سنڌي ترجمو ڪيو آهي .ڌڻيءَ در دعا آهي تہ سائين يوسف سنڌيءَ کي صحت ۽ تندرستي عطا فرمائي ۽ منهنجي هن ڪاوش کي قبوليت جو شرف بخشي- آمين.

**مُنور ڀٽ**

13 رجب 1441 هجري بمطابق
9 مارچ 2020ع

# فهرست

## پنهنجي پاران

سائين يوسف سنڌي صاحب سان منهنجي چاڻ سڃاڻ ڪتابي حوالي سان ٿي. جڏهن سائين سان ملاقات ٿي تہ مون کين عرض ڪيو تہ مون توهان جو ڪتاب "جنم قيدي" پڙهيو آهي. پاڻ فرمايائون تہ اهو يوسف بلوچ نالي هيو ماڻهو هيو ۽ ان ڪتاب جي ڇپجڻ وقت سان اڄا ڇوڪراڻي عمر ۾ هيس.

سائين يوسف سنڌي سان ملاقات وارن ڏينهن ۾ ڊاڪٽر علي شريعتي جو ڪتاب "فاطمہ فاطمہ است" جي اردو ترجمي تان سنڌي ترجمو مڪمل ڪري ڪمپوز ڪرائي چڪو هيس. ضروري تصحيح ۽ پروف ريڊنگ کان پوءِ مون يوسف سنڌي صاحب کي عرض ڪيو تہ اهو ڪتاب پنهنجي اداري "سچائي اشاعت گهر. دڙو" طرفان ڇپرايو. پاڻ فرمايائون تہ منهنجا بہ ڪتاب اڳ ۾ ئي مڪمل ٿي ڇپائي جي مرحلي لاءِ تيار رکيا آهن. جنهن ڪري اهو ڪتاب جلد ڇپرائي ڪونہ سگهندس. بهرحال منهنجي عرض ڪرڻ تي سائين جي مهرباني ۽ ڪجھ دوستن جي سهڪار سان اهو ڪتاب سائين جي اداري طرفان "فاطمہ فاطمہ آهي" جي نالي سان ڇپجي پڌرو ٿيو.

"فاطمہ فاطمہ آهي" ڪتاب ڇپجڻ جي ڪجھ ڏينهن کان پوءِ هڪڙي ڏينهن ڪچهري ڪندي مون سائين يوسف سنڌي صاحب کي عرض ڪيو تہ ان ڪتاب جون ڪجھ ڪاپيون "خانہ فرهنگ ايران، حيدرآباد" وارن کي ڏيڻ گهرجن. مشورو ڏنائون تہ ٻن ڏينهن کان پوءِ خانہ فرهنگ ايران، حيدرآباد ۾ هڪڙي ڪتاب جي رونمائي تقريب رکيل آهي جنهن ۾ شرڪت لاءِ کين بہ دعوت مليل آهي، تنهنڪري ان ڏينهن گڏجي پروگرام ۾ شرڪت بہ ڪبي ۽ ڪتاب بہ ان اداري حوالي ڪنداسين.

مقرر ڏينهن تي اسان ٻنهي گڏجي خانہ فرهنگ ايران، حيدرآباد ۾ پروگرام ۾ شرڪت ڪري ڪتاب اداري حوالي ڪيو. خانہ فرهنگ

ايران، حيدرآباد وارن پروگرام ۾ آيل سيني مهمانن کي رونمائي ٿيندڙ نئين آيل ڪتاب جي هڪڙي هڪڙي ڪاپي سوکڙي طور ڏني وئي. ڪتاب جيڪو فارسي ٻولي ۾ ڪيل تقريرن جو اردو ترجمو هيو پڙهڻ کان پوءِ محسوس ٿيو ته توڙي جو ڪتاب تقريرن تي مشتمل آهي جيڪي گهڻو ڪري اهل تشيع حضرات جي محفلن يا جلسن ۾ ڪيون ويون آهن، پر انهن ۾ مسلمانن جي ٻڌي ۽ رواداري لاءِ گهڻو سبق آموز مواد شامل آهي. دل گهريو ته اهڙي ڪتاب کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري سيني سنڌي مسلمانن کي پڙهائجي، جنهن ۾ ڄاڻايل نصيحتن ۽ مشورن تي جيڪڏهن سچائيءَ سان اسان مسلمان عمل ڪيون ته اسان لاءِ هيءَ دنيا سک ۽ سڪون جو ماڳ ۽ جيئري جنت ٿي وڃي.

ترجمو اوهان جي هٿن ۾ آهي اميد ته سيني سنڌي مسلمانن کي پسند ايندو ۽ الله جي بارگاهه ۾ به قبوليت جو شرف حاصل ڪندو.

منور ٻُٽ

## ٻہ اکر

پلائيءَ جي اها عظيم راهہ. جنهن تي هلي انسان نہ رڳو دلي، ذهني ۽ روحاني سڪون ماڻي سگهي ٿو پر هن دنيا جي ڏکن، اهنجن، تڪليفن، غربت، بُک، بدحالي ۽ بيمارين کي ترڙي، گُل ۽ گلزار بڻائي سگهي ٿو اڻ برابري ۽ پرماريت کي سدائين جي لاءِ ٻنجو ڏئي سگهي ٿو. اهو تڏهن ممڪن آهي، جڏهن تاريخ جي ان وڏي ۽ عظيم انسان جي ڏنل تعليم تي عمل ڪيو وڃي. تاريخ جو اهو عظيم انسان جنهن دنيا کي پهريون ڀيرو انيڪ نين ۽ ڀلائيءَ وارين ڳالهين جي نہ رڳو تعليم ڏني، پر انهيءَ تي عمل بہ ڪري ڏيکاريو.

جنهن، دنيا ۾ پهريون ڀيرو موروثي ورهاست جو قانون پيش ڪيو. جنهن ۾ وارثي ۾ ايندڙياتين زال، پُٽ، ڌيئرن ۽ ٻين مٽن مائٽن کي ڇڏيل ملڪيت جو ڪيترو حصو ملڻ گهرجي، ان کي قانوني شڪل ڏني.

جنهن، ذاتي، مذهبي، رنگ ۽ نسل جي بنياد تي يا معاشي ۽ طبقاتي لحاظ کان ماڻهن ۽ قبيلن ۾ موجود گهٽين نند وڏائين کي ختم ڪري، اعلان ڪيو: "سڀ انسان پاڻ ۾ پائر آهن. انسانيت ۾ رنگ ۽ نسل جو ڪوبہ فرق نہ سمجهيو وڃي. سڀ ماڻهو هڪ ئي ابي امان جو اولاد آهن. انسانن ۾ سيني کان پلو ۽ معتبر ان کي سمجهيو وڃي، جيڪو عملن ۾ ٻين کان بهتر هجي."

جنهن جي تعليم ۾ پهريون ڀيرو چيو ويو تہ: سڀ ماڻهو پڙهن.مرد توڙي عورت ٻنهي لاءِ تعليم تمام ضروري آهي. تعليم جمڻ کان وٺي مرڻ تائين ۽ گهر کان وٺي ڏورانهن ملڪن تائين وڃي پرائڻ گهرجي.

جنهن چيو تہ پورهيو ڪندڙ الله جو دوست آهي، پورهيو ڪندڙ کي مزدوري سندس پگهر سُڪڻ کان اڳ ڏني وڃي. محنت سان حلال جي روزي ڪمائجي. اُن جي بچت مان هڪ حصو غريبن ۽ گهُرجائو ماڻهن لاءِ وقف ڪجي. چيو ويو تہ "ضرورت کان وڌيڪ جيڪو بہ آهي، اهو الله جي واٽ ۾ ضرورتمندن کي ڏيئي ڇڏجي."

جنهن سچ جو ساٿ ڏيڻ، اوڙي پاڙي وارن جو خيال رکڻ، ڪنهن جا حق نہ ڦٻائڻ، وچٿري رَوَش (مياني روي) اختيار ڪرڻ، هيٺن جو همراهي ٿيڻ، ذخيري اندوزي نہ ڪرڻ، حقدارن کي پنهنجو حق ادا ڪرڻ، تور ۽ ماپ ۾ کوٽ نہ ڪرڻ، شين ۾ ملاوٽ نہ ڪرڻ، صاف سٿرو رهڻ، بدلو وٺڻ بدران معاف ڪري ڇڏڻ، ڇوتہ معاف ڪرڻ سان الله تعاليٰ خوش ٿئي ٿو، صرف ۽ صرف الله کان ڊڄڻ ۽ ٻي ڪنهن بہ طاقت جي اڳيان نہ جهڪڻ جهڙا اصول پيش ڪيا.

تاريخ جي اُن عظيم شخصيت حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سيرت جو هڪ هڪ پهلو اسان جي لاءِ هدايت ۽ زندگي گذارڻ جي لاءِ مشعل راهہ آهي.

اها عظيم شخصيت، جنهن پنهنجي سڄي زندگي غربت ۾ گذاري، غريبن سان ئي گڏ رهيا ۽ الله تعاليٰ کان دعا گهرندا هئا تہ مونکي قيامت جي ڏينهن غريبن سان گڏ اٿارجان. هن دنيا ۾ ان جو عملي ثبوت ڏنو. پاڻ سڳورا جڏهن مڪي مان هجرت ڪري، مديني تشريف فرما ٿيا تہ مديني جي ڪيترن ئي رئيسن، سردارن ۽ شاهوڪار ماڻهن ڪين پاڻ وٽ ترسڻ، خدمت ۽ مهمان نوازيءَ جو شرف عطا ڪرڻ جي گذارش ڪئي. پر پاڻ سڳورن مديني جي رئيسن ۽ سردارن جي دعوت رد ڪندي، مديني جي غريب پاڙي ۾ پهتا تہ اتي الله جي حڪم سان سندن ڏاچي ويهي رهي ۽ پاڻ سڳورن حضرت ابوايوب انصاري رضي الله عنہ وٽ مهمان ٿي رهڻ قبول ڪرڻ فرمايو. حضرت ابوايوب انصاري رضي الله عنہ جو گهر مديني جي غريب ۽ ڏتڙيل ماڻهن مان هڪڙي شخص جو گهر هو.

سيد علي خامنائي چواٿي "سرور ڪائنات ﷺ جو سماجي معيار مال، دولت، جاهہ ۽ جلال، قوم ۽ قبيلي يا مٽي ماٽي وغيره تہ هو. پاڻ سڳورن جي ان قدم چٽو ڪري ڇڏيو تہ گڏيل معاملن ۾ پاڻ سڳورن جو سلوڪ ڪهڙي بنياد تي قائم ٿيندو. سيئي ماڻهو نبي سڳوري جي وجود پُرنور ۽ پاڻ سڳورن جي تعليم مان فيض حاصل ڪندا. پر معاشري ۾ جيڪو محروم ۽ مظلوم طبقو هو اهو هاڻي پاڻ سڳورن جي

رحمت جو وڏيڪ حقدار هوندو تہ جيئن ان جي محرومين ۽ مظلوميت جو ازالو ٿي سگهي."

ان عظيم شخصيت حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مٿان، الله تعاليٰ قرآن پاڪ کي انهن اصولن ۽ احڪامن جي صورت ۾ نازل فرمايو ۽ الله جي ڪتاب ۾ وري وري مٿين ڳالهين کي ورجايو ويو آهي ۽ انهن تي سختيءَ سان عمل ڪرڻ جي هدايت ڪئي ويئي آهي. "انساني ڀلائي" قرآن ۽ سيرت نبويءَ جي بنيادي اصولن مان هڪ اصول آهي.

جنهن ڪتاب جو هي ترجمو اوهان جي هٿن ۾ آهي، اهو ايران جي رهبر سيد علي خامنائي جي انهن تقريرن جو مجموعو آهي، جيڪي هن مختلف موقعن تي ڪيون ۽ انهن تقريرن ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سيرت جي مختلف پهلوئن تي روشني وڌي ويئي آهي ۽ سيرت جي روشني ۾ اتحاد بين المسلمين تي زور ڏنو ويو آهي.

سيد علي خامنائي 1939ع ۾ مشهد جي هڪڙي مذهبي ڪٽنب ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم کان پوءِ وڌيڪ تعليم پرائڻ جي لاءِ هو ٻن سالن جي لاءِ 1947ع ۾ "نجف" ويو. ان کان پوءِ اڃا وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ 1958ع ۾ "قم" ويو جتي ڇهن سالن تائين تعليم پرايائين. تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ هو "قم" ۽ "مشهد" ۾ درس ۽ تدريس ۾ مشغول رهيو. 1962ع ۾ سيد علي خامنائي، آيت الله خمينيءَ سان جدوجهد جي تحريڪ ۾ سلهاڙجي ويو جنهن جي نتيجي ۾ قيد ۽ بند جون تڪليفون بہ سٺائين. شاهہ ايران جي خلاف جدوجهد جي دوران هو اهم ذميواريون نباهيندو رهيو. انقلاب کان پوءِ هو ٻہ ڀيرا ايران جو صدر چونڊيو ويو. آيت الله خمينيءَ جي وفات کان پوءِ 4 جون 1989ع تي سيد علي خامنائي کي ايران جو "ولايت فقيهہ" يا "رهبرِ انقلاب" چونڊيو ويو ۽ پاڻ اڄا تائين اهي ذميواريون ادا ڪري رهيا آهن. ايراني آئين موجب "ولايت فقيهہ" جو عهدو سڀ کان وڏو آهي ۽ صدر جو عهدو ٻئي نمبر تي آهي.

سيد علي خامنائي جي تقريرن جو هي مجموعو "موسسہ پژوهش فرهنگي انقلاب اسلامي" نالي اداري پاران "در سهای پیامبر صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم" جي نالي سان ڪتابي

شڪل ۾ ڇپرايو ويو هو. جنهن جو اردو ترجمو 2015ع ۾ خانہ فرهنگ جمهوري اسلامي ايران، حيدرآباد پاران ڇپرايو ويو هو. هي ڪتاب اردو ترجمي جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو محترم منوربُٽ ڪيو آهي.

محترم منور بُٽ هن کان اڳ بہ ڪيترن ئي انگريزي ۽ اردو ڪتابن جا سنڌيءَ ۾ ترجما ڪري چڪو آهي. سندس ترجمن جو موضوع سيرت رسول الله ﷺ ۽ ان سان لاڳاپيل شخصيتون آهن. پاڻ هن کان اڳ سيرت رسول الله ﷺ تي ڪيترائي ڪتاب ترجمو ڪري، ڇپرائي، سيرت جي شوقينن جي هٿن تائين پهچائي چڪو آهي. هن ڪتاب کان سواءِ، سيرت تي مارٽن لنگز جي مشهور ڪتاب "محمد رسول الله ﷺ" جو ترجمو پڻ ڇپائي جي مرحلي ۾ آهي.

جناب منور بُٽ هڪ سادو سودو ۽ فقير منش انسان آهي، جنهن پنهنجي زندگيءَ کي سڦل بنائڻ جو بهترين طريقو هي اختيار ڪيو آهي تہ انگريزي يا اردو مان ڪتاب ترجما ڪري، سنڌي ٻوليءَ کي مالامال ڪري رهيو آهي. سندس اهو ڪم نہ رڳو کيس مطمئن رکي ٿو پر سندس زندگي ۽ ڪم مان اهو بہ سبق ملي ٿو تہ نوڪري جي نوڪري لاهڻ کان پوءِ، ماٺهو ڪِرڪريو ٿي، گهرٻار تي عذاب بڻجڻ بدران علمي ۽ ادبي ڪم ڪري، بامقصد ۽ سڦل زندگي گذاري سگهي ٿو.

جناب منوربُٽ جو هي ترجمو بہ سندس ٻين ترجمن وانگر روان ۽ سليس زبان ۾ اندر جي اٿل هيٺ ڪيل آهي ۽ پڙهندي ڪٿي بہ رنڊڪ محسوس نٿي ٿئي، جيڪا ڳالهہ جناب منور بُٽ جي ترجمي جي ڪاميابي آهي.

يوسف سنڌي
13 فبروري 2020ع

## مُنڍ

انساني لڏي جي پوري تاريخ ۾ انسان جي ڀلائيءَ واري رستي کي هن ڪتاب جو اصلي محور قرار ڏئي سگهجي ٿو. هڪڙو رستو جنهن کي خالقِ ڪائنات پنهنجي مخلوق کي پيدا (خلق) ڪرڻ ۽ ان کان پوءِ انهن جي وچ ۾ هڪڙي ڪامل انسان کي رسالت جي تبليغ جو حڪم ڏئي انسانذات جي سامهون بندگيءَ جي هڪڙي اعليٰ نموني جي ذريعي پيش فرمايو. ائين انساني لڏي تي پنهنجي حجت بہ پوري ڪري ڇڏي اُن کان علاوه، حضرت محمد بن عبدالله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڀلاري ڄم جي وقت کان ئي مختلف ۽ چٽين نشانين کي ان حقيقت جو شاهد بہ بڻايو آهي.

خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي ظهور ۽ ڇوٽڪارو ڏيارڻ وارو هجڻ جي باري ۾ اڳين آسماني ڪتابن ۾ خوشخبري ڏني وئي آهي. ايستائين جو اعلانِ نبوت (بعثت) کان اڳ ۾ ئي پاڻ سڳورا پنهنجي بهادري، پاڪدامني ۽ سچائيءَ جي حوالي سان مشهور هئا. ماڻهو انهن کي "امين" سمجهندا هيا. ڪنهن اهڙي معاشري ۾ جنهن کي قديم زماني کان "جاهليت جو زمانو" جي نالي سان سڃاتو ويندو هو. هڪڙي شخص جي اندر اهڙين خوبين جو موجود هجڻ خود پاڻ سڳورن جي بلند مقام هجڻ ڏانهن اشارو آهي. جڏهن کين منصبي فرضن انجام ڏيڻ جو حڪم ڪيو ويو تہ پاڻ سڳورن فرمايو "مان سٺن اخلاقن جي تڪميل لاءِ موڪليو ويو آهيان."

اهو پاڪ پوتر وجود جنهن تقدير الاهيءَ سان ڪنهن ظاهري دنياوي اسڪول يا مدرسي جي شاگردي اختيار ڪونہ ڪئي هئي، بلڪ صرف مڪتب الاهيءَ کان ئي وحي جي ذريعي علم حاصل ڪيو هو. اهو پوري انسانيت جو استاد قرار ڏنو ويو تہ جيئن ماڻهن کي اخلاق ۽ ڪرامت، رحمت، جهاد، عزت ۽ مقابلو بهادري ۽ ٻين سٺين خوبين جي تعليم ڏين. ان کان علاوه، معاشري جي مظلوم، ابوجهہ ۽ ڏتڙيل ماڻهن جو

هٿ پڪڙي انهن کي علم ۽ دانائي، تزڪيو ۽ اخلاق، عدل ۽ انصاف جو سبق ڏئي سگهن ۽ علم ۽ فضل جي معاشري کي صرف مفڪرن ۽ شاعرن جي ئي خيالن ۾ نہ پر پيارن ماڻهن (صالحين) جي ذريعي روءِ زمين تي وجود ۾ آڻي سگهجي. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورا سيني سُنباين جن ۾ عدالت، انسانيت، معرفت، ڀائيچارو، هدايت ۽ انساني گُڻن جا استاد هئا ۽ رهندا.

افسوس تہ موجوده دور ۾ انساني معاشرو مادي ۽ ظاهري اعتبار کان ناقابل انڪار حد تائين ترقي ڪرڻ جي باوجود ان ئي قديم جاهليت بلڪ ان کان بہ وڌيڪ خطرناڪ ڳوڙهن جاهلي مسئلن ۾ ڦاٿل آهي. نئين ۽ سينگاريل جاهليت نون وسيلن ۽ خبرون پهچائڻ جي ذريعن مان فائدو حاصل ڪندي، سيني حقيقتن کي توڙي مروڙي ڇڏيو آهي ۽ انساني معاشرن جي جسم ۽ روح کي ڏوڪو ڏئي انهن جو استحصال ڪندي پنهنجي تسلط هيٺ قرار ڏنو آهي.

ظاهر ڳالهہ آهي تہ اهڙي نئين جاهليت ئي پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ پاڻ سڳورن جي حياتي بخشيندڙ پيغام جي اصل دشمن ٿي سگهي ٿي. اهوئي سبب آهي تہ گذريل ڪجهہ ڏهاڪن کان، خاص طور تي اسلامي انقلاب جي ڪاميابيءَ کان پوءِ، جيڪو پاڻ سڳورن جي حياتي بخشيندڙ نسخي تي عمل ڪندي، مسلمانن بلڪ پوري دنيا ۾ غاصب طاقتن جي هٿان ظلم ۾ سٽيل مظلومن جي دلين ۾ اُميد جو ڪرڻو بڻجي روشن ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهي، عالمي پرماري طاقتن جي طرفان حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شانِ اقدس ۾ گستاخيءَ وارن حملن جو سلسلو شروع ڪيو ويو آهي ۽ پاڻ سڳورن جي خلاف ڪوڙا قصا لکي، فلمون ۽ ڪارٽون ٺاهي ماڻهن جي وچ ۾ عام ڪيا پيا وڃن.

پر تقدير الاهيءَ جي اها تقاضا هئي تہ هي نور ائين ئي جڳ مڳ ڪندو رهي. تنهنڪري سنتِ الاهي موجب انهن جي انهن بي شرمين ۽ حملن جو نتيجو اُبتو ثابت ٿيو. هن دعوي جو ان کان وڌيڪ وڏو ثبوت

ڪٺڙو ٿي سگهي ٿو تہ پاڻ سڳورن جي ذات پاڪ تي ڪيل انهن حملن کان پوءِ مختلف ملڪن جي ماڻهن جي دلين ۾ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت ۽ پاڻ سڳورن جي نوراني تعليمات کي سمجهڻ جو شوق اڃا وڌيڪ گهڻو ٿي ويو آهي. خود دشمن جي اقرار موجب تہ غاصب طاقتن جي قبضي هيٺ آيل قومن ۾ اسلام طرف لاڙو رکڻ ۽ اسلام قبول ڪرڻ جي رجحان ۾ اضافو ٿي ويو آهي.

اهي سڀ واقعا ان الاهي واعدي جي ظاهر ٿيڻ جون نشانيون آهن تہ انساني لڏي جي چوٽڪاري جو ڪامل نسخو جيڪو خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اعلانِ نبوت (بعثت) جي ذريعي انسانذات کي عطا ڪيو ويو آهي. ان تي جلد روءِ زمين جي ڪنهن هڪڙي حصي ۾ نہ بلڪ پوري دنيا ۾ عمل درآمد ڪيو ويندو ۽ ڌرتيءَ جي هن گولي تي الله جي آخري حجت حضرت ولي العصر عج الله تعالىٰ فرجہ الشريف جي وسيلي عدل ۽ انصاف تي ٻڌل هڪڙي اسلامي حڪومت جي قيام جي ذريعي انجام پائيندو. انشاء الله.

# پيغمبر اڪرم ﷺ جي شخصيت ۽ سندن جي سيرت جي سُڃاڻپ جا عظيم اثر

حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو وجود مبارڪ اسلامي تاريخ جي سڀني زمانن ۾ اسلامي ٻڌيءَ جو سڀ کان وڏو ۽ عظيم محور رهيو آهي ۽ اڄ بہ آهي، ڇوتہ سڀئي مسلمان پنهنجي جندجان سان ان عظيم هستيءَ سان محبت ڪن ٿا ۽ ان سان بي پناهہ عقيدت رکن ٿا. تنهن ڪري حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سڀني مسلمانن جي جذبن، احساسن ۽ اعتقادن جا مرڪز ۽ ۽ محور آهن. اهائي محور جي مرڪزيت مسلمان فرقن جو هڪبئي جي ويجهو ٿيڻ جو سبب ٿي سگهي ٿي.

حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي شخصيت جي مختلف رخن کي مڪمل طور تي بيان ڪرڻ يا پاڻ سڳورن جو مڪمل خاڪو پيش ڪرڻ ڪنهن بہ انسان جي وس جي ڳالهہ ڪونهي. الله تعاليٰ جي انهيءَ انتهائي پياري هستيءَ ۽ نبين سڳورن عليهم السلام جي سردار کان اسان جيڪو ڪجهہ سکيو يا سمجهيو آهي، اهو حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حقيقي، باطني ۽ معنوي وجود جي صرف هڪڙي ننڍڙي جهلڪ آهي.

اسان مسلمانن جي لاءِ پاڻ سڳورن جي ايتري معرفت بہ گهٽي آهي تہ جيئن سڀ کان اڳ ۾ تہ ان کي ڪمال ڏانهن گامزن ڪندي انساني يلائيءَ ۽ بلندي جي طرف ڏيان ڇڪائي سگهون ۽ ٻيو اهو تہ ان کي اسلامي ٻڌيءَ جي پاڇي ۾ ان عظيم مرڪز تي گڏ ٿيڻ لاءِ راضي ڪري سگهون. تنهنڪري اسان جي طرفان پوري دنيا جي سڀني مسلمانن کي اها نصيحت آهي تہ پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت جي مختلف رخن، پاڻ سڳورن جي سيرت، اخلاق ۽ پاڻ سڳورن جي تعليم تي گهٽي کان گهٽو ڪم ڪريون.

وچين دور (قرون وسطيٰ) جي زماني کان پوءِ اولهائين دنيا ۾ عيسائيت طرفان جڏهن حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت جي حوالي سان پرچاري مهم جي شروعات ٿي تہ دينِ اسلام جي ابدي دشمنن اهو سمجهيو تہ اسلام جي خلاف لڙائيءَ جي هڪڙي اها صورت بہ آهي تہ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت کي بگاڙي پيش ڪيو وڃي ۽ ان سلسلي ۾ انهن هن وقت تائين گهڻو ڪجهہ ڪيو آهي. اڄ تائين دشمن ان حوالي سان مسلسل ۽ مختلف طريقن سان دنيا جي آزاد خيال ماڻهن جي ذهنن کي پاڻ سڳورن جي شخصيت جي خلاف ڀڙڪائي رهيا آهن. دنيا ۾ گهڻائي اهڙا ماڻهو موجود آهن، جو مسلمانن جيترو يا ان کان گهٽ پاڻ سڳورن جي شخصيت جي باري ۾ ڄاڻي وڃن. يعني حقيقت ۾ هن نوراني چهري جي هڪڙي ننڍڙي جهلڪ بہ انهن جي دلين ۾ نروار ٿي وڃي تہ اسلام ۽ اُن جي معنويت جي حوالي سان انهن جو عقيدو بدلجي وڃي. اسان کي ان حوالي سان ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي.

## رسول اڪرم ﷺ جي شخصيت جي مختلف پهلوئن جي تعارف جي ضرورت

شايد دينِ اسلام جي سڀ کان وڏي تبليغ اهائي ٿيندي تہ اسان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت کي دنيا تي غور ڪرڻ وارن ۽ حق جي ڳولا ڪرڻ وارن جي سامهون چٽو ڪري پيش ڪيون. ڪيترو نہ سنو ٿئي تہ ان کان اڳ جو اسلام دشمن ماڻهو مختلف طريقن سان پاڻ سڳورن جي مقدس شخصيت کي ماڻهن جي ذهنن ۾ بگاڙي ڇڏين، مسلمان پنهنجي مختلف مهارت ۽ هنر جي ذريعي پاڻ سڳورن جي شخصيت جي باري ۾ تبليغ جي لاءِ علمي، ثقافتي ۽ هنري ڪم انجام ڏين. ائين ڪرڻ انتهائي ضروري بہ آهي.

رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت کي دنيا جي سامهون واقف ڪرائڻ ضروري آهي ۽ شخصيت بہ صرف زندگي جي مطلب ۾ نہ، بلڪ پاڻ سڳورن جي اخلاقي قدرن، حڪومت جي طريقي، عبادت، سياست، جهاد ۽ خاص ڪري تعليم وغيره جهڙن مختلف

پهلوئن کي دنيا وارن جي سامهون پيش ڪرڻ جي ضرورت آهي. ان سلسلي ۾ صرف ڪتابن لکڻ تائين محدود نہ رهجي، بلڪ جديد ٽيڪنالاجي، هنرمندي ۽ بين نين شين کي استعمال ڪيو وڃي. اهو ڪم صرف اسلامي جمهوريہ ايران تائين محدود نہ رهڻ گهرجي، بلڪ اسلامي دنيا جي ڪُنڊ ڪڙڇ ۾ سرانجام ڏنو وڃي.[1]

* * * * *

[1] وحدت اسلامي ڪانفرنس جي مهمانن، عالم سڳورن، جمعي نماز جي امامت ڪندڙن، ڪردستان ۽ ڪرمان شاهہ صوبن جي مختلف علائقن سان تعلق رکڻ وارن سني، شيعہ وفدن سان ملاقات: 15 نومبر 1989ع.

# اجتماعي جدوجهد سان گڏوگڏ باطني ۽ معنوي تبديليءَ جي ضرورت

اهم ڳالهه هيءَ آهي تہ اسان کي جيڪي انهن هستين جي رستي کي قائم ۽ دائم رکڻ وارن جي حوالي سان سڃاتا وڃون ٿا. گهٽ ۾ گهٽ اسان جي پنهنجي دعوي بہ اها آهي ۽ دنيا وارا بہ اسان کي انهيءَ نالي سان سڃاڻن ٿا. اها ڪوشش ڪرڻ گهرجي تہ انهن عظيم هستين ۽ الله جي خاص ٻانهن جي مختلف پهلوئن کي پنهنجي اندر، چاهي ڪيتري بہ ٿورڙي مقدار ۾ بہ چونہ هجي، پيدا ڪري انهن کي زندهہ ۽ جاويد رکون.

صرف اها ڳالهه هرگز ڪافي ڪونهي تہ رڳو الله جي واٽ ۾ جهاد ۽ اسلامي قانونن جي نفاذ لاءِ جدوجهد تي اڪتفا ڪيون. نہ صرف اسلامي نظام ۽ اسلامي حڪومت جي طرز تي معاشرو قائم ڪرڻ ڪافي آهي، جڏهن تہ اهو هڪڙو اعليٰ ترين ڪم ۽ شرعي طور تي واجب ذميواري بہ آهي ۽ عين ممڪن آهي تہ هڪڙي مسلمان ۽ مومن هجڻ جي ناتي، اصلي ترين واجب هجڻ جي حيثيت رکي، پر هن عظيم ذميواريءَ کي نڀائڻ سان گڏوگڏ ۽ اسلامي حڪومت جي تڪميل، فتح ۽ ڪاميابيءَ جي حصول سان گڏ هڪڙو ٻي طرح جو جهاد ڪرڻو آهي ۽ شايد اهو جهاد پهرين کان بہ سخت ترين ۽ لازم هجي، تہ جيئن اهڙي طرح اسان پنهنجي پوري دل ۽ جان جي اندر بہ هڪڙي نموني جي تبديلي ۽ انقلاب برپا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهون.[1]

* * * * *

---

[1] حضرت رسول اڪرم ﷺ ۽ امام جعفر صادق عليہ السلام جي ولادت باسعادت جي مناسبت سان جمعي ۽ جماعتي نمازن جي پيش امامن، جمهوري اسلامي ايران جي مختلف ادارن جي سربراهن، پارليامينٽ جي ميمبرن، فوجن جي سربراهن وغيره سان ملاقات ۾ خطاب: 17 نومبر 1989ع

# رسول اڪرم ﷺ جو معاشري ۾ اسلامي قدرن کي رواج ڏيڻ جو طريقو

حضرت رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ جي طورطريقي جي حوالي سان مان اڄ جنهن نقطي ڏانهن اشارو ڪرڻ گهران ٿو. اهو هي آهي تہ پاڻ سڳورا انهي مقصد جي لاءِ تہ اسلامي معاشري ۾ اخلاقي قدر رواج ۾ اچي وڃن ۽ اهي ڳالهيون ماڻهن جي عقيدن ۽ دل ۾ گهر ڪري زندگيءَ جو حصو ٿي وڃن خود پنهنجي زندگي کي اسلامي قدرن سان سينگاري رکندا هئا.

ڪڏهن ڪوئي شخص حڪم ڏيندو آهي يا نصيحت ڪندو آهي تہ ماڻهو چڱا ۽ سٺا اخلاق اختيار ڪن. الله جي واٽ ۾ قرباني، صبر ۽ پختگي جو مظاهرو ڪن، ظلم نہ ڪن. بلڪ عدل ۽ انصاف کي قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪن. اهو بہ هڪڙو ضروري ڪم آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ ماڻهن کي تعليم ڏيندا هئا "يُعَلِمُهُمُ" يعني پاڻ سڳورا ماڻهن کي زندگي ۽ معرفت جو سبق ڏيندا هئا. پر هڪڙو ٻيو طريقو بہ آهي جيڪو ان کان مٿاهون ۽ بهتر آهي. اهو هي تہ استاد پنهنجي عمل ۽ ڪردار جي ذريعي معاشري ۾ اسلامي ذميوارين ۽ اخلاقن جو رنگ پيدا ڪندو آهي. ماڻهن جي غلط عقيدن جو مقابلو ڪندو آهي. جاهلاڻين سوچن ۽ غيراسلامي اخلاق ۽ وصفن جي خلاف اٿي بيهندو آهي ۽ آهستي آهستي مختلف طريقن سان اهي ڪارناما انجام ڏيندو آهي. جو پوري معاشري جو ماحول ۽ زندگي انهن اخلاقن ۽ وصفن سان واڳجي ويندا آهن.

جيڪڏهن ڪو معاشرو ترقي ڪرڻ گهري ٿو ۽ پنهنجي اندر سٺن ۽ اسلامي اخلاقن کي رواج ڏيڻ گهري ٿو تہ اهو انهن ئي طريقن جو محتاج آهي. گهڻو ڪري قرآن شريف جي ڪجهہ آيتن ۾ "يُزَكِيهِمِ" جو لفظ "يُعَلِمُهُمُ" (بقر آيت 129) کان پوءِ يا ان کان اڳ ۾ آيو آهي. انهن سيني آيتن ۾ "تزڪيہ" مان مراد بہ اهائي آهي، يعني ماڻهن کي

پاڪ، صاف ۽ پوتر بڻائڻ آهي. ان جو مثال ان طبيب وانگر آهي جيڪو پنهنجي مريض کي صرف ڪنهن ڪم جي ڪرڻ يا نہ ڪرڻ جي هدايت تي اڪتفا نہ ڪندو آهي، پر ان کي ڪنهن خاص جاءِ تي ويهاري ان جي ضرورت جون شيون ان کي مهيا ڪندو آهي، ڪارائيندو آهي ۽ جيڪي شيون ان جي لاءِ نقصان واريون هونديون آهن. انهن کي ان کان پري رکندو آهي. نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي زندگيءَ جي 23 سالا دورِ نبوت. خاص ڪري پنهنجي مدني زندگي ۾ جيڪو اسلامي حاڪميت ۽ اسلامي حڪومت جي جوڙجڪ جو دور هو اهوئي طورطريقو اختيار ڪيو هو.

## اسلامي معاشرو ناهڻ لاءِ رسول اڪرم ﷺ جي زندگي مبارڪ جي طورطريقن جا ڪجهہ نمونا

مان هتي ان حوالي سان ڪجهہ مثال پيش ڪرڻ گهران ٿو جن تي عمل ڪرڻ اسان جي اڄوڪي اسلامي نظام جي لاءِ تمام گهڻي اهميت جو حامل آهي. ان تي عمل ڪرڻ عام ماڻهن (عوام الناس) جي لاءِ بہ ضروري آهي ۽ حاڪمن جي لاءِ بہ ۽ انهن سيني ماڻهن جي لاءِ بہ لازمي آهي، جن جو معاشري سان تعلق رهي ٿو ۽ معاشري جي هڪڙي طبقي جون نظرون انهن تي ڪتل هونديون آهن ۽ اهي انهن جون ڳالهيون ٻڌندا بہ آهن. اسان سيني کي هن ڳالهہ تي ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي تہ جيڪڏهن اسان چاهيون ٿا تہ معاشري مان شيطاني دور جي انهن غيراسلامي اخلاقن جو جيڪي اسان جي روحاني ترقي جي لاءِ گهڻو نقصانڪار بہ آهن. خاتمو ٿئي تہ ان کان سواءِ ٻيو ڪو حيلو ئي ڪونهي تہ اسان پوري طاقت ۽ يقين سان رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ جي طورطريقن تي عمل ڪريون.

### 1. سٺين نظرن سان ڏسڻ جو رواج ۽ خراب ڏسڻ ۽ خراب ڳالهائڻ کان پرهيز

پهريون مثال. جيڪو هڪڙي صاف سٿري ماحول جي ايجاد ۽ جاهلاڻي تعصبن کان ڪوهين ڏور ۽ ماڻهن جي زندگيءَ سان ڳنڍيل آهي. توهان هن ڳالهہ کان يلي يٽ واقف آهيو تہ دنيا جون سڀ قومون

(مِلتون) هڪڙي نموني جون آهن. آڳرين تي ڳڻڻ جيترن ڪجهه ماڻهن کان سواءِ جيڪي معرفت جي لحاظ کان هڪڙي سٺي مقام تي بيٺل هجن، انهن قومن (مِلتن) جي صورتحال ڪجهه هن طرح جي آهي ته اڪثر ۽ گهڻين ڳالهين ۾ خود غرضين، تعصبن ۽ طرح طرح جي مرضن ۽ بغض ۽ مخالفت ۽ دشمنيءَ جي بيمارين ۾ مُبتلا آهن. جيڪي ماڻهن کي عادلاڻي سلوڪ ۽ حق ۽ حقيقت کان پري رکڻ جو بنيادي سبب ۽ مُحرڪ آهن. جنهن جي ڪري اهڙي نموني واري معاشري جي مجموعي صورتحال ۽ ماحول به غيرسلامتيءَ وارو تي ويندو آهي. ان ماحول ۽ فضا کي صاف ڪرڻ جي ضرورت آهي. هڪڙو سنو ماحول ٺاهڻ ۽ سلامتي واري فضا پيدا ڪرڻ جي لاءِ ۽ ماڻهن جي وچ ۾ سنا تعلقات مضبوط ڪرڻ جي لاءِ حضرت رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجين نصيحت گاڏڙ هدايتن کان علاوه ڪجهه نين واٽن ۽ طور طريقن جو سهارو به وٺندا رهيا. خاص ڪري ان دور ۾ جڏهن اهو مسئلو گهڻو ڳوڙهو ۽ پيچيده هو. ڇوته عربستان جا جٽ واهڻي (بدو) پاڻ ۾ مختلف اختلافن ۽ دشمنين، حسد ۽ ساڙ ۽ هر وقت هڪبئي جي باري ۾ بدگماني سان پريل رهندا هئا. انهن جي وچ ۾ قبائلي تعصب ڪارفرما ۽ خانداني جهڳڙا عروج تي هئا. اهو حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڪم هو ته انهن جي دلين مان انهن بيمارين کي ڪڍي ٻاهر ڦٽي ڪن ۽ انهن جي وچ ۾ پيار ۽ محبت ۽ ڀائيچاري جو ماحول قائم ڪري، انهن کي هڪبئي جي باري ۾ پاڪ ۽ صاف ۽ انهن جي دلين کي روشن ڪن. ان سلسلي ۾ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هڪڙي حديث نقل ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ پاڻ سڳورن فرمايو آهي ”لا يُبلِغنِي اَحَدُ مِنڪُم عَن اَصحابِي شَيئًا فَاِنِي اُحِبُ اَن اَخرُجَ اِلَيكُم وَاَنَا سَلِيمُ الصَّدرِ“ (مڪارم الاخلاق ص 17). ڪجهه اصحابي رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ ايندا هئا ۽ هڪبئي جون برايون بيان ڪندي ڪڏهن ڪوڙيون ڪڏهن سچيون ڳالهيون ٻڌائيندا هئا. پاڻ سڳورن فرمايو: ڪنهن کي به اهو حق ڪونهي ته منهنجي سامهون منهنجي اصحابن جون برايون بيان ڪري، تنهنڪري توهان رڳو پين جون برايون بيان ڪرڻ جي لاءِ مون وٽ نه ايندا ڪريو.

مان گهران ٿو تہ جڏهن پنهنجن اصحابن جي وچ ۾ اچان تہ "سَلِيمُ الصَّدرِ" يعني بغير ڪنهن خراب نگاهہ ۽ بدگماني جي پاڪ ۽ صاف دل سان رهان.

حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان منسوب اها وڏين خوبين واري ڳالهہ مسلمان امت جي لاءِ هڪڙي نموني جو عملي دستور بہ آهي، حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نسبت جي ڪري اُن جي پاسداري ڪرڻ مسلمان امت جي هر فرد تي لازم آهي. ڪجهہ غور ڪيو تہ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اهو طورطريقو ۽ ڳالهائڻ ۽ ڪردار مسلمانن جي لاءِ ڪيترو پرجهلو ۽ مددگار ثابت ٿي رهيو آهي. هن ڳالهہ کي محسوس ڪيو تہ هڪڙي اسلامي معاشري ۽ زندگي جي سلامتي واري دائري ۾ بغير ڪنهن نموني جي بدگماني ۽ خراب نگاهہ جي پاڻ ۾ سٺي نگاهہ سان پيش اچي سگهون. روايتن ۾ اهو بہ آيو آهي تہ جيڪڏهن حاڪم شر ۽ فساد تي عمل پيرا هجي تہ توهان کي گهرجي تہ هر ڳالهہ کي بدگماني سان ڏسو پر جڏهن حڪمران طبقو معاشري ۾ خير ۽ ڀلائي جو طلبگار هجي تہ ان حالت ۾ بدگماني کي هميشہ جي لاءِ ذهن مان ڪڍي ڇڏيو ۽ ٻئي جي باري ۾ سٺو گمان اختيار ڪيو. ان جي ڳالهين کي بہ دل و جان سان قبول ڪيو ۽ ٻڌو هڪٻئي جي برائين کي نظرانداز ڪيو ۽ سُٺائين کي نظرن سامهون رکو.

مسلمانن جي اها عادت هئي تہ اهي نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ ايندا هئا ۽ پاڻ سڳورن جي ڪن ۾ ڳالهہ ڪندا هئا يعني پاڻ سڳورن سان سُس پُس واري انداز ۾ ڳالهہ ڪندا هيا. ايستائين جو آيت نازل ٿي ۽ ماڻهن کي سُس پُس واري انداز ۾ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان ڪن ۾ ڳالهائڻ تي پابندي لڳائي وئي. ڇوتہ انهن جي ان عمل سان ٻين مسلمانن جي دلين ۾ بدگماني پيدا ٿيڻ جو امڪان هو.

## پيغمبر اڪرم ﷺ جي هڪڙي گهر واري جي باري ۾ ڦهلايل بي بنياد افواهہ ڏانهن اشارو

هن سلسلي ۾ اهو واقعو جيڪو گهڻي اهميت وارو آهي، جنهن ڪي مون ڪيترائي ڀيرا ذهن ۾ دهرايو آهي ۽ ان واقعي جي باري ۾ قرآن شريف جي آيتن جو بہ مطالعو ڪيو آهي، اهو "افڪ" جو واقعو آهي. سورت نور جون ڪجهہ آيتون ان واقعي جي باري ۾ نازل ٿيون آهن. "افڪ" جو واقعو مختصر طور اهو آهي تہ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هڪڙي گهر واري ڪنهن جنگي قافلي ڪان رهجي وئي هئي، جنهن ڪي رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ سان گڏ لڙائي جي ميدان ۾ وٺي آيا هيا.

جڏهن مسلمانن جو اهو جنگي قافلو واپس اچي رهيو هو تہ ان گهر واريءَ کي ڪنهن ڪونہ ڏٺو اها ڪنهن بہ سبب ڪري يا تہ ننڊ پئجي ويون هيون يا ڪنهن حاجت لاءِ ويون هيون. مسلمانن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ان گهر واري کي قافلي ۾ ڪونہ ڏٺو ۽ بعد ۾ هڪڙو مسلمان انهن کي مديني پاڻ سان گڏ وٺي آيو. جڏهن اها پاڪدامن گهر واري مديني پهتي تہ ڪجهہ ماڻهن عوام جي وچ ۾ بيهودي قسم جون فضول ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪيون تہ اها محترمہ ڪٿي رهجي وئي هئي؟ قافلي ڪان ڇو پوئتي رهجي وئي هئي؟ اهو ماڻهو جيڪو کين مديني وٺي آيو اهو ڪير هو؟ مطلب تہ بغير ڪنهن وضاحت جي ان تي تهمتون لڳايون ويون. مديني جي گهٽي گهٽي ۾ افواهن جو هڪڙو چار وڇايل هو.

## قرآن ڪريم جو افواهہ پکيڙڻ ۽ اُن تي ڪن ڏيڻ وارن جي مذمت

مسئلو اهو ڪونهي تہ اها پاڪدامن محترمہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر واري هئي، تنهنڪري هر صورت ۾ ان جو احترام ڪرڻو هو بلڪ قرآن شريف جي آيتن جي روشني ۾ ڏٺو وڃي تہ مسئلو اهو بہ آهي تہ سورت نور جون اهي آيتون "افڪ" يعني ڪوڙ جي انهي ڳنڍڙي جي باري ۾ جنهن کي ڪجهہ منافقن ۽ بڇڙن ۽

بيوقوف ماڻهن معاشري ۾ پکيڙيو هو. وڏي سختي ۽ حساسيت جو ثبوت پيش ڪري رهيون آهن ۽ ڪجهه آيتون تہ مسلسل گهڻي سخت لهجي ۾ مسلمانن کي خطاب ڪري چئي رهيون آهن تہ جڏهن انهن انهيءَ ڪوڙي افواهہ ۽ پرچار کي ٻڌو تہ ان کي پکيڙڻ وارن سان سختي سان چو پيش نہ آيا؟ انهن آيتن مان هن ڳالهہ جو مطلب نڪري ٿو تہ ماڻهن ان افواهہ کي مڪمل طور تي رد ڇو نہ ڪيو؟ انهن آيتن ۾ ٻن جاين تي جملو "لولا" سان شروع ٿئي ٿو.

عربي ادب جي ڄاڻ رکڻ وارن ماڻهن کي چڱيءَ طرح خبر آهي تہ "لولا تحذيري" جڏهن ڪنهن جملي ۾ ايندو آهي تہ ان جملي جي معنيٰ ۽ مطلب ۾ سختي، چنبڊ پٽڻ ۽ ٻڌڻ واري کي تنبيهہ ڪرڻ مراد هوندو آهي. مطلب تہ ڳالهائڻ وارو پنهنجي ٻڌڻ واري کي گهڻي رُکي ۽ سخت لهجي ۾ چئي رهيو هوندو آهي تہ تو هيئن ڇو نہ ڪيو؟ "لَوۡلَاۤ اِذۡ سَمِعۡتُمُوۡهُ ظَنَّ الۡمُؤۡمِنُوۡنَ وَالۡمُؤۡمِنٰتُ بِاَنۡفُسِهِمۡ خَيۡرًا ۙ وَّقَالُوۡا هٰذَاۤ اِفۡكٌ مُّبِيۡنٌ (سورت نور آيت 12) 'آخر ائين ڇو نہ ٿيو تہ جڏهن توهان ماڻهن ان تهمت کي ٻڌو هو تہ مومن ۽ مومنياڻيون پنهنجي باري ۾ سنائي جو گمان ڪن ها ۽ چون ها تہ اها پڌري تهمت آهي.'

هڪڙي ٻي جاءِ تي ارشاد ٿئي ٿو "وَلَوۡلَاۤ اِذۡ سَمِعۡتُمُوۡهُ قُلۡتُمۡ مَّا يَكُوۡنُ لَنَاۤ اَنۡ نَّتَكَلَّمَ بِهٰذَا ۖ سُبۡحٰنَكَ هٰذَا بُهۡتَانٌ عَظِيۡمٌ (سورت نور 16) ۽ ائين ڇو نہ ٿيو تہ جڏهن توهان ماڻهن اها ڳالهہ ٻڌي هئي تہ چئو ها تہ اسان کي اهڙي ڳالهہ چوڻ جو ڪوئي حق ڪونهي، الله سائين تون پاڪ ۽ بي نياز آهين ۽ اهو تمام وڏو بهتان آهي. وري انهن آيتن جي آخر ۾ هي ارشاد ٿئي ٿو تہ "يَعِظُكُمُ اللّٰهُ اَنۡ تَعُوۡدُوۡا لِمِثۡلِهٖۤ اَبَدًا اِنۡ كُنۡتُمۡ مُّؤۡمِنِيۡنَ ( سورت نور آيت 17) الله توهان کي نصيحت ڪري ٿو تہ جيڪڏهن توهان ايمان وارا آهيو تہ هاڻي بيهر اهڙي حرڪت هرگز نہ ڪجو. اڳتي ڪنهن بہ صورت ۾ اهڙي قسم جي ڪوڙي پرچار ۽ افواهہ کي نہ ڦهلائجو ۽ اسلامي معاشري ۾ اهڙي قسم جو ڪوبہ حادثو هرگز پيش نہ اچڻ گهرجي يعني نہ ڪوڙو افواهہ پکيڙجي ۽ نہ ان تي ڌيان ڏيڻ گهرجي. مطلب تہ جيڪڏهن توهان مومن آهيو تہ ايمان جو بنيادي شرط اهو آهي.

## اسلامي فقھہ ۾ تھمت جي سزا

جيئن مون اڳ ۾ اشارو ڪيو آهي تہ اصل مسئلو اھو نہ آهي تہ اها محترم خاتون رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گھرواري ھئي. جيڪڏھن رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گھر واري نہ ھجي ھا تہ بہ اھڙي قسم جا افواھہ پکيڙڻ ۽ ان تي ماٺ ڪري ويھڻ تي مومنن کي ائين ئي چئبو پٽي وجي ھا. تنھنڪري دينِ اسلام ۾ اھو حڪم آهي تہ جيڪڏھن ڪو شخص ڪنھن تي ڪو خاص الزام ھڻي ۽ ان تي چار سچا شاھد پيش نہ ڪري سگھي تہ اھو تھمت لڳائڻ وارو پاڻ ڏوھي قرار ڏنو ويندو آهي ۽ ان تي حد جاري ڪئي ويندي آهي. ايئن ڪونھي تہ جيڪو زبان تي اچي اھو چوندا رھو ۽ ماڻھن جي ذھنن کي پريشان ۽ دلين کي رنجايو. پوري معاشري جي ماحول کي بگاڙي ڇڏيو ۽ جيڪڏھن بعد ۾ پنھنجو الزام ثابت ڪيو تہ ٺيڪ. ورنہ پنھنجي رستي سان ھليا وڃو. ايئن نہ ٿيندو! ڪجھہ اھڙا الزام جنھن جي ثابت ٿيڻ تي ڏوھيءَ کي ڪوڙا ھنيا ويندا آھن. اھڙن الزامن کي ثابت ڪرڻ لاءِ شاھد پيش نہ ڪري سگھو تہ خود الزام ھڻڻ واري کي ڪوڙا ھنيا ويندا.

منھنجي خيال ۾ اسلامي تاريخ ۾ خود حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حياتي مبارڪ جي ان ڏکوئيندڙ ۽ گھڻي وڏي اھم واقعي جي ذريعي اسلامي معاشري ۾ ھڪ ٻئي جي ذاتي معاملن جي حوالي سان ڪوڙا افواھہ پکيڙڻ جي معاملي کي، جيڪي ھڪٻئي جي حوالي سان بدنيتي ۽ بدگماني جو سبب بڻجي معاشري جي ماحول کي خراب ڪن ٿا. پاڙون پٽي اڇلايو ويو آهي، اھو آهي اسلام. ان کان علاوه. رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ھڪڙي عظيم ذميواري ھيءَ ھئي تہ پوري معاشري جي ماحول کي مھرباني ۽ ھڪٻئي سان پيار ۽ محبت ڪرڻ وارو ڪري ڇڏين. تہ جيئن اسلامي معاشري ۾ رھڻ وارو ھر فرد ھڪٻئي سان محبت ڪرڻ لڳي ۽ ھڪٻئي جي باري ۾ سنو گمان ۽ نيڪ نيتيءَ کي قائم ڪري سگھن. اسان مسلمانن جي اڄ بہ اھا ذميواري آهي.

## 2. مسلمانن جي دلين ۾ هڪبئي جي حوالي سان احساس ذميواري پيدا ڪرڻ

معاشري جي فضا ۽ ماحول کي بهتر کان بهتر بڻائڻ لاءِ حضرت رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اڻٿڪ ڪوشش ۽ محنتن مان هڪڙو بيو مثال اهو آهي تہ پاڻ سڳورن ماڻهن جي دلين مان بغض، ساڙ ۽ دشمنيءَ کي ڪڍڻ لاءِ پاڻ پتوڙيو. گذريل نقطي ۾ سنو گمان ۽ هڪڙو پاڪ صاف ماحول فراهم ڪرڻ مقصد هو. جڏهن تہ هن مقصد ۾ ڳالهہ ان کان بہ گهڻو اڳتي وڃي ٿي. يعني هڪڙي اسلامي معاشري ۾ سيئي مسلمان ڪڏهن بہ هڪبئي جي حالتن کان لاتعلق ۽ اڻ ڄاڻ نٿا رهي سگهن. ايئن نٿو ٿي سگهي تہ مسلمان هڪبئي سان رابطو نہ رکن ۽ هرهڪ پنهنجي لاءِ هڪ الڳ ۽ جدا دنيا وسائي ۽ ٻين مسلمانن سان ڪو تعلق نہ رکي. اسلام اهڙي طريقي کي ڪڏهن بہ پسند ڪرڻ واري نگاهہ سان نہ ڏٺو آهي. رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ جي ڪارنامن مان هڪڙو ڪارنامو اهو هو تہ پاڻ سڳورا ان بي ڌيانيءَ واري ماحول کي محبت، پائيچاري ۽ هڪبئي سان مدد ڪرڻ جي ماحول ۽ فضا ۾ تبديل ڪرڻ ۾ ڪامياب ۽ سرخرو ٿيا. سيني مسلمانن کي هڪڙي لڙي ۾ پوئي انهن کي هڪبئي جو ياءُ ۽ پاڻ ۾ ڳنڍيل ۽ جڙيل مجموعي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. هيءَ اها ڳالهہ آهي، جنهن جي اسان جي مملڪتي نظام ۾ اڄ سخت ضرورت آهي.

مسلمانن کي گهرجي تہ هڪبئي جي باري ۾ پيار، محبت ۽ همدردي ۾ تر جيترو بہ هڪبئي کان لاتعلق نہ رهن. ايئن نہ ٿئي جو هڪڙي مسلمان کي ڪنهن مصيبت ۾ ڦاٿل ڏسڻ جي باوجود توهان اکيون بند ڪري ان کان پاسو ڏئي هليا وڃو نہ! پوري مسلمان امت جي وچ ۾ همدردي، مدد ڪرڻ ۽ پيار ۽ محبت ۽ دل رکڻ جي عنصر کي ايجاد ڪرڻ رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عظيم ذميوارين مان هڪ ذميواري هئي. پاڻ سڳورا جيستائين ماڻهن ۾ رهيا ۽ پاڻ سڳورن لاءِ جيترو بہ ممڪن ٿيو ڪڏهن بہ پاڻ سڳورن ان ڳالهہ جي اجازت نہ ڏني تہ مسلمان، ايستائين جو ڪنهن هڪڙي معاملي ۾ بہ ٻئي مسلمان جي باري ۾ پنهنجي دل ۾ بغض، ساڙ ۽ دشمني رکي. يعني

پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي حڪمت ۽ نرمي ۽ بردباريءَ جي ذريعي حقيقت ۾ هڪڙو اهڙو صحيح ۽ ڪامل ماحول فراهم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا. جنهن ۾ هر ڪوئي ٻئي سان پيار ۽ محبت ڪرڻ لڳي.

روايت ۾ آهي تہ هڪڙو ڳوناٺو عرب جيڪو زندگيءَ جي شهري ۽ معاشرتي آداب جي بنيادي اصولن کان واقف ڪونہ هو پنهنجي ان ڳوناٺي جٽڪي طبيعت سان مديني شريف ۾ آيو ۽ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. پاڻ سڳورا پنهنجن اصحابن سان گڏ ويٺا هئا. ان ڳوناٺي پاڻ سڳورن کان ڪجهہ گهريو تہ پاڻ سڳورن ان جي مدد ڪئي، مثال طور ماني کارائي، رقم ۽ ڪپڙا ڏنا. ان کان پوءِ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان کان پڇيو تہ نيڪ آهي؟ مون توسان جيڪا نيڪي ڪئي آهي ڇا تون ان کان خوش ۽ راضي آهين؟ ان ماڻهوءَ پنهنجي ان ڳوناٺي جٽڪي طبيعت جي ڪري بنا ڪنهن لحاظ جي، جيئن اهڙن ماڻهن جي عادت بہ هوندي آهي، چيو نہ! توهان تہ ڪجهہ ڏنو ئي نہ آهي. ڪوئي احسان ڪونہ ڪيو آهي. توهان جيڪو ڪجهہ ڏنو آهي ان جي تہ ڪا حيثيت ئي ڪونهي!

ظاهر آهي تہ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان اهڙي بي ادبيءَ تي پاڻ سڳورن جي اصحابن کي گهڻو صدمو پهتو! سيئي اصحابي ڪاوڙ ۾ اچي ويا. حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پرسان ويٺل ڪجهہ اصحابن ڪجهہ رد عمل ڏيکارڻ گهريو تہ پاڻ سڳورن انهن کي منع ڪندي فرمايو تہ نہ. توهان هن کي ڪجهہ نہ چئو. مان پاڻ ان کي نبيران ٿو. ايئن چئي پاڻ سڳورا محفل مان اٿيا ۽ ان ماڻهوءَ کي ساڻ ڪري پنهنجي گهر تشريف کڻي ويا. لڳي ٿو تہ ان وقت پاڻ سڳورن وٽ ان کان ڪجهہ وڌيڪ ڪونہ هو ورنہ اتي ئي کين عطا ڪن ها. تنهنڪري پاڻ سڳورا ان کي پنهنجي گهر وٺي ويا ۽ ڪجهہ شيون عطا ڪيون. پوءِ ان کان پڇيو هاڻي راضي آهين؟ ان شخص چيو. هائو! اهو شخص پاڻ سڳورن جي احسان ۽ بردباري کي ڏسي شرمسار ٿي ويو ۽ پنهنجي راضپي جو اظهار ڪيائين.

پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان ماڻهوءَ کي فرمايو: ٿوري دير اڳ ۾ تو منهنجن ساٿين جي آڏو ڪجهہ اهڙيون ڳالهيون چيون هيون جنهن جي ڪري اهي توکان ناراض آهن. ڇا تون پسند ڪندين تہ هاڻي تو جيڪي ڳالهيون چيون آهن. اهي انهن جي سامهون بہ چئين؟ ان جواب ۾ چيو: جي ها. مان تيار آهيان.

پاڻ سڳورا ان شخص کي ساڻ ڪري اصحابن جي وچ ۾ تشريف کڻي آيا ۽ فرمايو: اسان جو هي ڀُوناٽو ياءُ هاڻي اسان کان راضي آهي ۽ ان کي فرمايائون تہ جيڪڏهن راضي آهين تہ ٻڌاءِ ان شخص بہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعريف ڪندي چيو: جي ها. مان توهان جو ٿورائتو آهيان جو توهان مون سان مدد ڪئي وغيره. ان کان پوءِ اهو اتان هليو ويو.

ان ماڻهوءَ جي هليو وڃڻ کان پوءِ پاڻ سڳورن پنهنجن اصحابن کي مخاطب ٿيندي فرمايو تہ هن ڀُوناٽي جو مثال ان اُٺ وانگر آهي جيڪو پنهنجي وڳر کان وڇڙي هيڏي هوڏي ڀٽڪي رهيو هجي، جنهن کي ڏنار چارڻ لاءِ وٺي آيو هجي ۽ توهان (منهنجا اصحابي) ان کي پڪڙي مون ڏانهن ورائڻ گهرندا هجو ۽ چئني طرفن کان ان تي حملو ڪري ڇڏيو هجي، توهان جو اهو عمل ان جي وحشت ۾ اضافي جو سبب ٿئي ها جنهن جي ڪري ان کي پڪڙڻ اڃا وڌيڪ ڏکيو ٿي وڃي ها. تنهنڪري مون توهان کي ان کي وڌيڪ ڇيڙائڻ کان روڪيو ۽ مان پاڻ محبت ۽ ٻاجهہ سان ان جي ويجهو ويس ۽ ان کي پنهنجي وڳر ۾ موٽائي وٺي آيس. اها آهي پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سيرت ۽ پاڻ سڳورن جي هلت.

رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو ڪڏهن بہ نٿي گهريو تہ اسلامي معاشري ۾ مسلمانن جي وچ ۾ بغض، ساڙ ۽ دشمني ڏسڻ ۾ اچي. سدائين مسلمانن جي وچ ۾ محبت ۽ ڀائيچاري وارو ماحول قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهندا هئا. ايستائين جو جڏهن اسلام جو دائرو گهڻو ڪشادو ٿي ويو ۽ رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مڪو فتح ڪيو تہ اتان جي رهاڪن کي معاف ڪري ڇڏيو.

جڏهن تہ هو اهي ئي مڪي وارا هئا جن پاڻ سڳورن کي پنهنجي شهر مان هجرت ڪرڻ تي مجبور ڪيو هو ۽ تيرهن سالن تائين پاڻ سڳورا انهن جا ظلم سهندا رهيا هئا. ان کان پوءِ بہ پاڻ سڳورن سان ڪيتريون لڙايون وڙهي چڪا هئا ۽ گهڻن ئي مسلمانن کي شهيد ڪيو هو. نتيجي ۾ مسلمانن انهن کي بہ قتل ڪيو هو پر جيڪڏهن اها صورتحال برقرار رهي ها تہ سالن تائين انهن جي وچ ۾ صلح ۽ امن جو ماحول قائم نہ ٿئي ها. انهيءَ ڪري جيئن ئي رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مڪي ۾ داخل ٿيا تہ اعلان فرمايو: "انتم الطقاء" يعني مان توهان سڀني کي معاف ڪندي آزاد ڪريان ٿو. پاڻ سڳورن پنهنجن دشمن قريشين کي معاف ڪري ڇڏيو ۽ ڳالهہ اتي ئي ختم ٿي وئي.

## پيغمبر ﷺ جو مسلمانن جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪرڻ

پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مديني ۾ تشريف کڻي اچڻ کان پوءِ شروعاتي ڏينهن ۾ جيڪي ڪم ڪيا. انهن مان هڪ مسلمانن جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪرڻ هو يعني پاڻ سڳورن سڀني مسلمانن کي هڪٻئي جو ڀاءُ بڻايو. هي جيڪو ڇيو وڃي ٿو تہ اسان مسلمان پاڻ ۾ ڀائر آهيون ۽ هڪٻئي تي ڀائرن وارا حق رکون ٿا. جهڙي طرح بہ حقيقي ڀائر هڪٻئي تي ڪجهہ حق رکندا آهن، سو مسلمانن کي انهن حقن جو خيال رکڻ ضروري آهي. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان ڪم کي عملي جامو پارائي ڏيکاريو. پاڻ سڳورن ٻن ٻن مسلمانن کي هڪٻئي جو ڀاءُ بڻايو. ان سلسلي ۾ پاڻ سڳورن قريشن ۽ مديني جي وڏيرن جي طبقاتي ۽ خانداني امتيازن جو ڪوئي لحاظ نہ رکيو. ڪاري رنگ واري غلام کي هڪڙي آزاد شخص ۽ بنوهاشم گهراڻي ۽ قريش جي هڪڙي وڏيري جو ڀاءُ بڻايو. توڙي جو ان ڀائري ۽ ڀائيچاري جا مختلف پهلو هئا جن مان هڪڙو اهم پهلو اهو ئي هو تہ سڀئي مسلمان هڪٻئي جي باري ۾ ڀائپيءَ جو جذبو رکن.

### 3. هڪٻئي سان وفاداري ۽ حق سچاڻ جي جذبي کي عملي طور جاري ڪرڻ

هڪڙو ٻيو مثال پيش ڪندس ته جيئن هن ڳالهه کي ثابت ڪري سگهان ته حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم اسلامي معاشري جي ماحول کي چو اسلامي قدرن (اقدار) سان گڏ هم آهنگ ڪيو. دين اسلام ۾ اسلامي عقيدن ۽ سياسي نظرين کان علاوه باقي ٻين ڳالهين ۾ وفاداري، حق سچاڻ، ماڻهن جي محنتن ۽ خدمتن جي پاسداريءَ کي وڏي اهميت حاصل آهي، چوته ڪنهن به معاشري جي سڌاري ۾ اها هڪڙي اثرائتي ڳالهه آهي. جنهن جي ڪري حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم عملي طور تي ان ڳالهه تي گهڻو ڌيان ڏيندا رهندا هئا. پاڻ سڳورا صرف زباني طور تي احڪام جاري ڪرڻ تي ئي اڪتفا نه ڪندا هئا. يعني صرف اهو چئي ماٺ ڪونه ڪيائون ته ماڻهن کي هڪٻئي سان ڪيل واعدن ۽ ناهن ۽ حقن جي باري ۾ حق سچاڻ ۽ ان جي پاسداري ڪرڻ گهرجي، پر پاڻ سڳورن عملي طور تي به اهڙي نموني جو ماحول ۽ فضا پيدا ڪئي.

مون هڪڙي حديث ۾ ڏٺو آهي ته حبش جي بادشاهه نجاشيءَ جي طرفان هڪڙو وفد رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي خدمت ۾ مديني جي شهر آيو. ظاهر آهي ڪوئي پيغام کڻي آيا هوندا جيئن اجوڪي زماني جي حڪومتن ۽ ملڪن جي وچ ۾ اهڙن وفدن جي اچڻ وڃڻ جو رواج موجود آهي. نجاشي، حبش جو بادشاهه هو. ان دور جي ٻين ملڪن ۽ حڪومتن جي بادشاهن ۽ حڪمرانن وانگر اهو به پنهنجي ملڪ جو بادشاهه هو. اهو عيسائي ۽ غيرمسلم هو پر جڏهن اهو وفد مديني آيو ته ڏٺو ويو ته خود حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پنهنجي جاءِ تان اٿي بيٺا ۽ انهن جي اِستقبال ۽ مهمان نوازي ۾ مصروف ٿي ويا. اصحابن سڳورن چيو: يارسول الله! اسان هتي موجود آهيون! اسان کي خدمت ڪرڻ جو موقعو ڏيو. پاڻ سڳورن فرمايو: نه. جيئن ته جڏهن مسلمانن حبش ڏانهن هجرت ڪئي هئي ته ان جي بادشاهه مسلمانن جو گهڻو احترام ۽ عزت افزائي ڪئي هئي،

تنهنڪري مان گهران ٿو تہ اڄ ان جي بدلي ۾ احسان ڪريان. ان ڪي چئبو آهي حق سڃاڻڻ.

توهان غور ڪيو تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي زندگي مبارڪ ۾ مڪي جي ڪافرن خلاف ڪيتريون ئي لڙايون وڙهيون ۽ ڪيترائي پيرا ايرندي طرف روم جي شهنشاهيت جي خلاف. جڏهن شام ۽ فلسطين جا ڪجهہ پر وارا علائقا ان جو حصو هوندا هئا. لڙائي ڪري چڪا هئا ۽ يرموڪ. موتہ ۽ تبوڪ جي لڙاين ۾ خود پاڻ شريڪ ٿيا. انهن سيني علائقن ۾ لڙائي ۽ جهاد. فتحون ڪرڻ ۽ چڙهايون ڪرڻ ۾ مشغول رهيا. پر پاڻ سڳورن حبش ڏانهن ڪڏهن بہ لشڪر نہ موڪليو ۽ نہ ڪڏهن ان طرف اهڙو رخ ڪيو. يعني ايئن ڪونہ هو تہ جيڪڏهن ڪوبہ بادشاهہ ايمان نہ آڻيندو هو تہ پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جي خلاف لڙائي ڪندا هئا. نہ! بلڪ پاڻ سڳورن واعدي وفائي ڪرڻ، حق سڃاڻڻ ۽ نجاشي جي محبتن جو مان رکيو ۽ اسلامي حڪومت جي جوڙجڪ تائين ان سلسلي کي جاري رکيو. ان وقت بہ جڏهن اسلامي حڪومت جي قائم ٿيڻ کان پوءِ پاڻ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جا حڪمران ۽ رهبر ۽ اڳواڻ ٿي ويا تہ بہ حبش جي لاڳاپي ۾ احسانمندي وارو سلسلو جاري رهيو. حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ ۾ اهڙي قسم جا گهڻائي مثال ملن ٿا. جيڪڏهن انهن کي بيان ڪرڻ گهرون تہ بحث ڊيگهارو ٿي ويندو.

## 4: معاشري ۾ عملي جدوجهد جي جذبي کي رواج ڏيڻ

هڪڙو بيو واقعو بيان ڪندس. اسلامي حڪومت جي دوران هڪڙو دفعو ڪنهن عورت مديني ۾ پيغمبر اسلام صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زيارت ڪئي. اصحابن سڳورن ڏٺو تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان عورت سان گهڻو نرم ۽ مهرباني وارو رويو اختيار ڪري رهيا هئا. ان جي ۽ ان جي گهر وارن جي طبيعت، صحت ۽ خيريت جي باري ۾ معلوم ڪري رهيا آهن. جڏهن اها عورت هلي

ٿئي تہ پاڻ سڳورن اصحابن جي تعجب کي ختم ڪرڻ لاءِ فرمايو تہ اها عورت خديجہ رضي الله عنها جي زماني ۾، جڏهن مڪي ۾ مسلمانن جي لاءِ گُهٽ ۽ ٻوسٽ وارو ماحول هو اسان جي گهر ايندي ويندي هئي. يقيني طور اها ان وقت جي ڳالهہ هوندي جڏهن رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا چاهڻ وارا سماجي لاتعلقي واري زماني ۾ گهيراءُ هيٺ هئا. جنهن جي ڪري ڪابہ عورت پاڻ سڳورن جي گهر واري حضرت خديجہ رضي الله عنها جي خدمت ۾ اچي ڪونہ سگهندي هئي، پر اهڙي وقت اها عورت حضرت خديجہ رضي الله عنها وٽ ايندي ويندي رهندي هئي. ان روايت مان اهو ڪونہ ٿو معلوم ٿئي تہ ان وقت اها عورت مسلمان ٿي هئي يا نہ. گمان اهو آهي تہ اها عورت ان وقت بہ مسلمان ڪونہ ٿي هئي. پر رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم صرف انهيءَ ڪري تہ ماضيءَ ۾ اها عورت پاڻ سڳورن جي گهر واري حضرت خديجہ رضي الله عنها سان همدرد ۽ مهربان هئي، سالن پڄاڻان بہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جو خيال رکي رهيا هئا.

هڪڙو ٻيو نمونو معاشري ۾ ڪم ڪار ۽ جدوجهد جي فضا پيدا ڪرڻ جي باري ۾ آهي. حضور ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجن اصحابن کي رڳو ڪم ڪار ڳولا ۽ جدوجهد جو حڪم ئي نہ ڏيندا هئا، پر پاڻ سڳورا مختلف طريقن سان ماڻهن جو رجحان ڪم ڪار ڏانهن موڙڻ جو ڪندا هئا. جڏهن بہ پاڻ سڳورا ڪنهن نوجوان کي بيڪار ويٺل ڏسندا هئا تہ فرمائيندا هيا ”اِن الله لايُحِبُ الشابُ الفارغ“ يعني، الله تعاليٰ اهڙي نوجوان کي جيڪو واندو ۽ بيڪار وينو هجي ڪڏهن بہ پسند نٿو ڪري.

هڪڙي ٻي روايت ۾ آهي تہ جڏهن حضرت رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪنهن اهڙي نوجوان کي ڏسندا هئا. جنهن جي قدڪاٺ ۽ تندرستي کان پاڻ سڳورن کي هڪڙي قسم جي خوشي ٿيندي هئي تہ پاڻ سڳورا هڪدم ان کان بہ سوال پڇندا هئا. ڇا تو شادي ڪئي آهي؟ ڇا ڪو ڪم ڪار ڪندو آهين؟ جيڪڏهن اهو جوان انهن ٻنهي سوالن جو جواب انڪار ۾ ڏيندو هو يعني شادي بہ نہ ڪئي آهي ۽ ڪم ڪار بہ ڪونہ ڪندو آهي تہ پاڻ سڳورا فرمائيندا هئا ”سَقَطَ مِن عيني“ يعني هي نوجوان منهنجي نظرن ۾ ڪري پيو. پاڻ

سگورا اهڙن طريقن سان ماڻهن کي ڪم ڪار ۽ محنت ۽ ڪوشش جي طرف ڌيان ڇڪائيندا هيا.

هڪڙو دفعو ڪجھ ماڻهو رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ هڪڙي شخص جي تعريف ڪندي چوڻ لڳا: اي الله جا رسول! (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) اسان ان شخص سان گڏ سفر ڪري رهيا هئاسين. اسان ڏٺو تہ اهو نيڪ ۽ عبادت ڪرڻ وارو شخص آهي. هر وقت عبادت ۾ مشغول رهندو هو! سفر جي دوران جتي بہ ترسندا هياسين تہ ان وقت کان وٺي اتان روانو ٿيڻ تائين اهو نماز ذڪر ۽ قرآن شريف جي تلاوت ڪرڻ ۾ مشغول رهندو هو. جڏهن انهن ماڻهن ان شخص جي اهڙي تعريف ڪئي تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تعجب مان انهن ماڻهن کان معلوم ڪيو: تہ پوءِ ان جا ٻيا ڪم ڪير ڪندو هو؟ جيڪو شخص سواري تان لهڻ سان ئي نماز ۽ عبادت ۾ مشغول ٿي ويجي تہ ان جي کائڻ پيئڻ جو انتظام ڪير ڪندو هو؟ ان جي سامان کي سواريءَ تان ڪير لاهيندو هو ۽ پيهر ان سامان کي ان تي ڪير رکندو هو؟ ان جي حصي جا ٻيا ڪم ڪير ڪندو هو؟ انهن جواب ۾ چيو: اي الله جا رسول! (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) اسان وڏي خوشيءَ سان ان جا سيئي ڪم ڪندا هئاسين. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: ”كُلُّكُمْ خَيرُ مِنهُ“ توهان سڀ ان کان سٺا آهيو. جيڪو شخص پنهنجا ڪم ڪرڻ جي بجاءِ ٻين جي ڳاتي ۾ وجهندو هو ۽ پاڻ نماز ۽ عبادت ۾ مشغول ٿي ويندو هو اها ان جي نيڪ هجڻ جي علامت ڪونهي، بلڪ نيڪ تہ توهان آهيو جيڪي جدوجهد ڪندا رهندا آهيو ايستائين جو ٻين جي حصي جو ڪم بہ ڪندا آهيو.

اهڙي قسم جي طريقن ۽ رَوَش جي ذريعي اسلامي معاشري جي فضا ۽ زندگيءَ جي ماحول کي ڪم ڪار ۽ جدوجهد جي لاءِ تيار ۽ آماده ڪري سگهجي ٿو. اهي سڀ ڳالهيون جيڪي مون توهان جي سامهون پيش ڪيون آهن، انهن تي عمل ڪرڻ اڄ اسان جي لاءِ ضروري آهي.[1]

---

[1] تهران ۾ جمع نماز جي جماعت کي خطاب: 18 نومبر 1989ع.

# رسول ڪريم جي بعثت انساني تاريخ جو موثر ترين ۽ اهم ترين واقعو

رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اعلانِ نبوت (بعثت) الله تعاليٰ جي طرف کان ظاهر ٿيڻ وارو اهو الاهي واقعو هڪڙو اهڙو تاريخي مسئلو آهي، جيڪو انساني لڏي جي پوري تاريخ جي ڊگهي عرصي ۾ انسان کي پيش آيو آهي. انسان جي تقدير ۽ انساني لڏي جي تاريخ ۾ ان کان وڏو ڪو اهڙو واقعو پيش ڪونہ آيو آهي، جيڪو ايتري قدر اثرائتو هجي، ۽ نہ ان عظيم واقعي کان وڌيڪ وڏو ڪو الله جي طرف کان انساني لڏي لاءِ ٻيو ڪو لطف ۽ ڪرم ٿيو آهي.

اسان کي فخر آهي تہ اسان پنهنجي پوري وجود سان ان عظيم بعثت کي قبول ڪيون ۽ ان تي مڪمل ايمان رکون ٿا ۽ پلائيءَ جي ان عظيم راهہ کي سمجهي ورتو آهي. اها خود هڪڙي قسم جي عظيم نعمت آهي، جيڪا الله اسان کي عطا ڪئي آهي. سو هر مسلمان جي اها بنيادي ذميواري آهي تہ پنهنجي شخصي ۽ دنياوي زندگي بعثت نبويءَ موجب گذاري، ۽ پوري ايمان، عمل ۽ ڪردار سان انهن هدفن ۽ مقصدن جي مطابق جيڪي رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بعثت سان ڳنڍيل آهن، متحرڪ ٿي پاڻ کي بعثت جي سعادت الاهيہ ۽ معنويت سان جوڙي ۽ پاڻ کي ان مان فائدو حاصل ڪرڻ جي لائق بڻائي. البت، بعثت ۽ ان جي حقيقت جي باري ۾ مڪمل طور تي بحث ۽ گفتگو ڪرڻ اسان جي وس جي ڳالهہ ڪونهي، اها حقيقت اسان جي ذهنن کان مٿاهين ۽ انساني عقل ان تائين پهچڻ کان بيوس ۽ لاچار آهي.

## موجوده دور جي مسلمانن لاءِ بعثت جا ٻہ اهم پيغام

بعثت جي سلسلي ۾ اڄ پوري دنيا جي مسلمانن لاءِ ٻہ ڳالهيون ڌيان ۽ ويچار جي قابل آهن.

## 1. انسانن جي لاءِ بعثت هڪڙي فطري ۽ قطعي حقيقت

پهرين ڳالهه اها تہ بعثت جو هي واقعو انساني لڏي جي تاريخ جي لاءِ الله تعاليٰ جو عظيم فضل ۽ ڪرم آهي. جيئن الله تعاليٰ قرآن شريف جي ڪيترين ئي آيتن ۾ وري وري اُن جو واعدو فرمايو آهي. ان حقيقت جو ظاهر ٿيڻ هيئن آهي تہ انسانن جي زندگيءَ تي غلبو پيدا ڪري ۽ زندگي کي هڪڙي نئين شڪل ۽ رنگ ڏئي. اها حقيقت هڪ نہ هڪ ڏينهن ضرور پوري ٿيندي. "لِيُظْهِرَهُ عَلَى الدِّيْنِ كُلِّهٖ" (سورت فتح آيت 28). بعثت جو مسئلو هن دنيا جي هڪڙي طبعي حقيقت ۽ انساني لڏي جي لاءِ پيش اچڻ واري هڪڙي يقيني ۽ قطعي حالت بہ آهي. حضرت خاتم الانبياء صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بعثت سان پوري دنيا ۾ جيڪو عدل ۽ حق جو چرچو ٿيو اهو صرف انهي لاءِ نہ هو تہ هڪڙي خاص ۽ محدود زماني ۾ ڪجهہ ماڻهو تہ ان کي قبول ڪن. پر انساني لڏي جو هڪڙو وڏو حصو ۽ انسانن جو هڪڙو وڏو تعداد ان کي قبول ڪرڻ ۾ ڪن لاتار محسوس ڪري. بلڪ هي واقعو انهيءَ لاءِ ظاهر ٿيو تہ جيئن پوري دنيا ۽ خاص طور تي انسانيت کي پنهنجي مطالبن ۽ تقاضائن مطابق ٻڌائي سگهي. انساني لڏي ۽ دنيا جي پوري وجود کي، انسان جي خواهش موجب. ان جي ڪمال واري اوج تائين رسائي ڏيکاري سگهي ۽ اهو ڪم تي ئي رهندو. جيڪڏهن ايئن نہ ٿئي تہ غرض ۾ بگاڙ لازمي ايندو. يعني الله جي مقصد ۽ هدف جو ختم ٿيڻ لازم ايندو.

البت، هي ڳالهہ بہ ويچار جوڳي آهي تہ هن مقصد ڏانهن قدم وڌائڻ اهڙو عمل آهي جيڪو پنهنجي شان مطابق شرطن ۽ سببن جي تقاضا ڪندڙ آهي. اسان ان حقيقت ڏانهن قدم وڌائيندڙ آهيون. انسان جيڪو بہ قدم کڻي ٿو چاهيندي يا نہ چاهيندي، ايستائين جو سمجهندي يا نہ سمجهندي، بعثت جي ان حقيقت جي ويجهو ٿيندو وڃي ٿو. اڄ پوري دنيا ۾ جيڪي نعرا بلند ٿي رهيا آهن، ان ئي بعثت الاهيءَ جي جيئري جاڳندي تصوير آهن. جڏهن تہ عملي طور تي ان نعري تي ڪوئي عملدرآمد ٿيندو نظر نٿو اچي. جيئن اجتماعي عدالت جو نعرو، آزادي جو نعرو، علم ۽ ڏاهپ، ترقي ۽ تعمير، ۽ زندگي جي سطح کي ترقي واري

اوج تائين رسائي ڏيارڻ جو نعرو يا اهڙي قسم جا ٻيا هزارين نعرا، جيڪي اڪثر ملڪ، ملتون، قومون، فڪرونظر جا اڪابر يا مختلف فڪري مڪتبن سان تعلق رکڻ وارا ماڻهو ڏينهون ڏينهن بلند ڪندي نظر اچن ٿا. خود اهڙي قسم جا نعرا حقيقت ۾ عام نبوتن ۽ خاص طور تي حضرت ختمي مرتبت صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جا ئي ٿورائتا آهن. البت، اهي نعرا پنهنجي ناقص وجود سان اڄ بہ ماڻهن جي پهچ ۾ آهن ۽ ڪجهہ ماڻهو انهن ڏانهن منهن ڪري قدم وڌائيندڙ بہ آهن.

اڄ اسان مسلمان ۽ پورو انساني لڏو انهن مقصدن ۽ انهن جي اهميت جو قائل ٿي پنهنجي جدوجهد انهن ڏانهن ئي موڙيندي ڏٺا وڃن ٿا. اسلامي جمهوريہ ايران جي اندر اسان کي ان ڳالهہ تي وڏو فخر آهي تہ اسان بہ ان قافلي ۽ انهن قومن جو هڪڙو حصو آهيون، جيڪي دين جو نعرو هڻندي، قرآن شريف جي پيروي ۾ پنهنجي زندگي گذارڻ گهرن ٿا ۽ اسان بہ ان قافلي سان گڏ ڪمال جي طرف قدم وڌائي رهيا آهيون.

اسان کي فخر آهي تہ اسان ان حقيقت کي سمجهيو ۽ ان جو پنهنجين اکين سان مشاهدو ڪيو آهي ۽ ان سان عشق جي حد تائين محبت ڪيون ٿا. ان طرف ڏانهن اسان پنهنجا قدم وڌائڻ جي شروعات ڪئي آهي، ۽ گهڻي قدر رستو طئي بہ ڪري چڪا آهيون. پوري دنيا ۽ پوري انساني لڏي کي بہ گهرجي تہ اسان سان گڏ ان واٽ جي قافلي ۾ شامل ٿين ۽ اهو رستو طئي ڪري پنهنجي منزل مقصود تائين پهچن.

## 2. پاڻ سڳورڻ جو نالو، ياد ۽ محبت ۽ احترام سيني زمانن ۾ مسلمانن جي وچ ۾ ٻڌي ۽ ايڪي جو واحد مرڪز

ٻي ڳالهہ جيڪا خود پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذات جي باري ۾ آهي، اها هي آهي تہ پاڻ سڳورن جو نالومبارڪ، پاڻ سڳورن جي ياد، پاڻ سڳورن جي محبت، پاڻ سڳورن جي عزت ۽ احترام اسلامي تاريخ جي سيني دورن ۾ مسلمانن جي وچ ۾ ٻڌي ۽ ايڪي جو واحد مرڪز ۽ محور رهيو آهي. دينِ اسلام ۾ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذات مبارڪ کان علاوه ڪوئي اهڙو نقطو ڏسڻ ۾ نٿو اچي، جيڪو اهڙي طرح هر اعتبار کان

يعني عقلي، روحاني، معنوي ۽ اخلاقي اعتبار کان اسلام جي سيني فڪري مڪتبن جي لاءِ قابل قبول هجي، اهو ئي مرڪزي نقطو ۽ اصلي محور آهي.

توڙي جو قرآن شريف، ڪعبت الله، واجبات ۽ عقيدا سڀ مُشترڪ آهن، ليڪن انهن مان هرهڪ انساني شخصيت جي ڪنهن هڪڙي پهلو جيئن عقيدا، محبت، روحاني قربت، تقليد و شباهت ۽ عملي اخلاقيات بابت آهن، جنهن جي ڪري ذڪر ڪيل ڳالهيون مسلمانن جي وچ ۾ مختلف تشريحون ۽ تفسير رکندڙ آهن. پر اها ڳالهه جيڪا سيني مسلمانن جي وچ ۾ فڪري ۽ اعتقادي، خاص طور تي جذبن ۽ احساسن جي حوالي سان هڏي ۽ ايڪي جو محور بڻجي سگهي ٿي، اها خاتم الانبياء حضرت محمد بن عبدالله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذات پاڪ آهي. اها تمام وڏي ڳالهه آهي. تنهنڪري ڏينهون ڏينهن ان محبت کي گهٽو وڌائڻ جي ضرورت آهي ۽ مسلمانن ۽ دنيا جي قومن جي دل ۽ دماغ ۾ پاڻ سڳورن جي مقدس وجود جي معنوي ۽ روحاني عظمت کي پڌرو ڪرڻ جي ضرورت آهي.

اهوئي سبب آهي جو اڄ توهان ڏسي رهيا آهيو تہ دشمن جي اسلامي تهذيب جي خلاف يلغار جو سڀ کان وڏو نشانو حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو نوراني وجود آهي. ملعون رشدي جي "شيطاني آيتون" نالي ڪتاب ۾ بہ پاڻ سڳورن جي ذات مبارڪ کي ئي تنقيد جو هدف بڻايو ويو آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهي مسلمانن جي عقيدن ۽ احساسن تي ڪيئن نظرون رکيون پيا آهن.[1]

٭٭٭٭٭

---

[1] رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ميلاد جي مناسبت سان چاليهن ملڪن مان آيل قاري، حافظ ۽ روشن ضمير ماڻهن جي اجتماع کي رهبر معظم جو خطاب: 23 فبروري 1990ع

# پيغمبر اڪرم ﷺ جو نالو مبارڪ ۽ انهن جي ياد جو عشق ۽ ايمان سان پريل هجڻ

حضرت پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو پيارو نالو سڄي دنيا جي مسلمانن لاءِ هڪڙو دل ۾ گهر ڪري ويندڙ لقاءُ آهي. ڇوتہ ان جو تعلق عشق ۽ ايمان سان آهي. تنهنڪري ان پياري نالي جي ياد جي ڪارڪردگي جي طاقت سان لاڳاپيل سيني حوالن سان انهن مڙني ٻين اسلامي نشانين جي مقابلي ۾ جن جو تعلق صرف ايمان سان آهي ۽ عشق جو ڪوئي عمل دخل ڪونهي. تمام گهڻو آهي. انهيءَ ڪري اسلام جا ڪجهہ دوانديش مفڪر حضرات اسان کان گهڻو اڳ چئي چڪا آهن تہ مسلمانن جي ٻڌي، اتفاق ۽ ايڪي جو سڀ کان وڏو محور ان ئي عظيم هستي جو پيارو نالو ۽ ان تي ايمان ٿي سگهي ٿو ۽ اهو سچ بہ آهي.

اها اسان جي خوشنصيبي آهي تہ هن سال اهو پروگرام "مجمع التقريب بين المذاهب الاسلاميہ" جي طور تي تشڪيل ڏيڻ واري اعلان سان گڏ منعقد ڪيو پيو وڃي، جنهن جي سلسلي ۾ اسان جي پائرن وڏي همت جو مظاهرو ڪيو آهي ۽ اهو ڪم شروع ٿي چڪو آهي. انشاء الله ضرور اسلام جي بلند هدفن ڏانهن وک وڌائيندو رهندو.

## وحدت اسلاميءَ جي حوالي سان بہ بنيادي نقطا

مسلمانن جي وچ ۾ وحدت جي سلسلي ۾ بہ نقطا يا بہ بنيادي رخ موجود آهن، جن مان هرهڪ وڏي اهيمت وارو آهي. جڏهن اسان اتحاد جو نعرو لڳايون ٿا تہ اهي ٻئي بنيادي نقطا ضرور اسان جي طرف کان ڌيان جو سبب قرار هجڻ گهرجن ۽ اهي ئي ٻئي نقطا مسلمانن جي عملي زندگيءَ کي سڌارڻ جي لاءِ ڪارآمد بہ آهن. انهن ٻن نقطن مان هڪڙو نقطو پاڻ ۾ اختلاف، ڦڏا فساد، ڇڪتاڻ، ضد ۽ رنڊڪون آهن، جيڪي ڪيترين صدين کان مسلمانن جي مختلف گروهن ۽ طبقن ۾ موجود آهن ۽ مسلمانن جا اختلاف سدائين نقصان ۽ ٽوٽي جو سبب

ٿيندا رهيا آهن. جڏهن اسان اسلام جي تاريخ جو مطالعو ڪيون ٿا ته واضح ٿي وڃي ٿو ته انهن ڦڏن فسادن جي پاڙ ۽ انهن جي واڳ يا گهڻ ۾ گهڻ انهن مخالفتن ۽ ڦڏن فسادن جو هڪڙو گهڻو وڏو حصو وقت جي ماده پرست طاغوتي طاقتن جي ڪارستاني معلوم ٿئي ٿو. اسلام جي تاريخ تي غوروفڪر ڪيو ته توهان تي پڌرو ۽ چٽو ٿي ويندو ته سڀ کان پهريون اختلاف يعني قرآن جو مخلوق هجڻ جو مسئلو يا اهڙا ٻيا مسئلا ۽ اختلاف جيڪي تاريخ ۾ موجود آهن. مسلم فرقن جي وچ ۾، خاص طور تي وڏي عرصي کان شيعن ۽ سنين ۾ پيدا ٿيندا رهيا آهن. تقريبن انهن سيني اختلافن جون پاڙون سيني اسلامي شهرن ۾ وقت جي اقتدار ۾ رهڻ وارين طاقتن جي نگراني هيٺ مضبوط ٿينديون رهيون.

## 1. دشمن جي برغلائڻ تي پاڻ ۾ اختلاف کي هوا ڏيڻ کان پاسو ڪرڻ

عام بيوقوفيون، غيرواجبي تعصب ۽ هڪٻئي جي جذبن کي ڀڙڪائڻ به انهن اختلافن کي هوا ڏيڻ جو ذريعو آهن. البت، اهي ڳالهيون شروعاتي محرڪ طور ته تسليم ڪري سگهجن ٿيون، پر انهن مان ڪوبه اختلاف اهڙو ڪونهي، جو اهڙن رتوڇاڻ وارن حادثن جو سبب ٿيو هجي، جيڪي اسان تاريخ جي روشني ۾ مشاهدو ڪيون ٿا. بلڪ انهن حياتيون ڀڙڪائڻ وارن حادثن جو اصل ۽ بنيادي سبب وقت جون اقتداري طاقتون آهن. جيڪي انهن ننڍڙن ننڍڙن اختلافن کي بنياد بڻائي پنهنجا مفاد حاصل ڪرڻ گهرنديون هيون.

بيئنڪي طاقتون جڏهن اسلامي رياستن ۾ پنهنجا قدم ڄمائڻ ۾ ڪامياب ٿيون ته ڪڏهن سڌو سنئون ته ڪڏهن اڻ سڌي طرح اها ڳالهه پڌري ٿي وئي ته اهي به ان مسئلي کي هوا ڏيڻ جي هر ممڪن ڪوشش ۾ مصروف آهن. ڪجهه يورپي مشهور شخصيتن جو ڪردار، چاهي سياسي هجن يا ثقافتي، به ان معاملي ۾ گهڻو عبرت وارو آهي. جڏهن اهي ماڻهو مصر ويندا هئا ته هڪڙي خاص طريقي سان ڳالهه ڪندا هيا ۽ جڏهن اهي ئي ماڻهو ترڪي ۾ عثماني سلطنت جي چائنٽ تي پهچندا هئا ته هڪڙي ٻئي طريقي سان ڳالهه ڪندا هئا ۽

جڏهن ايران جي شيعن وٽ ايندا هئا تہ انهن جي ڳالهائڻ جو رنگ ڍنگ ئي بدلجي ويندو هو. انهن جو بنيادي هدف بہ مسلمانن جي وچ ۾ موجوده وحدت واري نظام کي ڊانوان ڊول ڪرڻ هو. ڇوتہ يورپ جون بينڪي طاقتون ۽ صنعتي تهذيب سان لاڳاپيل ماڻهن کي مسلمانن جي بڌي ۽ ايڪي کان وڏو خطرو رهندو هو اهي پنهنجي خوف ۾ حق بجانب بہ هئا. انهن پنهنجو ڪم ڪري ڏيکاريو ۽ مسلمانن جي وچ ۾ ڳوڙها ۽ عجيب و غريب اختلاف بہ پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. اسان جنهن وحدت جو اعلان ڪري رهيا آهيون ۽ جيڪو نعرو لڳائي رهيا آهيون ۽ اُن کي پنهنجي ڳچيءَ جو هار بڻايون ٿا ۽ ان جي پنيان قدم کڻڻ ۽ ان کي ڪامياب بڻائڻ جي ڪوشش بہ ڪري رهيا آهيون، ان جو سڀ کان پهريون نقطو اسان جي انهن اختلافن ۽ پنهنجي وچ ۾ ڦڏن فسادن ۽ ٽڪراءُ کان پاسو ڪرڻ ۽ ان کي ختم ڪرڻ جو مطلب آهي، جنهن سان الله تعاليٰ بہ راضي ۽ خوش ٿئي. مومن، مخلص، اولياء ۽ عقل وارا ماڻهو بہ ان کان راضي ٿين. تنهنڪري ضرورت هن ڳالھ جي آهي تہ ان سلسلي ۾ لازمي قدم کڄن ۽ ماحول سازگار هجڻ گهرجي. عقيدن جي باري ۾ اختلاف پنهنجي جاءِ تي، قومي اختلاف پنهنجي جاءِ تي، نسل پرستي تي ٻڌل اختلاف پنهنجي جاءِ تي، پر اِهي ڳالهيون مسلمانن جي وچ ۾ جهڳڙن، ٽڪراءُ ۽ هڪٻئي کان دوري جو سبب نہ بڻجڻ گهرجن. تنهنڪري سيني کي گهرجي تہ خلوص نيت سان ڪم ڪن. بزرگن، ديني عالمن، مفڪرن، ۽ روشن خيال ماڻهن، قلم ڌڻين ۽ شاعرن ۽ سيني ذاهن ماڻهن کي گهرجي تہ ان ڳالھ کي پنهنجي لاءِ هڪڙي لازمي ڳالھ قرار ڏين. قرآن شريف جي هي آيت تہ ”وَاعْتَصِمُوْا بِحَبْلِ اللهِ جَمِيْعًا“ (سورت آل عمران آيت 103) ۽ اهڙيون ٻيون آيتون اسان سان گڏ ٻين سيني مسلمانن کي مخاطب آهن. جيڪي اسلام دشمن ٽولن جي سامهون بيٺا آهن. اسان کي گهرجي تہ انهن آيتن تي عمل ڪيون.

## 2. پوري دنيا ۾ اسلامي حڪومت جي نفاذ جي لاءِ مسلمانن جي وچ ۾ وحدت کي هٿي ڏيڻ جي ضرورت

ٻيو اهم نقطو اهو آهي تہ اها وحدت، اسلام جي خدمت ۽ ان جي حڪومت کي نافذ ڪرڻ جي مقصد سان ٿيڻ گهرجي، ورنہ اهو هڪڙو

بي فائدو ۽ اجايو عمل سڏيو ويندو. جيڪڏهن مسلمان عالم ان ڳالهه کي تسليم ڪن ٿا تہ قرآن شريف جو هي فرمان آهي "وَمَآ اَرْسَلْنَا مِنْ رَّسُوْلٍ اِلَّا لِيُطَاعَ بِاِذْنِ اللهِ" (سورت نساء آيت 64). پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم صرف ان لاءِ ڪونہ آيا هئا تہ ڪجهہ نصيحتون ڪن، ڪجهہ ڳالهيون ڪن ۽ ماڻهو بہ پنهنجو ڪم ڪار ڪندا رهن ۽ صرف پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي احترام تي ئي قناعت ڪن. بلڪ پاڻ سڳورا ان لاءِ آيا تہ جيئن پاڻ سڳورن جي تابعداري ڪئي وڃي. معاشري جي سڌاري ۽ زندگيءَ جي لاءِ هدايت جو سامان فراهم ڪن. نظام تشڪيل ڏين ۽ زندگيءَ جي درست هدفن ڏانهن ماڻهن جي رهنمائي ڪن. جيڪڏهن مسلمان عالم قرآن مجيد جي هن آيت کي مڃين ٿا "لَقَدْ اَرْسَلْنَا رُسُلَنَا بِالْبَيِّنٰتِ وَاَنْزَلْنَا مَعَهُمُ الْكِتٰبَ وَالْمِيْزَانَ لِيَقُوْمَ النَّاسُ بِالْقِسْطِ" (سورت حديد آيت 25) تہ عدل ۽ انصاف جو قيام، ظلم ۽ ڏاڍ جو خاتمو انساني لڏي لاءِ صحيح ۽ سلامتي واري زندگيءَ جي ضمانت ئي الاهي دينن جو بنيادي هدف آهي. تہ پوءِ اسان جو هدف بہ اسلامي حڪومت جي نفاذ ڏانهن سڌو قدم وڌائڻ هجڻ گهرجي ۽ اسلامي حڪومت جو قيام اسلامي معاشرن ۽ سلطنتن ۾ هڪڙي ممڪن ڳالهه آهي.[1]

* * * * *

---

[1] مملڪت جي اعليٰ عهديدارن ۽ وحدت اسلامي ڪانفرنس ۾ شريڪ مهمانن کي خطاب: 8 آڪٽوبر 1990ع

# انساني زندگي جي سيني دورن ۾
# اسلام هڪ شفا بخشيندڙ نسخو

بعثت جو عظيم واقعو ڪيترين ئي صديون گذرڻ ۽ دنيا جي ڪيترن ئي صاحبِ فڪرونظر ماڻهن جي خيالن جي اظهار باوجود هاڻي بہ ڪيترن رخن کان سوچ ويچار، فڪر ۽ تحقيق جو طالبو آهي. رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بعثت انسانذات جي تاريخ ۾ هڪڙي عظيم تحريڪ، انساني چوٽڪاري، نفس ۽ روح جي تهذيب، انساني اخلاقن جي سڌاري، مشڪلاتن ۽ مصيبتن جي سامهون جمي بيهي مقابلو ڪرڻ جو نالو آهي، جنهن کي انساني لڏو هميشہ مُنهن ڏيندو رهيو آهي ۽ اڄ بہ ان ڳالهہ جي ضرورت محسوس ڪئي وڃي ٿي. سيئي دين شر ۽ فساد سان مقابلو ۽ اعليٰ ترين هدفن ڏانهن هدايت واري واٽ ۽ سڌي راهہ (صراط مستقيم) جي نشاندهي ڪرڻ جي لاءِ آيا آهن. پر اسلام جو مقدس آئين هيءَ خصوصيت رکي ٿو تہ اهو سدائين زندهہ ۽ قائم رهڻ وارو نسخو آهي. انساني زندگيءَ جي سيني دورن ۾ اهو نسخو ڪم اچڻ وارو آهي. جڏهن اسان قرآن شريف ۾ پڙهون ٿا "هُوَ الَّذِىْ بَعَثَ فِى الْاُمِّيّنَ رَسُوْلاً مِّنْهُمْ يَتْلُوْا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِهٖ وَيُزَكِّيْهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ" (سورت جمع آيت 2) تہ ان جي معنيٰ اها ڪونهي تہ صرف آخري دين ۽ خاتم الانبياء صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اچڻ سان پوري انساني لڏي جي پاڪائي ٿي وئي آهي يا ٿيندي ان جي اها بہ معنيٰ ڪونهي تہ قرآن شريف جي نازل ٿيڻ کان پوءِ انساني لڏي جي ارتقائي سفر ۾ ظلم ۽ ڏاڍ، امتيازي سلوڪ، سنگدلي ۽ ٻيون رڪاوٽون حائل ڪونہ ٿينديون، ايئن ڪونهي.

اهڙي طرح جڏهن اسان اهو چئون ٿا تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ دين مبين اسلام، عدل ۽ انصاف جو مان مٿاهون ڪرڻ، ڪمزورن ۽ سگهہ نہ رکندڙن کي چوٽڪارو ڏيارڻ، ان کان علاوه جاندار ۽ بي جان بتن کي ٽوڙڻ لاءِ ميدان ۾ قدم رکيو آهي تہ ان جو

مطلب هرگز اهو ڪونهي تہ ان چمڪندڙ سج جي روشنيءَ کان پوءِ دنيا مان ظلم ۽ ڏاڍ جو نالو نشان مٽجي ويندو. دنيا ۾ ڪوبہ ظالم باقي نہ رهندو. ڪنهن بہ نموني جي بُت کي انساني زندگي ۾ عمل دخل جو ڪوئي حق حاصل نہ رهندو ۽ زماني بہ اهو ثابت ڪري ڇڏيو تہ اسلام جي ظهورکان پوءِ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ايستائين جو اسلامي معاشرن ۾ بہ هر ڏهاڪي کان پوءِ ڪوئي نہ ڪوئي بُت ڪنڌ ڪڍندي نظر اچي ٿو. ڪجهہ طاغوت بہ پيدا ٿيا آهن. انساني لڏي تي وري وري ظلم ۽ ڏاڍ ٿيندو رهيو آهي ۽ اهي ناڪاميون بہ پيش ايندڙيون رهيون آهن. انسان گهڻو ٺڳو جن جو شڪار ٿيندو رهيو آهي. مطلب تہ انساني لڏي جي لاءِ اهڙي قسم جون ڳالهون سامهون ايندڙيون رهيون آهن.

## انسانذات جي ناڪامين جو بنيادي سبب اسلام ۽ پيغمبر ﷺ جي هدايل نسخي تي عمل نہ ڪرڻ آهي

هن ڳالهہ جو مقصد تہ بعثت جو بنيادي مطلب ۽ ان جو هدف انسانيت جو ڇوٽڪارو آهي، هڪڙي ٻي ڳالهہ آهي. يعني ان جي معنيٰ اها آهي تہ جيڪا شئي حضرت پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ دين اسلام انساني لڏي کي ڏني آهي، اها سيني دورن جي لاءِ هڪڙو شفا بخشيندڙ نسخو آهي. هڪڙو اهڙو نسخو جيڪو انساني جهالت، ظلم ۽ زيادتي، امتيازي سلوڪ، اقتداري قوتن هٿان ڪمزورن سان بي واجبي ۽ خلفشار جي شروعات کان وٺي اڄ تائين انساني لڏو جن مشڪلاتن جو شڪار رهيو آهي، انهن سيني ڳالهين جي مقابلي ۾ بين مڙني نسخن وانگر جيڪڏهن هن نسخي تي بہ عمل ڪيو وڃي ها تہ ان جو هاڪاري نتيجو سامهون اچي وڃي ها ۽ جيڪڏهن ان کي ترڪ ڪيو وڃي يا ان کي سمجهڻ ۾ غلطي ڪري ويهون يا سمجهڻ کان پوءِ ان تي عمل ڪرڻ جي جرئت نہ ڪيون تہ اهو نسخو نہ برابر جي هوندو. اهڙي طرح جيڪڏهن دنيا جو ڪوئي مشهور ڊاڪٽر توهان کي ڪو نسخو لکي ڏئي ۽ توهان ان کي نہ پڙهو يا پڙهڻ ۾ غلطي ڪيو يا پڙهڻ کان پوءِ ان تي عمل نہ ڪيو تہ اهو نسخو بيڪار ٿي ويندو. اهڙي

نسخي سان بيمار جي صحت تي ڪهڙو اثر پئجي سگهي ٿو؟ پوءِ جيڪڏهن فرق نہ پوي تہ ان ۾ ڊاڪٽر جو ڪهڙو قصور ٿيندو؟

صدين کان مسلمان قرآن شريف جي تعليم کي وساري ويٺا آهن. قرآن شريف جون چٽيون ڳالهيون بہ انساني زندگيءَ مان گم ٿي چڪيون آهن. يا انهن کي غلط سمجهيو ويو آهي يا ڄاڻي واڻي ان ۾ گهٽ وڌايون ڪيون ويون آهن يا سمجهڻ کان پوءِ جرئت ۽ بهادريءَ سان انهن تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪونہ ڪئي وئي آهي يا ان تي عمل ڪندي ڪجهہ فائدا بہ حاصل ڪيا ويا آهن. پر ان حاصلات کي قائم رکڻ ۽ انهن جي حفاظت جي لاءِ ڪوئي بندوبست ڪونہ ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن اسلام جي مرڪزي ماڳ ۾ بہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڳالهين کي نہ سمجهيو ويجي ها يا جرئت ۽ بهادريءَ سان انهن تي عمل نہ ڪيو وڃي ها. بلڪ خوف ۽ هراس جو شڪار ٿي وڃن ها جيئن اهڙن ڪجهہ ماڻهن ڏانهن قرآن شريف ۾ بہ اشارو ڪيو ويو آهي، جيئن ارشاد ٿئي ٿو "يَقُوْلُوْنَ اِنَّ بُيُوْتَنَا عَوْرَةٌ ۛ وَمَا هِيَ بِعَوْرَةٍ ۚ اِنْ يُّرِيْدُوْنَ اِلَّا فِرَارًا" (سورت احزاب آيت 13) يا اهو تہ جيڪو ڪجهہ هٿ آيو پر ان کي محفوظ رکڻ جي لاءِ قربانيون نہ ڏنيون وڃن ها. تہ اهي آثار باقي نہ رهن ها.

## مسلمانن جي مشڪلاتن جو حل بعثت جي پيغام ڏانهن رجوع ڪرڻ ۾ آهي

جهالت ۽ تعصب جي ڪري ان دور ۾ عربستان جا ماڻهو جن مشڪلاتن ۽ تڪليفن جو شڪار هئا. انهن مان اڪثر مشڪلاتون ۽ مصيبتون اڄ بہ مسلمان امت جي زندگين تي ڇانيل آهن. بک ۽ غربت، جهالت، تعليمي کوٽ، داخلي انتشار ۽ عالمي غاصب طاقتن جي مداخلتن ۽ اهڙي طرح اسلامي ملڪن جي داخلي اختلافن جي شڪل ۾ بہ موجود آهن.

اڄ هڪ ارب کان بہ وڌيڪ مسلمان ڌرتيءَ جي گولي تي موجود آهن جيڪڏهن اهي گهرن تہ پوري دنيا جي واقعن ۽ سڄن مسئلن ۾ پنهنجي نڪتہ نظر جو اظهار ۽ پنهنجي طاقت جي ڌاڪ ڄمائي سگهن

ٿا. پر باهمي اختلافن، اندروني مسئلن، انساني زندگيءَ تي اثرانداز انهن بنيادي مسئلن جو شڪار ۽ پاڻ ۾ جهيڙن جهٽن ۾ قاتل هجڻ ڪري ايتري گهڻي تعداد ۾ هجڻ جي باوجود، جن ۾ لکيل پڙهيل دانشور ماڻهو عالم سگهڙن ۽ سمجهدار شخصيتن جي موجودگيءَ جي باوجود پنهنجي اهميت وڃائي بي مانا ٿيا پيا آهن! ڇو؟

انهن مشڪلاتن جو علاج ڪيئن ممڪن آهي؟ انهن جو حل اسلام ۽ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جي هدفن ڏانهن موٽڻ ۾ آهي. ملت اسلاميہ کي اسلام ڏانهن واپس موٽڻو پوندو. بهرحال، ان جا دروازا کلي چڪا آهن. گذريل صدي يعني تيرهين هجري صدي دانهن ۽ ڪوڪن ۽ اسلام سان وابستہ ماڻهن جي سڏن ۽ واڪن تي ٻڌل هئي. ان صدي جي شروعات ۾ جڏهن بزرگ ترين تقليد جي لائق شخصيت آيت الله مرزا ۽ شيرازي انگلنڊ جي ڪمپني جو جمي بيهي مقابلو ڪيو ۽ هڪڙي فيصلائتي فتوا جاري ڪئي ۽ هڪڙي پوري ملت جي اندر اُٿل پيدا ڪندڙ تحريڪ جو بنياد وڌو ايستائين جو ايران جي اندر اهو عظيم واقعو جنهن کي "مشروطيت" جي حوالي سان سڃاتو وڃي ٿو وجود ۾ آيو تہ ننڍي ڪنڊ تائين ان جا پڙاڏا ٻڌڻ ۾ آيا ۽ يورپي ملڪن ۾ موجود مسلمانن ۾ بہ سجاڳي جو ڏيئو روشن ٿيو. وچ ايشيا جي ملڪن کان وٺي آفريڪا جي اترين سرحد تائين، اهو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. تنهنڪري ڪجهہ بزرگ رهنمائن بہ ان باري ۾ پنهنجو نڪتہ نظر واضح ڪيو ۽ سيد جمال الدين ۽ اهڙن ٻين ڪيترين سمجهدار شخصيتن جي رهنمائيءَ ۾ اها صدي فرياد ۽ للڪار جي صدي سڏي وئي ۽ ايئن پوءِ اچڻ واري صدي تجربي جي صدي قرار ڏني وئي. هي صدي جنهن ۾ اسان گذاريون ٿا، تجربي جي صدي آهي. چوڏهين صدي پنهنجي شروعات کان ئي تجربن ۽ عملي قدمن جي صدي چورائجي ٿي.

اڄ اسان کي صاف نظر اچي ٿو تہ مسلمان قومن ۾ چڱو خاصو تجربو پيدا ٿي چڪو آهي ۽ عملي قدم بہ نظر اچي رهيا آهن. جنهن جو اڄ پڌرو نمونو اسلامي جمهوريہ ايران، آهي. هي ان جو پهريون نمونو آهي. جيئن تہ اسان کي ان جو پهريون نمونو هجڻ جو اعزاز حاصل آهي،

تنهنڪري گهٽين ئي مشڪلاتن کي بہ منهن ڏيڻو پيو آهي. مسلمانن کي گهرجي تہ هن نموني مان تجربو حاصل ڪن. اهي قومون جيڪي اڄ پنهنجن ملڪن ۽ رياستن ۾ اسلامي تحريڪن جو بنياد رکڻ گهرن ٿيون، اهي ايراني ملت کان بہ وڏو ڪارنامو انجام ڏئي سگهن ٿيون ۽ پنهنجن انهن عظيم هدفن کي حقيقت جو روپ ڏئي سگهن ٿيون. جيڪڏهن الله انهن کي همت ڏني ۽ انهن جي مدد ۽ رهنمائي ڪئي تہ مسلمان اسلامي تعليمات ڏانهن موٽڻ کان علاوه ٻيو ڪو رستو اختيار نہ ڪندا.

مسلمانن جي لاءِ اسلام ڏانهن موٽڻ کان علاوه ڪو ٻيو رستو ڪونهي. انهن جي لاءِ اسلامي رياست جو قيام ۽ اسلام جي حاڪميت قبول ڪرڻ ۽ ان کان علاوه اسلامي قدرن کي پنهنجي عملي زندگيءَ ۾ ڪم آڻڻ کان سواءِ ٻيو ڪو رستو موجود ڪونهي. اسلام جي ازلي دشمنن ۽ اسلام سان ساڙ ۽ دشمني رکڻ وارن کان ڪنهن بہ قسم جون اميدون وابستہ ڪرڻ فضول آهي، بلڪ انهن کان تہ برداشت ۽ بردباري جي اميد رکڻ ئي بيڪار آهي.[1]

❊ ❊ ❊ ❊ ❊

---

[1] مملڪت جي اعليٰ عهديدارن، اسلامي ايران جي انقلاب جي سالگرهہ ۽ عيد ميلادالنبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پروگرامن ۾ شريڪ غيرملڪي مهمانن کي خطاب: 2 فبروري 1992ع

# توحيد ۽ عدالت پيغمبر ﷺ جي طرفان سيني انسانن جي لاءِ فائديمند تحفا

پيغمبر اسلام صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پلاري جم جو ڏينهن جمڻ واري ان عظيم شخصيت جي سڳوري وجود سان وابستہ انهن برڪتن ۾ غوروفڪر جو ڏينهن آهي، جو جن جي باري چئي سگهجي ٿو تہ: ان عظيم جم جون سڀ کان وڏيون برڪتون انسانذات جي لاءِ توحيد ۽ سماجي انصاف جو تحفو آهن.

اڄ جڏهن انسان پنهنجي علمي ترقي ۽ فڪري عروج جي دور ۾ گذاري رهيو آهي، پر ان جي باوجود اعتقادي مسئلن ۾ ماڻهو شرڪ سان آلوده آهن. ايستائين جو مادي اعتبار کان ترقي يافتہ ملڪن جي ماڻهن جو بہ اهو حال آهي. تہ پوءِ معلوم ٿيو تہ توحيد جو عقيدو پنهنجين مڙني برڪتن جي باوجود وحي الاهيءَ سان سرشار عقل جي نورانيت کان بغير انهن تائين پهچ حاصل نٿو ڪري سگهي. اهو تحفو اسان جي پياري نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انساني لڏي کي عطا ڪيو آهي. جيئن پاڻ سڳورن کان اڳ ۾ بيا نبي سڳورا بہ پنهنجي پنهنجي اُمت کي پيش ڪري چڪا آهن. توحيد جو عقيدو انسان جي دل ۽ جان بلڪ انساني زندگيءَ جي سيني مرحلن ۾ عظيم برڪتون عطا ڪري ٿو جن جي باري ۾ سوچ ويچار ڪرڻ ۽ انهن جي نشانين ۽ برڪتن کي سڃاڻڻ اسان جي ذميواري آهي. جمڻ واري ان عظيم شخصيت جي برڪت سان انسانذات کي جيڪو هڪڙو الاهي تحفو مليو آهي، اهو عدل ۽ انصاف جو نمونو آهي. يعني انهن انسانن جي لاءِ جيڪي ظلم جو شڪار رهيا آهن. عدل ۽ انصاف هڪڙو بهترين ۽ عظيم تحفو آهي. تاريخ جي شروعاتي ڏينهن کان وٺي اڄ تائين انساني لڏو جن مشڪلاتن جو شڪار رهيو اهي ان ۾ سرفهرست بي عدالتيءَ جي مصيبت آهي. ان عظيم شخصيت انساني لڏي جي سامهون جيڪو دين پيش ڪيو آهي، اهو ماڻهن کي توحيد، عدل ۽ انصاف

جهڙن مضبوط ترين قدرن ڏانهن دعوت ڏني ٿو. سو ان ڏينهن جي برڪتن جو تعلق سڀ کان اڳ ۾ تہ پوري انسانذات سان آهي، يعني جيڪو بہ انهن برڪتن مان فائدو وٺڻ جو خواهشمند هجي، اهو فائدو وٺي سگهي ٿو. ٻيو اهو تہ اهي برڪتون ڪنهن هڪڙي خاص زماني سان مخصوص نہ آهن. اڄ بہ انسانن کي سخت ضرورت آهي تہ اهي خالص توحيد ۽ اسلامي عدل ۽ انصاف تي ٻڌل احڪامن ۽ اسلام جي ان عظيم نسخي ڏانهن جنهن کي اسلام پوري انسانيت جي لاءِ عدالت جي ناليٰ سان عطا ڪيو آهي، موٽي اچن. اهڙي طرح پالڻهار جو ارشاد آهي تہ "اِنَّ اَکۡرَمَکُمۡ عِنۡدَ اللّٰهِ اَتۡقٰکُمۡ" (سورت حجرات آيت 13) يعني تقويٰ ۽ پرهيزگاري ڏانهن موٽي آيل انسانن جي وچ ۾ تفرقہ انگيزين کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري. قوم پرستي، نسل پرستي، ذات ۽ رنگ پرستي جهڙين ڳالهين کان دوري اختيار ڪري. اڄ بہ دنيا جي گهڻن ملڪن ۾ جيڪي مادي اعتبار کان گهڻو ترقي يافتہ آهن، ڪارن ۽ سفيد نسلن جي وچ ۾ وٿي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ڪاري چمڙي واري جون ڪجهہ پنهنجون حدون آهن تہ گوري چمڙيءَ وارا پنهنجون حدون رکن ٿا ۽ انهن جي وچ ۾ نسل پرستي جي جنگ جاري آهي. انهن ئي بنيادن تي رت جي راند کيڏي وڃي ٿي. قومون هڪٻئي سان جهيڙن جهتن ۾ قاتل آهن ۽ معلوم ڪونهي تہ ڪيترا انسان اڄ تائين قومن ۽ هٺ نوڪين ملتن جي وچ ۾ لڙائي جو کاڄ ٿي چڪا آهن. ڪيترا ماڻهو مارجي ويا آهن ۽ ڪيترن ماڻهن جي حقن کي پائمال ڪندي، انهن کي بي گهر ڪيو ويو آهي!

سو اڄ بہ انسان کي وحدت، توحيد ۽ عدالت جي ضرورت آهي، جنهن جا علمدار اسلام ۽ مسلمان آهن. پر انهن جي مخالفت ۾ ڪير بيٺو آهي؟ اهي قوتون جيڪي انهن جي وچ ۾ فرقي بازيءَ جي ذريعي پنهنجن هدفن جي تڪميل جون خواهشمند آهن. اهي ماڻهو شرڪ مان فائدو وٺن ٿا. بي عدالتيءَ مان فائدو وٺن ٿا. انهن قوتن جي زندگيءَ جو بنياد ۽ انهن جي حياتي جو فلسفو امتيازي سلوڪ تي ٻڌل آهي.

اڄ دنيا جون ماده پرست وڏيون طاقتون يعني اهي ماڻهو جيڪي پنهنجن ملڪن ۾ تہ جمهوريت جو نعرو هڻندا آهن ۽ جمهوريت جي

دعوا ڪندڙ ٻڌجي معاشري جي سيني ماڻهن جي وچ ۾ هڪ جيترن حقن جون صدائون بلند ڪندا آهن. ظاهر ۾ ته آمريت پسند طاقتن جي مخالفت به ڪندي نظر ايندا آهن. پر ٻئي طرف خود اهي ئي ماڻهو پوري دنيا ۾ جمهوريت جي بربادي ڪرڻ ۾ مصروف نظر اچن ٿا. انهن هڪڙي ملت کي ٻي ملت تي ترجيح ڏيندي، هڪڙي علائقي کي ٻئي علائقي تي فوقيت ڏيندي ۽ هڪڙي خون کي ٻئي خون تي فضيلت ڏيندي، پوري دنيا ۾ ظلم ۽ ڏاڍ جي بازار گرم ڪري رکي آهي، ته جيئن پنهنجي مرضي مطابق دنيا کي هلائي سگهن.

اڄ انسانن جي اها حالت آهي ۽ اسان ڏسي به رهيا آهيون ته انساني لڏو اڄ به ان فرياد جو گهرجائو آهي، جنهن کي پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم توحيد ۽ سيني انسانن جي وچ ۾ عدل ۽ انصاف جي نعري طور بلند ڪيو هو. اسان ايراني قوم هن هفتي کي "هفته وحدت" جو نالو ڏنو آهي. اسان جي عظيم قائد، الله ان کي پنهنجي رحمت ۾ رکي، جيڪو سدائين مسلمانن جي وچ ۾ اتحاد ۽ وحدت جو داعي به هو، هن هفتي جي دوران اتحاد ۽ اتفاق جي آواز کي نه صرف پوري عالم اسلام، بلڪ پوري دنيا جي حق پرستن جي ڪنن تائين پهچائي ڇڏيو آهي.

## هفته وحدت حضرت پيغمبر اڪرم ﷺ جي توحيد ۽ عدالت جي پڪار ڏانهن انسانذات جي گهرج جي جوابدهيءَ تي تاڪيد

"هفته وحدت" هڪڙو مناسب ترين نالو آهي. الله جو شڪر آهي ته ايراني قوم جي سيني ماڻهن جي وچ ۾، ماڻهن جي مختلف گروهن جي وچ ۾ چاهي ڪهڙين به رسمن، رواجن ۽ لاڳاپن سان تعلق رکندا هجن ۽ ڪهڙي به ڪم ۾ مشغول ۽ مصروف عمل هجن، اڄ اها وحدت ۽ ٻڌي انهن جي وچ ۾ جلوه افروز نظر اچي رهي آهي.

اسان جي قوم جي ماڻهن جي خلاف سازشن جا ڄار وڇائڻ ۽ انهن جي وچ ۾ تفرقي بازيءَ جو ٻج پوکڻ جي باوجود به اڄ اهي متفق ۽ متحد آهن ۽ هڪڙي ئي رخ ڏانهن قدم وڌائيندڙ آهن. اسلامي رخ ۽ طرف ڏانهن، قرآني رخ ڏانهن، دين جي حاڪميت جي طرف. شيعه، سني ۽

ٻين گروهن، جيئن عرب و عجم، ترڪمان، بلوچ، ڪرد ۽ ٻين قومن، جي وچ ۾ بنا ڪنهن فرق جي اتحاد ۽ ٻڌيءَ جو ثبوت پيش ڪري رهيا آهن.

حقيقت ۾ ايراني قوم کي اسلام جي برڪت سان هڪڙي نموني جي حيثيت حاصل آهي. ايراني قوم سيني مسلمانن جي لاءِ ڪامياب ترين رول ماڊل آهي. الله تعاليٰ توهان ايراني قوم کان دين مبين اسلام ۽ اسان جي عظيم قائد (امام خميني رحمت الله عليہ) جي سڏ تي صدق دل سان لبيڪ چوڻ تي راضي ۽ خوش ٿئي. ان وحدت کي پنهنجي وچ ۾ هميشھ جي لاءِ محفوظ ڪيو. وحدت واري ان قيمتي نسخي کي جنهن جي برڪت سان توهان عظيم فتح ۽ ڪاميابي حاصل ڪري رکيون آهن. دشمن پنهنجن مورچن تي هوشيار ٿي وينو آهي. تنهنڪري توهان کي بہ گهرجي تہ هميشھ خبردار ۽ هوشيار رهو ڪڏهن بہ ان ڳالھ جو موقعو نہ ڏيو جو توهان جي وچ ۾ ڪنهن بہ قسم جو اختلاف ۽ تفرقو پيدا ٿئي. جتي بہ توهان جي وچ ۾ اختلاف جو بهانو نظر ايندو تہ دشمن ان اختلافي نقطي کي هدف بڻائي، توهان جي وچ ۾ تفرقو وجهندو. تنهنڪري تمام گهڻو هوشيار رهڻ جي ضرورت آهي. مذهب ۽ مذهبي اختلاف جن جي ذريعي دشمنن ڪيترن سالن تائين خراب فائدو ورتو آهي، گهڻي کان گهڻو ڌيان ڏيڻ ۽ اتفاق سان رهڻ جي ضرورت آهي. شيعن کي ان ڳالھ جو خيال رکڻ جي ضرورت آهي ۽ سُنين کي بہ خبردار رهڻ جي ضرورت آهي.[1]

✻ ✻ ✻ ✻ ✻

[1] حضرت رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ امام جعفر صادق عليہ السلام جي ولادت باسعات جي موقعي تي مملڪت جي اعليٰ عهديدارن کي خطاب: 15 سپٽمبر 1992ع.

# بعثت جو واقعو انسان جي خلقجڻ جيترو عظيم آهي

جيڪڏهن ڪو شخص هن مبارڪ ڏينهن جي اهميت کي پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪرڻ گهري تہ شايد ڪنهن بہ بيان يا تعبير جي ذريعي ممڪن نہ ٿيندو، ڇوتہ مختلف جاين تي ساڳيا لفظ وري پنهنجي مجازي معنيٰ ۾ استعمال ٿيا آهن. تنهنڪري انهن جي اندر اها گنجائش ئي نٿي ملي تہ انسان انهن جي ذريعي هن عظيم واقعي جي عظمت بيان ڪري سگهي.

شايد اهو چوڻ ٺيڪ ٿيندو تہ پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بعثت هڪڙو اهڙو عظيم واقعو آهي، جنهن جي انسانيت جي اصل خلقت سان ڀيٽ ڪري سگهجي. اهو ايترو عظيم ۽ عظمت وارو واقعو آهي. هن عظيم واقعي مان جيڪا ڳالهہ اسان پنهنجي فائدي لاءِ سبق طور يا عيديءَ طور حاصل ڪري سگهون ٿا، اها پنهنجي سمجهہ ۽ سگهہ مطابق بعثت جي پيغام کي سمجهڻ آهي.

## بعثت جا هدف:

### 1. تزڪيہ نفس، ڪتاب ۽ حڪمت جي تعليم

مختصر طور تي جيڪا ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي ٿي اها هيءَ آهي تہ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جتي انسان جي انفرادي زندگيءَ ۾ ان جي وجود ۾ انقلاب برپا ڪيو آهي، اتي انسان جي اجتماعي زندگي جي اختيار جي دائري ۾ بہ هڪ مقصد ۽ هدف کي مقرر ڪري ڇڏيو آهي. انسان جي انفرادي زندگي جي ولايت ۾ بہ اصل مقصد اهو آهي تہ ان جي وجود جي اندر انقلاب برپا ٿئي. الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ بہ ان مقصد ڏانهن اشارو ڪيو آهي. جيئن آل عمران سورت ۾ ارشاد ٿئي ٿو: "لَقَدْ مَنَّ اللهُ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ اِذْ بَعَثَ فِيْهِمْ رَسُوْلًا مِّنْ اَنْفُسِهِمْ يَتْلُوْا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِهٖ وَيُزَكِّيْهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ" (آيت 164). اهو نفس جو تزڪيو ڪتاب ۽ حڪمت جي تعليم، حقيقت ۾ انسان جي وجود ۾

انقلاب برپا ڪرڻ جي لاءِ آهي. انسان پنهنجي خلقجڻ جي اصل هدف ۽ مقصد تائين پهچڻ جي لاءِ نبين سڳورن جي بعثت سان لاڳاپيل هدف تائين پهچ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري، يعني پنهنجي اندر ۾ تبديلي آڻي، پنهنجو پاڻ کي نيڪ ڪري، هر قسم جي گدلائين، عيبن، گهٽتائين ۽ داخلي خرابين ۽ بگاڙ جو جائزو وٺي. انهن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري، جيڪي اصل ۾ انسان کي پستي ۽ فساد ڏانهن ڌڪيندا رهندا آهن. اها صورت انسان جي انفرادي زندگيءَ جي ولايت جي حد تائين آهي.

## 2. اخلاقي خوبين جي تڪميل

بعثت جو مقصد ٻـ اهوئي آهي. جيئن هڪ حديث ۾ خود پاڻ سڳورن ارشاد فرمايو آهي تـ "بُعِثتُ لِاُتَمِّمَ مَكَارِمَ الاَخلاق". پاڻ سڳورن جي ان ارشاد جي گونج جي صدا اها آهي تـ "مان ان لاءِ موڪليو ويو آهيان تـ جيئن انساني اخلاقن کي پايہ تڪميل تائين پهچايان." يعني انسان کي تهذيب سيکارڻ، ان جو تزڪيو ڪرڻ، علم ۽ حڪمت ڏانهن دعوت ڏيڻ، اُن کي جهالت جي انڌيري مان ڪڍي سوچ ۽ سمجهہ سان زندگي گذارڻ جو سبق ڏيڻ، انهن سڀني ڳالهين جو لاڳاپو انسان جي انفرادي زندگيءَ سان آهي.

## 3. اجتماعي عدالت

اجتماعي زندگي جي ميدان ۾ جنهن ڳالهہ کي هدف طور مقرر ڪيو ويو آهي، اها اجتماعي عدالت آهي. "لِيَقُوْمَ النَّاسُ بِالْقِسْطِ" (سورت حديد آيت 25). "قسط" ۽ "عدل" ۾ فرق آهي. عدل هڪ عام معنيٰ ۽ مفهوم رکي ٿو جنهن جي اعليٰ ۽ حقيقي معنيٰ انسان جي شخصي ۽ عمومي زندگي، جسم ۽ جان، پتر ۽ پٿر ۽ دنيا جي هر شئي ۾ وجود رکي ٿي يعني پاڻ ۾ صحيح پيٺ ڪرڻ کي ئي عدل سڏيو ويندو. سو صحيح ڪردار، صحيح ڪٿ، اعتدال پسندي ۽ براين ڏانهن حد کان اڳتي نـ وڌڻ جي معنيٰ عدل آهي. ليڪن "قسط" جيئن انسان ان جي مفهوم کي سمجهي ٿو اجتماعي معاملن ۾ عدالت ۽ بردباري جي مطلب ۾ آهي. يعنيٰ اها شئي جنهن کي اسان اڄ "اجتماعي عدالت" جي نالي سان

سڏيون ٿا. اها عدالت جي ان ڪلي معنيٰ ۽ مفهوم کان علاوه هڪڙي ٻي شئي آهي. توڙي جو نبين سڳورن جي اجتماعي تحريڪن جو هدف عدالت جي ڪلي معنيٰ ۽ مفهوم ئي آهي: "بالعدل قامت السماوات والارض" (ڪافي ج 5 ص 266)سڀ آسمان بہ ان ئي اعتدال، عدالت ۽ ميزان جي ڪري ئي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي بيٺل ۽ قائم آهن. پر هن وقت انسانذات کي جنهن مسئلي کي منهن ڏيڻو پئجي رهيو آهي ۽ ان کي جنهن شئي جي ضرورت آهي، جنهن کان سواءِ اهو زندگي نٿو گذاري سگهي، اهو "قسط" آهي. قسط يعني عدلِ جيڪو عقل ٻڌجي اجتماعي عدالت جي شڪل ۾ ظاهر ٿي وڃي: "لِيَقُوْمَ النَّاسُ بِالْقِسْطِ" نبي سڳورا ان ئي مقصد جي لاءِ موڪليا ويا آهن.

انسان ان بي عدالتي، ظلم ۽ ڏاڍ، چڙهت ڪرڻ، هٺ ڌرمي ۽ هڪ ٻئي جي حقن تي ڌاڙو هڻڻ واري ماحول ۾ زندگي نٿو گذاري سگهي، ڇوتہ اها ڪا زندگي ڪونهي، بلڪ اها سراسر جهنم آهي. نبين سڳورن کي انهيءَ لاءِ موڪليو ويو آهي تہ جيئن انسان جي ماحول کي بهشتي بڻائي سگهن. البت، جيڪڏهن ڳوڙهي نظر سان ڏٺو وڃي تہ اهو ٻيو نقطو بہ جيڪو نبين سڳورن جو بنيادي هدف آهي جنهن جو تعلق انسان جي اجتماعي زندگيءَ سان آهي، اهو بہ ان پهرين نقطي يعني انسان جو پنهنجي انفرادي زندگيءَ موجب هدفن تائين پهچڻ جو مقصد رکي ٿو ۽ ان جي لاءِ هڪڙو منڍ قرار ڏجي ٿو. يعني انسان جي اندروني ڪيفيت ۾ تبديلي ۽ انقلاب برپا ٿيڻ. انسان جو انفرادي لحاظ کان پنهنجو پاڻ کي سنوارڻ ۽ صحيح طريقي جو انسان بڻائڻ. توهان دنيا جي ڪنهن بہ شئي تي غور ڪيو تہ ان جي اصل شڪل اها ئي آهي تہ جنهن سان مطلب وارو فائدو حاصل ٿئي. انسان ان لاءِ ڪونہ آيو آهي تہ ٻين کي نقصان پهچائي ۽ ٻين سان ساڙ ڪندي، هر شئي پاڻ لاءِ چاهي ۽ ٻين کي محروم ڪري ڇڏي، ان جي وجود سان ٻين تي ۽ پوري جهان ۾ شر ۽ فساد پکڙجي. ننڍن ننڍن مسئلن ۾ ڦاسي وڃي ۽ پنهنجن اصلي هدفن کان غافل ۽ لاپرواهہ ٿي وڃي. انسان دنيا ۾ انهن ڪمن لاءِ ڪونہ آيو آهي! پر انسان تہ ان لاءِ آيو آهي تہ اهو نيڪ ٿئي، فائدي وارو ٿئي ۽ ڪمال ڏانهن وڌي. جيڪڏهن ايئن ٿي سگهيو ۽ انسان ڪمال ڏانهن

وڏي سگهيو پنهنجي ۽ ٻين لاءِ فائديمند قرار ڏئي سگهيو ته جڏهن اهڙو انسان ٿي پنهنجي ڪمال تي پهچي سگهيو ۽ ان ۾ يقينن تبديلي آئي ۽ تزڪيو ٿيل قرار پائڻ جو حق ادا ڪيو اهي ٿي ڳالهيون نبين سڀني سڳورن جي بعثت جو بنيادي مقصد ۽ هدف آهن.

## موجوده دور جي انسانن کي بعثت جي پيغام جي اشد ضرورت آهي

ڇا اڄ سوين زبانون، پڪارون ۽ قلم عالمي سطح تي پرماري طاقتن جي پئيسن جي لالچ ۾ انهن جي هدف جي تڪميل جي لاءِ ڪوشش ۾ مصروف ڪونه آهن؟ جيڪي حقيقت، دين، اسلام ۽ هر اسلامي تحريڪ جي مخالفت ۽ اُن هٿ ڏرمي تي ٻڌل نظام جي حق ۾ ۽ مادي پرستي جي علمداري جو نعرو لڳائي، ان کي بهترين قرار ڏيڻ جون ڪوششون ڪري رهيا آهن ۽ ايئن به چوندي ڏسڻ ۾ اچن ٿا ته اسلام جي ڪائي ضرورت ڪونهي، ته جيئن ايئن نه ٿئي جو ڪٿي دين اسلام انهن جي آڪڙبازي ۽ ظالماڻي نظام تي ڪا رڪاوٽ نه پيدا ڪري، ڇا اهڙين حالتن ۾ انسانذات اهڙي قسم جي بعثت کان بي نياز رهي سگهي ٿي؟

ڇا اڄ انسانذات کي پنهنجي نفس جي تزڪيي ۽ پاڪيزگيءَ جي ضرورت محسوس نٿي ٿئي؟ ڇا اهو انسانيت لاءِ عيب جو سبب نه آهي ته جتي به انسان موجود آهي، اتي پنهنجي لاءِ سک ۽ ٻين جي لاءِ ڏک ۽ پريشانيءَ جو طلبگار آهي؟ ڇا انسانذات لاءِ اهو شرم ۽ حيا جو سبب ڪونهي ته ان جي برادرين ۾ احساس به گم ٿيندو پيو وڃي، ان جي باوجود هر ڪوئي پنهنجي جاءِ تي پنهنجي زندگيءَ مان مطمئن ڏسڻ ۾ پيو اچي؟ جڏهن ته حالت اها آهي ته جيڪڏهن ڪنهن وٽ مانيءَ جو هڪڙو ڳيو آهي ته اهو ٻنهي هٿن سان مضبوطيءَ سان پڪڙي رکڻ تي مجبور ڏسڻ ۾ پيو اچي، ته ڪٿي ڪو ٻيو ظالم ان جي هٿ مان ڪسي پنهنجي وات ۾ نه وجهي ڇڏي! ڇا دنيا جي اها حالت بهتر چورائڻ جي حقدار ٿي سگهي ٿي؟ ڇا انساني لڏي لاءِ اهڙي قسم جو انتظام ۽ قاعدو

۽ اهڙي قسم جو بين الاقوامي نظام واعدي ڪيل بهشت چورائڻ جو حقدار آهي؟ ڇا ان جي خلاف. ان جي اصلاح ڪرڻ ۽ ادب سيکارڻ جي لاءِ ڪوئي بندوبست نہ ڪرڻ گهرجي؟ ڇا انسان کي ڪنهن قسم جي تحريڪ هلائي هڪڙي بعثت انجام نہ ڏيڻ گهرجي؟ ڇا اڄ پوري دنيا يا گهٽ ۾ گهٽ دنيا جي هڪڙي وڏي حصي ۾ ”جهنگل جو قانون“ پنهنجي پوري مطلب ۽ مقصد سان حڪم فرما ڪونهي؟ ڇا عدل نالي جي ڪا شئي هن دنيا ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي؟

توهان پوري دنيا ۽ هن ڌرتيءَ جي پوري گولي تي نگاهہ ڊوڙايو تہ هتي ماڻهن کي بلڪ هڪڙي ملت جي فردن جي، جن ۾ ننڍا، وڏا، مرد، عورتون ۽ ٻار، بيمار ۽ تندرست سڀ شامل هوندا آهن جن جو تعداد لکن جي ڳاڻاٽي ۾ آهي، ٻين ماڻهن جي ذريعي انهن جي جان ورتي وڃي ٿي، انهن جي گهرن کي ويران ڪيو وڃي ٿو ۽ انهن جي عورتن جي عزتن کي پائمال ڪيو وڃي ٿو، انهن وٽ دوا ڪونهي، کائڻ جي لاءِ ڪجهہ بہ ڪونهي، انهن کي ڪنهن بہ قسم جي سهوليت ميسر ڪونهي. نہ ئي امن امان نالي جي ڪا شئي انهن جي لاءِ ڪا معنيٰ رکي ٿي ۽ پوري دنيا ۾ انهن مسئلن جي حل جي لاءِ ڪائي ڏيان لائق تحريڪ ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿي اچي! بوسينيا هرزگوينا جا تلخ ترين ۽ رت جا ڳوڙها روئارڻ وارا واقعا، جتي اهي چند ماڻهو جيڪي ٻين کي تهہ تيغ ڪندي ڏسڻ ۾ اچن ٿا، انهن وٽ پنهنجي ان پليانڪ ڏوهن جي لاءِ ڪهڙو دليل آهي؟ ڇا اهي پنهنجن انهن ناپاڪ ڏوهن جي لاءِ ڪوئي دليل پيش ڪري سگهن ٿا؟ جيڪڏهن ڪو قومي يا ديني دليل هجين تہ بہ انهن جو اهو طورطريقو ٺيڪ ڪونهي. هڪڙي پوري قوم کي ختم ڪري ڇڏڻ ۽ بچي ويل ماڻهن کي خيمن وارين پناهہ گاهن ۾ پناهہ وٺڻ تي مجبور ڪرڻ، ايستائين جو انهن جي ڪا بہ شئي قابل احترام نہ رهي سگهي، اهو سڀ ”جهنگل جي قانون“ جي نفاذ جو کلم کلا ثبوت ڪونهي تہ ٻيو ڇا آهي؟ جيڪڏهن ان ڏينهن جڏهن بوسينيا جا مسلمان سَرب ظالمن جي هٿان ظلم جو نشانو ٿي رهيا هئا، دنيا ۾ يورپ، آمريڪا، ايشيا يا گهٽ ۾

گهڻ مسلمان ملڪن جي طرفان ڪوئي ردعمل سامهون اچي ها، ڪوئي تہ اڳتي وڌي انهن جي مٿي تي شفقت جو هٿ رکي تہ اها ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي ها تہ جيڪڏهن دنيا ۾ ڪنهن قسم جو ڪوئي انحرافي پهلو ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ ان جي مقابلي ۾ رشدوهدايت ۽ سلامتيءَ جو احساس بہ موجود آهي، پر اسان ڏٺو تہ اهڙي ڪا بہ ڳالهہ ڪونہ ٿي.[1]

❊ ❊ ❊ ❊ ❊

---

[1] عيدميلاد النبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي موقعي تي مملڪت جي اعليٰ عهديدارن کي خطاب: 20 جنوري 1993ع.

# بعثت جي زماني ۽ تاريخ جي هر دور ۾ حضور اڪرم ﷺ جي ولادت جا رخ

حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڀلارو جنم اسان مسلمانن جي لاءِ ڪيترن ئي رخن کان اهميت وارو آهي يعني اهو هڪڙي معنيٰ وارو ۽ بي شمار مفهومن تي مشتمل آهي. هڪڙو رخ اهو آهي تہ پاڻ سڳورن جي ولادت هڪڙي اهڙي دور ۽ اهڙي زماني ۾ ٿي، جو مان ڪنهن خاص قوم يا ملڪ جي ڳالهہ نٿو ڪريان، بلڪ ڪلي طور تي انسانيت ڀن پڏرين خصوصيتن جي حامل هئي. انهن ڀن مان هڪڙي خصوصيت هيءَ هئي تہ انسان علمي، عقلي ۽ فڪري اعتبار کان پاڻ کان پهرين زماني جي انسانن جي مقابلي ۾ ڪافي ترقي ڪري چڪو هو. انهن جي وچ ۾ هڪڙو فلسفو وجود ۾ اچي چڪو هو، دانشور پيدا ٿي چڪا هئا، وڏا وڏا رياضيدان، حڪيم، انجنيئر موجود هئا ۽ تهذيبون ۽ ثقافتون وجود ۾ اچي چڪيون هيون. اهي شيون بغير علم جي تہ وجود ۾ اچي نٿيون سگهن! مغربي تعليم گاهون، مشرقي مدرسا، چيني تمدن، مصري تمدن ۽ تاريخ جون ٻيون ثقافتون شهريت جي اعتبار کان پنهنجي اوج تي هيون. يعني انسان ڪامل ٿي چڪو هو اها ان دور جي پهرين خصوصيت هئي.

ٻي خصوصيت انهن ٻنهي خصوصيتن جو پاڻ ۾ گڏ ٿيڻ وڏي تعجيب جي ڳالهہ آهي، اها هيءَ تہ ان زماني جو انسان اخلاقي اعتبار کان پهريان کان بہ وڌيڪ هيناهون ٿي چڪو هو يا جيڪڏهن اهڙي نسبت نہ بہ ڏيڻ گهرون تہ اسان اهو چئي سگهون ٿا تہ اهو ذلت جي انتها تي پهچي چڪو هو. علم ۽ ڏاهپ جو مالڪ اهو انسان تعصبن، خرابين، پاڻ پڏائڻ، ظلم ۽ ڏاڍ ۽ انسان ڪهندڙ حڪومتن جو قيدي ٿي، انسان جو دشمن ٿي چڪو هو. دنيا جي حالتن ڪجهہ اهڙوئي رخ اختيار ڪري ورتو هو. جيڪڏهن تاريخ جو مطالعو ڪجي تہ معلوم ٿيندو تہ ان دور ۾ پورو انساني لڏو قيدي هو. جيئن اميرالمومنين امام

علي عليہ السلام فرمائين ٿا: "فِي فِتَنٍ دَاسَتهُم بِأَخفَافِهَا وَ وَطِئَتهُم بِأَظلَافِهَا وَقَامَت عَلَى سَنَابِكِهَا" (شرح نهج البلاغہ ابن الحديد ج 1 ص 136). دنيا فتني ۽ فساد، مشڪلاتن ۽ پائر ڪُهڻ جو شڪار هئي. انسان ڏاڍي ڏکي زندگي گذاري رهيو هو.

ان ئي خطبي ۾ امير المومنين علي عليہ السلام فرمائين ٿا "نومهم سهود". ماڻهو سڪون جي ننڊ ڪون سمهي سگهندا هئا. جيڪڏهن ڪوئي اهو سمجهندو هجي تہ اهي مشڪلاتون صرف ان عرب اپبيٺ سان مخصوص هيون تہ اهو غلطيءَ تي آهي، ڇوتہ ايئن ڪونہ هيو بلڪ ان زماني جي تمدنن جو ماڳ مڪان يعني روم بہ توهان ڏسندا تہ اتي بہ اهڙي صورتحال ڏسڻ ۾ ايندي.

هي ان دنيا جي ڳالهہ آهي، جنهن جي باري ۾ اها دعوا ڪئي ويچي ٿي تہ اتي جمهوريت ۽ پارليامينٽ موجود هئي. اتي بدعنوانين ۽ ظلم ۽ ڏاڍ جي اهڙي حڪمراني هئي، جو جيڪڏهن توهان ان دور جي تاريخ ڪٿي پڙهو تہ پنهنجو پاڻ کان شرم محسوس ڪرڻ لڳندا. انسان شرم محسوس ڪرڻ لڳي ٿو تہ اهو ان دور ۾ ايتري هيڻانهينءَ تي پهچي ويو هو! ان حوالي سان اسان جي پراڻي ايران جي حالت بہ روم کان ڪو گهڻو بهتر ڪونہ هئي. ان وٽ بہ طاقت، تلوارون، نيزا، ويڙهاڪ ۽ سپاهي وغيره هئا، پر ان سان گڏ طبقاتي اختلاف، ظلم، نسلي امتياز برائيون، زور زبردستي، جهالت ۽ بيهودگيون بہ تمام گهڻيون هيون. انهن حالتن ۾ ان جمڻ واري مبارڪ شخصيت ۽ پيغمبر الاهي انساني لڏي جي ڇوٽڪاري لاءِ هن دنيا ۾ قدم رکيو.

هي جو تاريخ ۾ آهي تہ قيصر جي محلات جا ڪنگرا ڪري پيا ۽ دنيا جي ڪنڊڪڙڇ ۾ شرڪ ۽ بت پرستيءَ جون نشانيون لڏڻ لڳيون. جيڪڏهن اهي ڳالهيون قطعي هجن تہ شايد هي اهوئي الاهي طاقت جو مظاهرو ۽ ان ڳالهہ جو اعلان هو تہ الاهي طاقت جو اهو لقاءُ ظلم ۽ ڏاڍ جي بنيادن کي ختم ڪري ڇڏيندو ۽ دنيا کي خرابين ۽ تمدن کي ظلم ۽ بُراين کان پاڪ ڪري ڇڏيندو.

اسان جي عظيم شان واري پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو ڪم ڪري ڏيکاريو. مقدس هستي پنهنجي اعلانِ نبوت (بعثت)

جي شروع ڪان ئي هڪڙي اهڙي دنيا جو مقابلو ڪيو ۽ گهڻي سخت جهاد جي ذريعي انسانيت کي خرابين، فساد، ظلم ۽ ڏاڍ، خانداني تعصبن، انسانن جو هڪ ٻئي تي زور زبردستي ڪرڻ، ٻين تي ڏاڍ ڪندي هڪ ٻئي تي مسلط ٿيڻ جهڙن مسئلن جو رستو روڪي ڇڏيو. مطلب ته پاڻ سڳورن ان دور جي انساني لڏي جو پاڳ ئي بدلائي ڇڏيو. پاڻ سڳورن دنيا ۾ نئون نقشو ۽ نئين صورتحال پيدا ڪئي. ظاهر آهي ته خاتم الانبياء صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو ڪم اهو ڪونه هو ته پوري دنيا جي اصلاح ڪن ها، نه! بلڪ پاڻ سڳورن جو اهو ڪم هو ته صحيح ۽ عملي نموني کي وحيءَ کان حاصل ڪري انسان تائين پهچائين ته جيئن انسان پنهنجي زندگيءَ ۾ ان جي پابندي ڪري ۽ وقت به وقت ان مان فائدو حاصل ڪري، باقي اها ڳالهه ته ڪنهن عمل ڪيو ۽ ڪنهن وقت ضايع ڪري ڇڏيو اهو الڳ بحث آهي. پاڻ سڳورن پنهنجي ذميواري پوري طرح ادا ڪئي. پنهنجو ڪم مڪمل ڪري رحمت الاهي جي پاڙي ۾ تشريف کڻي ويا.

## اڄوڪي دنيا جي حالتن جي بعثت
## رسول اڪرم ﷺ جي زماني سان ڀيٽ

اڄوڪو ڏينهن ان حوالي سان اهم آهي ته اسان ڏسون ٿا ته دنيا جتي علمي اعتبار کان ڪافي ترقي ڪئي آهي، اتي اخلاقي اعتبار کان انتهائي ذلت جو شڪار ٿي آهي. نوبت ايتري تائين پهچي چڪي آهي جو عالمي پرماري طاقتون دنيا جي ماڻهن جي سامهون چڱائي کي برائي ۽ برائي کي چڱائي ٻڌائي پيش ڪري رهيون آهن! منهنجي نظر ۾ دنيا جي انسان جي تباهي ۽ بربادي جي لاءِ ان کان وڌي ٻي ڪا شئي ڪونهي. هي جيڪو روايتن موجب پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته ”دنيا ۾ ڪجهه اهڙا ماڻهو پيدا ٿيندا جيڪي بُراين جو حڪم ڏيندا ۽ چڱائي کان روڪيندا“ ته ماڻهو تعجب ڪندا هئا. پاڻ سڳورن فرمايو: ’بُرايون سنيون ڏسڻ ۾ اينديون.‘

انسان چڱي طرح محسوس ڪري ٿو ته اڄ به بي لغام، تسلط پسند، مغرور ۽ مغرور استحصالي طاقتن دنيا جي اهائي حالت بڻائي ڇڏي آهي. سادن سٻاجهڙن ماڻهن سان ڪوڙ ڳالهائين ٿا ۽ ان ڪوڙ کي سنو ڪم چون ٿا. ظلم جي حوصلا افزائي ڪن ٿا ۽ ان ظلم جي ڪري ظالم کي حق بجانب قرار ڏين ٿا! مظلوم جي مذمت ڪن ٿا. مظلوم تي مصيبتون آڻين ٿا ۽ مظلومن تي ان ظلم ڪرڻ کي هڪڙو سنو ڪم بڻائي پيش ڪن ٿا!

اڄ دنيا ۾ اهوئي ٿي رهيو آهي. ڪجھ ماڻهن وچي فلسطين جي سرزمين کي قبايو آهي ۽ صرف فلسطين کي غصب ڪرڻ تي صبر نه ڪيو آهي، بلڪ چاليهن سالن کان به وڌيڪ عرصي کان فلسطنين کي مسلسل دٻاءُ ۾ رکيو آهي، جلاوطن ڪيو آهي، انهن جو قتلام ڪيو آهي، ۽ انهن کي ذليل و خوار ڪري رهيا آهن. اها ڳالھ هڪڙي پڌري ”منڪر“ ته آهي. توهان مان ڪير آهي جو جيڪڏهن ڪير توهان جي گهر ۾ گهڙي توهان تي ظلم ڪري ۽ توهان ان کي ڏوهي نه چئو؟! ظلم کي لازمي برائي چوڻ گهرجي. توهان اڄ غور ڪري ڏسو ته يورپي طاقتن، آمريڪا ۽ انهن جا اهي نوڪر جن جون ڏاڙهيون انهن استحصالي طاقتن جي هٿن ۾ آهن، يا جن جي ڪلهن تي انهن جا هٿ آهن يعني اهي حڪومتون جيڪي انهن جي اشارن سان اقتدار ۾ آيون آهن، جن جو پنهنجي عوام سان ڪوئي ڳانڍاپو ڪونهي، سيني هڪٻئي جي هٿ ۾ هٿ ملايو آهي ته جيئن ان ظالم جي جنهن اهڙي نموني کلم کلا ظلم ڪيو آهي ۽ هاڻي به ان جا ظلم جاري آهن، حمايت ڪري سگهن. ٻئي طرف جڏهن فلسطين ۽ لبنان جا مسلمان نوجوان جيڪي ظلم کان تنگ اچي مرڻ ڪنڌيءَ تي پهچي ويا آهن، اهي ان ظلم جي خلاف جدوجهد ڪري رهيا آهن، جيڪو سيني عقلمند انسانن جي نظر ۾ پسنديده عمل آهي ته هِتان هُتان آواز بلند ٿيڻ شروع ٿين ٿا ته ”اهي دهشتگرد آهن، اهي ظالم آهن، ماڻهن کي ڇو ٿا مارين؟ ڇو قتل ڪن ٿا؟ هٿيار ڇو ڦٽي نٿا ڪن؟ ڳٺ جوڙ ڇو نٿا ڪن؟“

## حضور ﷺ جي محبت عالم اسلام جي مسلمانن جي وچ ۾ ٻڌيءَ جو ذريعو آهي

منهنجا دوستو! عالم اسلام جا مسلمان دنيا جي ٻين ڳالهين جي مقابلي ۾ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نالي تي آساني سان ٻڌي ۾ اچي سگهن ٿا ۽ اها ان بزرگ هستي جي ئي خصوصيت آهي. مان ڪيترا ڀيرا عرض ڪري چڪو آهيان تہ پاڻ سڳورن جي ذات مسلمانن جي گڏ ٿيڻ ۽ انهن جي جذبن جي ملڻ جو مرڪز آهي. مسلمان پنهنجي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان محبت ڪن ٿا. ياالله! تون شاهد آهين تہ اسان جون دليون تنهنجي حبيب جي محبت سان ڀريل آهن. اسان کي ان محبت مان فائدو وٺڻ گهرجي. اها محبت رستو کولڻ واري آهي. اڄ مسلمانن کي ڀائيچاري ۽ ڀائري جي ضرورت آهي. اڄ مسلمانن کي "اِنَّمَا الْمُؤْمِنُوْنَ اِخْوَةٌ فَاَصْلِحُوْا بَيْنَ اَخَوَيْكُمْ" (سورت حجرات آيت 10) جي نعري جي ڀهريان کان وڌيڪ ضرورت آهي.

اڄ دنيا ۾ مسلمان ملڪن کي جنهن ڪمزوري ۽ ذلت کي منهن ڏيڻو پئجي رهيو آهي، اهو انهن ئي اختلافن ۽ تفرقي جو نتيجو آهي. جيڪڏهن اڄ مسلمان ٻڌي ۾ هجن ها تہ فلسطين، بوسنيا، ڪشمير، تاجڪستان جي اها حالت نہ هجي ها. يورپ جا مسلمان اهڙي ڏکي زندگي نہ گذاري رهيا هجن ها. آمريڪا ۾ مسلمانن سان اهڙي طرح زور زبردستي نہ ڪئي وڃي ها. ان جو سبب اهو آهي تہ اسان جي وچ ۾ اختلاف موجود آهن.

جڏهن اسلامي جمهوريہ ايران مسلمانن کي ٻڌي ڪرڻ جي دعوت ڏني تہ سڀئي استڪباري طاقتون ان جي خلاف ٿي ويون! البت، اسلامي جمهوريہ ايران اڪيلي سر انهن جو مقابلو ڪيو. ڇو؟ انهيءَ ڪري جو اسلامي جمهوريہ ايران ٻڌي ۽ ايڪو ڪرڻ جو سڏ ڏيڻ وارو آهي ۽ اهي طاقتون مسلمانن جي ٻڌي جي خلاف آهن. مسلمانن جي وچ ۾ ٻڌي انهن نام نهاد قوتن جي لاءِ نقصان جو سبب آهن. تنهنڪري اهي مسلمانن

جي وچ ۾ ٻڌي کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن. مان ايران سميت پوري دنيا جي سيني عالمن کي، چاهي انهن جو تعلق سني متڪبہ فڪر سان هجي يا شيعہ مڪتب سان، اها گذارش ڪريان ٿو تہ اهي هوشيار ۽ خبردار رهن. ايران ۾ اها ٻڌي وڏين قربانين ڪان پوءِ ٿي آهي. دنيا ۾ ٻڌي جي ان آواز قربانين جي نتيجي ۾ پنهنجي جاءِ ٺاهي آهي. ان کي ايتري آساني سان ختم ٿيڻ نہ ڏيو. جيڪو بہ ان ٻڌي کي ٽوڙڻ گهري، جيڪو بہ هجي، اهو خيانت ڪندڙ آهي. شيعہ هجي يا سني ان سان ڪو فرق نٿو پوي[1]

* * * * *

[1] حضرت رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ امام جعفر صادق عليہ السلام جي ولادت باسعادت جي مناسبت سان حڪومتي ڪارندن ۽ زندگي جي مختلف طبقن سان تعلق رکڻ وارن ماڻهن سان ملاقات: 4 سپٽمبر 1993ع.

# بعثت واري زماني ۾ دنيا جون حالتون

حقيقت ۾ ڏٺو وڃي تہ معنوي اعتبار کان بعثت جي ڏينهن جي اهميت ان کان گهڻو وڌيڪ آهي، جو مون جهڙا ماڻهو ان جي باري ڪا چٽي ڳالهہ ڪري سگهن: پر تاريخ جي مختلف دورن ۾ انساني زندگي تي بعثت جي اثرن جي حوالي سان اهڙا نقطا موجود آهن جَن جي باري ۾ گفتگو ڪري سگهجي ٿي.

پهريون پيرو بعثت جي شروعات هڪڙي خلا مان ٿي ۽ واقعي انسانذات ان بعثت جي محتاج هئي. الله تعاليٰ بہ پنهنجي ڪامل حڪمت جي مطابق ان عظيم محرڪ ۽ وڏي واقعي جي لاءِ ان جاءِ جي چونڊ ڪئي، جو بعثت جا اعليٰ مقصد ان دور جي مروجہ مقصدن کان گدلا ٿيڻ کان سواءِ ان دور جي دنيا ۾ پهچايا وڃن ۽ صحيح ۽ سالم طريقي سان تاريخ ۾ بہ محفوظ رهن. اهو پاڻ هڪڙو نُقطو آهي. فرض ڪيو تہ خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت ان دور جي روم ۾ ٿئي ها يا ان دور جي يونان ۾ ٿئي ها يا ان زماني جي ڪنهن ٻئي ترقي يافتہ ملڪ ۾ ٿئي ها، جو بعثت جي زماني ۾ دنيا ۾ عظيم تهذيبون موجود هيون: اهڙيون قومون هيون، جيڪي انساني علمن، فلسفي ۽ شهريت جي طورطريقن کان باخبر هيون. اهو ٿي سگهيو ٿي تہ بعثت انهن ملڪن ۽ انهن علائقن ۾ ٿئي ها، پر الله تعاليٰ بعثت کي جيڪا انساني لڏي جي تاريخ ۾ هميشهہ باقي رهڻ واري هئي، انهن جاين کان پري رکيو. ان بعثت کي انهن جاين تي نہ وٺي ويو جتي ان فڪر ۽ ان دعوت ۾ خارجي عنصر داخل ٿي سگهيا ٿي. ان دور جا مغربي ملڪ اهڙا علائقا هئا جيڪي عظيم تمدن جا مالڪ هئا. پيغمبرن سان انهن جو رويو ان ڳالهہ جي نشاندهي ڪري ٿو تہ اهي شهريت جا مالڪ هئا. انهن مان هڪڙي شهر "انطاڪيہ" جا ماڻهو هئا. سورت ياسين ۾ الله تعاليٰ مسلسل ٽن پيغمبرن کي اوڏانهن موڪلڻ جو ذڪر ڪيو آهي ۽ آخر ۾ ان جو نتيجو ان شهر جي ماڻهن جي ناشڪري آهي. اها ڪا معمولي ڳالهہ ڪونهي. تاريخ بہ اسان جي لاءِ انهن قومن جا واقعا بيان ڪيا

آهن. آخري پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي اتي مبعوث نہ ڪيو ويو.

عربستان ۾ انساني علمن جو نالو نشان ڪونہ هو. شرڪ هو ۽ شرڪ سان پريل رسمون هيون ۽ اهي بہ انتهائي ڪريل سطح تائين. تنهنڪري توهان قرآن ۾ بہ ڏسو ٿا تہ شرڪ جي خلاف سخت جدوجهد ٿي آهي. سورت توحيد (قل هو الله) جنهن "لَمْ يَلِدْ وَلَمْ يُوْلَدْ" کي ايترو واضح ۽ چٽو ڪيو آهي, چئن آيتن جي هن ننڍڙي سورت ۾ "لَمْ يَلِدْ وَلَمْ يُوْلَدْ" وچ ۾ آيو آهي ۽ "وَلَمْ يَكُنْ لَّهٗ كُفُوًا اَحَدٌ" آخر ۾ چٽو ۽ آشڪار ٿيل آهي تہ جيئن شرڪ کي ذهنن مان بلڪل ڪيدي ڇڏجي ۽ اهو الله جي پيغام سان گڏوچڙ نہ ٿي وڃي. اسلام ۾ هر شرڪ گڏيل ڪم کي رد ڪيو ويو آهي. ان ڪان اڳتي وڌجي تہ اسلام خالص شڪل ۾ منظرعام تي آيو ۽ دنيا جي هر علائقي ۽ ماڳ تي خالص شڪل ۾ منتقل ٿيو ۽ پکڙيو. تنهنڪري جتي بہ پهتو اتي جي مختلف تهذيبن ۽ ثقافتن جي مقابلي ۾ پنهنجي برتري ۽ پڏرو هجڻ جو ثبوت ڏنو. ايستائين جو آهستي آهستي اُن جي تبليغ ڪرڻ وارن مان خلوص ويو تہ تبليغ جو خلوص بہ ختم ٿي ويو.

هي بعثت انساني لڏي لاءِ هميشہ باقي رهڻ واري ڳالهہ آهي. اها بعثت خاتم الانبياء صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خصوصيت آهي, يعني جڏهن بہ دنيا ۽ انساني زندگي معنويت کان خالي ٿي ويندي تہ اهي ئي طريقا ۽ اصول جن جي قرآن شريف ڳالهہ ڪري ٿو اڳتي وڌي ان خلا کي پري سگهن ٿا. اسلامي طريقن ۽ اصولن جي ڪيفيت اهڙي آهي ۽ ان قانوني مجموعي ۾ اهڙي قوت آهي جو سيني حالتن ۾ معنوي خلا کي پري سگهي ٿو ۽ انساني لڏي کي معنوي فضا ۾ زندگي گذارڻ جو موقعو فراهم ڪري سگهي ٿو.

## اسلام جي عقلي ۽ معنوي رخ کان موجوده دور ۽ بعثت جي زماني جي حالتن ۾ هڪجهڙائي

اڄ بہ انهن حالتن مان هڪڙي حالت آهي. مختلف ملڪن ۽ قومن ۾ ڪنهن دعوت جي موثر ۽ مقبول ٿيندي, پنهنجي لاءِ حمايتي پيدا

ڪرڻ جو ڪهڙو شرط آهي؟ ٻهريون شرط دعوت جو منطقي ۽ مناسب هجڻ آهي. هر اها ڳالهه جيڪا اسلام کي ان جي معقوليت ۽ منطقي پهلوءَ کان الڳ ڪري، اها اسلام جي سچائي ۽ نشرواشاعت کي نقصان پهچائيندي. جيڪي ماڻهو اسلامي مسئلن جي باري ۾ گفتگو ڪن ٿا ۽ راءِ جو اظهار ڪندا آهن، اهي هن ڳالهه تي ڌيان ڏين. اسلام عقلي اصولن تي ٻڌل آهي. اسلام اهڙو دين آهي جو عقل ان کي سمجهي ٿو. ان کي پروڙي ٿو. ان کي پسند ڪري ٿو ۽ قبول ڪري ٿو. اها اسلام جي خصوصيت آهي. ان جو مطلب اهو هرگز ڪونهي ته هر اسلامي حڪم سان گڏ هڪڙو عقلي دليل به موجود هجڻ گهرجي. صبح (فجر) جي نماز ٻه رڪعتون ڇو آهي؟ ڇا ان جي لاءِ عقلي دليل جي ضرورت آهي؟ نه. ان جو اهو مطلب به ڪونهي ته ڪنهن به عقل ۾ ڪا ڳالهه اچي وئي ته اها اسلام ۾ به ضرور نظر اچي. ايئن به ڪونهي، بلڪ ان جو مطلب اهو آهي ته اسلامي تعليمات، جن جو اسلام سان رابطو قابل قبول آهي ۽ اهل علم ۽ اهل فن مڃين ٿا ته اسلام سان ڳنڍيل آهن ته هر علمي ۽ عقلي ماحول ۾ پيش ڪرڻ جي لائق آهن. نماز دنيا جي ابوجهه شخص کي به سمجهائي سگهجي ٿي، ٻڌائي سگهجي ٿو ته نماز ڇا آهي ۽ اسلام نماز ڇو واجب ڪئي آهي. اڻويهين صديءَ جو هڪڙو مغربي مفڪر، جيڪا مغرب جي بي ديني جي صدي آهي، جيڪو گهڻو مشهور آهي، پر مان ان جو نالو کڻڻ نٿو گهران، چوي ٿو ته "نماز ۾ گهڻا اسرار لڪل آهن." جي، هائو. جيڪڏهن ان ۾ عظيم راز لڪل نه هجن ها ته ماديءَ پرستي جي هن ماحول ۾ هڪڙو مفڪر ان باري ۾ اهڙي ڳالهه نه چوي ها. اهل انصاف، اهل علم، عقل وارا ۽ منطق ۽ دليل وارا، سڀ ماڻهو اسلامي تعليمات کي سمجهن ٿا، پسند ڪن ٿا، ۽ قبول ڪن ٿا. اها اسلام جي خصوصيت آهي.

سو معقول ۽ منطقي هجڻ اسلام جي هڪڙي پڌري خصوصيت آهي. جيڪڏهن ڪجهه ماڻهو اسلام کي ان خصوصيت کان الڳ ڪرڻ جي ڪوشش ڪن يا پنهنجي پرچار ۾ چون ته "اهو علم ۽ عقل جو مخالف دين آهي." يا عمل ۾ اهڙيون ڳالهيون اسلام سان منسوب ڪن، جن جو اسلام سان ڪو تعلق نه هجي ۽ اهي ان جي قابل نه هجن

جو عقل ان جي تصديق يا تائيد ڪري سگهي ته اهي ڳالهيون يقيني طور تي اسلام جي شهريت کي نقصان پهچائينديون. انهن سان ڪا مدد ڪونه ملندي سو اها اسلام جي اندروني عنصرن جي خصوصيتن مان هڪ آهي، جيڪا ان جي پيغام کي پکيڙڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري سگهي ٿي.

اسلام جي هڪڙي ٻي خصوصيت اها آهي ته معنوي ۽ الاهي دين آهي. يعني اُن نظريي جي برخلاف جيڪو عيسائيت جي باري ۾ چيو ويجي ٿو ته ان ۾ آخرت جا پهلو دنياوي پهلوئن تي غالب آهن. اسلام اهڙو ڪونهي. اسلام دنيا کي ٻه آخرت جو حصو سمجهي ٿو. اهوئي پاڻ سڳورن جي زندگي، انهن جي تجارت، سندن پڙهڻ، سندن ملازمت ڪرڻ، سندن سياسي ڳالهيون، اهي سڀ آخرت جو حصو آهن. دنيا ٻه آخرت جو ئي هڪڙو حصو آهي. ان طرز فڪر سان توهان سٺي نيت سان ڪم انجام ڏيو ٿا. هيءَ اها نيڪي آهي، جيڪا آخرت ۾ الله جي ويجهو ڪرڻ ۽ معنوي درجن تائين پهچائيندي ۽ خدانخواسته بري نيت يا خود پسندي جي نيت سان ڪوبه ڪم انجام ڏنو ته اها ڳالهه زوال، ذلت ۽ جهنم ۾ وڃڻ جو سبب ٿيندي

اسلام ان طريقي جو دين آهي. اسان جي پوري زندگي، اسان جون سڀ دنياوي ڪوششون آخرت جو حصو آهن. دنيا ۽ آخرت الڳ ڪونه آهن. خرابي ته ان ۾ آهي جو روز مره جي زندگيءَ سان لاڳاپيل دنياوي ڪوششون انسان بري نيت سان انجام ڏئي. اها دنيا جنهن جي مذمت ڪئي وئي آهي، اها اهڙي آهي. مگر هيءَ زندگي اتان جي زندگي کان يا هيءَ دنيا ان دنيا کان الڳ ڪونهي. هي جهان ان جهان (آخرت) جي پوک آهي. پوک مان ڇا مراد آهي؟ ڇا اهو ممڪن آهي ته فصل پوک جي بجاءِ ڪنهن ٻي جاءِ تان حاصل ڪيو وڃي؟ اها وضاحت انتهائي وحدت، هم آهنگي ۽ ٻنهي جي هڪ هجڻ جي نشاندهي ڪري ٿي. اسلام انساني زندگي جي مڙني حصن (شعبن) تي گهيريل آهي. ان سان گڏ هي هڪڙو معنوي دين ٻه آهي. اسلام ۾ آهي ته دلين کي الله ڏانهن لاڙو هجڻ گهرجي، نيتون الله جي لاءِ هُجڻ گهرجن. اها اسلام جي خصوصيت ۽ ان جي عام هجڻ جو هڪڙو سبب آهي.

اڄ دنيا ۾ جنهن ڳالهه جي گهٽتائي محسوس ٿي رهي آهي ۽ خود دنيا جا ماڻهو ان کي محسوس ڪن ٿا. خاص طور تي مغرب ۾، اها معنويت جي گهٽتائي ۽ روحانيت جو خلا آهي. ماديات ۾ غرق ٿي معنويت کان پري ٿي ويا آهن ۽ شهوت پرستيءَ ۾ ڦاٿل آهن. شهوت پرستيءَ جي خصوصيت اها آهي تہ شروع ۾ تہ اها خواهش هوندي آهي پر مسلسل عمل جي صورت ۾ جهنم بڻجي ويندي آهي! جڏهن ڪنهن شخص يا قوم جي زندگي ۾ شهوتون غالب اچي وڃن تہ انهن جي زندگي جهنم ۾ تبديل ٿي ويندي آهي. اها انساني شهوتن جي خاصيت آهي. ممڪن ڪونهي تہ اهڙو ماڻهو ملي وڃي، جيڪو گهڻو عرصو شهوتي عمل ۾ غرق رهڻ کان پوءِ خوش هجي. الله اهڙي ڪنهن شخص کي پيدا ئي ڪونہ ڪيو آهي. توهان وڃو ڏسو تحقيق ڪريو تہ ان نتيجي تي پهچندا. اها هڪ مجيل ۽ چٽي ڳالهه آهي. شهوتن جي ڄار ۾ باقي رهڻ انسان جي لاءِ جهنم واري زندگي آهي. هيءَ اها ئي جهنم آهي جنهن اڄ اولهه جي ڪجهه شاهوڪار ماڻهن جو گريبان جهلي رکيو آهي ۽ جيڪي دولتمند نہ آهن، اهي غربت، لاچاري ۽ ٻين برائين جي جهنم ۾ سڙي رهيا آهن . البت، انهن مان ڪجهه ماڻهو آجا آهن. هر طبقي ۾ يقيني طور ڪجهه ماڻهو آجا هوندا آهن. يقينن اتي بہ ڪجهه چڱا ماڻهو موجود آهن، پر عام حالت اها ئي آهي. اڄوڪي دنيا ان بعثت جي محتاج آهي.[1]

* * * * *

[1] عيد ميلادالنبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي موقعي تي حڪومتي اهلڪارن سان ملاقات: 10 جنوري 1994ع.

# بعثت رسول اڪرم ﷺ دنيا جي مڙني فضيلتن ۽ ڪمالن جو بڻ بنياد آهي

نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڀاڳ وارو ڄم مسلمانن جي هرهڪ ماڻهوءَ لاءِ تاريخ جو هڪڙو پڌرو واقعو آهي. بعد ۾ ان ڄم انساني تاريخ جي عظيم تحريڪ جي شڪل اختيار ڪئي. دنيا ۾ جيتريون فضيلتون آهن، چاهي اهي ٻئي جي وسيلي ڇو نہ هجن، اهي ان ئي بعثت ۽ ان عظيم الشان پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اخلاقي خوبين جو ئي نتيجو آهن.

هر مسلمان کي چڱيءَ طرح خبر آهي تہ اسلامي دنيا جي محبت ۽ مسلمانن جي مختلف فرقن جي احساسن ۽ جذبات کي هڪ جاءِ تي آڻڻ جي لاءِ پيغمبر اسلام صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مقدس ذات کان بهتر ڪو مرڪز ڪونهي. ڇوتہ هر مسلمان پاڻ سڳورن سان محبت ڪري ٿو ۽ پاڻ سڳورن جي ذات هر دور ۾ مسلمان امت لاءِ محور ۽ مرڪز رهي آهي. تنهنڪري اهو ڀاڳ وارو ڄم اسان جي لاءِ گهڻي اهميت وارو آهي.

البت، اسلامي تاريخ مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفات کان تقريبن هڪ سو سال بعد پاڻ سڳورن جا فرزند حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام امامت جي منصب تي فائز ٿيا ۽ اهو اسلامي هدفن ۽ اسلامي تعليمات جو نئون اُڀار هو.

اسلامي جمهوريہ ايران خاص طور تي حضرت رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڄم، پاڻ سڳورن جي بعثت ۽ پاڻ سڳورن سان لاڳاپيل هر تعلق واري ياد جي لاءِ مخصوص بندوبست ڪرڻ جي قائل آهي، ڇو؟ ڇوتہ اڄ پوري دنيا ۾ ۽ آسمان هيٺ، اهو اڪيلو ملڪ آهي، جتي سرڪاري طور تي اسلامي احڪام ۽ قرآن ۽ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت جي روشني ۾ قانون، اصول ۽ ضابطا ناهيا ۽ مقرر ڪيا ويندا آهن ۽ انهن تي عمل ٿئي ٿو. ٻين لفظن ۾ دنيا

جو اهو اهم علائقو جتي اهو عظيم ڪم ٿي رهيو آهي، اهو اسلامي مملڪت ايران آهي. هتي اسلام جي نالي تي حڪومت قائم آهي ۽ اها ڳالهه حقيقت ۾ دنيا جي سڀني مسلمانن جي ڪلهن تي هڪڙي ڳري ذميواري عائد ڪري ٿي، ڇوته جيڪڏهن اسلام جي نالي تي ڪا حڪومت آهي ته ان جومطلب اهو آهي ته اسلام تي عمل ڪيو وڃي ٿو. پر جيڪڏهن اسلام فردن جي شخصي عملن ۽ اعتقادن جي حد تائين هجي ۽ معاشري تي ان جي حاڪميت نه هجي ته اهڙي معاشري ۾ قرآن ۽ اسلام حقيقت ۾ رد ڪيل آهن. قرآن شريف جي سورت فرقان ۾ ان ڳالهه کي هيئن بيان ڪيو ويو آهي: "وَقَالَ الرَّسُوْلُ يٰرَبِّ اِنَّ قَوْمِي اتَّخَذُوْا هٰذَا الْقُرْاٰنَ مَهْجُوْرًا" (فرقان: 30) 'ع ان ڏينهن رسول آواز ڏيندا ته اي پالڻهار! منهنجي قوم قرآن کي به نظرانداز ڪري ڇڏيو.'

يعني پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جهانن جي پالڻهار کي عرض ڪندا "يٰرَبِّ اِنَّ قَوْمِي اتَّخَذُوْا هٰذَا الْقُرْاٰنَ مَهْجُوْرًا". هجر (مهجورا) لفظ جي قرآن ۾ ڪهڙي معنيٰ آهي؟ يقينن ان جو مطلب اهو هرگز ڪونهي ته قرآن کي، قرآن جي نالي کي، ۽ مسلمان هجڻ جي نالي کي بلڪل رد ڪيو يا ڇڏيو ويو آهي. اهو "اتخاذ" (اتخذوا) يعني اختيار ڪرڻ ڪونهي. "اِتَّخَذُوْا هٰذَا الْقُرْاٰنَ مَهْجُوْرًا" جو مطلب هي آهي ته قرآن انهن وٽ آهي، پر هجر سان. قرآن موجود آهي، پر مهجور يعني قرآن جي تلاوت ته ٿئي ٿي، ان جو ظاهري احترام به ٿئي ٿو پر ان جي حڪمن تي عمل نٿو ٿئي. دين جو سياست کان الڳ هجڻ جي بهاني حڪومت کي قرآن مان ڪڍي ڇڏين ٿا. جيڪڏهن اهو ٺئي هجي ها ته اسلام ۽ قرآن حڪومت نه ڪن ته پوءِ پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي جدوجهد ڪهڙي ڳالهه جي لاءِ هئي؟ جيڪڏهن پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو نظريو اهو هجي ها ته حڪومت عوام جي زندگي ۽ معاشري جي سياسي اقتدار ۾ مداخلت نه ڪري، بلڪ اهوئي ڪافي آهي ته ماڻهن جا عقيدا اسلامي هجن ۽ اهي پنهنجن گهرن ۾ ديني عمل انجام ڏين ته پوءِ ضروري ڪونه هو ته پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي ان جدوجهد جو حڪم ڏنو وڃي ها.

جڏهن تہ پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لڙائي تہ سياسي اقتدار ۽ قرآن جي ذريعي حڪومت قائم ڪرڻ جي لاءِ هئي. قرآن ۾ ”هجر“ (مهجورا) لفظ جو مطلب هيءُ آهي تہ قرآن جو نالو آهي مگر قرآن جي حاڪميت ڪونهي. اسلامي دنيا ۾ جتي بہ قرآن جي حڪومت ڪونهي، اتي پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اها فرياد ”يٰرَبِّ اِنَّ قَوْمِي اتَّخَذُوْا هٰذَا الْقُرْاٰنَ مَهْجُوْرًا“ سچي ثابت ٿي.[1]

* * * * *

[1] حڪومتي ڪارندن ۽ وحدت اسلامي ڪانفرنس ۾ شريڪ مهمانن سان ملاقات: 26 آگسٽ 1994ع

# جاهليت واري ۽ بعثت جي زماني
# جون امتيازي خصوصيتون

قرآن، حديث ۽ عام اسلامي لهجي ۾ بعثت کان پهريان واري زماني کي "جاهليت وارو دور" جو نالو ڏنو ويو آهي. قرآن شريف ۾ به اهو اصطلاح استعمال ٿيو آهي. اهڙي طرح حديثن ۽ عام اسلامي لهجي ۾ اسلامي دور کي جاهليت جي مقابلي جو دور سمجهيو ويندو آهي. البت، ان جو به هڪڙو اصول ۽ ضابطو آهي. اهو ضابطو ڪهڙو آهي؟ ان باري ۾ ڪجهه ڳالهيون آهن، جيڪي اسلامي دنيا کي جاهليت واري دور کان الڳ ڪن ٿيون. اهي اسلامي قدرن (اقدار) جا بنيادي ۽ اصل نقطا آهن.

## 1. خالص توحيد

پهرين درجي ۾ خالص توحيد آهي. خالص توحيد يعني غيرالله جي عبادت کان انڪار ڪرڻ آهي. توحيد صرف ان ڳالهه جو نالو ڪونهي ته بُت پرستي ڇڏي ڏجي. توحيد تاريخ ۾ هڪڙي عام ۽ پوري معنيٰ تي سلهاڙيل حقيقت آهي. هر دور ۾ مڪ مڪرم وارا بُت ته موجود ڪونه آهن. پٿر ۽ ڪاٺي جا بت هميشهه ته نظر ڪونه ٿا اچن. توحيد جي معنيٰ ۽ روح اهو آهي ته انسان غيرالله جي ٻانهپ نه ڪري ۽ غيرالله جي سامهون مٿو نه ٽيڪي، اها عبادت جي ڪامل ۽ خالص معنيٰ آهي.

هاڻي جيڪڏهن توهان پنهنجي روشن ۽ کليل اکين سان انساني زندگيءَ جي متعلق علمن (سماجي تربيتي ۽ اهڙائي ٻيا علم) تي نظر وجهو ته ڏسندا ته عبادت جو دائرو گهڻو وسيع آهي. جنهن قسم جي قيدوبند ۾ انسان کي جڪڙيو ويجي ٿو انهن مان هرهڪ انسان جي لاءِ هڪڙي طريقي جي عبادت وجود ۾ آڻي ٿو. غلط سماج ۽ نظامن جي ٻانهپ، غلط رسمن ۽ رواجن جي ٻانهپ، بيهودين شين جي پوڄا، ظالم طاقتن ۽ شخصن جي پوڄا، نفساني خواهشن جي پوڄا، اهي تمام گهڻو رائج آهن، پيئسي جي پوڄا، ڏاڍ ۽ طاقت آڏو ڪنڌ جهڪائڻ اهي سڀ عبادت جا قسم آهن.

جڏهن اسان چئون ٿا: "لاالٰه الا الله وحدهٗ لاشريك له" يعني خالص توحيد جي معنيٰ اها آهي تہ اهي سڀ عبادتون ختم ڪيون وڃن. جيڪڏهن ايئن ٿي وڃي تہ حقيقي ڀلائي ۽ ڇوٽڪارو حاصل ٿيندا. هي جو فرمايو تہ "قُولُوا لا الٰه الا الله تُفلِحُوا" اها ڀلائي هڪڙي حقيقي فلاح آهي. صرف سياسي فلاح ڪونهي، صرف سماجي فلاح ڪونهي، صرف معنوي ڪونهي، صرف قيامت جي ڏينهن جي فلاح ڪونهي، بلڪ دنيا ۽ آخرت ٻنهي جي فلاح آهي. اها اسلام جي امتيازن ۽ اسلامي دعوت جي واضح نقطن مان هڪ آهي. جنهن کي ٻي طرح بہ بيان ڪري سگهجي ٿو ۽ اهو هي آهي تہ اسلام يعني تسليم "اسلام لِوَجهِ الله"۽ الله جي سامهون سرجهڪائڻ. اهو بہ هڪڙو پهلو آهي، يعني ان ئي توحيد جو هڪڙو ٻيو پهلو آهي. اهو اسلامي دعوت جي امتيازن منجهان آهي. اهو جتي بہ هوندو، اتي اسلام هوندو. جتي ان جي برخلاف ڳالهہ هوندي، اتي جاهليت هوندي. جتي انهن ٻنهي جي وچواري حالت هجي اتي اسلام ۽ جاهليت جي وچ جي هڪڙي صورت هوندي. اهو خالص اسلام نہ هوندو. ڪامل اسلام نہ هوندو. ممڪن آهي اڌورو اسلام هجي.

## 2. عدل ۽ انصاف جو قيام

اسلامي دعوت جي اهم نقطن مان ٻيو نُقطو ماڻهن جي وچ ۾ عدل ۽ انصاف جو قيام آهي. جاهليت جي خصوصيت ظالماڻو نظام هو. ظلم ۽ ڏاڍ جو راڄ هو. ايئن ڪونہ هو تہ ڪڏهن ڪو هڪڙو شخص ڪنهن ٻئي تي ظلم ڪندو هو. بلڪ معاشري جو بنياد ئي ظلم، امتيازي سلوڪ. طاقتور جي ڪمزور تي بالادستي، مرد جي عورت تي برتري، امير جي غريب تي فوقيت ۽ مالڪ جي غلام تي زبردستيءَ تي قائم هو. پوءِ اهي مالڪ پاڻ بہ بادشاهن ۽ حڪمرانن جي زيادتي برداشت ڪندا هئا. هرطرف ظلم ئي ظلم هو. ماڻهن جي زندگي سراسر ظلم ۽ زيادتي ۾ غرق هئي. اها جاهليت زندگي جي خصوصيت آهي. پوءِ جتي بہ اهڙي قسم جو ماحول هوندو، اتي جاهليت هوندي. اسلام ان جي مقابلي ۾ هڪڙو نئون نظريو پيش ڪيو ۽ اهو عدل ۽ انصاف جو قيام آهي "اِنَّ اللهَ يَاْمُرُ بِالْعَدْلِ وَالْاِحْسَانِ" (نحل: 90) جيڪا اسلامي

معاشري جي هڪڙي پڌري خصوصيت آهي. عدل صرف نعرو ڪونهي. اسلامي معاشري کي عدل جي پنيان هلڻو پوندو. جيڪڏهن ان ۾ عدل ڪونهي ته ان کي قائم ڪرڻو پوندو. جيڪڏهن دنيا ۾ ٻه نظام هجن، هڪڙو عدل جو نظام هجي ۽ ٻيو ظلم جو هجي ۽ ٻئي غيراسلامي هجن ته اسلام عدل واري نظام جي حمايت ڪندو، ڀلي اهو غيراسلامي ڇونه هجي. حبش وارن مهاجرن کي پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم پاڻ حبش موڪليو هو. يعني انهن کي هڪڙي غيرمسلم بادشاهه جي پناهه ۾ ان جي عدل جي ڪري موڪليو هو. ٻين لفظن ۾ ماڻهن کي ان ظلم جي ڪري جيڪو انهن تي ٿي رهيو هو، انهن جي گهر ٻار کان پري ڪيو.

اهو ٻه هڪڙو نقطو آهي يعني عدل جو قيام، عدل جي پيروي کي عام ڪرڻ، عدل جي قيام جي ڪوشش ۽ جدوجهد ۽ عدل جو احترام ڪرڻ، اهو جتي به هجي (چاهي غيرمسلم ملڪ ۾ ڇونه هجي) ۽ ظلم دنيا ۾ جتي به هجي ته اسلام جي خصوصيت مان آهي ته اهو ان جي مذمت ڪري ٿو. توهان اسلامي تاريخ ۾ ڏسندا ته پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي حياتي مبارڪ عدل پروري ۽ عدل پسندي جي عڪاسي ڪري ٿي.

اها ڳالهه پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جي بعثت جي فرقن مان هڪ آهي. مان اها ڳالهه مثال ڏيڻ لاءِ عرض ڪري رهيو آهيان. ڏيان ڏريو ته جيئن ان نقطي تائين پهچي سگهون ته اڄوڪي تحريڪ سان ان جو تعلق جوڙي سگهجي. اهو مان نٿو گهران ته صرف اسلام جي تاريخ يا ان جون تعليمات بيان ڪريان ۽ ذهن ۾ ويهاريان.

### 3. اخلاقي خوبيون

اسلامي نظام ۾ مثال طور هڪڙو ٽيون نقطو فرض ڪريو جيڪو اخلاقي خوبين ڏانهن قدم وڌائڻ جي مقصد وارو آهي. اهو مٿي بيان ڪيل ٻنهي نقطن کان علاوهه آهي. ممڪن آهي، ڪنهن معاشري ۾ اهڙا ماڻهو هجن، جيڪي سٺن اخلاقن جا مالڪ هجن. معاشري جا فرد فداڪار، مفڪر، عاقل، نيڪي ۽ احسان ڪرڻ وارا، هڪٻئي جي مدد ڪرڻ وارا، مشڪلات ۾ صبر ڪرڻ وارا ۽ سختين ۾ بردبار اخلاق وارا،

هڪبئي سان سنو سلوڪ ڪرڻ وارا ۽ جتي به ضروري هجي اتي قرباني ڏيڻ وارا هجن، ان جي برخلاف به ممڪن آهي. يعني اهو به ممڪن آهي ته اهڙا ماڻهو هجن، جن جا پاڻ ۾ رابطا رحم، مروت، انصاف ۽ سٺن اخلاقن جي بجاءِ نفعي جي مطلب تي ٻڌل هجن. هڪبئي کي صرف ان وقت تائين برداشت ڪن جيستائين انهن جي مفادن لاءِ سازگار هجن. جيڪڏهن سازگار نه هجن ته هڪبئي کي نابود ۽ تباهه ڪرڻ لاءِ تيار هجن. اهو به معاشري جو هڪڙو قسم آهي. ان معاشري کي جاهليت وارو معاشرو چوندا آهن. اهو ان معاشري جي برخلاف آهي، جنهن تي اخلاقي خوبيون حڪم فرما آهن ۽ جنهن کي اسلامي معاشرو سڏبو آهي. حضرت پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي خصوصيت اخلاقي خوبين جي دعوت هئي. اها رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي بعثت ۽ رسالت جو هڪڙو نقطو ۽ عنصر آهي. انهي بنياد تي چئي سگهجي ٿو ته اسلام ۽ جاهليت کي هڪبئي کان الڳ ۽ ممتاز ڪرڻ واري هڪڙي سرحد اخلاق جو موضوع آهي.

### 4. نظرين جو دنياوي زندگي تائين محدود نه هجڻ

هڪڙو ٻيو نقطو جنهن کي مان اسلامي امتيازن جو آخري نقطو قرار ڏئي رهيو آهيان. اهو نظرين جو دنياوي زندگيءَ تائين محدود نه هجڻ آهي. اهو به هڪڙو بنيادي نقطو آهي. جاهليت واري نظام جي هڪڙي خصوصيت اها آهي ته ان جا فرد سڀني شين کي هن ئي دنيا جي زندگي تائين محدود سمجهندا آهن. جيڪڏهن ماڻهو هن دنيا ۾ يعني کائڻ، پيئڻ، سمهڻ ۽ هر اُن شئي ۾ جيڪا انسان جي ذاتي زندگي سان لاڳاپيل آهي، ڪجهه حاصل ڪري سگهي ته پاڻ کي ڪامياب سمجهندا آهن. پر جيڪڏهن اهو طئي تي وڃي ته اهڙي جدوجهد، ڪوشش ۽ ڪم ڪريون، جنهن جو نتيجو هن دنيا ۾ نٿو ملي ته پاڻ کي فريب ۾ آيل، شڪست کاڌل ۽ گهاٽي ۾ تصور ڪندا آهن. اها جاهليت جي زندگي جي هڪڙي خصوصيت آهي. جاهليت جي زندگيءَ ۾ هن ڳالهه جي ڪابه گنجائش ڪونهي ته انسان ڪو اهڙو

ڪم ڪري جيڪو الله ۽ معنويت جي لاءِ هجي ۽ ان جي جزا آخرت ۾ ملي. اسلام ان کي هڪڙي خصوصيت قرار ڏنو آهي تہ انسان جي پوري زندگي ۽ سڀ ڏک سک هن ئي دنياوي حياتي تائين محدود نہ هجي. اها بعثت جي خصوصيت آهي جنهن جو ضد جاهليت آهي.[1]

* * * * *

[1] عيد ميلادالنبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مناسبت سان حڪومتي آفيسرن ۽ عهديدارن سان ملاقات: 31 ڊسمبر 1994ع.

# اسلامي وحدت جي اهميت ۽ ان کي عملي جامون پارائڻ جي ڪوشش جي ضرورت

اسلامي انقلاب جي جاري رهندڙ صدقن (صدقات جاريہ) مان هڪ ڳالهہ جنهن جي امام خميني رحمت الله عليہ جي سجاڳ ذهن جي برڪت سان شروعات ٿي، اها هيءَ آهي تہ حضرت رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پاڳواري جمر جي ڏينهن کي "وحدت جا ڏينهن" جي عنوان سان متعارف ڪرايو ويو. ان لحاظ کان هي مسئلو اهم آهي تہ اتحاد بين المسلمين هڪڙي تمنا آهي. ڪجهہ ماڻهن جي اها دلي خواهش آهي، جڏهن تہ ڪجهہ ماڻهو ان حوالي سان زباني حد تائين ڳالهيون ڪن ٿا، جنهن کي انهن جي زبان جو ٽڙڻ چئي سگهجي ٿو. بهرحال، اها هڪڙي تمنا آهي ۽ هڪڙو اهڙو رستو جنهن تي عمل ٿيڻ گهرجي.

ڪابہ تمنا جدوجهد، ڪوشش ۽ محنت ڪرڻ کان سواءِ پوري ڪونہ ٿيندي آهي. جڏهن اسان ان تمنا جي تڪميل جي عملي راهن لاءِ سوچيون ٿا تہ اهائي خلقت واري جهان جي عظيم ترين هستي يعني حضرت پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ذات گرامي اسان کي ڏسڻ ۾ اچي ٿي جيڪا سيني مسلمانن جي عقيدن ۽ ايماني جذبن جو مرڪز آهي. اسلامي حقيقتن ۽ معرفتن ۾ شايد ئي ڪا بہ شئي اهڙي هجي جنهن تي مسلمانن جي عقيدن ۽ ايماني جذبن ۾ ايترو اتفاق ملندو هجي، شايد نہ هجي يا گهٽ هجي. انهيءَ ڪري جو جذبن جو ڪردار بہ گهڻو اهم آهي. ڪجهہ اقليتي گروهن کي ڇڏي جيڪي عام مسلمانن کان الڳ ٿي ويا آهن ۽ جذبن، محبت، ڌيان ۽ وسيلي کي اهميت نٿا ڏين، عام مسلمان نبي اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان محبت جي جذبن کي اهميت ڏين ٿا. انهيءَ بنياد تي پاڻ سڳورن جي هستي ٻڌيءَ جو محور ٿي سگهي ٿي. اڄ مان ملڪ جي اعليٰ عهديدارن ۽ مختلف ملڪن ۾ اسلامي دنيا جي ممتاز شخصيتن جي وچ ۾ پنهنجي گفتگو ۾ ان نقطي تي خاص ڌيان ڏيڻ گهران ٿو.

## موجوده زماني ۾ اسلام جي دشمنن جون خاصيتون ۽ اسلامي سجاڳي

پيارو ۽ پينرو! اڄ مسلمانن جي لاءِ بڏي هڪڙي لازمي ضرورت آهي. اڄ اسلام ۽ مسلمانن جي دشمن جون ٻه خاصيتون آهن. جيڪي ماضيءَ ۾ انهن ۾ ڪونه هيون:

هڪ اهو ته اهي مال ۽ دولت، سياست ۽ پرچاري ذريعن جي سيني وسيلن ۽ نافذ ڪرڻ، اثرانداز ٿيڻ ۽ هينانهون ڊيڪارڻ جي مختلف وسيلن سان پريل آهن. اسلام جو دشمن ڪير آهي؟ پرماريت ۽ يهوديت جيّ محاذ کان وٺي آمريڪا تائين، تيل جي ڪمپنين کان وٺي قلم وڪڻندڙ ليکڪن ۽ نام نهاد روشن خيالن تائين جيڪي انهن جي لاءِ ڪم ڪن ٿا. پوري دنيا ۾ هر طرح جي وسيلن سان مالامال آهن. اسلام جي مخالفت ڪندڙ محاذ ڪڏهن به ايترن وسيلن سان مالامال ڪونه هو.

ٻي خصوصيت اها آهي ته اهوئي سمورن وسيلن سان پرپور محاذ اڄ خطري جي حوالي سان، جيڪو اسلام ۽ اسلامي سجاڳيءَ کان ان کي لاحق آهي، گهڻو حساس آهي ۽ اها حساسيت ان ڪري آهي، جو اهو ڏسي رهيو آهي ته اسلام اخلاقي نصيحتن جي حدن کان وڌي هڪڙي فڪري موقف جي شڪل ۾ ظاهر ٿي رهيو آهي. جيڪو هڪڙي نظام کي وجود ڏئي سگهي ٿو. اسلام جي دشمنن ڏٺو ته اسلام هڪڙو انقلاب آڻڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهي. اسلام هن قوم کي روحاني شڪست جي حالت کان ڪڍي استحڪام ۽ خود اعتمادي عطا ڪئي آهي. ان حالت ۾ پهچائي ڇڏيو آهي، جو ان پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي دين جي لاءِ عزت ۽ سربلندي حاصل ڪئي آهي. انهن ڏٺو ته اسلام هڪڙي قوم کي ايترو سگهارو ۽ بااختيار بنائي سگهي ٿو جو اهي مڙئي وسيلا جن جو مون ذڪر ڪيو اهي سڀ هن قوم جي مقابلي ۾ مُڏا ۽ بي اثر ٿي وڃن ٿا.

اسلامي انقلاب جي ڪاميابي ۽ اسلامي نظام جي قيام جي تقريبن سترهن سالن کان پوءِ دنيا ۾ اڪيلو سپرپاور هجڻ جي دعوا ڪندڙ حڪومت، اسلامي جمهوري ايران سان سياسي ۽ اقتصادي مقابلي ۾ پنتي هٽڻ تي مجبور ٿي وئي. هي اهو مسئلو آهي جنهن جو اڄ

مشاهدو ٿي رهيو آهي . اها ڳالھ عالمي سامراج جي تجزيہ نگارن جي اکين کان ڳجهي ڪونهي. اسلام پنهنجي طاقت ۽ توانائيءَ جو اظهار ڪري رهيو آهي. انهن ڏٺو آهي تہ اسلامي دنيا ۾ جيڪو گروهہ بہ پنهنجي معاشري جو ماحول سڌارڻ گهري ٿو اهو اسلام سان لاڳاپي ۾ اچي رهيو آهي. ايران ۾ اسلامي انقلاب ڪامياب ٿيڻ کان اڳ مختلف ملڪن ۾ جن گروهن اصلاح پسنديءَ کي پنهنجو شعار بنائڻ گهريو ٿي، اهي مارڪسزم ۽ سخت نيشنلزم جو سهارو وٺندا هئا. پر اڄ اسلامي ملڪن ۾ ڏسو تہ روشن خيال ماڻهو نوجوان طبقو عالم سڳورا. يونيورسٽين مان پڙهي نڪتل اڪابر ۽ عوام جي مختلف جماعتن مان جيڪو بہ اصلاح پسنديءَ جي دعوا ڪندڙ هوندو آهي، اهو اسلام سان سلهاڙجي ويندو آهي. اها اسلام جي اعليٰ توانائي ۽ ڪردار آهي. دشمن ان کي ڏسي رهيو آهي، انهيءَ ڪري حساس ٿي ويو آهي.

اسلامي دنيا کي اسلام ۽ مسلمانن جي اهڙي دشمن کي منهن ڏيڻو پئجي رهيو آهي، جنهن ۾ اهي ٻئي خصوصيتون موجود آهن. هڪڙي اها تہ پهريان کان وڌيڪ وسيلن سان مالامال ۽ ٻي خصوصيت اها تہ اهو اسلام جي حوالي سان اڳ کان وڌيڪ حساس آهي. اهو دشمن ڇا ڪندو.؟

اُن دشمن وٽ بهترين وسيلو اهو آهي تہ مسلمانن جي وچ ۾ ڏقيڙ وجهي. خاص ڪري انهن فرقن جي وچ ۾ وٿيون وڌائي جن کان ٻين مسلمانن کي فڪر ملي سگهي ٿو. توهان ڏسو تہ اڄ مختلف اسلامي ملڪن ۾ تيل ۽ ٻين ذريعن سان حاصل ٿيڻ واريون ڪيتريون رقمون خرچ ڪيون وڃن ٿيون تہ ڪو ڪتاب لکيو وڃي ۽ شيعہ مڪتب سان عجيب ۽ غريب عقيدا منسوب ڪيا وڃن. مون هڪڙي دور ۾ اهڙن ڪتابن جو وڏو ذخيرو گڏ ڪيو هو ڏٺو تہ تمام گهڻا ڪتاب لکيا پئي ويا. اختلاف وجهڻ لاءِ انهن ڪتابن کي سهيڙڻ ۽ تياريءَ ۾ اشتهاري دنيا جا چالاڪ ترين ماڻهو سرگرم آهن. تہ جيئن اسلامي معاشري جي ان حصي کي جنهن اسلامي جهنڊو بلند ڪيو آهي ۽ ان جي اوج ۽ بلند

ترين چوٿي ايران آهي، جنهن ٻين جاين تي بہ جتي ان ڪان ٿي سگهيو. اسلام جي مدد ۾ زندگي جي واقعن خلاف جنگ تي سندرو ٻڌو ۽ دنياوي طاقتن جي مقابلي تي آيو ان ڪي باقي اسلامي دنيا کان الڳ ڪري ڇڏين.

اڄ اسلامي دنيا ۾ ناڻو گهڻو آهي، فڪر بہ گهڻو آهي ۽ لائق افرادي قوت بہ آهي. عالم سگهورا شاعر، ليکڪ، فنڪار ۽ قابل سياسي شخصيتون اسلامي دنيا ۾ موجود آهن ۽ معدنيات کان علاوه زيرزمين قدرتي مالي ذخيرن جو وڏو حصو بہ اسلامي ملڪن جي اختيار ۾ آهي. جيڪڏهن اهي سيئي گڏجي پنهنجي اندر ٻڌي پيدا ڪن يا گهٽ ۾ گهٽ هڪٻئي جي خلاف ڪم نہ ڪن تہ توهان ڏسندا تہ دنيا ۾ ڇا ٿو ٿئي. دشمن اهڙو ڪم ڪري رهي آهي، جو اسلامي دنيا جا اهي مالي ۽ افرادي قوت جا ذخيرا هڪٻئي جي مقابلي ۾ اچي وڃن. عراقي حڪومت کي ورغلايو ۽ هن علائقي ۾ اٺ سالا تباهہ ڪندڙ جنگ شروع ڪئي ۽ ڪوشش ڪئي تہ اسلامي انقلاب ۽ اسلامي نظام جي هن نئين ٻوٽي کي پاڙوئون ختم ڪري ڇڏين. پر ڪري نہ سگهيا: ”ضَرَبَ اللهُ مَثَلاً كَلِمَةً طَيِّبَةً كَشَجَرَةٍ طَيِّبَةٍ أَصْلُهَا ثَابِتٌ وَّفَرْعُهَا فِي السَّمَآءِ ۝ تُؤْتِيٓ أُكُلَهَا كُلَّ حِيْنٍ بِإِذْنِ رَبِّهَا“ (ابراهيم: 24، 25) اهو جملو اسلام جي خصوصيت آهي، ان کي پاڙون پٽي ختم ڪرڻ ممڪن ڪونهي. اهي اڄ بہ سياسي لحاظ کان هر ممڪن ڪوشش ڪري رهيا آهن. تنهنڪري مون جيڪو نتيجو ڪڍيو آهي، پنهنجي پروڙ ۽ هڪڙي خدمت گذار جي حيثيت سان ۽ هڪڙي اهڙي شخص جي حوالي سان جيڪو دشمن جي سازش ڏسي رهيو آهي ۽ محسوس ڪري رهيو آهي . پنهنجن مسلمان ڀائرن کي منهنجو عرض آهي تہ اڄ مسلمانن جي لاءِ اتحاد بين المسلمين انتهائي ضروري آهي. اهو مذاق يا نعرو ڪونهي، اسلامي معاشرن کي پاڻ ۾ سنجيدگيءَ سان اتحاد پيدا ڪرڻ گهرجي، ٻڌي سان اڳتي وڌڻ گهرجي. البت، ٻڌي هڪ پيچيده مسئلو ضرورر آهي. اتحاد وجود ۾ آڻڻ ڏکيو ڪم آهي. مذهبن جي اختلاف سان، زندگيءَ جي رسم ۽ رواج جي مختلف هجڻ سان، فقهي اختلافن جي باوجود، اسلامي قومن جي وچ ۾ اتحاد ٿي سگهي ٿو. اسلامي قومن جي وچ ۾ اتحاد جو مطلب اهو آهي تہ اسلامي دنيا سان لاڳاپيل مسئلن ۾ ٻڌي سان اڳتي وڌجي،

هڪ ٻئي جي مدد ڪجي، ۽ انهن قومن اندر پنهنجي دولت ۽ طاقت هڪٻئي جي خلاف استعمال نہ ڪجي.

## حضور اڪرم ﷺ جي ذات ۽ پاڻ سڳورن جي تعليم عالم اسلام جي مسلمانن جي ٻڌي جو مرڪز ۽ محور

ان سلسلي ۾ هڪڙي شئي جيڪا محور بڻجي سگهي ٿي، اها نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پياري ذات آهي. مسلمان ۽ روشن خيال ماڻهو اسلام جي حوالي سان همهگير نقطہ نگاهہ سان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ذات گرامي، پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات ۽ پاڻ سڳورن سان محبت جي موضوع تي ڪم ڪن.

هڪڙي ٻي شئي جيڪا ٻڌيءَ جو بنياد ٿي سگهي ٿي ۽ سيئي مسلمان ان تي متفق ٿي سگهن ٿا، اهلبيت رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پيروي آهي. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اهلبيت کي سيئي مسلمان مڃين ٿا. البت، شيعہ انهن جي امامت تي ايمان رکن ٿا ۽ جيڪي شيعہ ڪونہ آهن، اهي شيعہ مڪتب جي اصطلاح ۾ امامت جي جيڪا معنيٰ آهي، ان معنيٰ ۾ انهن هستين کي امام نٿا مڃين، پر اهو تسليم ڪن ٿا تہ اهي هستيون اسلام جون بزرگ هستيون آهن. مڃين ٿا تہ اهي پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا اهلبيت آهن. انهن کي اسلامي تعليمات ۽ احڪامن کان باخبر مڃين ٿا. مسلمان عمل ۾ امامن سڳورن ۽ پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اهلبيت جي ارشادن تي اتفاق ڪن. اهو بہ ٻڌيءَ جو هڪڙو وسيلو آهي.

البت، اهو ڪو آسان ڪم ڪونهي، پر اهو هڪڙو ٽيڪنيڪل ڪم آهي. ان جي لاءِ ڪجھ شروعاتي نقطا ضروري آهن. جيڪي ماڻهو اهل فن آهن، حديث جا ماهر آهن. حديثن سان لاڳاپيل علم جا ماهر آهن، انهن کي خبر آهي تہ ان ڪم جون گهرجون ڪهڙيون آهن. حديث کي سمجهڻ. ان مان مطلب ڪڍڻ ۽ انهن ۾ سلهاڙيل معيارن تي ۽ ايئن حديث جي صحيح ۽ معتبر هجڻ جي معيارن تي اتفاق هجڻ گهرجي. ماضي ۾ بنواُميہ ۽ بنوعباس جي خلافتي دربار ڪوشش ڪئي تہ اهلبيت جي تعليمات کي دنيا جي فڪر مان ٻاهر ڪڍي ڇڏين.

انهيءَ ڪري انهن کان روايتون تمام گهٽ نقل ڪيون ويون آهن. محدث صرف حديث نقل ڪندو آهي، ان جي لاءِ انهيءَ ڳالهه ۾ ڪو فرق ڪونهي تہ اهو حديث حسن بصريءَ کان نقل ڪري ٿو يا قتاده کان نقل ڪري يا ڪنهن ٻئي کان نقل ڪري.

امام جعفرصادق عليہ السلام کان حديث نقل چونہ ڪيون؟ هارون، مامون، معتصم ۽ متوڪل جهڙن خليفن جي درٻارن ان کان روڪيو ۽ ان ۾ رڪاوٽون وڌيون. ڪجهہ ماڻهو حديث تي الزام لڳائيندا هئا. انهيءَ بنياد تي جيڪو ڪم ٿيڻ گهرجي، اهو هي آهي تہ حديث جي ڇنڊڇاڻ جي ميدان ۾ گڏيل سمجهہ جي ڪوشش ڪئي وڃي. ان سلسلي ۾ اها عالمن سڳورن ۽ اسلامي مفڪرن جي ذميواري آهي. ڪيتري افسوس جي ڳالهہ آهي تہ اهو اسلامي مفڪر جنهن کي مسلمانن جي عزت ۽ اسلام جي جهنڊي جي سربلنديءَ لاءِ قلم کڻڻ ۽ ڪوشش ڪرڻ گهرجي ها، اهو اختلافي مسئلن جو رخ ڪري ۽ مسلمانن جي وچ ۾ اختلاف، فرقي بازي ۽ وٿيون پيدا ڪرڻ جي لاءِ ڪم ڪري ۽ قلم هلائي. ڪنهن تي بهتان مڙهي ۽ ڪنهن کي اسلام جي دائري مان خارج ڪري. ٻڌي پيدا ڪرڻ ۽ اتحاد جو ميدان فراهم ڪرڻ جي سلسلي ۾ عالمن سڳورن تي وڏي ذميواري عائد ٿئي ٿي. صرف هڪڙي فرقي جي عالمن تي نہ بلڪ سيني فرقن جي عالمن تي اها ذميواري عائد ٿئي ٿي.

ڀائرو ۽ ڀينرون! ڪڏهن ڪڏهن دشمن شيعن جي وچ ۾ ۽ سنين جي وچ ۾ اختلاف پيدا ڪرڻ لاءِ اهڙن ماڻهن کان ڪم وٺي ٿو جن کي سمجهہ سوچ ڪونهي. شيعہ معاشري ۾ ڪا اهڙي حرڪت ٿئي ٿي، جيڪا غيرشيعہ مسلمان ڀائرن جي لاءِ چڙ ڏيارڻ جو سبب ٿي وڃي ٿي ۽ بلڪل اهوئي ڪم سني معاشري ۾ بہ ٿيندو آهي ۽ ڪو اهڙو ڪم ڪيو ويندو آهي، جيڪو شيعن جي لاءِ نفرت وارو ۽ اشتعال انگيز هوندو آهي. اهو ڪم ڪير ڪندو آهي؟ اڄ اسان جي سامهون هڪڙو دشمن آهي، جڏهن تہ اسلامي معاشري ۾ ڪتاب هڪ آهي، سنت هڪ آهي، پيغمبر هڪڙو آهي، قبلو هڪڙو آهي، ڪعبو هڪڙو آهي، حج هڪڙو آهي، عبادتون ساڳيون آهن، اعتقادي اصول بہ هڪ آهن.

البت، ڪجهه اختلاف بہ آهن. ٻن عالم سڳورن جي وچ ۾ علمي اختلاف ٿي سگهن ٿا. ان سان گڏ اسلامي دنيا جي سامهون هڪڙوئي دشمن آهي. اتحاد بين المسلمين جو مسئلو گهڻو اهم آهي. ان مسئلي تي زور شور سان ڪم ٿيڻ گهرجي. ان ۾ هر ڏينهن جي دير سان اسلامي دنيا کي گهڻو نقصان پهچي رهيو آهي. انهن ۾ ڪجهه ڏينهن ايترا اهم آهن، جو انهن جو اثر پوري حياتي باقي رهندو آهي. تنهنڪري ان ۾ دير نہ ڪجي.

'اسلامي جمهوريہ ايران' الله جي فضل سان پهرين ئي ڏينهن کان ان راهہ تي قدم وڌايو آهي. اسان جو عظيم الشان امام حضرت خميني رحمت الله عليہ ان راهہ جو پيشوا هو ۽ بزرگن، آفيسرن، خطيبن، قلمڪارن، مختلف ادارن ۽ اسلامي دنيا جي مفڪرن ڪافي ڪوششون ڪيون آهن. انهن ڪوششن کي ضايع ٿيڻ نہ ڏيو.

اميد آهي تہ الله تعاليٰ مدد ڪندو اسان جا قدم ڄمائيندو ان راهہ ۾ دلين جي هدايت فرمائيندو ۽ هڪٻئي سان جوڙي ٻڌي کي مضبوط فرمائيندو ۽ دلين کي انشاء الله هڪٻئي جي وڌ کان وڌ ويجهو ڪندو.[1]

❊ ❊ ❊ ❊ ❊

---

[1] حڪومتي اهلڪارن، اعليٰ عهديدارن ۽ وحدت الاسلامي ڪانفرنس ۾ شريڪ غيرملڪي مهمانن سان ملاقات: 15 آگسٽ 1995ع.

## پغمبر اڪرم ﷺ جي بعثت جو ڏينهن حقيقت ۾ اعليٰ انساني قدرن جي وجود ۾ اچڻ جو ڏينهن آهي

بعثت جو ڏينهن حقيقت ۾ انساني تاريخ جو سڀ کان وڏو ڏينهن آهي. اهو ڏينهن اعليٰ انساني قدرن جي وجود ۾ اچڻ جو ڏينهن آهي. بعثت رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙي اهڙي تحريڪ جو نالو آهي، جنهن جي ذريعي جتي هڪڙي طرف انسانذات کي انفرادي، روحاني ۽ معنوي اعتبار کان ڪمال جي منزل تائين پهچائڻ مقصد هو ته ٻئي طرف انساني معاشرن جي اصلاح ڪندي، اجتماعي زندگيءَ کي ڪمال جي حد تائين پهچائڻ هو. مسئلو اهو آهي ته بعثت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۾ جيڪا شئي انسان کي سوکڙي طور پيش ڪئي وئي آهي، اها صرف ڪجهه خشڪ مضمونن ۽ هڪڙي اهڙي رستي جي نشاندهي ڪرڻ نہ هو جنهن راهہ جو ڪو مسافر ئي نہ هجي يا ان رستي ۾ ماڻهن جي معاملن جي سار سنڀال لهڻ وارو ڪوئي نہ هجي، نہ! ايئن ڪونہ هو.

بعثت جي شروعات ۾ ئي پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مقدس وجود ۾ ۽ پاڻ سڀني کان پهرين مومنن جي عمل، ڪردار ۽ انهن جي دل ۽ جان ۾ ان جو پيغام پڪو ٿي چڪو هو ۽ ان جي شروعات کان ئي جاهليت کي نقصان جو منهن ڏسڻو پيو هو ۽ اهائي تہ نبين سڀني عليهم السلام جي بعثت جي خصوصيت آهي.

### اسلام جي تبليغ ۾ رسول اڪرم ﷺ جو تزڪيہ نفس ۽ پاڪيزگي جو ڪردار

اها خصوصيت صرف پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت سان مخصوص ڪونهي. سڀئي نبي سڀ عليهم السلام گهمندا ڦرندا آهن ۽ تعليم ۽ تربيت واري مهم ۾ جيڪا بہ شئي ماڻهن کي سوکڙي طور عطا ڪندا آهن، پنهنجي عمل ۽ ڪردار سان بہ ان جو ڀرپور مظاهرو ڪندا آهن ۽ سڀني کان اڳ ۾ پاڻ ئي ان تي عمل ڪري

ڏيڪاريندا آهن: ”يُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ“ (بقر: 129) هيءَ آيت ان ڳالهہ جو دليل آهي تہ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مقدس وجود ۾ ڪتاب ۽ حڪمت جو علم اعليٰ درجي وارو هو ۽ ”يُزَكِّيهِمْ“ ان ڳالهہ جو دليل آهي تہ پاڻ سڳورن جو پاڪ وجود بشري طبيعت ۾ ممڪن حد تائين ڪمال ۽ تزڪيي جي بلندين سان مالامال آهي. هيءَ اها طاقت آهي، جنهن جي ذريعي هڪڙي پوري دنيا کي تزڪيي جي راهہ تي لڳائي سگهجي ٿو. اهائي ڳالهہ آهي، جنهن کان مختلف فڪري مڪتبن جا قائدين ۽ رهنما، جيڪي مختلف علمي، فلسفي، معاشرتي، سياسي ۽ بين ڳالهين سان لاڳاپيل آهن، سڀ جا سڀ غافل آهن. تنهنڪري جڏهن انهن جي ذهنن ۾ ڪجهہ سوچون جنم وٺنديون آهن يا تصور جي حالت ۾ ڪجهہ شين کي پروڙيندا آهن تہ اهي انهن سوچن کي ماڻهن جي حوالي ڪري ڇڏيندا آهن. جنهن جي نتيجي ۾ ڪجهہ ماڻهو انهن نظرين کي انهن کان سکندا آهن ۽ ڪجهہ ڪونہ سکندا آهن. نبين سڳورن جو اهو طريقو ڪونهي، ڇوتہ پهريان اهي پاڻ عمل ڪندا آهن. يعني اهي پنهنجي زبان سان جنهن ڳالهہ جو اعلان ڪندا آهن، پهريان پاڻ ان تي عمل ڪندا آهن. اهوئي طريقيڪار حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو بہ هو.

تنهنڪري جڏهن پهريون پيرو تعليم ۽ تربيت، تزڪيي ۽ عدل و انصاف جي تحريڪ جي شروعات ٿي تہ ان تحريڪ جي مخالفت بہ شروع ٿي. ان وقت کان وٺي جڏهن حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ”وَاَنْذِرْ عَشِيْرَتَكَ الْاَقْرَبِيْنَ“ (شعراء: 214) تي عمل ڪندي دعوت جي شروعات ڪئي ۽ ان وقت تائين جڏهن پاڻ سڳورن هڪڙي اجتماعي نظام (اهوئي عدل ۽ انصاف تي ٻڌل نظام) جي قيام جي شروعات ڪندي، ان کي تڪميل تائين پهچايو تہ هر مرحلي تي پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم خود عمل ڪري ڏيکاريو.

البت، بعثت ۾ جنهن ڳالهہ جو اسان مشاهدو ڪريون ٿا ۽ ان کي بيان ڪريون ٿا، اها ان جي ظاهري ڪيفيت آهي، جڏهن تہ ان جي الاهي ۽ ملڪوتي حقيقت جيڪا خالق اعليٰ ۽ ان جي هڪڙي ممتاز ۽ چونڊيل ٻانهي جي وچ ۾ هوندي آهي، اها اسان جي ذهنن جي پهچ کان

متاهين آهي. اسان ان ڳالهہ کي سمجهي نٿا سگهون تہ حقيقت ڇا آهي؟ ان حوالي سان ڏنو وڃي تہ بعثت جو واقعو غير معمولي اهميت وارو آهي ۽ اسان جي تصور کان ٻاهر آهي. جيڪا شئي اسان جي نگاهہ سامهون آهي، جنهن کي اسان ڏسي رهيا آهيون، اها هيءَ آهي تہ هرڪو پنهنجي سمجهہ، سوچ ۽ تدبر جي موجب ان مان ڪجهہ نہ ڪجهہ سمجهي ويندو آهي ۽ اهوئي واقعو پنهنجي مخاطبن ۽ پوري دنيا جي انسانن تي اثرانداز ٿيندو آهي.

## رسول الله ﷺ جي بعثت جا ٻہ واضح هدف

### 1. ذڪر ۽ تذڪري جي ذريعي ايمان جي دعوت ڏيڻ:

شروعات ۾ جڏهن اهو واقعو ظاهر ٿيو تہ ان وقت کان ئي ٻہ ڳالهيون واضح هدف طور ان ۾ ڏٺيون ويون. هڪڙي اها تہ اسان جي وجود ۾ هڪڙي تحريڪ کي ايجاد ڪرڻ يعني روحاني ۽ باطني طور تي انسان جو هميشهہ الله ڏانهن ڌيان ڏرڻ. هي اهو پهريون نُقطو آهي يعني ايمان جو مسئلو جهانن جي پالڻهار جي ذات تي ڌيان يا قرآن شريف جي گهڻين آيتن جي اصطلاح ۾ "ذڪر" آهي. الله تعاليٰ بعثت جي ذريعي سڀ کان پهريان جيڪا شئي انساني لڏي کي سوکڙي طور پيش ڪئي، اهو ذڪر، فڪر ۽ پنهنجي نفس جي معرفت آهي. اهو پهريون قدم آهي ۽ جيستائين اهو قدم نٿو کڄي تہ بعثت ۽ نبوت جو ڪوبہ هدف حاصل نٿو ڪري سگهجي. "اِنَّمَا تُنْذِرُ مَنِ اتَّبَعَ الذِّكْرَ" (ياسين: 11) جڏهن ڪوبہ شخص پنهنجي اندر سوچ پيدا ڪري ۽ ان سوچ جي پيروي ڪري تہ پوءِ ان کان بعد گڏيل معاملن ۾ انداز، اصلاح، ارشاد، تڪميل ۽ جدوجهد جو مرحلو اچي ٿو. تنهنڪري اهو پهريون قدم آهي. انسان جڏهن مقصد کان غافل ٿيندو آهي تہ اصلاح ۽ تعمير جا سڀ دروازا ان جي لاءِ بند ٿي ويندا آهن.

اڄ توهان هن مادي دنيا کي ڏسو! اجوڪي مادي پرست دنيا ۾ جيڪڏهن ڪا شئي اصلاح ۽ سعادت جي ڪُنجي ٿي سگهي ٿي تہ اها اهوئي فڪر ۽ پنهنجي نفس جي معرفت آهي. انهن ئي مادي نظارن جي

پس منظر ۾ پنهنجي خلقجڻ جي هدفن کي ڳوليو. انهيءَ مادي زندگيءَ جي نظارن پٺيان جيڪا ڪائڻ پيئڻ، شهوت، طاقت، مال جي محبت ۽ اهڙين ٻين شين سان لاڳاپيل آهي، جيڪا اٽل آهي، ان کي ڳوليو. سيني برائين جي پاڙ هن ڪائنات جي حقيقي ۽ باطني چهري کان منهن موڙڻ آهي. انساني حياتيءَ جو ڳجهه ۽ راز اهو آهي ته انسان پنهنجي حقيقي بنياد ۽ پنهنجي اصل ذميوارين ڏانهن ڌيان ڏين. هڪڙي الهام جو منتظر هجڻ، نظرن کان اوجهل هڪڙي سگهاري ۽ اقتدار ۽ اختيار جي ڌڻي اعليٰ حاڪم جي فرمان تي لبيڪ چوڻ جي جرئت پيدا ڪرڻ ئي اصلي ۽ بنيادي مسئلو آهي. جنهن کي قرآن شريف جي هڪڙي ٻئي اصطلاح جي مطابق ”غيب تي ايمان“ سان به تعبير ڪيو وڃي ٿو. ”اَلَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِالْغَيْبِ“ (بقر: 3 ). مادي زندگيءَ جي انهن ظاهري رنگينين ۾ گم نه ٿي وڃڻ، زندگيءَ کي انهن ئي شين يعني ڪائڻ پيئڻ، سمهڻ ۽ شهوت ۽ خواهش، طاقت ۽ اقتدار جهڙين شين ۾ فنا نه ڪرڻ ئي انسانن لاءِ بعثت جي بنيادي سوڪڙي آهي. حضور صلي الله عليه وآله وسلم جو پهريون هدف به اهوئي هو ته اهي ماڻهن کي ياد ڏيارين، انهن کي ايمان جي دولت سان مالامال ڪن ۽ اهو به غيب تي ايمان.

## 2. عدل ۽ انصاف تي ٻڌل معاشري جو قيام:

ٻيو هدف جنهن کي پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم شروع کان ئي پنهنجي ڌيان جو مرڪز قرار ڏنو اهو انساني زندگيءَ جي گذر سفر جي لوازمات جي فراهميءَ لاءِ هڪڙو صاف سٿرو ماحول فراهم ڪرڻ هو. يعني هڪڙو اهڙو ماحول جنهن ۾ ظلم ۽ ڏاڍ، طاقتورن جو ڪمزورن ۽ بيوسن کي چيرڻ ڦاڙڻ ۽ پنهنجي ڏاڍاين جو نشانو بڻائڻ جي ڪابه گنجائش باقي نه رهي. يعني هڪڙي اهڙي دنيا آباد ڪرڻ جتي ضعيفن جي لاءِ صرف محروميون نه هجن، بلڪ هڪڙي اهڙي معاشري کي قائم ڪرڻ مراد هئي، جنهن کي قرآن شريف ۽ حديثن جي اصطلاح ۾ ”قسط ۽ عدل“ جي نالي سان تعبير ڪيو ويو آهي ۽ انساني لڏي جي سڀ کان وڏي خواهش ۽ تمنا به اهائي آهي. انساني تاريخ جي

شروعات ڪان وٺي (يعني جڏهن کان انسان عقل ۽ سمجهه، غوروفڪر جي قوت حاصل ڪئي آهي ۽ پنهنجي زندگيءَ کي نظم و ضبط جي سانچي ۾ ڍاليو آهي) اڄ تائين عدل ۽ انصاف جي قيام جو خواهشمند رهيو آهي. اڄ ڪجهه ماڻهن جي طرف کان صلح جا نعرا بلند ۾ اچن ٿا. يقينن صلح هڪڙي سٺي ڳالهه آهي، پر صلح ان وقت بهتر ۽ سٺو ٿي سگهي ٿو جڏهن عدل ۽ انصاف تي ٻڌل هجي. گهڻا ماڻهو عدالت تائين رسائي حاصل ڪرڻ لاءِ لڙائي ۽ ڏقيڙ جي چونڊ ڪن ٿا ۽ عدالت جي راهه ۾ لڙائي ڪن ٿا. سو واضح ٿي ويجي ٿو ته عدالت صلح کان به مٿاهين ۽ ان کان به وڌيڪ اهم آهي. حقيقت به اهائي آهي.

عدل ۽ انصاف کان سواءِ انساني زندگي جو اهوئي حال ٿي ويجي ٿو جنهن کي توهان انساني تاريخ جي بدترين دورن ۾ مشاهدو ڪيو ٿا. اڄ به دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ان جو مشاهدو ڪري سگهجي ٿو. اهي مڙئي بدبختيون جيڪي توهان مختلف معاشرن ۾ ڏسي رهيا آهيو سڀ جون سڀ ان ئي ظلم ۽ بي انصافيءَ جون ئي پيدا ڪيل آهن. ممڪن آهي ته ظاهري صورتحال مان اها ڳالهه سمجهه ۾ نه اچي، پر حقيقت اهائي آهي. جيڪڏهن توهان ڏسي رهيا آهيو ته دنيا جي ڪنهن ڪنڊ ۾ ڪجهه ٻار بک کان تڙپي سڏڪي مري رهيا آهن ته ان جو ظاهري سبب ته ڏڪار ۽ مينهن جو نه وسڻ ٿي سگهي ٿو پر حقيقت ڪجهه ٻي به آهي ۽ اهو انصاف جو نه هجڻ آهي. جيڪڏهن گذريل نسلن کان ئي عدالت انهن جي معاشري تي حڪم قائم ڪري ها. جيڪڏهن انساني معاشري ۾ عدالت ڪم ڪندي رهي ها ته ماڻهو عدالت جي پاڇي هيٺ پنهنجي تهذيب ۽ معاشري کي اهڙي طرح ناهين ها. جو خود انهن جي لاءِ زندگي جي قابل هجي هاءِ انهن جا ٻار بک کان مري نه رهيا هجن ها ۽ انهن جي زندگي اهڙي طرح ڏکي ۽ پريشانيءَ جو شڪار ۽ بدصورت نه هجي ها. بي انصافي جي ڪري ئي انسانيت اهڙي قسم جي بيمارين، ڏکن ۽ مصيبتن جو شڪار آهي.

سيني نبين سڳورن جو بنيادي مقصد ذڪر (يعني پنهنجي نفس جي معرفت) سان گڏوگڏ اجتماعي عدالت جو قيام هو. اهي به بنيادي

هدف آهن. البت، انهن مان هڪڙو وڏيڪ اهميت وارو آهي ۽ اهو فڪر (يعني نفس جي معرفت) آهي، ڇوتہ اهو حقيقت ۾ مسئلي جي پاڙ آهي. جيڪڏهن ڪوئي شخص ان حوالي سان غفلت جو شڪار ٿي وڃي تہ پوءِ اهو ڪجهہ بہ حاصل نٿو ڪري سگهي ۽ نہ عدالت وجود ۾ اچي سگهي ٿي.

تنهنڪري توهان ڏٺو هوندو تہ اهي ماڻهو جيڪي اجتماعي عدالت جو هوڪو ڏيندا هئا، اهي پنهنجي معاشري کي عدالت نالي ڪا شئي ڏيڻ کان لاچار رهيا آهن. ڇو؟ جڏهن تہ انهن ٻيون گهڻيون ئي شيون پنهنجي معاشري کي ڏنيون آهن! خلا ۾ اڏامڻ سکيو آهي. وڏن ڪنڊن (براعظمن) کي پنهنجي وس ۾ رکڻ وارا ميزائيل ٺاهيا آهن، پر اهي اجتماعي عدالت جي قيام ۾ ناڪام رهيا آهن! اجتماعي عدالت، انسانن جي اصلاح جي پاڇي هيٺ پنهنجن نفسن ۽ باطن جو تزڪيو ڪندي، الله تعاليٰ جي ذات کي پنهنجي ڌيان جو مرڪز قرار ڏيڻ ۽ پنهنجي نفس جي معرفت جي ذريعي عمل ۾ آڻي سگهجي ٿي. اهي ئي شيون پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو هدف هيون، جن کي عملي جامو پارائڻ ۾، توڙي جو هڪڙي محدود دائري ۾ ئي سهي، پاڻ سڳورا ڪامياب ٿيا.

پاڻ سڳورن هڪڙي معاشري جو بنياد رکيو، جنهن معرفت، هوشياري ۽ اجتماعي عدالت جي اعليٰ ترين حد کي ڇهيو هو. ممڪن آهي تہ ان معاشري جي ڪنهن ڪنڊ ۾ ڪٿي ظلم ٿيو هجي، پر اها ڳالهہ اجتماعي عدالت جي فقدان جو معيار ڪونهي. بلڪ اجتماعي عدالت جي وجود ۽ عدم وجود جو معيار هڪڙي عادلاڻي نظام جي قيام سان لاڳاپيل آهي. جنهن معاشري جو قانون ۽ طرز حڪمراني عدالت تي ٻڌل هجي، جتان جا حڪمران عادل هجن ۽ انهن جي نيت عادلاڻي نظام جو نفاذ هجي، ان معاشري ۾ رهڻ وارن ماڻهن جي اجتماعي اٿڻي ويهڻي بہ اجتماعي عدالت جي طرف روان دوان هجي تہ جلد يا دير اهو سفر طئي ٿي ويندو آهي ۽ آخرڪار اجتماعي عدالت تائين پهچي سگهجي ٿو.

پاڻ سڳورن هڪڙو اهڙو ماحول فراهم ڪري ڇڏيو هو. پاڻ سڳورن ناانصافيءَ جي معمولي ڳالهه به گوارا نه ڪئي. جنهن جون واضح نشانيون پاڻ سڳورن پنهنجي ظاهري حياتيءَ ۾ پيش ڪري ڇڏيون ۽ انهن نشانين کي اسان پاڻ سڳورن جي ظاهري حياتي کان پوءِ به هڪڙي ڊگهي عرصي تائين اسلامي معاشري ۾ ڏسندا رهيا آهيون. پاڻ سڳورن جي رحلت کان پوءِ حضرت اميرالمومنين علي عليه السلام جي اقتداري دور ۾ ان عدالت کي جيئن جو تيئن واري ڪيفيت سان خود ان مڪمل پاڪ ۽ معصوم حاڪم جي شخصيت ۾ اسلامي جهان جي آئيني ۾ ان زماني ۾ مشاهدو ڪيون ٿا.

اهي بئي خصوصيتون بعثت جي خاص سڃاڻپ آهن. اسان جيڪو بعثت يا عيد ميلادالنبي صلي الله عليه وآله وسلم جو جشن ملهايون ٿا، اهو انهيءَ لاءِ آهي ته جيئن اها سڃاڻپ هميشه جي لاءِ زنده جاويد رهي. اسان جشن ملهايون ٿا ته جيئن ان ممتاز ۽ بزرگ هستين جي ياد ۾ انهن جو ڪردار ۽ واقعا باقي رهن ته جيئن انهن مان نصيحت جو سبق حاصل ڪري سگهون.[1]

* * * * *

[1] عيد ميلادالنبي صلي الله عليه وآله وسلم جي موقعي تي مملڪت جي اعليٰ عهديدارن کي خطاب: 20 ڊسمبر 1995ع.

# پيغمبر اسلام ﷺ جو ٻيو لارو ڄمر
## انساني لڏي لاءِ الله جي هڪڙي دائمي رحمت

اهو عظيم الشان ڄمر حقيقت ۾ انساني لڏي جي لاءِ الله تعاليٰ جي بي پناهہ رحمت جي هڪڙي تمام وڏي نشاني آهي. ڇوتہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو وجود مبارڪ ۽ ان عظيم پيغمبر جي رسالت، الله تعاليٰ جي طرف کان انساني لڏي لاءِ رحمت آهي، مطلب تہ اهو ڄمر حقيقت ۾ رحمت جو ڄمر آهي. اسلامي دنيا کي هن نقطي کي سمجهڻ گهرجي تہ رحمت ختم ٿيڻ يا ٽٽڻ واري نہ آهي، بلڪ اها سدائين رهڻ واري زنده جاويد رحمت آهي. ان وقت گهڻن ماڻهن پنهنجي جهالت ۽ ناداني يا خودغرضيءَ وارن تعصبن جي ڪري ان نور هدايت جي اعليٰ ترين لقاءَ جي مخالفت ڪئي ۽ پاڻ سڳورن سان سخت لڙايون بہ ڪيون، جڏهن تہ پاڻ سڳورا انساني لڏي جي ڪلهن تان عظيم ذميوارين جو بوجهہ گهٽائڻ لاءِ مبعوث ٿيا هئا. جيئن الله تعاليٰ جو ارشاد آهي "وَيَضَعُ عَنۡهُمۡ إِصۡرَهُمۡ وَٱلۡأَغۡلَٰلَ ٱلَّتِي كَانَتۡ عَلَيۡهِمۡ" (اعراف :157). ان وقت انساني لڏي جي ڪلهن تي ڪيتريون ڳريون ذميواريون عائد هيون ۽ ڪيترا ڳورا ڦندا انسانن جي ڳچين ۾ پيل هئا! اڄ بہ اهڙي صورتحال آهي. جيڪڏهن ڪو دعويٰ ڪري تہ اڄ انساني لڏي جي ڪلهن تي عائد ذميوارين جو بوجهہ اسلام جي مرڪز ۾ عربستان جي رهاڪن جي ڪلهن تي عائد ذميوارين کان بہ وڌيڪ سخت ۽ ڳورو آهي تہ اهو ڪوڙ يا وڌاءُ نہ هوندو.

اڄ هي جيڪي انساني لڏي جي هڪ هڪ شخص تي ظلم ۽ ڏاڍ جا پهاڙ ڪيرايا وڃن ٿا. انساني معاشرن ۾ ماڻهن جا حق تلف ڪيا وڃن ٿا. انسانن جي زندگي ۾ مادي پرستي کي رواج ڏنو پيو وڃي، مقصد کي انساني زندگيءَ مان ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي، زور زبردستي ۽ مختلف هٿڪنڊن جي ذريعي هرهڪ شخص تي

پنهنجا ارادا ٺاهيا وڃن ٿا. اهي ئي ڳالهيون اڄ جي انسان تي ڳوريون ذميواريون سڏجن ٿيون. اڄ هي جو صنعتي ترقي جي نتيجي ۾ انسانيت مادي پرستيءَ جي شعاعن جي چمڪ ۽ رونق ۾ جاذبيت پيدا ڪري ڇڏي رهي آهي. اها ڳالهه جاهليت واري زماني ۾ اسلام جي ظهور جي موقعي تي محسوس ٿيڻ واري بوجهه کان به وڌيڪ ڳوري ۽ گهڻين جاين تي تلخ تر به آهي.

## انساني معاشري کي اسلامي تعليمات جي ضرورت

جيڪڏهن انسانيت اڄ ان رحمت ڏانهن ڌيان ڏئي يعني اسلام جي وجود جي رحمت، نبوي تعليمات جي رحمت، اها وحدت جي جوش واري چشمي جي رحمت. اُن کي گهرجي ته پنهنجو پاڻ کي ان تائين پهچائي ۽ ان سان پاڻ کي ڳاول ڪري ته ان سان ئي انسانيت کي پيش ايندڙ سيني ڪانَ وڏي مشڪل ختم ٿي سگهي ٿي. جڏهن ته اڄ به دنيا ۾ موجود تهذيب ۽ تمدن بغير ڪنهن شڪ ۽ شبهي جي اسلامي تعيلمات سان بهرهٔ مند ٿي رهي آهي. بغير ڪنهن ترديد جي انساني لڏي جي وچ ۾ جيڪي سٺيون صفتون، وڏا مقصد ۽ سٺا رويا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، اهي سڀ چڱايون الاهي دينن ۽ نبين سڳورن جي تعليمات ۽ آسماني وحي جون ٺورائتيون آهن ۽ انهن جو هڪڙو عظيم حصو اسلامي تعليمات سان لاڳاپيل آهي.

پر اڄ جو انسان مقصديت، قلب جي صفائي ۽ اصلاح جي حق پرست ۽ روشن معرفتن جو جنهن کي هر انصاف پسند دل رکڻ وارو انسان سمجهي ۽ قبول به ڪري ٿو، محتاج آهي. اهوئي سبب آهي ته اسلامي دعوت جو پيغام عالمي سطح تي گهڻن طرفدارن کي پيدا ڪري رهيو آهي. گهڻا غيرمسلم ماڻهو به اسلامي دعوت قبول ڪري رهيا آهن. اسلامي دعوت قبول ڪرڻ جو مطلب رسمي طور تي دين قبول ڪرڻ ڪونهي. هي انُ جو صرف هڪڙو مرحلو آهي. ان جو هڪڙو ٻيو مرحلو هي آهي ته دنيا جا ماڻهو معرفت، حقيقت ۽ اسلامي مشورا ڪنهن هڪڙي مسئلي ۾ قبول ڪن.

اڄ اهو وقت آهي جو جڏهن مختلف قومون اسلامي پيغام جي سامهون بيهن ٿيون تہ ڪجهہ اهڙين شين کي محسوس ڪن ٿيون، جيڪي انهن لاءِ فائدي واريون آهن ۽ اهي انهن جي زندگيءَ ۾ موجود کوٽ کي پورو ڪري سگهن ٿيون. اسلام انساني هدفن، قدرن ۽ انهن جي اهميت جي سلسلي ۾ جيڪو ڪجهہ بيان ڪري ٿو اسلام خاندان، عورت ۽ علم جي هدفن، معاشرن جو هڪٻئي سان لاڳاپو ۽ ڪمزورن ۽ طاقتورن جي وچ ۾ تعلقات جي باري ۾ جيڪو ڪجهہ چوي ٿو اهي اهڙيون ڳالهيون آهن. جو اڄ گهڻا اهڙا ماڻهو جيڪي مختلف نمونن جي نام نهاد تهذيب ۽ تمدن جي ڪُن ۾ قاتل زندگي گذاري رهيا آهن، جڏهن اهي انهن ڳالهين کي ڏسن ٿا تہ شدت سان ان ڳالهہ جو احساس ڪن ٿا تہ انهن جي زندگين ۾ بدل ڳنڍيون انهن ئي اسلام جي طرف کان پيش ڪيل اصولن جي ذريعي ئي کُلي سگهن ٿيون، انهيءَ ڪري اسلام جو پيغام ڪشش رکي ٿو.

جڏهن کان دنيا ۾ اسلامي جمهوريت جو نظام وجود ۾ اچي چڪو آهي، جنهن اسلام کي هڪڙي پوري مملڪت ۾ رهڻ وارن ماڻهن تي نافذ ڪندي اسلامي نظرين کي سچ ثابت ڪيو آهي ۽ ايران جي اندر اسلامي جمهوري نظام نافذ ٿي چڪو آهي، ان وقت کان عالمي سطح تي اسلام ۽ اسلامي قدرن (اقدار) جي خلاف طاغوتي ۽ ظالم حڪمرانن جي غيض و غضب ۾ بہ اضافو ٿيو آهي.

جڏهن اسلام مسجدن جي چوديوارين ۽ مسلمانن جي دلين جي اندر تائين محدود هو جيستائين اسلام سياست ۽ للڪار حڪومت ۽ بين الاقوامي مسئلن ۾ قدم ڪونہ رکيو هو تہ دنيا جي ظلم ۽ ڏاڍ ۽ زيادتين جي مرڪزن کي اسلام جي طرف کان ڪنهن بہ قسم جو خوف ڪونہ هو ان وقت انهن بہ اسلام سان ڇيڙڇاڙ ڪرڻ ۽ ان سان مقابلو ڪرڻ ضروري ڪونہ سمجهيو هو پر جڏهن کان اسلامي نظام حڪومتي جهنڊي کي پنهنجي ملڪ ۾ سر بلند ڪيو آهي ۽ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان مسلمانن حضرت امام خميني رحمت الله عليہ جي

آواز تي لبيڪ چئي مثبت جواب ڏنو آهي ۽ ان سان پنهنجي دلي لڳاءُ ۽ همدرديءَ جو اظهار ڪيو آهي ۽ گهڻن گروهن هن طرف اچڻ لاءِ پنهنجي شروعات ٻه ڪئي آهي ۽ اسلام جي تجديدِ حيات جو نعرو سيني مسلمانن جي دل جو نعرو ٿي چڪو آهي ته اسلام سان دشمنين ۾ ٻه اضافو ٿي ويو آهي.[1]

* * * * *

[1] بين الاقوامي وحدت ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿنهي فوجن جي سربراهن، اعليٰ حڪومتي عهديدارن ۽ غيرِ ملڪي مهمانن کي خطاب: 3 آگسٽ 1996ع

# بعثت انسانيت جي ڀرپور ڪماليت

# ڏانهن وِک کڻڻ جي شروعات

حقيقت هيءَ آهي تہ هڪڙو واقعو بلڪل تحقيق جي مطابق چوڻ گهرجي تہ اڄوڪي تاريخ ۾ جيڪو واقعو ظاهر ٿيو يعني حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت، اهو انسانذات جي تاريخ ۾ پيش اچڻ وارو عظيم واقعو آهي، جنهن انساني زندگيءَ ۾ موثر ڪردار ادا ڪيو آهي. بعثت جو واقعو گهڻو حيران ڪندڙ انتهائي جاکوڙ وارو ماجرا سان ڀريل، غوروفڪر جي قابل ۽ ويچار طلب آهي.

البت، سيئي بعثتون اهڙيون آهن ۽ بعثت جي حوالي سان سيئي، نبي سڳورا پنهنجين آزمائشن دوران پنهنجي زندگيءَ جي هڪڙي وڏي جاکوڙ واري مرحلي کي طئي ڪري رهيا هوندا آهن. حضرت موسيٰ عليہ السلا، حضرت عيسيٰ عليہ السلام، حضرت ابراهيم عليہ السلام اهڙي طرح سيني نبين سڳورن جي بعثتن دوران هڪڙو عظيم ڪم انجام پذير ٿي چڪو آهي، پر خاتم الانبياء حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت ڪجھ ممتاز خصوصيتن واري آهي، جنهن جو ڪو مثال نٿو ملي.

اڄ اسلام جي حوالي سان انساني لڏي خاص طور تي اسان ملتِ ايران تي جيڪا سنگين ذميواري عائد ٿئي ٿي، ان جي مناسبت سان مان گهران ٿو تہ بعثت جي باب ۾ هڪڙي خاص نقطي کي بيان ڪريان، شايد اهوئي نقطو انشاء الله اسان جي اندر ان سلسلي ۾ مناسب هلچل ۽ ڪوشش کي اُياري سگهي ۽ اسان کي پنهنجي راهہ تي هلندو رهڻ ۾ سولائي ۽ مدد ڪري.

بعثت جو اهو عظيم سرچشمو جيڪو هڪڙي اهڙي ئي ڏينهن رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي دل ۾ اُبريو ۽ جاري ٿيو ان جي هلچل جو ملڻ وڏي اهميت وارو آهي. يعني مسئلو اتي ختم نٿو ٿئي تہ جهانن جي پالڻهار جي طرف کان هڪڙي حقيقت ۽ نور هڪڙي ممتاز بيمثال ۽ برگزيده هستيءَ جي دل تي لٿو بلڪ اها ان سلسلي جي

پهرين ڪڙي آهي ۽ ان عظيم ڪم جي شروعات آهي. البت، ان واقعي جو اهم ترين حصو به اهو آهي. ان نور جو پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي مقدس قلب ۾ روشن ٿيڻ ۽ پاڻ سڳورن طرفان وحيءَ جي عظيم ذميواري کي قبول ڪرڻ اهوئي حصو آهي، جيڪو واضح طور تي، عالم خلق، عالم وجود ۾ انسان ۽ هن مادي دنيا کي غيبي دنيا سان ويجهو ڪرڻ جو وسيلو ۽ ذريعو قرار ڏنو ويو يعني وصل ۽ اتصال جو ذريعو اهوئي آهي. جيتوڻيڪ الله جي برڪت هميشه ان طور طريقي ۽ انداز سان جيڪي اسان هاڻي ذڪر ڪنداسين، انسانيت لاءِ ان جي راهه ۾ جاري ۽ ساري رهي آهي، پر انهن جي وصل ۽ اتصال جو حلقو اهوئي بعثت جو وقت آهي، جيڪو عالم غيب مان الاهي حقيقتن جو سرچشمو، بعثت جو سرچشمو، جيڪو خود پنهنجي جاءِ تي هڪ مڪمل ۽ ڪافي ڳالهه آهي، حضرت پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جي دل مبارڪ ۾ اوتجي ۽ هميشه لاءِ روان دوان ٿئي ٿو ۽ حضرت پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي دل ۾ جوش پيدا ڪري ٿو سو ان بعثت جو پهريون قدم حق وارو هجڻ آهي.

هن ملڪوتي انسان جي سامهون حقيقتن جو هڪڙو دروازو کلي وڃي ٿو ۽ پاڻ سڳورا جيڪي امتحان ڏيڻ، هن عظيم بار کي پنهنجن ڪلهن مبارڪن تي کڻڻ ۽ طرح طرح جي ڏکن ۽ تڪليفن کي برداشت ڪرڻ جي لاءِ پنهنجو پاڻ کي آماد ڪرڻ لاءِ هڪڙي عظيم هلچل کي، ان پهرين گهڙيءَ کان ئي شروع ڪن ٿا. انهيءَ ڪري بعثت جو مسئلو تعليم ۽ تربيت کان فرق رکندڙ ۽ الڳ ٿلڳ آهي. يعني بعثت، تعليم کان به گهڻي وڌيڪ اهميت واري آهي. البت، تعليم ۽ تربيت جو الاهي دسترخوان هميشه پيغمبرن ۽ الله جي ولين (اولياء الله) جي لاءِ کليل آهي ۽ "وَعَلَّمَ اٰدَمَ الْاَسْمَآءَ كُلَّهَا".(بقر: 31) جو اهو سلسلو آخري گهڙي تائين موجود هو.

پيغمبرن جي تعليم ۽ تربيت جو مرحلو حضرت احديت جي خاص ۽ ممتاز شاگرد جي عنوان سان هڪڙو اهڙو معاملو آهي، جيڪو هميشه کان موجود رهيو آهي، پر بعثت تعليم ۽ تربيت کان هٽي ڪري ڪا ٻي ڳالهه آهي. بعثت ۾ تعليم ۽ تربيت، تهذيب ۽ تزڪيه نفس به

شامل آهي ۽ ان سان گڏوگڏ ڪتاب ۽ حڪمت جو نازل ٿيڻ بہ آهي. پر صرف انهن ڳالهين تي بعثت جو دارومدار ڪونهي، ان ڪان بہ وڌيڪ ڪا ٻي ڳالهہ آهي جنهن ڪي اُڀارڻ چوندا آهن.

اهو انسان آهي جنهن ڪي اڀاريو ويندو آهي تہ ان جي حوالي جيڪو سرمايو ڪيو ويو آهي، ان مان فائدو وٺي ۽ ان جي ذريعي انسانذات ڪي جنهن منزل تي پهچائڻ مقصد آهي ان تي پهچايو وڃي. يعني پنهنجي تحريڪ جي شروعات ڪري اها ئي بعثت جي معنيٰ آهي.

ان پهرين قدم ۽ حرڪت ڪان پوءِ جنهن جي شروعات پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مقدس دل ۾ وحي الاهي جي ذريعي جوش پيدا ڪرڻ ۽ پاڻ سڳورن طرفان وحيءَ جي عظيم ذميوارين کي پنهنجي ڪلهن تي کڻڻ سان ٿي، ان وقت ڪان ئي بعثت جو معاملو جيڪو هڪڙو نئون مضمون، نئين دنيا کي آباد ڪرڻ، غلط ۽ باطل نظرين کي مٽائيندي، ظلم ۽ دشمنن سان سختيءَ سان نبرڻ جي مطلب وارو آهي، خارجي طور تي حقيقت جو روپ وٺڻ شروع ڪيو جنهن جي لاءِ جدوجهد ۽ للڪار جي ضرورت هوندي آهي.

## پيغام الاهي کي ماڻهن تائين پهچائڻ جي لاءِ پيغمبر اڪرم ﷺ جي 23 سالا جدوجهد

ان حوالي سان بعثت ڪان پوءِ سڀ ڪان پهريون قدم تحريڪ، جدوجهد ۽ حرڪت سان سلهاڙيل آهي. ڪوئي بہ پيغمبر سڳورو نہ تہ بغير للڪار جي ان راهہ کي طئي ڪري سگهيو آهي ۽ نہ ان بار کي منزل مقصود تائين پهچائي سگهيو آهي ۽ نہ ان پيغام کي ماڻهن تائين پهچائي سگهيو آهي. ايئن ڪونهي تہ جن ماڻهن جي دلين ۾ جن جي وچ ۾ ۽ جنهن معاشري ۾ بعثت انجام ٿي هجي تہ اتان جا ماڻهو ان نئين دنيا جي پيشڪش کي جنهن کي بعثت پيش ڪندي آهي، آسانيءَ سان قبول ڪن. اهوئي سبب آهي تہ نبين سڳورن سان لڙايون شروع ٿي وينديون آهن ۽ الله جا پيغمبر بہ اهڙا شخص ٿيندا آهن، جن جا دشمن بہ بين ماڻهن ڪان گهڻا هوندا آهن ۽ انهن نبين سڳورن جي ڪلهن تي

ٻريون ذميواريون بہ عائد هونديون آهن. بعثتون پنهنجي شروعاتي ڏينهن کان ئي اهڙين دشمنين کي منهن ڏينديون آهن. ختمي مرتب صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي للڪار ۽ جدوجهد بہ بلڪل اهڙي طرح پهرين ڏينهن کان ئي شرع ٿي وئي ۽ پاڻ سڳورن جي اها للڪار پاڻ سڳورن جي ظاهري حياتيءَ جي آخري گهڙين تائين پورن 23 سالن تي مشتمل رهي.

توهان غور ڪيو تہ اهي 23 سال ڪيترا پلارا سال هئا. 23 سالن جي زندگي ڪو ايترو گهڻو عرصو ۽ ڊگهي مدت تہ ڪونهي. توهان اهڙن گهڻن ماڻهن کي ڄاڻندا هوندا, جيڪي 20 سال, 23 سال يا 25 سالن جي عرصي ۾ ڪوئي قابل ذڪر ڪم انجام ڏئي نہ سگهيا هوندا. ڇوتہ اڪثر ماڻهن جي زندگي تہ پنهنجن ذاتي مصروفيتن ۾ گذري ويندي آهي. جيڪڏهن عظيم ۽ ناليوارن ماڻهن جي ڪارنامن کي ڏٺو وڃي تہ, چاهي انهن جو تعلق دانشورن سان هجي, فلاسافرن يا سياستدانن سان هجي, 23 سالن جي عرصي ۾ انهن جي ڪم جي مقدار جو اندازو ٿي ويندو. البت, ماڻهن جي قابليت جي لحاظ کان ان ۾ فرق ٿي سگهي ٿو. معلوم ڪونهي تہ ڪنهن ايتري عرصي ۾ ڪو وڏو ڪارنامو انجام ڏنو هجي.

پر توهان ڏسندا تہ پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حياتي مبارڪ مان پاڻ سڳورن جي بعثت جي 23 سالن جو عرصو ڪيترو برڪت وارو هوا! جاهليت جي مرڪز ۾ اهو بہ جهالت سان پريل صدين جي معاشري ۾, نہ صرف هڪڙي خاص علائقي ۾ بلڪ انساني جاهليت جون صديون گذري چڪيون هيون, ۽ ظلم ۽ ڏاڍ جو ڀاڄ انڌيرو ۽ اونداهين جو دور هو پاڻ سڳورن هڪڙي مضبوط عمارت جو بنياد رکيو. هڪڙي اهڙي شعلي ۽ ڏيئي کي روشن ڪيو جنهن جي نورانيت پوري تاريخ ۾ ڏينهون ڏينهن وڌندي ويندي ۽ گهڻن ماڻهن جي رهنمائي ڪندي رهندي ۽ انهن کي هدايت جي راهہ تي بہ پهچائي ڇڏيندي

## هڪڙي سالم ۽ عادلاڻي معاشري جي قيام ۾ اسلامي حڪومت جو ڪردار

ان سفر جي شروعات پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زندگي ۾ اعلانِ نبوت جي شروع وارن تيرهن سالن کان ٿي، ايستائين جو حڪومت ٺاهڻ جو مرحلو اچي پهتو. سو اڳيون مرحلو هڪڙي اهڙي نظام کي شڪل ڏيڻ تي ٻڌل آهي، جيڪو اهڙن فڪري خيالن ۽ بعثت جي دولت سان مالامال هجي.

تنهنڪري توهان غوروفڪر ڪري سگهو ٿا تہ ان لحاظ کان انهن ماڻهن جي غلط خيالن کي بہ چڱيءَ طرح سمجهي سگهجي ٿو جيڪي دين کي خاص ڪري اسلام جي دين کي حڪومت کان الڳ صورت ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رهن ٿا. يقيني طور سيئي الاهي دين ان سلسلي ۾ هڪجهڙا ئي آهن. پر اسلام جي باري ۾ اهڙي قسم جو مطالبو وڏو عجيب آهي تہ ڪير اهو چاهي تہ دينِ اسلام کي زندگي، سياست،حڪومتي ادارن ۽ خود حڪومت کان الڳ ڪري ۽ ان کي پاسي تي ڪري ڇڏي ۽ انهن جي وچ ۾ جدائي ڪري ڇڏي بلڪ جنهن ڏينهن اسلام وجود ۾ آيو آهي، ان وقت کان سخت ترين جدوجهد جي ذريعي هڪڙي حڪومت کي قائم ڪرڻ ۽ هڪڙي نئين معاشري جي آبادڪاريءَ ڏانهن قدم وڌائيندو رهيو آهي. تيرهن سالن تي مشتمل وڏي جدوجهد کان پوءِ پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم توڙي جو پنهنجي شهر ۽ ان بعثت جي جنم يومي ۾ نہ سهي، پر ان وقت جي دنيا جي هڪڙي ٻئي علائقي ۾ اهڙي قسم جي نظام کي نافذ ڪرڻ ۽ هڪڙي حڪومت قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ۽ ڪامران ٿيا.

ان وڏي جدوجهد کان پوءِ ٻيو قدم اهو آهي تہ هڪڙي فضا ۽ ماحول کي پيدا ڪرڻ، انهي فڪر موجب هڪڙي نظم ۽ نظام يعني حڪومت جو مرحلو اچي ٿو ايستائين جو جيستائين اهو نظام ۽ اها الاهي ۽ اسلامي سوچن تي ٻڌل طاقت نہ هجي تہ سوچون، احڪام ۽ الاهي مقصدن کي ماڻهن جي زندگين ۾ پکيڙڻ ۽ انهن کي وسعت ڏيڻ ڪنهن جي وس جي ڳالهہ ڪونهي. بلڪل انهن جٺ دماغ ماڻهن جي نظرئي جي برخلاف جيڪي انهي ڳالهہ جا دعويدار آهن تہ جيڪڏهن

دين سان گڏ طاقت بہ هجي تہ دين فاسد ۽ خراب ٿي وڃي ٿو! نہ! بلڪ معاملو ان جي برخلاف آهي، يعني جيڪڏهن دين سان گڏ طاقت بہ هجي تہ اهو اجا وڌيڪ پکڙجي سگهي ٿو ۽ ديني خواهشن ۽ هدفن کي پايہ تڪميل تائين پهچائي سگهي ٿو ۽ دين جن ڳالهين جو نعرو لڳائي ٿو انهن کي معاشري ۾ وجود ۾ آڻي سگهي ٿو چوتہ اهي ڳالهيون طاقت جي ذريعي ئي وجود ۾ آڻي سگهجن ٿيون. مثال طور توهان سوچيو تہ ڇا معاشري ۾ اجتماعي عدالت جو قيام نصيحت، وصيت، منٿ ۽ خواهش ظاهر ڪرڻ جي ذريعي وجود ۾ آڻي سگهجي ٿو؟ اجتماعي عدالت هر قسم جي ترجيحات کي ختم ڪرڻ ۽ قانون ۾ برابريءَ کي يقيني بڻائڻ آهي. ڇا اهو ڪم ڪهڙي صورت ۾ صرف هڪ خاص معاشري ۾ ۽ ٻي صورت ۾ اختيار ۽ طاقت کان سواءِ پوري دنيا تائين پکيڙڻ ممڪن آهي!!

حقيقت اها آهي تہ جڏهن دنيا ۾ ڪٿي حق جو آواز بلند ٿئي ٿو تہ دنيا جون طاقتور قوتون ان کي ڪاري وارو ڏڪ هڻي خاموش ڪرڻ ۾ ڪابہ ڪسر ڪونہ ڇڏينديون آهن. باقي اهي ان کي ڪنهن قابل نہ سمجهن يا ان کي ڪا اهميت نہ ڏين تہ ٻي ڳالهہ آهي! هميشہ کان ائين ٿيندو رهيو آهي، اها اڳالهہ اجوڪي زماني تائين محدود ڪونهي. توهان ڏسو ٿا تہ جتي بہ اسلام يا اسلامي نظرين جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو تہ هڪدم غاصب قوتون، سرمايہ دارن ۽ دنيا جي وڏين وڏين ڪمپنين جي مالڪن جا ڪن اُيا ٿي وڃن ٿا، اهي ڏسڻ لڳن ٿا تہ ڇا ٿي رهيو آهي، ڪٿي انهن جي لاءِ ڪا خطري جي ڳالهہ تہ ڪونهي!

هميشہ کان ائين آهي تہ جڏهن بہ ۽ جتي بہ ڪنهن جي زبان مان ڪا حق جي ڳالهہ نڪري ٿي يا ڪا دل، روح يا ڪو عظيم انسان جڏهن ان ڳالهہ جو ارادو ڪري ٿو تہ جيئن بہ ٿئي حق ڳالهہ کي ماڻهن جي ڪنن تائين پهچائي ساهي پٽيندو تہ اوچتو ان جي چوڌاري رڪاوٽون، ديوارون اچي وڃن ٿيون ۽ دشمنن ۽ مخالفن جي طرف کان لوهن هٿن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو ۽ دشمنن کي پنهنجي مقابلي ۾ صفون ٻڌي بيٺل ڏسڻو پوي ٿو. البت، دشمن شڪست کائي وڃي ٿو. باطل کي حق جي مقابلي ۾ شڪست جو منهن ڏسڻو پوي ٿو پر مقصد اهو آهي تہ

للڪار کان سواءِ، ڪوشش ۽ ڳولا کان سواءِ يا اختيار ۽ طاقت کان سواءِ ديني فڪرن ۽ نظرين، بلڪ ڪنهن به قسم جي نظرين کي حقيقت جو روپ وٺائڻ ۽ انهن کي پايہ تڪميل تي پهچائڻ ممڪن ڪونہ هوندو آهي. بهرحال، ڪجهہ ڳالهيون اهڙيون بہ هونديون آهن جن کي وعظ ۽ نصيحت ۽ خوش اخلاقي سان انجام ڏئي سگهبو آهي.

تنهنڪري سيئي نبي سڀ ڳورا ان جدوجهد ۾ رهيا آهن تہ حڪومت قائم ڪري سگهن. خاص طور تي اسان جي نبي حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شروع ڏينهن کان ئي اها ڪوشش رهي تہ هڪڙي اسلامي نظام کي ايجاد ڪري سگهن. انهيءَ مقصد جي لاءِ پاڻ سڀني پنهنجي مڙني ڪوششن ۽ قوتن کي ڪم ۾ آندو ۽ آخرڪار يثرب ۾ پنهنجي ان مقصد تائين پهچڻ ۾ ڪامياب بہ ٿيا ۽ پوءِ ان نظام جي حفاظت لاءِ جدوجهد ڪندي، ان کي وڌيڪ پکيڙيندا ويا ۽ اهو سلسلو ڪيترن سالن تائين مسلسل جاري ۽ ساري رهيو.

## تمنائن جي تڪميل ڏانهن قدم وڌائڻ اسلامي حڪومت جي صحت ۽ ان تي پروسو جو معيار

سو اڳيون قدم حڪومت قائم ڪرڻ آهي، پر حڪومت ئاهڻ هدف ڪونهي، پر اهو بنيادي نقطو آهي تہ حڪومت قائم ڪرڻ جو مقصد پنهنجي هدفن کي عملو جامو پارائڻ هوندو آهي. تنهنڪري جيڪڏهن حڪومت تہ قائم ٿي وڃي، پر هدفن تي عمل درآمد نہ ٿئي تہ اهڙي حڪومت پنهنجن هدفن کان انڪاري چئبي. اهو هڪڙو مڃيل قاعدو ۽ معيار آهي. ممڪن آهي تہ هدفن حاصل ڪرڻ ۾ سال گذري وڃن ۽ ان راهہ ۾ گهڻيون رڪاوٽن ۽ ڏکيائين کي منهن ڏيڻو پوي، پر حڪومت جو رخ، يعني اهڙي قسم جي حڪومت ۽ طاقت جو رخ، انهن هدفن، ارمانن ۽ تمنائن ڏانهن هجي، جن کي نعري طور بلند ڪيو ويو هو ۽ اڃا تائين ان مقصد ۽ نعرن طور گونجن ٿا ۽ قرآن شريف جي متن ۽ اسلامي احڪام ۾ موجود آهن. جيڪڏهن حڪومت ان رخ کان ڦريل هجي تہ بنا شڪ جي اهڙي قسم جي حڪومت پنهنجي هدفن کان

انڪاري هوندي. اهو ئي سبب آهي تہ اجتماعي عدالت ۽ نظم ۽ نظام جي پذيرائيءَ لاءِ قانون هجڻ گهرجي ۽ اسلامي قانون سيني جاين تي ڏسڻ ۾ ايندا هجن.

انهيءَ موجب جيڪڏهن اسلامي قانون نافذ هجن، حڪومت جو نظام اسلامي طور طريقي تي هجي ۽ اجتماعي عدالت مضبوط ٿي چڪي هجي، تہ بہ صرف هڪڙي وچٿري قسم جو هدف يا حقيقت ۾ ان راهہ ۾ پيش اچڻ وارو هڪڙوئي مرحلو طئي ٿي وڃي ٿو. اڳيون مرحلو هيءَ آهي تہ جيڪي ماڻهو ان نظام جي هيٺ زندگي گذاري رهيا آهن، اهي آسودگي، بنا خوف ۽ خطري واري ۽ عدالت مان انصاف ملڻ واري زندگي گذارين. سٺن اخلاقن واريون صفتون رکڻ لاءِ شوق ۽ فرصت پيدا ڪرڻ گهرجي. هيءَ اها ڳالهہ آهي جو مان اڄ پنهنجي گفتگو جو مرڪز ان ڳالهہ کي رکڻ گهران ٿو ۽ گهران ٿو تہ ان نقطي کي بيان ڪريان تہ حڪومت قائم ڪرڻ کان پوءِ اڳيون هدف اهو آهي، بلڪ عدل واري نظام جي نفاذ کان پوءِ ۽ اجتماعي عدالت جي مضبوط ٿيڻ کان پوءِ ۽ هڪڙي حقيقي اسلامي حڪومت جي قيام کان پوءِ، اهوئي هدف آهي. اڳيون ۽ اصل هدف بہ اهوئي آهي.

## اسلامي حڪومت جي قيام جو آخري هدف انسانن کي سٺن اخلاقن وارو ڪرڻ آهي

ماڻهن کي گهرجي تہ سُٺن اخلاقن وارا ٿين. البت، سٺن اخلاقن سان سرشار ٿيڻ بہ ان ڳالهہ جو ثبوت آهي تہ انسان معنوي، روحاني ۽ بهترين معرفت ڏانهن قدم وڌائي ٿو ۽ ڀرپور ڪماليت پيدا ڪري ٿو ۽ اها ڳالهہ ڪامل انسان جي مرحلن مان آهي، جنهن کي اسان چڱيءَ طرح سمجهي نٿا سگهون. بس ايترو تہ انسان پنهنجي گهروارن ۽ پنهنجن وڏڙن کان ڪجهہ ڳالهيون ٻڌندو رهندو آهي. جيڪو مرحلو هاڻي اسان سان تعلق رکندو آهي، اهو اخلاق جو مرحلو آهي. توهان ڏسي ونو اهو سچ آهي تہ حضرت پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو فرمان آهي تہ "اِنما بُعِثتُ لِاُتَمم مکارِمَ الأخلاق" (بحارالانوار، ج 67، ص 382). اها حديث مسلمانن جي ٻنهي وڏن فرقن جي وڏن ڪتابن

۾ نقل ڪئي وئي آهي يعني شيعا ۽ سني ٻنهي ان کي نقل ڪيو آهي. ان "اِنَّمَا" جي اندر گهڻيون ئي معنائون لڪل آهن. يعني منهنجي بعثت جو بنيادي سبب هي آهي، هدف هي آهي ۽ باقي سڀ ڳالهيون منڍ آهن: "لِاُتَمِّم مکارِمَ الاَخلاق" ايستائين جو ماڻهن جي وچ ۾ معاشري اندر، انسانن جي وچ ۾ ۽ هن امت جي اندر سڀئي ماڻهو فائدو حاصل ڪن ۽ اسان سڀ انسان ٿي وڃون.

اسان سيني کي انسان ٿيڻو پوندو. اسان کي انساني اخلاقن کي پنهنجي اندر پڪو ڪري پايہ تڪميل تائين پهچائڻو پوندو. هي اهوئي اڳيون قدم آهي ۽ گهڻي اهميت وارو آهي. جيڪڏهن هڪڙي اسلامي معاشري ۾ هڪڙي اهڙي نظام جي هيٺ جنهن جا رڪن اسلامي هجن پر اسان الاهي اخلاقن کان پري هجون، جنس ۽ نفس پرستي، پاڻ پڏائڻ ۽ خودغرضي جي وهڪري ۾ لڙهي وڃون، هرڪو انهي ڪوشش ۾ رهي تہ وڌ کان وڌ مال گڏ ڪري، سنو ڪاڏو ڪائي ۽ عيش عشرت واري زندگي گذاري، هڪٻئي جي هٿن مان شيون کسي، پنهنجي حق کان وڌيڪ وٺي ۽ ڪپائي، صبرو تحمل، ايثار ۽ قرباني جي نالي جي ڪا شئي اسان جي اندر موجود نہ هجي تہ اها ڪهڙي قسم جي حڪومت سڏبي؟ ڪهڙو اسلام ۽ ڪهڙو اسلامي معاشرو سڏبو؟ هي اهو بنيادي مسئلو آهي "بُعِثتُ لِاُتَمِّم مکارِمَ الاَخلاق".

منهنجا عزيزو! سمجهي ڇڏيو تہ اڄ دنيا ان ڳالهہ جي محتاج آهي. افسوس تہ اڄوڪي مادي دنيا ان خصوصيت کان بلڪل محروم آهي! اسلامي شريعت ۾ اخلاق الاهيہ ۽ اخلاقي گڻن جي چڱيءَ طرح وضاحت ۽ ان جا تفصيل بيان ڪيا ويا آهن. چاهي ان جو تعلق انسان جي شخصي زندگي سان لاڳاپيل هجي، جيئن صبر، شڪر، اخلاص ۽ قناعت وغيره. يا انهن ڳالهين جو تعلق هڪڙي انسان جو ٻئي انسان سان لاڳاپي ۾ هجي، جيئن صبر ۽ بردباري، نوڙت، ايثار ۽ ٻين ماڻهن جو احترام وغيره. يا انهن ڳالهين جو تعلق اسلامي معاشري سان آهي. اسلامي اخلاقن جو دائرو تمام گهڻو ڪشادو آهي، هي اهي ڳالهيون آهن، جو سيني نبين سڳورن، اولياء الله ۽ ديني بزرگن ان سلسلي ۾ وڏي محنت ۽ تڪليف سان عمل ۾ آنديون آهن ۽ اسلام ۾ خود حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم، پاڪ امامن سڳورن ۽ ديني بزرگن

جون ڪوششون ان لاءِ هيون تہ جيئن انهن ڳالهين کي عملي جامو پارائي سگهن.

البت، هڪڙي ظالم ۽ جابر حڪومت ۾ ممڪن آهي تہ اهڙي قسم جون ڳالهيون گهٽيون مشڪل تي وڃن. جيئن اسان چيو تہ هڪڙي اهڙي نظام ۾ جنهن جو بنياد ظلم ۽ ڦرلٽ ۽ مادي پرستيءَ تي رکيل هجي، جيئن اڄوڪي دنيا جون سامراجي حڪومتون، تہ فطري ڳالهہ آهي تہ اهڙي قسم جون شيون ايتري آسانيءَ سان هٿ نٿيون اچي سگهن. پر اسلامي نظام ۾ انهن شين کي آساني سان حاصل ڪري سگهجي ٿو ۽ اڄ دنيا انهن شين جي محتاج آهي.

اسان جي معاشري کي گهرجي تہ هڪڙي بنيادي تحريڪ کي، اصلي عظيم اسلامي انقلاب کي پايہ تڪميل تائين پهچائڻ جي لحاظ کان انجام ڏئي ۽ اها عظيم تحريڪ ٻن مرحلن تي مشتمل هجي: هڪڙو اهو تہ خود اسان جي وچ ۾ نظام کي مستحڪم ڪندي اسلامي قدرن ۽ اخلاقن کي پروان چڙهائڻ يعني ماڻهن جي وچ ۾ اسلامي اخلاقن ۽ قدرن کي اهميت حاصل هجڻ. ڇوتہ هن ملڪ ۾ هڪڙي ڊگهي عرصي تائين جابر ۽ ظالم حڪمرانن جي دور ۾ اسلامي اخلاق ۽ اقدار پنهنجي اهميت وڃائي چڪا آهن. هڪڙو سچو انسان، ڪوتي نگاهہ رکڻ وارن ڪوتاهہ نظر ماڻهن جي نظر ۾ سادڙو سڏيو ويندو آهي، ڇوتہ اهو سچو هجڻ جي ڪري جيڪو سمجهندو آهي، اهو چئي ڏيندو آهي. انهن جي نظر ۾ هڪڙو سنو ۽ سمجهدار انسان اهو شخص آهي جيڪو سچ نہ ڳالهائي، بلڪ حقيقت کي توڙي مروڙي پيش ڪري ڏوڪو ڏيڻ ۽ نگي ڪان ڪم وني! اها ڳالهہ اقدار کي توڙي مروڙي پيش ڪرڻ آهي. آمر حڪمرانن جي ڊگهي عرصي ۾ ظالم، جابر، بڇڙن ۽ اخلاقن کان عاري بادشاهن جي حڪومتي دور ۾ اهوئي ٿيندو رهيو آهي. افسوس تہ اسان جي ملڪ ۾ اخلاقي قدرن تي ڪاري ضرب لڳي چڪي آهي.

البت، انقلابي تحريڪ اسان جي معاشري ۾ اخلاقن کي پروان چڙهائيندي ماڻهن جي دلين ۽ روحن ۾ تبديلي آڻڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ ان سلسلي ۾ جانين جون قربانيون پيش ڪيون ويون آهن. ان حوالي سان وڌيڪ ڪوششون جاري رکڻ جي ضرورت آهي، هي ان جو پهريون مرحلو آهي.

ان جو ٻيو مرحلو اهو آهي تہ توهان انهن ڳالهين کي دنيا کي ياد ڪرايو انهن کي سيکاريو. اڄ دنيا کي انهن ڳالهين جي سخت ضرورت آهي. عالمي سطح تي انساني لڏو اخلاقي ڏيوالپڻي جي ڪري مسئلن جو شڪار آهي. ان حالت ۾ اسلام ۽ مسلمان اخلاقي قدرن کي سوکڙي طور ٻين قومن جي سامهون پيش ڪري سگهن ٿا.

## موجوده زماني جي انساني معاشرن جي زوال ۽ ڪرڻ ۾ عالمي غاصبن جو ڪردار

افسوس تہ اڄ عالمي غاصب جو سيني کان وڏو ڏوهہ هي آهي تہ اهو پنهنجي قول ۽ فعل جي ذريعي ڪوڙ ڌوڪو ٺڳي ۽ بيهودين ڳالهين کي دنيا ۾ پکيڙي رهيو آهي ۽ انهن کي وسعت ۽ رواج ڏئي رهيو آهي. اڄ توهان ان ڳالهہ کي چڱيءَ طرح ڏسي رهيا آهيو تہ دنيا جي غاصب طاقتن ۾ جن مان آمريڪا جو نالو سرفهرست آهي، ڪجهہ اهڙا ماڻهو بہ آهن، جيڪي دنيا ۾ سيني کان وڏيڪ دهشتگرديءَ ۾ ملوث رهيا آهن. تازي ڳالهہ آهي تہ آمريڪا جي هڪڙي سياستدان اها دعويٰ ڪئي آهي تہ "گوئٽي مالا" جي قتلام ۽ بيشمار گم ٿيل ماڻهن جن دنيا جو پاڻ ڏانهن ڌيان ڇڪايو هو اهو ڪم سي آءِ اي جو هو. آمريڪا جي ان جاسوس ايجنسيءَ پنهنجن مخالفن کي هڪ هڪ ڪري قتل ڪيو ۽ انهن جي نالي نشان کي بہ مٽائي ڇڏيو هو. انهن ڳالهين جي اڄ خبر پئجي رئي آهي.

انهن دنيا جي هر جاءِ تي ۽ خاص طور تي لاطيني آمريڪا ۽ اهڙي طرح دنيا جي ٻين علائقن ۾ ماڻهن جو قتلام ڪيو آهي ۽ اتي بغاوتن کي هوا ڏني آهي ۽ اهڙي قسم جي ٻين ڪمن ۾ ملوث رهيا آهن. ايران ۾ تہ اسان پاڻ ان ڳالهہ جا شاهد آهيون ۽ اسان پاڻ اکين سان اهڙي قسم جا منظر ڏسي چڪا آهيون. ٻين جاين تي بہ بلڪل ائين ٿيو آهي. اهي دنيا جي بدترين دهشتگرن جي حمايت ڪن ٿا. انهن کي پناهہ ڏين ٿا ۽ انهن دهشتگردن سان دوستاڻا تعلقات قائم ڪن ٿا. انهن کي عزت ۽ قدر جي نگاهہ سان ڏسن ٿا ۽ انهن جي مالي مدد ڪن ٿا. اڄ بہ اهو سلسلو جاري آهي.

اسرائيلي حڪومت جنهن جو بنياد ئي دهشتگردي، ظلم ۽ ڏاڍ، غصب ۽ دشمنيءَ تي ٻڌل آهي، ان جي سيني کان گهڻي حمايت ۽ مالي مدد آمريڪا ڪري ٿو ۽ اهو به ته ڪلم ڪلا ان جي حمايت ڪري ٿو! ايستائين جو اهو پنهنجن پراڻن دوستن عرب ملڪن جي به اسرائيل جيتري حمايت نٿو ڪري. اڄ آمريڪا هن خطي ۾ پنهنجي انهن پراڻن دوست ملڪن جي ايتري مدد نٿو ڪري جيتري اهو اسرائيل جي ڪري ٿو. چوته حقيقت ۾ اهوئي ان جو اصلي دوست آهي. انهيءَ ڪري اهو ان کي ٻين ملڪن تي ترجيح ڏئي ٿو. جڏهن ته اسرائيل هڪڙو اهڙو ملڪ آهي، جنهن جو بنياد ئي دهشتگرديءَ تي رکيل آهي. جڏهن کان اهو ملڪ ۽ حڪومت وجود ۾ آيا آهن ته دهشتگردي، پنهنجن مخالفن جو شڪار، ڪوڙ، ظلم، ماڻهن جي بربادي، اجتماعي قتلام ۽ قرلت جهڙن مسئلن به جنم ورتو آهي. تنهنڪري ان جي حمايت ته حقيقت ۾ دهشتگردي جي حمايت ڪرڻ آهي. ان جي باوجود اڄ دهشتگردي جي خلاف جنگ جو علمبردار به آمريڪا بڻيو ويٺو آهي! توهان چڱيءَ طرح ڏسي چڏيو ته ڪوڙ ۽ ڏوڪو ڏيڻ جو مطلب به اهوئي آهي. اخلاقي قدرن کان دوري، انسان جي اخلاقن کان محروميءَ جو مطلب اهوئي آهي! هن دنيا ۾ سيني کان وڏي ڏک جي ڳالهه اها آهي ته ان ڳالهه تي جيترو به ڏسي ۽ ڪاوڙ جو اظهار ڪيو وڃي، گهٽ آهي. توهان غور سان ڏسو ته اڄ دنيا ۾ جيڪي ماڻهو اعليٰ انساني قدرن ۽ فضليتن جي دعويٰ ڪندڙ آهن، اهي ئي ماڻهو حقيقت ۾ انهن جا سڀ کان وڏا دشمن آهن.

اڄ دنيا توهان جي پيغام ۽ توهان جي واٽ جنهن تي توهان هلي رهيا آهيو، قرآن ۽ بعثت جنهن رستي جي نشاندهي ڪئي آهي، ان جي گهڻي محتاج آهي، پر توهان ان پيغام کي ان وقت پوري دنيا ۾ پهچائي سگهو ٿا. جڏهن توهان پاڻ ان کي سمجهيو هجي ۽ ان تي عمل ڪيو هجي.[1]

* * * * *

[1] عيدميلادالنبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي موقعي تي مملڪت جي اعليٰ عهديدارن کي خطاب: 9 ڊسمبر 1996ع.

# نبي ڪريم ﷺ جي وجود جو انساني سمجهه ۽ پروڙ کان مٿاهون هجڻ

سڀ کان اڳ ۾ اهو واضح ڪندو هلان ته نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي ٻلاري وجود ۽ انهن جي نوراني هستيءَ جي معرفت حاصل ڪرڻ اسان جهڙن ماڻهن جي وس جي ڳالهه ڪونهي. ان معظم ۽ مڪرم وجود ۽ انسانيت جي پوري تاريخ جي ان اعليٰ ترين هستي ۽ هن وجودي دنيا ۾ عزيز ترين مخلوق جي حقيقت مادي رخن کان گهڻي مٿاهين آهي. انسان پنهنجي عقل ۽ تجربي ۽ حواسن جي ذريعي، ذهانت ۽ عقلمندي، ڏاهپ ۽ تجربن سان ڪا ڳالهه حاصل ڪري ٿو ۽ ڪنهن شخصيت کي اعليٰ ۽ مٿاهين مقام ۽ منزلت تي تصور ڪري ٿو. هڪڙي کي ٻئي تي ۽ پوءِ وري ٻئي کي ٽئين تي فوقيت ڏئي ٿو پر اعليٰ ترين هستي درجن واري ان سلسلي کان گهڻي بلند آهي. جيڪڏهن ڪا هڪڙي به آيت يا حديث جي روايت ۽ ڪو هڪڙو شرعي ثبوت موجود نه هجي ها ته انسان دليلن ۽ نشانين سان سمجهي ٿي سگهيو. اهو مطلب انتهائي اعليٰ ۽ مٿاهون آهي. جيڪي ان معنيٰ کي سمجهڻ وارا آهن، اهي هن نورانيت کي سمجهي سگهن ٿا. اسان ان محبوب ۽ عظيم مخلوق کي هنن ظاهري حواسن ۽ پنهنجي محدود سمجهه مطابق ڏسون ٿا. سڃاڻون ٿا ۽ محسوس ڪيون ٿا.

انهن پهلوئن ۾ به جن کي سڀ انسان سمجهي سگهن ٿا، هن عظيم الشان خلقت جي ڪنهن به وڏي انسان سان ڀيٽ نٿي ڪري سگهجي، مثال طور، توهان غور ڪيو ته علي بن ابو طالب عليه السلام جو مقدس وجود جنهن ماضي ۽ حال جي گهڻين عالم ۽ فاضل شخصيتن جي ڌيان کي پاڻ ڏانهن ڇڪايو آهي ۽ انهن علي عليه السلام کي هڪڙي عظيم الشان ۽ مافوق الفطرت شخصيت جو مالڪ قرار ڏنو آهي، پر اها شخصيت به عظمت جي انهن مڙني پهلوئن سان نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي مقدس وجود جي سامهون هڪڙو شاگرد، هڪڙو ننڍڙو ٻار ۽ اهو شخص آهي جيڪو ان عظمت جي سامهون پنهنجي ڪا حيثيت ڪونه ٿو سمجهي. ايئن توهان غور ڪيو ته پيغمبر اڪرم

صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي عظمت واري وجود ۾، جيڪو اڻڪٿ ڪناري وارو سمنڊ آهي، اميرالمومنين علي عليہ السلام جي شخصيت گم ٿي ويجي ٿي، ان مان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي عظمت جي پهلوئن جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

## پاڻ سڳورن جي محبت ۽ عقيدت اهو اڪيلو نقطو آهي جنهن ۾ مسلمانن جي وچ ۾ ڪوبہ اختلاف ڪونهي

جيڪا ڳالهہ اسان جي اجوڪي دنيا سان تعلق رکي ٿي ۽ اهو نقطو جنهن تي مان وري وري تاڪيد ڪريان ٿو اهو هي آهي تہ اسلامي فرقن جي وچ ۾ جو مسلمانن کي گهڻيون مشڪلاتون ۽ مسئلا آهن ۽ انهن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو ۽ مسلمانن جي انهن مان ٻاهر نڪرڻ لاءِ هر وسيلو ۽ ذريعو استعمال ڪرڻ گهرجي، هڪڙو مجيل نقطو موجود آهي تہ ان نقطي ۾ انهن جي وچ ۾ ڪوئي اختلاف ڪونهي. ايستائين جو توحيد جي عقيدي ۾ بہ جيڪو گڏيل طور تسليم ٿيل آهي، ممڪن آهي تہ ڪنهن وٽ تشريح ٻي ڪا هجي، جنهن کي ٻيا قبول نہ ڪندا هجن، پر هن نقطي ۾ ڪوبہ اختلاف ڪونهي، اهو پيغمبر اڪرم حضرت محمد بن عبدالله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان عقيدت ۽ محبت آهي. اهو اجتماع ۽ اتحاد جو هڪڙو محور آهي ۽ ان تي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. اسان اڳ ۾ بہ اهو چيو آهي تہ ڪجهہ همت وارن ماڻهن بہ ڪوشش ڪئي آهي تہ هن بنياد تي مسلمانن جي فرقن جي وچ ۾ ٻڌي پيدا ٿئي. اڄ بہ اهي ماڻهو جيڪي همت وارا آهن، انهن کي هن بنياد تي ڀرپور طريقي سان ڌيان ڏيڻ گهرجي ۽ مسلمانن کي ٻڌي واري ان نقطي ڏانهن ڌيان ڏيارڻ گهرجي.

## موجوده زماني ۾ اسلامي دنيا کي لاحق بيمارين جو بنيادي علاج

ان آيل شخصيت جي برڪتن جي مناسبت سان مان اسلامي دنيا جي متعلق مسئلن جي باري ۾ هڪڙو جملو عرض ڪندس ۽ اهو جملو هي آهي تہ مسلمان پنهنجي صورتحال کي سمجهڻ ۽ ڄاڻي وٺڻ ۾

محسوس ڪن تہ اسلام جي دشمنن مسلمانن جي مستقبل لاءِ ڪيترا خطرناڪ خواب ڏٺا آهن ۽ انهن هن وقت تائين ڇا ڇا ڪيو آهي. ان کان علاوه صرف ان صورتحال کان آگاهي ۽ واقفيت ئي سجاڳ مسلمانن لاءِ علاج ڏانهن ڏيان ڏيڻ جو سبب ٿيڻ گهرجي. اهو ڪو سادو ۽ معمولي ڪم ڪونهي، پر بہ ٽي بنيادي نقطا اهميت وارا آهن.

پهرين درجي ۾ مسلمانن جي ٻڌي ۽ گڏجڻ جو مسئلو آهي. ٻڌي جي ان معاملي کي سڀني مسلمان فرقن کي چاهي اهي شيعہ هجن يا سني يا چاهي اهل سنت جا مختلف ڌڙا هجن يا شيعن جا، سنجيدگيءَ سان ڏسڻ گهرجي. اڄ مسلمانن کي اسلامي ٻڌي جي مسئلي کي سنجديدگي سان ڏسڻ گهرجي. اسلامي ٻڌي جي معنيٰ بہ معلوم آهي. مقصد اهو ڪونهي تہ سڀئي مذهبي فرقا هڪڙي مذهب ۾ ضم ٿي وڃن. ڪجهہ ماڻهو ٻڌي حاصل ڪرڻ لاءِ مذهبي فرقن جي نفي ڪن ٿا. مذهبن کان نفي مسئلي جو حل ڪونهي، بلڪ مذهبن جي هاڪاري ڳالهہ مشڪلات ۽ مسئلن کي حل ڪري ٿي. اهي مذهب پنهنجي ڪم جي دائري ۾ پنهنجا معمول جا ڪم ڪندا رهن، پر هڪ ٻئي سان تعلقات سٺا رکن.

مان پنهنجين اکين سان سازشي هٿن کي ڏسي رهيو آهيان، جو خاص طور تي گذريل ڪجهہ سالن دوران ان حملي کان پوءِ جيڪو انهن انقلاب جي ڪاميابي کان پوءِ شروع ڪيو، پر اسلامي انقلاب ۽ اسان جي عظيم الشان رهبر ۽ بزرگ امام خميني رحمت الله عليہ جي نوس قدمن سان اهو ناڪام ٿي ويو، اهي مسلمانن ۽ مذهبي فرقن جي وچ ۾ اختلاف ۽ ڏقير وجهڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا آهن. دشمن سدائين مسلمانن جي ٻڌيءَ جا مخالف رهيا آهن. تاريخ ان ڳالهہ جي شاهد آهي تہ اڄ جڏهن اسلام جو عظيم جهنڊو دنيا جي هن علائقي ۾ عظمت ۽ عزت سان لهرائي رهيو آهي تہ اهي دشمن اڳ کان بہ وڌيڪ اسلامي ٻڌيءَ کان ڊڄي رهيا آهن.

منهنجا عزيزو! هن وڏي دنيا ۾ اسلامي جمهوريہ جي موجودگي، هن طاقتور حڪومت، مضبوط، آزاد ۽ خودمختيار نظام، هن شجاع، سربلند، فعال، ڪارآمد ۽ مومن قوم، هن وڏي ملڪ ۽ انقلاب جي موجودگيءَ

جنهن اڪثر ميدانن ۾ پنهنجي ڪاميابي ثابت ڪئي آهي، خود اسلامي انقلاب جي ڪاميابي ۽ ان ڪان پوءِ دشمن طرفان مڙهيل جنگ جي دوران مڪمل صورت ۾ پنهنجي قومي پڌيءَ جو تحفظ ڪيو آهي، ان ڳالهه اسلام جي دشمنن کي سخت پريشان ڪري ڇڏيو آهي. اهي ڏجي رهيا آهن جو ڏسي رهيا آهن ته هن انقلاب ۾ ڪشش آهي. دنيا ۾ جتي به ڪو مسلمان آهي، جڏهن اهو مٿي نظر ڪري ٿو ۽ ان جي نگاهه هن لهرائيندڙ جهنڊي تي پوي ٿي ته ان ۾ جوش پيدا ٿي وڃي ٿو ۽ ان ۾ اسلامي جذبات ۽ احساس زنده ٿي وڃن ٿا. توهان ڏسو! اسلامي انقلاب جي ڪاميابيءَ کان پوءِ اسلامي جذبن، احساسن ۽ تحريڪن ۽ اسلامي علائقن ۾ مسلمان جماعتن جي ڪاميابين ۾ ڪيترو واڌارو ٿيو آهي. توهان اتر آفريڪا ۽ الجزائر کان وٺي هن علائقي تائين اچو ۽ اوير ڏانهن وڃو اها هن ئي بلند ۽ اوچي جهنڊي جي برڪت آهي. اسلامي معاشرن ۾ خودمختياريءَ جو احساس، اسلامي سڃاڻپ جو احساس ۽ شخصيت جو احساس زنده ٿي ويو آهي ۽ اسلام ۽ مسلمانن جا دشمن ڏجي ويا آهن. جن ماڻهن مسلمانن کي ڪمزور ۽ مثل دل ۽ سڃاڻپ کان عاري ڪرڻ جي لاءِ ڪيترائي سال ڪوشش ڪئي، انهن اوچتو ڏٺو ته انهن جي مڙني محنتن تي پاڻي ڦري ويو آهي ۽ انهن جون سڀ رٿائون ناڪام ٿي ويون آهن. هن اسلامي حڪومت جي قيام مسلمانن کي عزت جو احساس ڏنو. دشمنن مختلف طريقن سان ايران ۾ اسلامي حڪومت ۽ دنيا جي مختلف علائقن ۾ اسلامي معاشرن جي وچ ۾ تعلق ۽ رابطي کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، اهو ڪم هاڻي به ڪري رهيا آهن.

انهن مان هڪڙو طريقو مذهبي اختلاف آهي، شيعه سني لڙائي، شيعه سني جهڳڙو، مذهبي اختلاف کي مرچ مصالحا وجهي پيش ڪرڻ ته اهي شيعه آهن انهن جو توهان سان ڪو مطلب ڪونهي، جڏهن ته اسان هتي اسلام ۽ قرآن جي حڪومت ۽ پيغمبر اڪرم حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم جا نالي مبارڪ جو جهنڊو بلند ڪيو آهي. هيءَ اها ڳالهه آهي جنهن جا سڀ مسلمان مشتاق ۽ عاشق آهن. هڪڙو رستو هيءُ آهي. ٻيو رستو اهو آهي ته اهي دهشتگرديءَ جو بهتان ۽ الزام هڻي اسلامي جمهوريه. هن عظيم قوم ۽ ان معنوي ۽ اخلاقي ۽

قدرن (اقدار) جي پابند حڪومت کي دنيا جي نظرن ۾ ڪيرائين. هي جيڪو توهان ڏسي رهيا آهيو تہ انساني حقن جي پيچڪڙي، انساني حقن جي مخالفت، انساني حقن جي پائمالي، قتل ۽ غارت گري وغيره ۾ ملوث هجڻ جون ڳالهيون ڪري رهيا آهن، سو انهيءَ ڪري جو اهي اهڙيون ڳالهيون دنيا ۾ عام ڪرڻ گهرن ٿا. انهن کي پاڻ کي بہ خبر آهي تہ اهو ڪوڙ آهي. اهو انهيءَ ڪري بہ ڪن ٿا تہ جيئن دنيا جي راءِ عامہ اسلامي جمهوري نظام کان پري ٿي وڃي. اهو سڀ ڪجهہ ڏار پيدا ڪرڻ لاءِ آهي. اهو انهيءَ لاءِ آهي تہ اسلام ۽ قرآن جي هن عظيم مرڪز ۽ پوري دنيا ۾ مسلمان معاشرن جي وچ ۾ تعلق ۽ باهمي ڪشش پيدا نہ ٿئي. الله تعاليٰ انهن جي ڏوڪي ۽ فريب کي برباد ڪري ٿو: "اِنَّهُمْ يَكِيْدُوْنَ كَيْدًاo وَّاَكِيْدُ كَيْدًا" (الطارق: 15، 16) "وَمَكَرُوْا وَمَكَرَاللهُ" (آل عمران: 54). هنن ڪجهہ سالن جي دوران انهن جيڪو بہ ڪم ڪيو الله تعاليٰ ان کي ناڪام بنائي ڇڏيو آهي. پر بهرحال، دشمن هر وقت رڪاوٽون بيهاريندو ۽ مشڪلاتون ۽ مسئلا پيدا ڪندو رهي ٿو. ڪيترن موقعي تي خوار ٿيندو رهيو آهي، پر مُڙي ڪونہ ٿو.

هتي ٻڌي، اسلامي ايڪو ۽ اسلامي مفاهمت معنيٰ ۽ مفهوم رکن ٿا. ڏسو اهو مسئلو ڪيترو اهم آهي! اهو مسئلو اسلامي دنيا جي مستقبل جي لاءِ ڪيترو اهميت وارو آهي! هي اهڙو مسئلو ڪونهي جنهن کي آسانيءَ سان نظرانداز ڪيو وڃي. سيني کي گهرجي تہ اهي پنهنجو پاڻ کي هن ڳالهہ جو مخاطب سمجهن. مان سيني سان مخاطب آهيان. اهل سنت سان بہ ۽ شيعن سان بہ. ليڪن سان بہ ۽ شاعرن سان بہ ۽ انهن ماڻهن سان بہ جن کي عوامي مقبوليت حاصل آهي. اهي ڳالهائيندا آهن تہ انهن کي ٻڌڻ وارا موجود هوندا آهن. سيني کي هيءَ حقيقت ڄاڻي ڇڏڻ گهرجي ۽ دشمن کي سُڃاڻڻ گهرجي. محتاط رهو تہ جيئن دشمن توهان جي مورچي ۾ گهڙي نہ اچي. محتاط رهو تہ ڪٿي توهان دشمن تي حملو ڪرڻ جي بجاءِ خود پاڻ تي حملو نہ ڪري ويهو. حالتن کان آگاهہ رهو يعني دشمن. دوست ۽ مقابلي جي ميدان کي سُڃاڻو. اِها گهڻي اهم ڳالهہ آهي.

مان سيني سان مخاطب آهيان. شيعہ ۽ سنيءَ جي ڳالهہ ڪونهي،

ڪوئي فرق ڪونهي، ايراني ۽ غيرايرانيءَ جي ڳالھ ڪونهي، ايران ۾ خوش قسمتي سان اسان جو اهل سنت ڀائرن سان ڪو تڪرار ڪونهي. انقلاب کان پوءِ وارن سترهن ارڙهن سالن دوران اسان هميشه پيار ۽ محبت ۽ ڀائيچاري سان زندگي گذاري آهي. اسان الله جو شڪر ادا ڪيون ٿا. اسان جي ڀائرن انهن علائقن ۾ جتي اهل سنت جي وڏيڪ آبادي آهي، اسلامي نظام ۽ حڪومت جي گهڻي مدد ڪئي آهي. مسئلو اسلامي دنيا جو آهي. اهو اسلام جي مستقبل جو مسئلو آهي.

## مسلمانن کي پنهنجي ڪاميابي لاءِ موجود مختلف وسيلن مان فائدو وٺڻ جي ضرورت

منهنجا عزيزو! اڄ حڪومتون، ملڪ، عالمي ادارا ۽ تنظيمون زندگي جي جدوجهد جي ميدان ۾ پنهنجي ڪاميابي جي لاءِ پنهنجن سيني وسيلن، جاگرافيائي وسيلن، تاريخي وسيلن ۽ قومي وسيلن مان فائدو وٺن ٿا تہ پوءِ ڀالٽهار طرفان عطا ڪيل ان عظيم امڪان ۽ وسيلي مان مسلمان فائدو ڇو نٿا وٺن؟ اڄ مسلمانن جو جاگرافيائي علائقو دنيا جي اهم ترين علائقن مان آهي. مسلمان ملڪ قدرتي دولت جي لحاظ کان دنيا جي شاهوڪار ملڪن ۾ شامل آهن. اڄ يورپ لاءِ ايشيا جو دروازو، ايشيا ۽ آفريڪا جي لاءِ يورپ جو دروازو ۽ يورپ ۽ ايشيا جي لاءِ آفريڪا جو دروازو مسلمانن وٽ آهي. اهو حڪمت عمليءَ جي لحاظ وارو علائقو ۽ برڪت واري سرزمين جيڪا مسلمانن وٽ آهي، اڄ تيل ۽ گئس ۽ ان جهڙن وسيلن سان مالا مال آهي، جنهن جي انسان کي پنهنجي تهذيب لاءِ روزاني جي بنيادن تي ضرورت آهي. هڪ ارب ۽ ڪيترائي ڪروڙ مسلمان آهن يعني دنيا جي آباديءَ جي پنجين حصي کان بہ گهڻا. اها پوري آبادي اهڙي علائقي ۾، اها بہ ان علائقي جي مرڪز ۾، يعني اسلامي ايران ۾، جيڪو اڄ اسلامي دنيا جو قلب ۽ اصلي مرڪز آهي، اسلام جو جهنڊو بلند ٿيڻ مان فائدو ڇو نٿا وٺن؟ مسلمانن وٽ اهو هڪڙو عظيم امڪان ۽ وسيلو موجود آهي. سياست کان دين جي جدائيءَ جو وسوسو جنهن لاءِ هڪڙي ڏينهن انگريزن چيو تہ ٻئي ڏينهن آمريڪين ان جي واڌ ويجھ ڪئي ۽ ٽئين ڏينهن انهن جي

ايجنٽن ۽ دلالن ان جو راڳ ڳايو ان لاءِ آهي تہ مسلمان ان امڪان ۽ وسيلي ۽ ان پوزيشن کي وساري ڇڏين. ان سلسلي ۾ وڏيڪ فرض خاص ماڻهن تي عائد ٿئي ٿو يعني عالم سڳورن، روشن خيال ماڻهن، شاعرن، دانشورن، صحافين ۽ عوامي حلقن ۾ اثر رسوخ رکڻ وارن ماڻهن جو فرض آهي. هي اهي ماڻهو آهن، جن تي سيني کان وڏيڪ ذميواري عائد ٿئي ٿي. هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ اسلامي دنيا پاڻ کي سجاڻي ۽ اسلام کي الله جي ڏسيل سڌي واٽ ۽ ڇوٽڪاري جي واٽ طور چونڊي ۽ ان رستي تي مضبوطيءَ سان قدم وڌائي. هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ اسلامي دنيا پنهنجي بڌيءَ جي حفاظت ڪري ۽ گڏيل دشمن جي مقابلي ۾ جنهن کان سيني اسلامي جماعتن نقصان ڪاڌو آهي، يعني سامراج ۽ يهوديت، بڌي ڪري جمي بيهن. هڪڙوئي نعرو هڻن، هڪڙي ڳالهہ ڪن ۽ هڪڙوئي رستو طئي ڪن. انشاء الله پالڻهار جي تائيد ۽ حمايت بہ حاصل ٿيندي ۽ اڳتي بہ وڌنداسين. اسان کي اميد آهي تہ الله تعاليٰ مسلمان معاشرن کي سجاڳي عطا ڪندو ۽ اسلامي حڪومتن کي پنهنجا فرض سڃاڻڻ جي توفيق ڏيندو. الله تعاليٰ اسان سيني کي الاهي سڌي واٽ تي ثابت قدم رکي.[1]

* * * * *

[1] حضرت رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ امام جعفر صادق عليہ السلام جي ڀلاري ڄم جي موقعي تي وحدت اسلامي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيندڙن کي خطاب: 23 جولاءِ 1997ع

# مسلمانن کي پيغمبر اڪرم ﷺ جي بعثت تي ڌيان ڏيڻ ۽ اُن ۾ غور ۽ فڪر ڪرڻ جي ضرورت

جيڪڏهن اسان انساني تاريخ ۾ ظاهر ٿيڻ وارن واقعن مان يعني انساني لڏي کي جن واقعن کي ڏسڻو پيو آهي، نبين سڳورن جي بعثت جي واقعي کي انساني تقدير ۾ سڀني کان اهم ۽ موثر قرار ڏيون، جيڪو حقيقت ۾ به ايئن آهي، ته پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جي بعثت جو واقعو انسانذات جي تاريخ ۾ پيش اچڻ وارن ننڍن وڏن سڀني واقعن ۾ سرفهرست قرار ڏنو ويندو. انساني لڏي جي لاءِ تاريخ جي وڏن وڏن انقلابن کان وٺي قومن جي موت ۽ حيات يا وڏن وڏن ماڻهن جي هن دنيا ۾ پيدا ٿيڻ ۽ هليو وڃڻ کان وٺي اڻ ڳڻين فڪري مڪتبن جي وجود ۾ اچڻ جي واقعن جي اهميت نبين سڳورن جي بعثت واري واقعي جي برابر ڪونهي. جيئن توهان اڄ ڏسي رهيا آهيو ته انساني لڏي جي فڪر ۽ ذهن جون اهي تصويرون باقي بچيون آهن، جيڪي ديني انهن کي عطا ڪيون آهن ۽ قيامت تائين ايئن ئي ٿيندو رهندو. جيتوڻيڪ اڄ به دنيا ۾ گهڻا اهڙا ماڻهو موجود آهن، جيڪي سڌوسنئون پاڻ کي نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي بعثت جي روشن ڪرڻن جي اثر هيٺ نٿا سمجهن، يعني غيرمسلم، پر اهي ماڻهو به انهن برڪتن کان فائدو حاصل ڪري رهيا آهن.

بيشڪ انسان جو علم ۽ رهڻي ڪرڻي، انسانن جي وچ ۾ رائج چڱايون، سُنيون عادتون ۽ اهڙي قسم جون گهڻيون ئي ڳالهيون توڙي جو ظاهري طور ڪنهن دين سان گڏيل نه هجن، ته به انهن جون پاڙون الاهي دينن ۽ الاهي معرفتن سان ئي وڃي ملن ٿيون ۽ انهن ۾ سرفهرست نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي بعثت آهي ۽ انساني لڏي جا سڀ ماڻهو اچڻ واري دور ۾ هن کان به گهڻا، انهن برڪتن مان فائدو حاصل ڪندا. تنهنڪري اسان چڱي سگهون ٿا ته بعثت جو واقعو انساني تاريخ جو سڀني کان وڏو اهم ترين ۽ پڌرو واقعو آهي.

مناسب اهو آهي تہ مسلمان ان واقعي جي باري ۾ وڌ کان وڌ غور ۽ فڪر ڪن. اسلامي دنيا کي پيش ايندڙ مسئلن کان انڪار نٿو ڪري سگهجي ۽ نہ ئي انهن کي نظر انداز ڪري سگهجي ٿو. اسلامي معاشرا اڄ جنهن ڪمزورين جو شڪار آهن. انهن کي نٺيو نٿو سمجهي سگهجي.

هڪڙو پيرو هن دنيا ۾ هڪڙي تجربي جو اتفاق ٿي چڪو آهي ۽ اهو تجربو انسانن جي زندگيءَ تي، خود نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ظاهري حياتي ۾ ۽ اسلامي مرڪز جي هڪڙي مختصر عرصي ۾، اسلام جي مڪمل حاڪميت جو تجربو هو. ان تجربي جي برڪتن سان نوبت اتي وڃي پهتي، جو مسلمان امت ان دور جي سيني کان وڏي امت بڻجي اڀري ۽ علم معرفت، تهذيب و تمدن، اخلاق ۽ ترقي جي اهڙي ناقابل فراموش مشعل روشن ڪئي جو اڄ بہ انسانيت ان جي نوراني ڪرڻن مان فائدو حاصل ڪري رهي آهي. اهو سڀ ڪجهہ ان وقت ٿيو جڏهن دنيا تي جهالت جو غلبو هو! سو اهو هڪڙو تجربو هو. اسان اسلام کان جيترو پري ٿيندا وياسين ۽ بعثت جي پيغام کي نظرانداز ڪندا وياسين، اوترو مسلمانن جي زندگي مختلف دورن ۾ مشڪلات جو شڪار ٿيندي وئي.

## قرآن شريف ۾ بعثت جو پيغام

بعثت واري پيغام کي قرآن شريف ۽ ٻين ظاهري شين ۾ ڳولهي سگهجي ٿو. مان هتي ان پيغام جي ٻن حصن ڏانهن اشارو ڪرڻ گهران ٿو. توهان غور ڪيو تہ اهي ڳالهيون اسان مسلمانن جي لاءِ ڪيتريون اهم آهن ۽ اسان کي ڪيئن راهہ ڏيکارين ٿيون.

هڪڙو پيغام هيءُ آهي تہ قرآن شريف جي مختلف آيتن ۾ بہ ان ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي. انهن سيني مان هڪڙي آيت هي آهي ”كِتٰبٌ اَنْزَلْنٰهُ اِلَيْكَ لِتُخْرِجَ النَّاسَ مِنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ“ (ابراهيم:1). يعني اونداهي مان ڪڍي روشني ۾ داخل ڪرڻ جو پيغام. نور ۽ ظلمت (روشني ۽ اونداهي) ڪي اهڙيون شيون ڪونہ آهن، جو انسان مختلف موقعن تي انهن کي سڃاڻڻ ۾ غلطي ڪري وڃي. اسلام ۽ بعثت جو

پيغام انسانن کي جهالت جي اونداهي، خراب عادتن جي اونداهي، بداخلاقين جي اونداهي، انسانن جي وچ ۾ ڦٽي فساد جي اونداهي، انسانن جي ذهنن تي مسلط ٿيڻ وارين گندين ڳالهين جي اونداهي جيڪي مقابلو ڪندي انسانن کي سڌي رستي کان هٽائي ڇڏينديون آهن. ظلم ۽ ڏاڍ جي اونداهي، اهي سڀ ڳالهيون اونداهي آهن جن مان پيغام ٻاهر ڪڍي ٿو ۽ انهن جي مقابلي ۾ جيڪا روشني (نور) آهي ان ڏانهن هدايت ڪري ٿو. قرآن شريف جي مختلف آيتن ۾ وري وري ان موضوع تي ڳالهايو ويو آهي. يعني انسان جي انفرادي ۽ اجتماعي زندگي ۾ هدف جي اعتبار کان هڪڙي مٿا ستا ۽ تبديلي اٿتر آهي.

هڪڙو ٻيو پڌرو نقطو اخلاق ۽ تزڪيہ نفس جو مسئلو آهي. ان حوالي سان بہ قرآن شريف جي مختلف آيتن ۾ تاڪيد ڪيو ويو آهي ۽ سيني اسلامي فرقن جي ڪتابن ۾ هي نبوي حديث موجود آهي تہ "بُعِثتُ لِاُتَمِمَ مَکَارِمَ الاَخلاق".

غور ڪيو تہ جنهن معاشري ۾ اخلاق يعني سٺا اخلاق ۽ سٺيون خوبيون رائج هجن. انسان سٺين ۽ نيڪ صفتن وارا هجن، جيئن معاف ۽ در گذر ڪرڻ، احسان، عدل ۽ انصاف، علم ۽ حق طلبي، ماڻهن سان عدل ۽ انصاف وارو سلوڪ تي رهيو هجي، انهن جي وچ ۾ خراب ڳالهيون موجود نہ هجن تہ اهي ڪهڙي جنت ۾ رهي رهيا هوندا.

اڄ انسان انهن ڳالهين جي ڪري تڪليفن ۾ آهي. دنيا ۾ انسانن کي پيش ايندڙ مسئلا ۽ پريشانيون ۽ دنيا ۾ سياسي بغاوتن جون پاڙون بہ انهن اخلاقي ڏيوالپڻي سان وڃي ملن ٿيون. ماڻهن کي پيش ايندڙ مسئلن جي گهٽائيءَ جو سبب بہ گهڻو ڪري انهن جي پنهنجي جهالت ئي آهي. دين اسلام جهالت کي ختم ڪري ٿو. مسلمانن کي گهرجي تہ انهن پيغامن جو قدر ڪن.[1]

* * * * *

[1] عيد ميلادالنبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي موقعي تي حڪومتي ڪارندن سان ملاقات: 28 نومبر 1997ع.

## انسانذات کي اڄ کان وڌيڪ اڄ پيغمبر اڪرم ﷺ جي ياد ۽ انهن جي تعليم کي زنده ڪرڻ جي ضرورت آهي.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ياد ملهائڻ ڪا رسم ڪونهي. جيتوڻيڪ مسلمان قومن منجهہ اهڙين رسمن جو هجڻ بہ هڪڙي نعمت آهي، بلڪ ضروري آهي. پر مسئلو ان کان بہ گهڻو وڏو آهي. اڄ اسلامي دنيا کي اسلام جي پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ياد کي زنده رکڻ جي ضرورت اڳ کان گهڻي وڌيڪ آهي ۽ پوري انسانيت بہ هن مبارڪ نالي، انهن جي ياد ۽ انهن جي تعليمات جي محتاج آهي. مگر پوري انسانذات جي حوالي سان ڳالهہ ڪرڻ کان اڳ ۾ اسلامي دنيا جي لاءِ ضروري آهي تہ اها پنهنجي هن عظيم قيمتي سرمائي کي سمجهي. انهن قومن وانگر نہ ٿئي، جيڪي صدين تائين پنهنجي مادي سرچشمن کي سڃاڻڻ کان سواءِ غلفت جي ننڊ ۾ بکيائي ان مٿان ستا پيا هجن، ايستائين جو ٻيا اچي انهن جا وسيلا کسي ويا هجن. اڄ اسلامي دنيا بہ پنهنجي سيني قيمتي ذخيرن جي موجودگيءَ جي باوجود گهڻين مشڪلاتن جو جمي بيهي مقابلو ڪرڻ کان پاسو ڪندڙ ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جڏهن تہ اهي عظيم ذخيرا انهن مشڪلاتن کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ ۾ ان جي مدد ڪري سگهن ٿا.

### اسلام جا ٻہ بنيادي ٿنڀا: توحيد جو ڪلمو ۽ ڪلمي جي ٻڌي

هڪڙي بزرگ گهڻا سال اڳ فرمايو هو تہ "بُنِيَ الاسلام عليٰ ڪلمتين. ڪلمتُ التوحيد و توحيدالڪلمتُ" هي بہ ڳالهيون اسلام جا بہ ٿنڀا آهن: پهريون توحيد جو ڪلمو ۽ ٻيو ڪلمي جي ٻڌي. انهن مان ٻي ڳالهہ يعني ڪلمي جي ٻڌيءَ جو پڙاڏو بہ حقيقت ۾ پهرين ڳالهہ يعني، توحيد جي ڪلمي ڏانهن آهي يعني توحيد جي ٻڌي جي بنياد تي ڪلمي جي ٻڌي آهي. هميشهہ کان تمام گهڻو وڌيڪ اڄ اسان کي ان نعري جي ضرورت آهي. يعني اسان کي توحيد جي ڪلمي ۽ ڪلمي جي ٻڌيءَ ڏانهن موٽڻ جي ضرورت آهي.

اڄ مسلمان قومون جنهن مشڪلات ۽ پريشانيين جو شڪار آهن، اهو سڀ انهن جو توحيد جي رستي کان ٿڪي وڃڻ ڪري آهي. توحيد جو تعلق صرف انسان جي ذهن سان ڪونهي، بلڪ توحيد هڪڙي حقيقي ڳالهه آهي، هڪڙو نظام ۽ زندگي جي طورطريقي جو نالو آهي. توحيد اسان کي سيکاري ٿي تہ اسان پنهنجن دوستن سان ڪيئن گذاريون، پنهنجي دشمنن سان ڪهڙو رويو رکون. ان کان علاوه، گڏيل نظام ۾ اسان جو ڪهڙو ڪردار هجڻ گهرجي ۽ اسان کي پنهنجي زندگي ڪيئن گذارڻ گهرجي؟

ڪجهہ ماڻهو اهو سمجهن ٿا تہ توحيد جو تعلق مرڻ کان پوءِ واري حالت سان آهي، جڏهن تہ حقيقت ۾ توحيد جي عقيدي جو تعلق هن دنيا ۽ زندگي سنوارڻ سان آهي. اڄ اسان کي ان ڳالهہ جي ضرورت آهي. مسلمان قومن کي ان توحيد جي ضرورت آهي.

جنهن حد تائين اسان توحيد ۽ الله جي ٻانهپ ڏانهن اڳتي وڌنداسين، ايترائي اسان جي سرن تان عالمي غاصب طاقتن ۽ الله جي دشمنن جي شر جا خطرا بہ گهٽ ٿيندا. اڄ ايران جي مسلمان قوم جنهن حد تائين توحيد جو دامن پڪڙيو آهي، ايتروئي آمريڪا ۽ ٻيون عالمي غاصب طاقتن جي هٿ چراند ۽ زبان درازيءَ کان امن ۾ آهي. انهن جي حڪمن، تہ هي ڪيو ۽ هي نہ ڪيو کان آزاد آهي. اهائي توحيد ۽ الله تعاليٰ جي ٻانهپ جي خصوصيت آهي تہ هاڻي جڏهن توهان الله جي ٻانهپ اختيار ڪئي آهي تہ توهان ٻين جو ٻيلپو نٽا ڪري سگهو. هي اهوئي پهريون رڪن آهي، ٻيو رڪن ڪلمي جي ٻڏي آهي. مسلمان قومن کي گهرجي تہ پاڻ ۾ ٻڏي ڪن. اڄ اسلامي دنيا کي اهو وڏو مسئلو اڳيان آهي تہ اسلام جي دشمنن هڪڙو اهڙو ڪم ڪيو آهي تہ جيڪا ڳالهہ مسلمانن جي وچ ۾ ٻڏي ۽ ايڪي جو ذريعو ٿيڻ گهرجي ها. يعني دشمن جو وجود. غاصب اسرائيلي حڪومت جو وجود. اهائي ڳالهہ انهن جي وچ ۾ اختلاف جو سبب ٿي وئي آهي. انهن اهڙا ڪم ڪيا جو جن جي ڪري ڪجهہ مسلمان ملڪن ان ڳالهہ کي پنهنجي ئي مسلمان ڀاءُ جي مقابلي ۾ بيهڻ جو ذريعو بڻائي ڇڏيو ۽ پاڻ ۾ اختلافن جو شڪار ٿي ويا.

جڏهن تہ اسلامي ملڪن جي وچ ۾ هڪڙي اهڙي دشمن جو وجود مسلمانن جو هڪبئي جي ويجهو ٿيڻ جو ذريعو ٿيڻ گهربو هو. انهن کي پاڻ ۾ پڏي ڪري هڪ ٻئي سان هٿ ملائي هڪڙو محاذ ناهڻ گهربو هو. اُن جو بنيادي سبب بہ عالمي غاصب طاقتن جون بيجا مداخلتون آهن. جيڪڏهن اهي غاصب طاقتون، خاص ڪري آمريڪا، فلسطين جي سرزمين تي قبضو ڪندي، اسلامي ملڪن جي بلڪل وچ ۾ ديرو ڄمائڻ واري هن عالمي دهشتگردي يعني ڪوڙي اسرائيلي حڪومت، جي حمايت نہ ڪري ها تہ اسرائيل هتي رهڻ جي جرئت نہ ڪري ها. هاڻي بہ ايئن ئي آهي.

آمريڪا ۽ ٻيا مغربي ملڪ فلسطين جي مسئلي تي ٺياڪڙيا وچ وارا ماڻهو ٿِنا ٿي سگهن، ڇوتہ حقيقت ۾ اهي ان مسئلي ۾ خود هڪڙي ڌُر آهن. اهي اسلامي ملڪن ۽ مسلمان قومن خلاف هڪڙي ڌُر آهن. گذريل ڪجهہ سالن دوران پيش اچڻ وارن واقعن مان بہ هن حقيقت جي خبر ملي ٿي. اهڙي طرح اڄ بہ اسرائيلي حڪومت جي طرفان جيڪي پيانڪ ظلم ٿي رهيا آهن، بيت المقدس يعني مسلمانن جي پهرين قبلي کي ڦٻائڻ جون ڪوششون، اهي سڀ ڳالهيون آمريڪا جي حمايت سان ٿي رهيون آهن. ان ئي اسرائيل کي دلير بڻائي ڇڏيو آهي. باقي جيڪڏهن ان کي آمريڪا جي حمايت حاصل نہ هجي تہ مسلمان ملڪ ان بدمعاش حڪومت سان نبرڻ جي صلاحيت رکن ٿا. جيڪڏهن اڄ بہ اسلامي ملڪ گڏ ٿي وڃن تہ ان سان نبرڻ جي صلاحيت رکن ٿا.[1]

* * * * *

[1] حڪومت جي اعليٰ عهديدارن ۽ ڪارندن سان ملاقات: 12 جولاءِ 1998ع.

## نبي ڪريم ﷺ جو وجود اسم اعظم آهي

بيشڪ حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جو ڏينهن انسانذات جي تاريخ جو سيني ڪان وڏو ڏينهن آهي. ڇوتہ هڪ طرف ڪان جنهن شخصيت کي الله تعاليٰ پنهنجو مخاطب قرار ڏئي ان جي ڪلهن تي ذميواريون وڏيون يعني پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڀلاري ذات، اهي انسانيت جي تاريخ جا سيني ڪان عظيم انسان، الاهي نشانين مان عظيم نشاني ۽ اسم اعظم جو مظهر آهن يا ٻين لفظن ۾ خود انهن جو وجود مبارڪ ئي اسم اعظم الاهي آهي.

ان لحاظ ڪان بہ تہ ان عظيم شخصيت کي جيڪي ذميواريون سونپيون ويون هيون، يعني نور ڏانهن ماڻهن جي هدايت، ماڻهن جي ڪلهن تان ڳرين ذميوارين جو بوجهہ هٽائڻ ۽ انساني وجود جي لائق هڪڙي نئين دنيا جي اڳواڻن جي فراهمي ۽ نبين سڳورن جي بعثت جون ٻيون بيشمار ذميواريون، اهي گهڻيون وڏيون ذميواريون هيون. يعني مخاطب بہ عظيم آهي تہ ان کي سونپيون ويندڙ ذميواريون بہ گهڻيون وڏيون آهن. انهيءَ ڪري هي ڏينهن تاريخ جو سڀ ڪان عظيم ۽ سيني ڪان گهڻو قابل احترام ڏينهن آهي.

### بعثت حقيقت ۾ انسانن جي بيشمار ضرورتن جو جواب آهي

جيڪڏهن ڪو شخص بعثت جي مضمونن کي ان دائري تائين محدود ڪري ڇڏي جيڪو اسان پنهنجي ناقص عقل ذريعي حاصل ڪيون ٿا تہ ان يقينن بعثت جي حقيقت ۽ ان عظيم ذميواري جي حقيقت سان ظلم ڪيو آهي. ڇوتہ پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جي مضمونن کي اسان جي ناقص عقل جي مطابق محدود نٿو ڪري سگهجي.

جيڪڏهن اسان هڪڙي ئي جملي ۾ بعثت ۽ ان جي حدن جي مختصر تعريف ڪرڻ گهرون تہ توڙي جو اهو ڪم ناممڪن آهي، اهو چئي سگهون ٿا تہ بعثت جو تعلق انسانن سان آهي ۽ اهو انسانن لاءِ آهي. انسان اڻ کُٽ آهي. اهو عظيم پهلوئن جو مالڪ آهي. اهو جسم، مادي ۽ دنيا جي ڪجهہ ڏينهن جي زندگي تائين محدود ڪونهي. اهڙي طرح معنويات تائين بہ محدود ڪونهي. تاريخ جي ڪنهن هڪ دورتائين بہ محدود ڪونهي. انسان هميشهہ ۽ هر حال ۾ انسان ئي آهي، ان جي وجود جا پهلو اڻ کُٽ ۽ اڻ سڃاتل آهن. اڄ بہ انسان هڪڙو اڻ سڃاتل وجود آهي. بعثت ان انسان جي لاءِ ۽ ان انسان جي مستقبل جي لاءِ ۽ ان جي هدايت جي لاءِ آهي.

البت، هر دور ۾ ۽ هر زماني ۾ هر فرد ۽ هر انساني معاشرو پنهنجي صلاحيت ۽ گنجائش جي اعتبار کان ان مان فائدو حاصل ڪري ٿو. جيئن اسلام جي مرڪز جي مسلمانن بعثت جي مفهوم ۽ ان جي حقيقت مان فائدو حاصل ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي ۽ ان چمڪندڙ نور ڪي اُن زماني جي پوري دنيا تائين پکيڙيو ۽ گهڻن انسانن جي صحيح رستي ۽ ٻانهپ جي حقيقت ڏانهن رهنمائي ڪئي.

ان کان پوءِ هڪڙي دور ۾ دنيا ۾ علم ۽ ثقافت جو اهڙو رستو کوليو جو اڄ ڪٿي بہ تاريخ جي اوچين ديوارن تان ۽ مدتون گذري وڃڻ جي باوجود، ان جي روشني ڏسي سگهجي ٿي ۽ اڄ بہ دنيا ان علمي ۽ تهذيبي ترقي مان فائدو وٺي رهي آهي. تاريخ جي هر دور ۾ جڏهن بہ مسلمانن اسلام مان صحيح معنيٰ ۾ فائدو ورتو آهي تہ ڪامياب رهيا آهن. جنهن انسان بہ پنهنجي صلاحيت جي مطابق اسلام مان فائدو ورتو ان پنهنجو پاڻ کي ڪامياب ڪري ڇڏيو.

جيڪو ڪجهہ ايران ۾ ظاهر ٿيو يعني اهو عظيم انقلاب ۽ ان اسلامي نظام جي تشڪيل، اها ان ڳالهہ جي هڪڙي جهلڪ هئي جنهن کي اسلام انسانن لاءِ آندو آهي. ايراني قوم جي ڏاڍي گهڻي خراب حالت هئي ۽ هي قوم اونداهين ۾ زندگي گذاري رهي هئي. اها پنهنجي انساني مقام ۽ مرتبي کان بہ گهڻو دور ٿي وئي هئي. اسلام کان دوري جي ڪري ان تي عملي، انساني، سياسي ۽ اقتصادي لحاظ کان ظلم ٿي

رهيو هو. اسلام کان آگاهي ۽ ان جي معرفت جي برڪت سان اسان جي قوم هڪڙي عظيم تحريڪ جي ذريعي پاڻ کي اسلام جي سرچشمي تائين پهچائي ڇڏيو. اسلامي احڪامن تي عمل ڪيو. ان جي عظيم احڪامن تي عمل ۽ اسلام جي احڪامن تي غوروفڪر جو پنهنجي لاءِ موقعو فراهم ڪيو ۽ ان مان فائدو ورتو. اسلام جي[1] حقيقت تي گهرائي سان ڏٺو ۽ قرآن شريف جي معرفت حاصل ڪئي.

❊ ❊ ❊ ❊ ❊

[1] عيد ميلادالنبي جي موقعي تي مملڪت جي اعليٰ عهديدارن کي خطاب: 17 نومبر 1998ع.

# نبي ڪريم ﷺ جي ٻلاري وجود جون برڪتون ۽ نشانيون

انساني معيار ۾ ڪنهن ڄمڻ واري يا ڪنهن به ڄم جي مبارڪ هجڻ جو تعلق ان سان وابسته آثارن سان لڳايو ويندو آهي، جيڪي ان ڄاول يا ڄم تي سڌوسنئون يا اڻ سڌي طرح مرتب ٿيندا آهن. جيڪڏهن انسانن جو مقرر ڪيل اهو معيار صحيح آهي (۽ آهي به نيڪ) ته اسان کي اهو چوڻ گهرجي ته ڪائنات جي پوري تاريخ ۾ جنهن مبارڪ ترين هستيءَ جو ڄم ٿيو آهي، اها حضرت ختمي مرتبت صلي الله عليه وآله وسلم جي ذات آهي. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم جي مقدس وجود جي ظاهري طور تي روءِ زمين تي قدم رکڻ جي ڏينهن کان ئي برڪتون نازل ٿيڻ شروع ٿيون ۽ اها ڪا تعجب واري ڳالهه به ڪونهي. جيئن حضرت عيسيٰ عليه السلام پنهنجي ڄمڻ جي شروع ۾ ئي فرمايو هو ته "وَجَعَلَنِيْ مُبٰرَكًا اَيْنَ مَا كُنْتُ" (مريم: 31). ان پنهنجي مبارڪ هجڻ جو اعلان پنهنجي ڄم جي پهرين گهڙين ۽ مهلن ۾ ئي فرمايو هو. اسان جي عظيم پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جي سلسلي ۾ به ايئن ئي آهي.

اهو جو تاريخ ۾ لکيل آهي ته ڪسريٰ جا محلات تباهه ٿيا ۽ قديم آتشڪده وسامي ويو وغيره، اهڙي قسم جا ٻيا گهڻائي واقعا تاريخ ۾ درج ڪيل آهن. اهي سڀ جا سڀ ان عظيم الشان هستيءَ جي ٻلائي واري ڄم جون خوشخبريون آهن. هن دنيا ۾ شرڪ ۽ ڪفر جي حاڪميت، ظلم، ڏاڍ ۽ بربريت ۽ ماڻهن جي وچ ۾ اختلافن جو سبب بڻجڻ وارين سڀني برائين کي ان عظيم هستيءَ، بينظير صفتن جي مالڪ انسان جي مقدس وجود جي صدقي ۾ آهستي آهستي ختم ٿيڻ گهرجي. عملي اعتبار کان هن عظيم هستي پنهنجي منصبي فرضن کي انجام ڏيڻ ۾ جنهن جدوجهد جو مظاهرو ڪيو اهي ان عهدي جون ڳريون ذميواريون هيون. تنهنڪري ان سفر جي شروعات ۽ ان دعوت جي ابتدا ان عهدي ۽ منصب سان وابسته ذميوارين جو اهم ترين حصو شمار ٿئي ٿو.

ان زماني جو بنيادي مسئلو ۽ پوري دنيا ۾ رهڻ وارن ان زماني جي ماڻهن جو بنيادي اعتراض ۽ پريشاني اها هئي تہ سيني ماڻهن جون برادريون، پورو انساني معاشرو ۽ تهذيب. غيرالله جي حاڪميت، طاغوتي قوتن جي حاڪميت، ظلم ۽ ڏاڍ جي قوتن جي حاڪميت ۽ زندگيءَ جي طبقاتي نظام جي حاڪميت جا عادي ٿي چڪا هئا. هاڻي اهي ڪهڙا ماڻهو آهن جيڪي اهڙي ماحول ۾ انهن ظلمن ۽ معاشري تي عائد ۽ مسلط حڪمرانن جو جمي بيهي مقابلو ڪري سگهن ٿا؟ عام قاعدي موجب مظلومن ۽ ضعيفن جو طبقوئي اهڙو ٿي سگهيو ٿي، جيڪو انهن ظلمن جي سامهون سينو تاڻي بيهي سگهي. جڏهن مظلومن کي ان ڳالهہ جو پڪو يقين ٿي وڃي تہ هاڻي ظالمن ۽ جابرن جي سامهون گوڏا کوڙڻ کان علاوه ٻيو ڪوئي چارو ڪونهي تہ پوءِ معاشري جي اصلاح جي اميد اٽليءَ ٿي ويندي آهي. اهڙين حالتن ۾ ماڻهن کي غفلت واري ننڊ مان سجاڳ ڪرڻ، پوري معاشري ۽ تهذيب کي سجاڳ ڪرڻ، پوري انسانيت کي سجاڳ ڪرڻ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جوئي ڪارنامو ۽ نبوي دعوت جو عظيم حصو هو. ”اِنْ هُوَ اِلَّا ذِكْرٌ لِّلْعٰلَمِيْنَ“ (ص: 87) هي ذڪر آهي، ياد آهي، ياد ڏيارڻ آهي، تنبيهہ ڪرڻ، خبردار ڪرڻ ۽ هوشيار رهڻ جو پيغام آهي. ”جاڳي وڃو“ جو هيءُ پيغام پوري انسانيت جي لاءِ آهي. جڏهن ان هوشيار رهڻ واري پيغام پهچائڻ جي ذميواري خود حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجن ڪلهن تي کنئي تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زندگيءَ جو اهو سخت ۽ ڏکيو مرحلو هو. طرح طرح جا تعصب. قبيلائي اختلاف. ذاتي مسئلا ۽ اڻ ڳڻين ماڻهن جي انفرادي مسئلن پاڻ سڳورن جي زندگيءَ کي حيران ڪري ڇڏيو هو. بهرحال. حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سخت ترين جدوجهد جو بوجهہ کنيو آخرڪار پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم انساني لڏي جي آزادي جي رستي ۾ اچڻ واري هر رڪاوٽ کي پنهنجي پيرن هينان لتاڙي ڇڏيو ۽ اڄ تائين جنهن بہ انساني آزاديءَ لاءِ جيڪو بہ قدم کنيو ان انهيءَ عظيم هستي جي تقليد ۽ پيروي ڪري ۽ انهن جي نقش قدم تي ئي هلي ۽ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي واٽ کي ئي جاري رکندي ۽ ان ئي عظيم هستي ۽ اعليٰ صفتن واري انسان جي ٻڌايل اصولن جي مدد سان ئي پنهنجي تحريڪ کي جمائي ۽ قائم رکي سگهيا.

## انساني تهذيب ۽ تمدن جي پاڻ سڳورن ﷺ جي ذات مان ڀلائي ٿيڻ

پاڻ سڳورن صلي **الله عليہ** وآلہ وسلم جي تعليمات مان صرف مسلمان ئي فائدي ۾ ڪونہ رهيا آهن. اڄ جي ترقي يافتہ دنيا جي علم ۽ ڏاهپ جا اصول، اڄ جي سڌريل دنيا جي تهذيب ۽ ثقافت ۽ معرفت نالي جي جيڪا شئي اڄ ڏرتي جي متاڃري تي نظر اچي رهي آهي، انساني لڏي جي ترقي ۽ تمدن، اهي سڀ شيون ان عظيم هستي جي وجود مبارڪ جون ٿورائتيون آهن. اهو مفهوم ۽ معنيٰ، اسان مسلمانن جي ئي دعويٰ ڪونهي، سڀ تاريخدان ۽ انصاف پسند ماڻهوان ڳالهہ جي تائيد ڪن ٿا تہ اسلامي دنيا ۾ پيدا ٿيڻ واري اها علمي سجاڳي هر ڳالهہ جو سبب بڻي، جو اچڻ وڃڻ ڪري ۽ گهڻو ڪري لڙاين جي ذريعي ملڪ فتح ڪرڻ سان دنيا جي ٻين علائقن تائين منتقل ٿي. علمي معرفتون، انساني فڪر ۽ ڪجهہ اهي ڳالهيون، جن ڏانهن اڄ انسان گهڻو توجهہ ۽ ڌيان ڏيندو نظر اچي ٿو جيئن انساني حق، انساني آزادي، انساني لڏي جي سيني ماڻهن جي وچ ۾ مساوات ۽ برابري ۽ سيني انسانن جي وچ ۾ ڀائيچاريءَ جو رشتو وغيره. اهي سڀ ڳالهيون ان بلند صفتن واري انسان جو صدقو ۽ ان جي طرف کان انساني لڏي لاءِ سوکڙي ۽ هديو آهن. ان عظيم تحريڪ جي ڪري اسلام جي اندر جيڪا ڳالهہ نشاني طور ظاهر ٿي اها اسلامي حڪومت ناهڻ جي مطلب واري آهي. پاڻ سڳورن جون قيمتي تعليمات انساني لڏي جي لاءِ صرف وعظ ۽ نصيحت جو پيغام ڪونہ آهن، بلڪ انساني نظام (رياست) جي جوڙجڪ ۽ شڪل ڪي اهڙي ترتيب ڏين ٿيون، جو انساني حڪومتي نظام پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اٽمٿ اصولن هيٺ ئي پنهنجن هدفن ڏانهن رخ ڪري سفر ڪري سگهي ٿو ۽ ان واٽ ۾ حائل مڙني رڪاوٽن جو تدارڪ بہ پاڻ ڪريمن جي تعليمات جي روشنيءَ ۾ ممڪن ٿي سگهي ٿو.

اڄ الحمدالله! اسلامي معاشرا اسلامي نظام جي اهميت کان چڱيءَ طرح آگاهہ ۽ واقف ٿي چڪا آهن. ڪيترن سالن کان وڏن وڏن اديبن، خطيب حضرات ۽ ٻين گهڻن ماڻهن جون دليون ان طرف ڌيان ڏئي رهيون آهن. هاڻي اسلامي سجاڳي شروع ٿي چڪي آهي. اسلامي

معاشرن ۾ تهذيبن وٽ جيڪو ذخيرو موجود آهي ان جي اهميت کي ڪوبہ مسلمان نظرانداز نٿو ڪري سگهي. البتہ هيءَ بہ وڏي اهميت واري ڳالهہ آهي تہ بلڪل ان انداز سان اسلام جي دشمن ڏرين جون دشمنيون بہ وڏي تيزيءَ سان وڌي رهيون آهن. انهيءَ ڪري اهي مسلمانن جي وچ ۾ تفرقي بازي ۽ باهمي اختلافن کي هوا ڏيڻ جي لاءِ طرح طرح جا هٿڪنڊا استعمال ڪرڻ ۾ مشغول نظر اچن ٿا تہ جيئن مسلمانن جي وچ ۾ بولي، قبائلي ۽ گروهي تعصبن کي وڌائي سگهن ۽ انهن کي هڪڙي خاص رخ ڏانهن موڙي سگهن. اها ڳالهہ ان حالت ڏانهن اشارو ڪري ٿي تہ دشمن ان ڳالهہ کان چڱيءَ طرح آگاهہ آهي تہ مسلمان آباديءَ وارن علائقن ۾ مسلمان امت جي سجاڳي ۽ انهن ۾ شعور وڌي چڪو آهي. اهي دشمن پنهنجا هٿڪنڊا استعمال ڪري رهيا آهن . اها هڪڙي ناقابل انڪار حقيقت بہ آهي. يقينن ان ڳالهہ جو احساس مسلمان امت کي اسلامي نظام جي نفاذ ۽ هڪڙي مسلمان حڪومت ناهڻ جي ضرورت جو بہ احساس ڏياريندو. مستقبل ۾ تيڻ وارو هڪڙو حتمي فيصلو بہ آهي، جنهن جي مقابلي ۾ پکيڙيون ويندڙ دشمنيون ان جو ڪجهہ بہ بگاڙي نہ سگهنديون. اسلامي طاقت انهن ڳالهين کان گهڻو وڌيڪ طاقتور آهي، جيئن 'جمهوري اسلامي ايران' آهي. پهريان ڪنهن جي لاءِ ان ڳالهہ جو تصور ڪرڻ بہ گهڻو مشڪل هو پر اسلام جي عظيم طاقت هتان جي ماڻهن کي گڏ ڪيو ۽ بدڻيءَ ۾ آندو دلين کي پاڻ ۾ ڳنڍي هڪٻئي جي ويجهو ڪيو. اسلام تي پڪو ايمان هن عظيم تحريڪ جي لاءِ هڪڙو مددگار ۽ نگهبان عنصر ٿي ويو ۽ دنيا جي هن خطي ۾ اسلامي نظام رائج ٿيو. اها هڪڙي حقيقت آهي جيڪا واقع ٿي.[1]

* * * * *

---

[1] حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ امام جعفر صادق عليہ السلام جي ولادت باسعادت جي موقعي تي مملڪت جي اعليٰ عهديدارن ۽ ذميوارن کي خطاب: 1 جولاءِ 1999ع.

# رسول ڪريم ﷺ جي بعثت دوران دنيا جون حالتون ۽ ماحول

گذريل ڪيترن سالن کان جڏهن بہ بعثت جو ذڪر ٿيندو آهي يا اُن عظيم واقعي جي ياد ملهائي ويندي آهي تہ اسان جي قوم جتي هڪڙي طرف پنهنجي هن عظيم تحريڪ ۽ اسلامي انقلاب جي وجود ۽ ان جي بقا کي بعثت نبوي سان گڏيل ۽ ان جو ثورائتو قرار ڏنو آهي، تہ ٻئي طرف گھڻن ماڻهن، خاص ڪري دانشورن ۽ مفڪرن جي ذهنن ۾ هي سوال پيدا ٿيو آهي تہ جاهليت واري زماني جي ان غربت ۽ محتاجي واري حالت ۾، جنهن پوري دنيا کي پنهنجي لپيٽ ۾ وٺي ڇڏيو هو تہ اسلام جي ترقي ۽ اڳتي قدم وڌائڻ جو ڪهڙو راز هو؟

جاهليت جون پاڙون صرف عربستان تائين محدود ڪونہ هيون، بلڪ ان وقت جي ٻن عظيم ۽ طاقتور سلطنتن يعني ايران جي ساساني بادشاهن جي سلطنت ۽ روم جي بادشاهي نظام واري حڪومت ۾ بہ اهڙي قسم جي جاهليت جو راڄ هو. انهن علائقن ۾ بہ عدالت نالي ڪنهن شئي جو نالو نشان ڪونہ هو. بلڪ انهن علائقن ۾ بہ طبقاتي نظام لاڳو هو. هتي لکڻ پڙهڻ ۽ علم حاصل ڪرڻ هڪڙي خاص طبقي جي ماڻهن لاءِ مخصوص هو جڏهن تہ عام ماڻهن کي لکڻ پڙهڻ جي اجازت ڪونہ هئي. غلامي پنهنجي بدترين شڪل ۾ هئي. معاشري جي غريب ۽ ضعيف ماڻهن سان بدسلوڪي جي صورت ۾، عورتن تي گھرن مان نڪري بازارن ۾ اچڻ تي پابندي ۽ هڪڙي مخصوص شڪل ۾ عورتن سان عام سلوڪ ۽ رويو انهن کي نفرت واري نظر سان ڏسڻ جي شڪل ۾ موجود هئي. مطلب تہ هرطرف جاهليت جو راڄ هجڻ ڪري علم ۽ معرفت ماڻهن جي لاءِ هڪڙي عجيب صورت اختيار ڪري چڪا هئا.

## اسلام جي ترقي جا اهم اثر ۽ جزا (عوامل ۽ عناصر)

اسلام جو پيغام هڪڙي اهڙي دور ۾ آيو ۽ اسلامي معرفت جي چمڪندڙ سج جا ڪرڻا ماڻهن جي دلين ۽ ذهنن ۾ روشني پکيڙڻ لڳا. پوري دنيا جو اڌ کان بہ گهڻو حصو اسلام جي برڪت هيٺ اچي ويو اها ڪا معمولي ڳالهہ ڪونهي. اسلام جتي بہ پهتو اتان جي رهاڪن وڏي گرم جوشيءَ سان ان جو استقبال ڪيو جڏهن تہ هٺ نوڪيون طاقتون جيڪي اسلام جي هن عظيم قافلي جي سامهون رڪاوٽ بڻجي سگهيون ٿي، وڏي آسانيءَ سان رستي کان هٽڻ تي مجبور ٿي ويون. اهو ڪهڙو اثر هو جيڪو اسلامي اقتدار کي اهڙي طرح ترقي ڏانهن وٺي آيو؟ اسلامي تهذيب ۽ تمدن جي آبياري ڪئي ۽ پوءِ اسلام جو اهو ثقافتي اقتدار اسلام جي سياسي زوال ۽ گهٽتائيءَ کان پوءِ بہ وڏي چمڪ ۽ رونق سان قائم ۽ دائم رهيو جنهن پوري دنيا ۾ موجود هر قسم جي تهذيب ۽ تمندن کي پنهنجي اثر هيٺ آڻي ڇڏيو. علم ۽ آگاهي کي هر طرف پکيڙي ڇڏيو ۽ اسلامي ثقافت ۽ تهذيب کي رواج ڏنو. تاريخ جي آئيني ۾ اهو هڪڙو عجيب ۽ غريب تجربو آهي. هاڻي اهو سوچڻو آهي تہ اهو ڪهڙو اثر ۽ سبب هو؟ اهو هڪڙو ڏکهو موضوع آهي. محققن ۽ ليڪڪن پنهنجي جاءِ تي انهيءَ حوالي سان گهڻي محنت ڪئي آهي پر اها هاڻي بہ گهٽ آهي. ان سلسلي ۾ اڃا وڌ کان وڌ تحقيق ۽ جدوجهد ڪرڻ جي ضرورت آهي.

اڄ جن ٻن ٽن جملن ڏانهن اشارو ڪرڻ گهران ٿو اهي جملا ان حقيقت جو هڪڙو حصو آهن. يقينن اسلام جي ترقيءَ جي راهہ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪرڻ وارن اثرن مان هڪڙو اثر مسلمانن جو الله تي مڪمل ڀروسو ۽ الله جي حڪمن جي فرمانبرداري سان لاڳاپيل آهي:

"اٰمَنَ الرَّسُوْلُ بِمَآ اُنْزِلَ اِلَيْهِ مِنْ رَّبِّهٖ وَ الْمُؤْمِنُوْنَ كُلٌّ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَمَلٰٓئِكَتِهٖ وَكُتُبِهٖ وَرُسُلِهٖ"
(بقر: 285).

خود حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ اسلام جي مرڪز جا مومن پنهنجي دل جي گهراين سان اسلام جي پيغام تي عقيدو رکندا هئا.

اسلامي شعائرن، اسلامي حقيقتن ۽ انساني لذي جي ڇوٽڪاري جي لاءِ اسلام جي ڪافي هجڻ ڪي دل جي گهرائين سان هڪڙي حقيقت سمجهندا هئا. انهن جو اهو ايمان اسلام جي ترقي ۾ هڪڙو اهم ترين عامل آهي. ان عظيم تحريڪ جي ترقي ۽ اڳيرائي ۾ هڪڙو ٻيو عامل گهٽ ۾ گهٽ هي هو تہ ان وقت جا مومن مادي فائدن ۽ انهن جي لذتن جي ڪا پرواهہ ۽ اعتبار ڪونہ ڪندا هئا. اهو بہ هڪڙو گهٽو اهم عامل آهي. هي جيڪو اسان روايتن، نهج البلاغہ جي خطبن، حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حديثن ۽ امامن سڳورن جي قولن ۽ ديني بزرگن جي هدايتن ۾ دنيا سان لاڙو رکڻ جي باري ۾ بي پرواهي ۽ ان جي رنگينين کان فريب نہ کائڻ جي باري ۾ وڏي شدت ۽ تاڪيد سان وعظ ۽ نصيحت وارا جملا ٻُڌون ۽ ڏسون ٿا تہ اهي سڀ ڳالهيون ان عامل جي عظيم تائيد ڪي ظاهر ڪن ٿيون. البت، اسلام دشمن ڌُريون ۽ ڪجهہ بيوقوف مسلمان ماڻهن جو اهو وهم آهي تہ جيڪڏهن اسلام ۾ زهد آهي تہ ان جو مفهوم اهو آهي تہ دنيا جي وجودي جهان جي ظاهري نظارن ۽ خود زندگيءَ جي لقائن جي پٺيان نہ وڃو جڏهن تہ حقيقت ايئن ڪونهي. بلڪ ان جو حقيقي مفهوم خراب ۽ ذليل دنيا جي مطلب ۾ آهي، جيئن اسان ۽ توهان سڀ ماڻهو پنهنجي ذات ۽ پوري دنيا جي مادي نفعن ۽ فائدن کي پنهنجو بنيادي هدف قرار ڏيندا رهندا آهيون ۽ سدائين انهن مادي ۽ ظاهري نفعن ۾ مگن رهندا آهيون. مطلب تہ زهد ۽ تقويٰ مان ان ڳالهہ ڏانهن اشارو آهي تہ اسان کي ايئن نہ ڪرڻ گهرجي، ڇوتہ خراب عادتون انسان کي بيوس ۽ لاچار ڪري ان جي لاءِ بدبختين جو سبب ثابت ٿي وينديون آهن.

اولياء الله يعني اهي هستيون جن ان جهندي کي مضبوطيءَ سان جهلي ان ڪنن ۽ ڏکي راهہ کي وڏي راحت سان ۽ بغير ڪنهن ٿڪاوٽ جو احساس ڪندي ۽ بغير قدم لڙکڙائڻ جي طئي ڪري چڪا آهن. تہ اهي اهڙيون هستيون هيون، جن ان جبل جي چوٽي کي ڇهيو آهي.

بهترين مضمونن ۽ اعليٰ ترين مفهومن سان ڀرپور دعا، 'دعاءِ ندبہ' آهي جنهن جي شروعات ۾ الله تعاليٰ جي انهن نيڪ سيرت اولياء

سڳورن جي لاءِ جن ڪرامتنٰ ۽ مخصوص نعمتن سان نوازڻ تي ان جو حمد ۽ تعريف ڪئي وئي آهي. انهن مفهومن مان هڪڙو پيچيده ۽ خوبصورت ترين مفهوم جيڪو ان عظيم دعا جي انهن ڪجهه لفظن ۽ جملن ۾ سمايل آهي، اهو هيئن آهي ته "بَعدَ اَن شَرَطتَ عَلَيهِمُ الزُّهدَ فی دَرجاتِ هٰذِهِ الدُّنيا الدَّنِيَّةِ وَزُخرُفِها وَزِبرِجِها" يعني تو انهن کي ڪمالات ۽ اعليٰ ترين درجن ۽ مرتبن جي بلند ترين مقام تي فائز ڪري ڇڏيو ۽ انهن کي "لازَوالَ لهُ وَلَا اضمِحلال " يعني نه ته انهن کي زوال ۽ فنا آهي ۽ نه ئي انهن ۾ ڪمزوريءَ جو ڪو عمل دخل آهي، وارين نعمتن سان سرفراز ڪيو آهي ۽ انهن عظيم نعمتن جي لاءِ تو صرف انهن ئي اولياء سڳورن کي چونڊي ڇڏيو آهي، پر ان سان گڏ اهو شرط به لڳائي ڇڏيو آهي ته انهن سيني شخصيتن ۾ حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جو مقام ۽ منزل انساني وجود جي اعليٰ ترين درجي ۽ ڪمال جي اوج جي سرحدن کي ڇهي ٿو. ايتري عظيم نعمت جو حاصل ٿيڻ الله تعاليٰ جي تائيد ۽ ان جي توفيق کان سواءِ ڪنهن به طريقي سان ممڪن نٿو ٿي سگهي. الله جي طرف کان بنيادي رهنمائي واريون ڳالهيون فراهم ڪرڻ کان سواءِ ايئن نٿو ٿي سگهي. البت، الله تعاليٰ ايڏو وڏو مقام هڪڙي شرط سان عطا ڪري ٿو اهو هي آهي "اَلزُّهدَ فی دَرجاتِ هٰذِهِ الدُّنيَاالدَّنِيَّةِ وَزُخرُفِها وَزِبرِجها فَشَرَطُوالك ذالك" تڏهن ته حضرت پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم ۽ حضرت اميرالمومنين علي عليه السلام جهڙيون عظيم هستيون زمين جي مٿاڇري تي قدم رکنديون آهن. جو اٽليءِ خمير، شيهو پياريل ديوار وانگر سخت ۽ ڪڏهن به ختم نه ٿيڻ واريون اهي هستيون هڪڙي اهڙي عظيم بار کي پنهنجن ڪلهن تي کنيون پيون هونديون آهن، جيڪو صرف پاڻ سڳورن جي زماني تائين محدود ۽ مخصوص ڪونهي. هڪڙي اهڙي عظيم تحريڪ جو بنياد رکندا آهن، جيڪا انهن هستين جي ظاهري حياتي پوري ٿيڻ کان پوءِ به قيامت جي ڏينهن تائين دائم ۽قائم رهڻ واري آهي.

## اڄ تائين پوري تاريخ ۾ اسلامي تعليمات جو لاڳيتو روشن رهڻ

اها تحريڪ مسلسل پنهنجي راهه تي اڳتي وڌي رهي آهي. اڄ توهان پاڻ پنهنجي اکين سان چڱيءَ طرح ڏسي رهيا آهيو ته پورا چوڏهن سئو سال گذري وڃڻ جي باوجود اسلام پهرين ڏينهن وانگر اڄ به چمڪندڙ آهي. اهي سڀ ڳالهيون انهن ئي عظيم هستين ۽ انهن جي رات ڏينهن جي جدوجهد جون ثمرائتيون آهن. اهي ئي اهي عظيم هستيون آهن جن اهڙي طرح پنهنجي ان تحريڪ کي هميشگي بخشي آهي. البت، ان دوران سيني مسلمانن، مومنن ۽ الله جي پيارن ٻانهن جيڪي خدمتون انجام ڏنيون آهن، اهي ان راهه ۾ تحريڪ کي متحرڪ ڪرڻ جي لاءِ اهڙي طرح مدد ۽ ڪمڪ جي حيثيت رکن ٿيون. اسان کي جنهن ڳالهه جي توقع ۽ اميد آهي اها هيءَ ته اسلامي دنيا جون بزرگ شخصيتون، چاهي اهي سياست سان وابسته هجن يا ديني معاملن سان لاڳاپيل هجن، انهن کي گهرجي ته پنهنجي ذاتي غرضن ۽ مفادن کي پهرين درجي جي اهميت نه ڏين. اڄ اسان عام ماڻهن ۽ خاص ڪري بزرگ شخصيتن کان جيڪا اميد رکون ٿا، اها اهڙي اميد ڪونهي، جيڪا حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي ڪردار ۽ گفتار جي حوالي سان اسان جي دل ۾ هوندي آهي، ايئن ڪونهي. پاڻ سڳورن ۽ اسان جي زماني ۾ گهڻو وڏو فاصلو گذريو آهي. اسان کي پنهنجو پاڻ کان به اهائي توقع ۽ اميد آهي. اسلامي دنيا سان وابسته بين ماڻهن سان به اهڙي ڳالهه جي توقع رکون ٿا ته اهي ذاتي مفادن ۽ ان "مان" کي پنهنجي هدفن جو مرڪز قرار نه ڏين. ٻين سيني شين کي ڪنهن به قسم جي اهميت ۽ غلبو نه ڏين. بلڪ اسلام ۽ اسلامي قوت ۽ اقتدار، اسلام جي سربلندي ۽ ان جي ڪمالات کي پنهنجي ذاتي مفادن تي ترجيح ڏين. جيڪڏهن ايئن ٿيو ته يقينن اڄ طاقت ۽ باطني قوت جو هڪڙو عظيم حصو ۽ خود اسلام جي ذاتي قوت ۽ اقتدار ۾ ڪاميابي وري مسلمانن جا قدم چمندي. هتي اها شخصيت جنهن ڏيان ڇڪائڻ، ايمان، پيار ۽ محبت، يقين ۽ ماڻهن کي متحرڪ ڪرڻ جي عظيم ذميواريءَ کي پنهنجي ڪلهن تي کنيو ۽ ان تحريڪ کي منزل مقصود تائين پهچايو يعني اسان جو عظيم قائدءِ اڳواڻ حضرت امام

خميني رحمت الله عليہ. انهن جي زندگي جو سڀني کان پڌرو نقطو اهو هو تہ انهن پنهنجي ذات کي نظرانداز ڪندي پنهنجي ذميواري کي پنهنجي مقصد جو محور ۽ مرڪز قرار ڏنو هو. تڏهن ئي تہ پاڻ ڪامياب ۽ ڪامران رهيا. جيتوڻيڪ سندس ذات ۾ ٻيون بہ گهڻيون ئي امتيازي خوبيون موجود هيون، پر بنيادي ڳالهہ اها آهي.

گذريل ويهن سالن دوران جمهوريہ اسلامي ايران ۾ جتي بہ اسان ديني ذميوارين ۽ هدفن کي اڳيان رکيو پنهنجو پاڻ کي، ٻين شخصيتن کي، پنهنجي خودي ۽ هوا ۽ هوس کي نظرانداز ڪيو اتي ڪاميابي ماڻي ورتي ۽ جتي بہ ان جي برخلاف عمل ڪيو آهي تہ اتي نقصان کنيو آهي. اسان تي مڙهي ويل اٺن سالن واري لڙائي جي دوران جيڪي ماڻهو ان جي ڳوڙهاين کان واقف آهن، اهي ان ڳالهہ کان چڱيءَ طرح واقف آهن تہ جتي بہ ذميواريون نڀائڻ جو جذبو اسان جي مٿان حاڪم رهيو ۽ ان لڙائي ۾ حصو وٺڻ وارن جي خواهشن جو ان ۾ عمل دخل ڪونہ رهيو اتي اسان اڳتي وڌياسين، پر جتي بہ ذاتي خواهشون اڳيان آيون، اتي اسان کي نقصان کڻڻو پيو اهائي صورتحال اڄ بہ آهي.[1]

❊❊❊❊❊

[1] عيد ميلادالنبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي موقعي تي اسلامي جمهوريہ ايران جي اعليٰ عهديدارن کي خطاب: 6 نومبر 1999ع.

# نبي ڪريم ﷺ جي عظيم شخصيت ۽ پاڻ سڳورن جو پيغام

پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي ذاتي شخصيت جي حوالي سان خلقت واري عالم جي ڪمال واري نقطي تي فائزآهن. چاهي ڪمالات جا اهي پهلو هجن، جيڪي انسان جي لاءِ سمجھ جوڳا آهن ۽ انساني عظمت جي معيارطور ڄاتا وڃن ٿا، جيئن عقل، بصيرت، فهم، سخاوت، رحمت ۽ درگذر وغيره. چاهي اهي اهڙا پهلو هجن جيڪي انساني ذهن جي پرواز کان مٿاهان آهن يعني اهي پهلو جيڪي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي الله تعاليٰ جي اسم اعظم جي مظهر جي حيثيت ۾ پيش ڪن ٿا، يا قرب الاهي ۾ پاڻ سڳورن جي درجات ڏانهن اشارو ڪن ٿا. اسان انهن پهلوئن کي ڪمالات جو نالو ڏيون ٿا ۽ صرف ايترو ڄاڻون ٿا تہ اهي ڪمالات آهن، پر انهن جي حقيقت کان الله تعاليٰ ۽ ان جا خاص ٻانها ئي آگاهہ آهن. اها انهن جي شخصيت هئي ۽ ٻئي طرف انهن جو آندل پيغام انساني سعادت جي لاءِ سيني کان عظيم ۽ بهترين پيغام آهي، جيڪو توحيد، انسان جي عظمت ۽ سربلندي ۽ انساني وجود جي ڪمال ۽ ارتقا جو حامل آهي.

اها بہ هڪڙي حقيقت آهي تہ انسانيت اڄ تائين ان پيغام جي سيني پهلوئن کي مڪمل طور تي پنهنجي زندگيءَ ۾ نافذ ڪرڻ جي توفيق حاصل نہ ڪري سگهي آهي. پر ان ڳالھ ۾ ڪوشش ڪونهي تہ انساني ترقي ۽ ڪمال هڪ نہ هڪ ڏينهن پنهنجي گهربل مقام تائين ضرور پهچي ويندا.

اهو انسانيت جي ترقي ۽ ڪمال جي اوج جو عروج وارو نقطو آهي. ان فرض جي بنياد تي تہ انساني سوچ ۽ فڪر، ان جو علم ۽ سمجھ، ڏينهون ڏينهن ترقي جون منزلون طئي ڪري رهيا آهن ۽ اها بہ حقيقت آهي تہ اسلام جو پيغام زندهہ جاويد آهي. تنهنڪري ان ڳالھ

۾ ڪنهن شڪ ۽ شبهي جي گنجائش ئي ڪونهي ته هي پيغام هڪ نه هڪ ڏينهن انسان جي معاشرتي زندگيءَ ۾ پنهنجو مقام حاصل ڪندو.

نبوي پيغام جي حقانيت حقيقت ۾ توحيد جي حقانيت آهي. اسلام جو زندگي وارو سبق ۽ انساني سعادت ۽ ترقي جي لاءِ اسلام جا بيان ڪيل سونهري اصول انسان کي ان مقام تي پهچائي ڇڏيندا ته اهو سڌي رستي کي ڳولي سگهي ۽ ان راهه تي هلندي ترقي ۽ ڪمال جون منزلون طئي ڪري سگهي.

اسان مسلمانن کي جنهن ڳالهه جي ضرورت آهي اها هيءَ آهي ته اسان دينِ اسلام ۽ پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي گهٽي کان گهٽي سڃاڻپ ۽ معرفت حاصل ڪريون. اڄ اسلامي دنيا جو سڀني کان وڏو مسئلو فرقيواريت ۽ هڪٻئي کان جدائي ۽ دوري آهي. تنهنڪري پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي ذات مبارڪ کي جنهن تي سڀني مسلمانن جو ايمان آهي ۽ جيڪو سڀني انسانن جي احساسات جو مرڪزي نقطو به آهي، اسلامي دنيا جي ٻڌي ۽ اتحاد جو محور قرار ڏئي سگهجي ٿو. اسان مسلمانن وٽ ان مقدس وجود. يعني پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي ذات مبارڪ کان وڌيڪ ڪوئي اهڙو جامع ۽ واضح اتحاد جو نقطو موجود ئي ڪونهي، جنهن تي سڀني مسلمانن جو ايمان ۽ اعتقاد به هجي ۽ جنهن جي وجود سان سڀني مسلمانن جو اندروني ۽ قلبي رشتو به هجي ۽ اهائي ڳالهه اتحاد جي نقطي جو بهترين مرڪز ۽ محور آهي.

## اسلام جي دشمنن طرفان حضور اڪرم ﷺ جي شان ۾ گستاخن جا سبب ۽ دليل

گذريل ڪجهه سالن کان اسان جن ڳالهين جو مشاهدو ڪري رهيا آهيون ته قرون وسطيٰ (وچين دور) وانگر يورپ جي مشرقي علمن جي ماهرن (مستشرقين) پاڻ سڳورن جي مقدس وجود جي حوالي سان توهين آميز تنقيدن ۽ تبصرن جو سلسلو شروع ڪري رکيو آهي. اهو ڪو اتفاقي واقعو ڪونهي، بلڪ قرون وسطيٰ ۾ به جڏهن مستشرقين وٽ تاريخ لکڻ جي شروعات ٿي ته عيسائي پادرين پنهنجي لکڻين،

تقريرن ۽ فنون لطيفہ ۾ پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت کي نشانو بڻايو هو.

گذريل صديءَ ۾ اسان وري وري ڏٺو تہ مغرب جي غيرمسلم مستشرقين جنهن شخصيت کي شڪ ۽ شبهي ۽ جسارت ۽ توهين جو نشانو بڻايو اها پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مقدس شخصيت هئي. انهن واقعن جي پيش اچڻ کان ڪيترائي سال پوءِ موجوده سالن ۾ هڪڙو پيرو وري ميڊيا ۽ نام نهاد ثقافتي لٽريچر جي ذريعي دنيا جي مختلف جاين تي حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت تي هڪڙو پيرو وري توهين آميز حملا ڪرڻ جي ناپاڪ جسارت ڪئي وئي آهي ۽ اهو سڀ ڪجهہ سوچيل سمجهيل سازش هيٺ ٿي رهيو آهي. ڇوتہ اهي هن حقيقت کي سمجهي ويا آهن تہ مسلمان ان ئي مقدس شخصيت جي وجود تي گڏ ٿي سگهن ٿا. انهيءَ ڪري جو سيني مسلمانن کي پاڻ سڳورن سان عشق ۽ والهاڻي محبت آهي. اهو ئي سبب آهي جو انهن ان ئي مرڪز کي پنهنجن حملن جو نشانو بڻايو آهي.

اسلام جي عالمن سڳورن، مسلم دانشورن، ليکڪن، شاعرن ۽ فنون لطيفہ سان وابستہ آرٽسٽن تي اها ڳري ذميواري عائد ٿئي ٿي تہ انهن کان جيتري قدر ٿي سگهي، ان حدتائين مسلمانن ۽ غيرمسلمن جي سامهون پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت جي مختلف پهلوئن کي بيان ڪن ۽ انهن جو اهو عمل يقينن اسلامي امت جي اتحاد ۽ انهن مسلمان نوجوانن جي رهنمائي ۾ جيڪي اسلام ڏانهن گهڻي شدت سان راغب ڏسڻ ۾ اچن ٿا، گهڻو وڏيڪ مددگار ثابت ٿيندو.

## موجوده دور ۾ اسلامي سجاڳي ۽ اسلام جي تجديد جون نشانيون

ڀائرو ۽ ڀينرون! اسلامي دنيا کي ڀريان کان وڌيڪ اڄ پاڻ کي اسلامي تعليمات ۽ ان جي حقيقتن کان روشناس ڪرائڻ جي ضرورت آهي. اڄ پوري اسلامي دنيا ۾ اسلامي تحريڪ کي اڳتي وڌائڻ جي لاءِ ميدان هموار آهي. **اڄ مغرب** جي مادي برائين جي مقابلي ۾ مسلمان

قومن جي لاءِ توحيد کي سمجهڻ کا ڏکي ڳالهه ڪونهي. اڄ هڪڙو اهڙو وقت آهي جو اسلام جي عالم سڳورن ۽ مسلمان دانشورن کي گهرجي تہ جدوجهد ڪن تہ جيئن ماڻهن جي دلين کي اسلام جي حقيقت کان سڃاڻپ ڪرائي سگهن ۽ اسلامي امت کي اسلامي حياتي کي نئون ڪرڻ لاءِ گڏ ڪن. الحمدلله جنهن جي لاءِ سڀ اڳ گهربل شيون بہ مهيا ٿي چڪيون آهن ۽ دنيا جي گهڻن حصن ۾ ان جا واضح آثار ۽ نشانيون بہ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. جنهن جو هڪڙو واضح مثال هن مملڪت ۾ هن عظيم ملت جي وچ ۾ جمهوري اسلامي نظام جي نفاذ جي صورت ۾ قائم ٿي چڪو آهي تہ پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي ويجهو ڪن.

جتي بہ ۽ جڏهن بہ اسان اسلام، اسلامي حقيقتن ۽ اسلام طرفان اسان جي لاءِ مقرر ڪيل ذميوارين کي سچيءَ دل سان نڀائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ الله جي مدد، ڪاميابي ۽ توفيق اسان سان گڏ رهي آهي. اسان پنهنجي ملڪ جي داخلي مسئلن ۾ بہ ان ڳالهه جو مشاهدو ڪيو آهي ۽ اسلامي دنيا کي درپيش مسئلن ۾ بہ ان ڳالهه کي ڏٺو آهي.

جيڪڏهن اڄ اسان لبنان جي سرزمين تي نوجوان مومنن کي فتح ۽ ڪامراني سان همڪنار ٿيندو ڏسي رهيا آهيون تہ اهو نہ صرف انهن جي لاءِ بلڪ اسلامي دنيا ۽ عرب دنيا جي لاءِ سرخروئي جو سبب آهي. اها فتح ۽ ڪامراني انهن جي اسلام سان سڃاڻپ ۽ ان سلسلي ۾ ان جي احڪامن تي پابنديءَ سان عمل جي ڪري ئي نصيب ٿي آهي. سدائين ايئن ٿيندو آهي. مسلمان امت جي ڏکن سورن جو علاج، عظيم ملتِ اسلاميہ جي ڏکن جو علاج ۽ اسلام تي لڳايل گهري زخم يعني فلسطين جو مسئلو بہ اهو ئي آهي.

ڪير ايئن نہ سوچي تہ فلسطين جو مسئلو ختم ٿيندو، ملتِ فلسطين نابود ٿي ويندي ۽ فلسطين جو مسئلو هُل هنگامن جي ور چڙهي هميشه جي لاءِ دفن ٿي ويندو! اها ماڻهن جي غلط فهمي ۽ خام خيالي آهي. وقت گذرڻ سان هن ڳالهه جي عڪاسي نتي ٿئي تہ اهو مسئلو دنيا جي نقشي تان مٽجي ويندو بلڪ فلسطين جي سرزمين ۽ ملتِ فلسطين زنده جاويد رهندا ۽ فلسطين جو مستقبل روشن آهي.

## اوڀرندي ڌرتي تي طاقت جا ڪڪر اصل ۾ تڪبر ڪرڻ وارن جي شڪست جي نشاني آهي

توهان غور ڪيو ته ڪيترن ملڪن، چاهي اهي وچ ايشيا جا ملڪ هجن يا بلقان جا علائقا، مان ڪجهه پنجاهه سال ۽ ڪجهه ستر سالن تائين روس جو حصو هئا. ڪنهن جي وهم ۽ گمان ۾ به نه هو ته هڪڙي ڏينهن اهي ملڪ پنهنجي وڃايل سڃاڻپ حاصل ڪري سگهندا، پر ايئن تي ويو! هڪڙو وقت اهڙو به هو جو روس هڪڙي سپر طاقت هجڻ جي ڪري ناقابل شڪست ۽ ناقابل زوال سمجهيو ويندو هو ۽ ظاهر ڪي ڏسڻ واريون اکيون، اهي خيال ڪري رهيون هيون ته جيڪي ملڪ روس جي قبضي هيٺ اچي چڪا آهن، اهي هميشه جي لاءِ ان جي قبضي ۾ رهندا، پر ايئن ڪونه ٿيو. ۽ فلسطين جو مسئلو به ڪجهه ايئن آهي. نه ته فلسطيني ختم ٿي ويندا ۽ نه دنيا جي نقشي تان فلسطين متجڻ وارو آهي.

جيئن لبنان جو ڏاکڻو علائقو ڏار ڪونه ٿيو آهي. لبنان جي ڏاکڻين علائقن ۾ اسرائيلي ان لاءِ ڪونه آيا هئا ته هڪڙي ڏينهن ان کي خالي ڪري ڇڏين، بلڪ اهي اتي هميشه لاءِ رهڻ لاءِ آيا هئا! پر توهان ڏٺو ته لبنان جي مسلمان نوجوانن جي لڳاتار ويهن سالن تائين صبر ۽ اڻٿڪ جدوجهد جي نتيجي ۾ دشمن جي لاءِ اتان جي زمين تنگ ٿيڻ لڳي ۽ اهو پوئتي هٽڻ تي مجبور ٿي ويو. بلڪل اها ڳالهه فلسطين تي به ٺهڪي اچي ٿي.

مسلمانن جي ٻڌي ۽ جدوجهد. اسلام سان وابستگي دنيا جي ان ڪوڙي ۽ نڳيءَ واري نقشي کي ڦاڙي ڇڏيندي ۽ حقيقي نقشي (فلسطين جي نقشي) ۽ ملتِ فلسطين کي وري ٻيهر پنهنجي ڌرتي تي آباد ڏسندي. الله تعاليٰ جي فضل و ڪرم سان اهو ڪم ٿي رهندو. اسلام جي معرفت جا پاڇا ۽ ان تي عمل جي نتيجي ۾ گهٽائي ڪم جن کي اڪثر ماڻهو محال ۽ ناممڪن سمجهن ٿا، ٿي رهندا ۽ جڏهن اهو ڪم ٿي ويندو ته يقين اچي ويندو ته اهي اهڙيون ڳالهيون ڪونه هيون، جيڪي ناممڪن ۽ ايترو ڏکيون هيون، جيترو ڏسڻ ۾ ٿي آيون.

الله تعاليٰ کان دعا گهرون ٿا ته الله اسلامي امت کي سجاڳ ڪري ۽ اسان کي اسلام، قرآن ۽ پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جي مقدس وجود جي اهميت سمجهڻ جي توفيق عنايت فرمائي. انشاء الله مسلمانن جا پاڻ ۾ اختلاف ۽ تضاد پاڻ ۾ ڀڏي ۽ ايڪي، محبت ۽ الفت ۾ تبديل ٿي ويندا. انشاء الله مالڪ سائين جي رحمت واري پاڇي هيٺ ۽ حضرت امام زمانه عج الله فرجه الشريف جي پاڪ دعائن جي پاڇي هيٺ اسان ۽ پوري مسلمان امت اسلام جي نقطي تائين پهچ حاصل ڪري سگهندا. جنهن کي اسلام مسلمان امت ۽ انسانيت جي سيني ماٿهن جي لاءِ نظر سامهون رکيو آهي.[1]

* * * * *

---

[1] 17 ربيع الاول عيدميلاد النبي صلي الله عليه وآله وسلم جي موقعي تي حڪومتي ڪارندن سان ڳالهه ٻولهه: 23 مئي 2000ع.

## بعثت: انساني لڏي کي انفرادي ۽ اجتماعي لحاظ کان اونداهين مان ڪيڻ جي لاءِ هڪڙو نئون باب هو

جيڪڏهن اسلام جي پيغام ۾ چڱيءَ طرح سان غور ۽ فڪر ڪيو وڃي تہ هي ڏينهن هر دور ۽ هر زماني جي مسلمانن ۽ غيرمسلمن سيني جي لاءِ هڪڙي عيد ۽ هڪڙي وڏي جشن جو ڏينهن آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جي ذريعي انساني لڏي جي اڳيان هڪڙو نئون باب کوليو ويو: "هُوَ الَّذِىۡ يُصَلِّىۡ عَلَيۡكُمۡ وَمَلٰٓـئِكَتُهٗ لِيُخۡرِجَكُمۡ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوۡرِ" (احزاب:43).

بعثت جو بنيادي مقصد ئي اهو آهي تہ انسانن کي انڌيري مان ڪيڍي روشنيءَ ڏانهن وٺي اچجي. هتي انڌيري مان مراد تاريخ جي ڪنهن بہ حصي ۾ پوري دنيا ۾ ڏٺيون ويندڙ اهي سيني قسمن جون اونداهيون آهن، جيڪي انساني معاشري تي ڇائنجي ونديون آهن. چاهي اهي شرڪ ۽ ڪفر جي اونداهي هجي يا جهالت ۽ بيوقوفي جي اونداهي هجي. چاهي اها ظلم، ڏاڍ ۽ بي انصافي جي اونداهي هجي يا امتيازي سلوڪ جي يا اسلامي اخلاقن کان پري ٿي برائين سان آلوده ٿيڻ جي اونداهي هجي. چاهي اها ڀائرن کي قتل ڪرڻ جي اونداهي هجي يا ناسمجهي ۽ غلطفهمي جهڙيون مختلف قسمن جون اونداهيون. اسلام انسان کي انهن مڙني اونداهين مان نڪرڻ جي هدايت ڪري ٿو ۽ انساني لڏو بہ آهستي آهستي اهي ڳالهيون سکندي سڌي راه ڏانهن وڌي رهيو آهي ۽ پنهنجي پوري ارادي سان صحيح نموني ۾ غور ۽ فڪر ڪندي ۽ ان راه ۾ موجود رڪاوٽن کي سمجهندي، ان رستي کي طئي ڪري رهيا آهن.

اجوڪي دنيا ۾ نبوي پيغام کي سمجهڻ جي صلاحيت گهڻي آهي. ڇوتہ انسان جيئن علم ۾ ترقي ڪندو وڃي ٿو ايتروئي اهو اسلام جي پيغام کي سمجهڻ جي قابل ٿيندو وڃي ٿو. دنيا جون غاصب طاقتون چاهي اهي دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ هجن، انساني احساسن کي دٻائڻ ۽ ان کان علاوه انسانن کي پنهنجو تابع بڻائڻ جي لاءِ جن حيواني ۽ خوفناڪ وسيلن مان فائدو وٺي رهيون آهن تہ انساني لڏي تي غاصب

طاقتن جا ظلم ايتروئي پڌرا ٿيندا وڃڻ ٿا ۽ ايترو ئي اسلام جي روشني. ڪي سمجهڻ جا موقعا پيدا ٿيندا وڃن ٿا ۽ انسان وڌ کان وڌ ان جي اُڃ محسوس ڪندو وڃي ٿو. اڄ اسان انساني لڏي ۾ اسلام جي لاءِ چاهت جي آثار ڪي، جيڪو توحيد جي پيغام، معنويت جي پيغام، عدالت جي پيغام ۽ انساني شرافت جي پيغام تي ٻڌل آهي، وڌ کان وڌ محسوس ڪري رهيا آهن ۽ انسان انهن ڳالهين جو مشتاق ٿيندو پيو وڃي.

البت، اسان مسلمانن جي اها ذميواري ٿئي ٿي ته اسان پنهنجي رفتار، گفتار، عزم ۽ ارادي جي ذريعي ان پيغام کي دنيا جي ماڻهن سامهون پيش ڪيون. دنيا ۾ جتي به مسلمان امت جا ڪجھ مومن ماڻهو جڏهن ڪو سٺو ڪارنامو انجام ڏيندا آهن ته انهن جي ان عمل سان ماڻهن جي نگاهن ۾ اسلام جي نورانيت ۽ ان جي طلب ۾ اضافو ٿيندو آهي. ان جي برخلاف جتي به مسلمانن جي ڪنهن جماعت ۾ ڪا ڪمزوري، بدحالي، ذلت، پستي ۽ ڏيوالپڻو نظر اچي وڃي ته اهي ڳالهيون اسلام جي وقار ۽ ان جي عظمت ۾ گهٽتائي جو سبب ٿينديون آهن.

اڄ جيڪڏهن امت اسلاميه يا امت جا طاقتور ماڻهو جن ۾ ڪجھ ڪرڻ جي صلاحيت موجود آهي، ڪا اهڙي ڳالھ ڪن يا ڪو اهڙو عمل انجام ڏين جيڪو تنزليءَ جو سبب ٿئي ته اهو دنيا وارن جي نظر ۾ اسلام جي توهين ڳڻبو آهي. تنهنڪري اڄ مسلمان سياستدانن جي ڪلهن تي گهڻيون وڏيون ذميواريون آهن. اسلام جي عالمن سڀني جون ذميواريون به سخت آهن. اهڙي طرح مسلمان دانشورن، هنرمندن، اديبن، ليڪن مطلب ته هرهڪ مسلمان فرد تي جيڪو ڪجھ اهو ڪري سگهي ٿو ان نسبت سان ان تي وڏيون ذميواريون عائد ٿين ٿيون. اڄ اهو وقت اچي پهتو آهي ته دنيا جي سامهون، مظلوم انسانن جي سامهون ۽ دنيا جي حيران ۽ پريشان انسانن جي سامهون اسلام جو پيغام هٿ ۾ کڻي، انهن کي چيو وڃي ته توهان جي ڇوٽڪاري جو رستو اهو ئي آهي. اهي حقيقتون آهن.[1]

[1] عيد ميلادالنبي صلي الله عليه وآله وسلم جي موقعي تي حڪومتي ڪارندن ۽ اسلامي ملڪن جي سفيرن سان ملاقات: 25 آڪٽوبر 2000ع.

# مدينہ منوره ۾ ڏهہ سالا اسلامي حڪومت جي دور ۾ حضور اڪرم ﷺ جي سيرت جو مختصر جائزو

مان هتي مدينہ منوره ۾ اسلامي حڪومت جي دوران حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سيرت پاڪ جي باري ۾ بيان ڪرڻ گهران ٿو. جيڪو پوري انساني تاريخ جو هڪڙو سونهري دور آهي. ان ۾ ڪو وڌاءُ بہ ڪونهي، تنهنڪري ضروري آهي تہ انساني لڏي جي تاريخ جي هن مختصر مگر متحرڪ ۽ حيران ڪندڙ حد تائين موثر دور کي سمجهيو وڃي. مدني زندگي جو ڏهن سالن وارو دور پاڻ سڳورن جي 23 سالن واري رسالت جي تبليغ جي دور جو ٻيو حصو آهي، جڏهن تہ 13 سالن وارو مڪي دور پاڻ سڳورن جي رسالت جي تبليغ جو پهريون حصو يا هن ٻئي حصي جي لاءِ مُنڍ جي حيثيت رکي ٿو.

حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مدني زندگي جو ڏهن سالن وارو دور اسلامي حڪومتي نظام قائم ڪرڻ، ان کان علاوه، هر زماني ۽ هر جاءِ تي رهڻ وارن انسانن جي سامهون اسلامي حاڪميت جو هڪڙو مثالي نمونو پيش ڪرڻ جو دور آهي. اهو هڪڙو اهڙو ڪامل نمونو ۽ مثالي نمونو آهي، جو ان جو دنيا ۾ ڪٿي بہ ڪو مثال نٿو ملي. پر ان ڪامل نموني کي ڏسي ڪجهہ خاصيتن جي سڃاڻپ حاصل ڪري سگهجي ٿي ۽ اهي خصوصيتون انسانن ۽ مسلمانن جي لاءِ منزل جي نشان جي حيثيت رکن ٿيون ۽ انهن ئي خصوصيتن کي ڏسي ڪنهن بہ نظام ۽ انسان جي باري ۾ فيصلو ڪري سگهجي ٿو.

پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هجرت جو مقصد ان فاسد ۽ ظالماڻي نظام جي خلاف مقابلو ڪرڻ هو جيڪو ان دور جي سياسي، اقتصادي ۽ اجتماعي ميدانن ۾ مضبوط هو. پاڻ سڳورن جو مقصد صرف مڪي جي ڪافرن سان نبرڻ نہ هو. بلڪ اهو هڪڙو عالمي مسئلو هو. پاڻ سڳورن جي سدائين اها ڪوشش هوندي هئي تہ

جتي بہ ماحول مناسب نظر ايندو هو تہ اتي ان اميد سان اسلامي عقيدي جو ٻج پوکيندا هئا تہ جيئن وقت اچڻ تي اهو ٻج ڪڙي قدآور وڻ جي شڪل اختيار ڪري.

پاڻ سڳورن جو هدف اهو هو تہ آزادي، سجاڳي ۽ انساني سعادت جو پيغام هر شخص تائين پهچي وڃي، ۽ ظاهر آهي تہ اهو ڪم هڪڙي مثالي نموني واري نظام کي وجود ۾ آڻڻ کان سواءِ ممڪن ڪونہ هو. تنهنڪري پاڻ سڳورا مديني تشريف کڻي آيا تہ جيئن هڪڙي مثالي نموني وارو نظام وجود ۾ آڻي سگهن ۽ اهو تہ ان نظام کي ڪيستائين هلائي سگهجي ٿو يا بعد ۾ اچڻ وارا ماڻهو ڪيتري حد تائين پاڻ کي ان نظام سان سلهاڙي سگهن ٿا. اهو انهن تي ئي منحصر آهي. نبي سڳوري جو ڪم تہ هڪڙو مثال قائم ڪرڻ ۽ ان کي سڄي انسانن ۽ تاريخ جي سامهون پيش ڪرڻ آهي. پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جيڪو نظام قائم ڪيو اهو گهڻين ئي خصوصيتن وارو هو. مگر انهن مان هيٺيون ست خصوصيتون وڏيڪ اهميت واريون آهن.

## پيغمبر اڪرم ﷺ جي قائم ڪيل نظام جون ست اهم ۽ پڌريون خصوصيتون

### 1. ايمان ۽ معنويت

پهرين خصوصيت ايمان ۽ معنويت آهي. يعني نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي قائم ڪيل نظام ۾ ايمان ۽ معنويت کي اهڙي محرڪ ۽ مشين جي حيثيت حاصل آهي، جيڪي حقيقت ۾ هن نظام کي اڳتي وڌائڻ وارا آهن. جيڪي ماڻهن جي دل ۽ ذهن جي سرچشمي مان ڦٽندا آهن ۽ انسان جا هٿ پير ۽ ٻين عضون کي صحيح رستي تي قائم رکندا آهن. سو نبوي نظام جي پهرين خصوصيت ماڻهن ۾ ايمان ۽ معنويت جو روح ڦوڪڻ ۽ انهن جي عقيدن کي پختگي بخشڻ آهي. پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان ڪم جي شروعات مڪي مان ڪئي ۽ مديني ۾ ان جي اقتداري جهنڊي کي پوري طاقت سان بلند ڪيو.

## 2. عدل ۽ انصاف

ٻي خصوصيت عدل ۽ انصاف آهي. يعني نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي قائم ڪيل نظام ۾ قانونن کي نافذ ڪرڻ جو حقيقي معيار عدل ۽ انصاف ۽ ڪنهن جو بہ لحاظ ڪرڻ کان سواءِ حق کي ان جي حقدار تائين پهچائڻ آهي.

## 3. علم ۽ معرفت

ٽين خصوصيت علم ۽ معرفت آهي. يعني نبوي نظام ۾ هر ڳالهہ جو بنياد علم ۽ معرفت يعني آگاهي ۽ سجاڳيءَ تي قائم آهي. هتي اکيون بند ڪري اڳتي وڌڻ جي بلڪل گنجائش ڪونهي. تنهنڪري هتي ماڻهن کي علم ۽ معرفت جي ذريعي فيصلي جي قوت عطا ڪندي انهن کي هڪڙو ڪارائتو ڪارڪن بڻايو ويندو آهي، نہ ڪي انهن کي هڪڙو بي مقصد ۽ ناڪارو ماڻهو بڻايو ويندو آهي.

## 4. ڀائپي ۽ ڀائيچارو

چوٿين خوصيت ڀائپي ۽ ڀائيچارو آهي. يعني نبوي نظام ۾ بيهودگيون. ذاتي مفاد ۽ نفساني خواهشن جي بنياد تي ٿيڻ وارن جهڳڙن کي خراب سمجهيو ويندو آهي ۽ انهن جي خلاف جهاد ڪيو ويندو آهي، ڇوتہ هتي ڀائپي، ڀائيچارو ۽ همدرديءَ جو ماحول ملندو آهي.

## 5. اخلاق ۽ ڪردار جو سڌارو

پنجين خصوصيت اخلاق ۽ ڪردار جو سڌارو آهي. يعني جنهن جي ذريعي اهو نظام هر قسم جي اخلاقي بُرائين کان انسان کي پاڪ ۽ صاف ڪندو ۽ مڙني آلودگين کان ڇوٽڪارو ڏيندو آهي ۽ ان کي هڪڙو اخلاق وارو ۽ پاڪ صاف انسان بڻائيندو آهي: ”وَيُزَكِّيهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ“ (جمعہ: 2). هتي تزڪيہ نفس کي بنيادي حيثيت حاصل آهي. يعني نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي تربيت جي بهترين طريقي جي ذريعي ماڻهوءَ کي انسان بڻائيندا هئا.

## 6. عزت ۽ اقتدار

ڇهين خصوصيت عزت ۽ اقتدار آهي. يعني نبوي نظام ۽ اسلامي معاشرو غيرن جي سامهون سوالي بڻجي هٿ ڪونه وڌائيندو آهي. ان کي پنهنجي عزت ۽ پنهنجي اقتدار سان گهڻو پيار آهي. اهو پنهنجي مصلحتن جو تعين پاڻ ڪندو آهي، پوءِ پنهنجن مقصدن ۽ غرضن کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ چونڪاري واري رستي تي هلندو آهي.

## 7. ڪم ۽ مسلسل جدوجهد

ستين خصوصيت، ڪم، ڪوشش ۽ مسلسل جدوجهد آهي. يعني اسلامي معاشري ۽ نبوي نظام ۾ ويهي رهڻ ۽ بي ستائي جو ڪوبه تصور ڪونهي، بلڪ هتي ته مسلسل جدوجهد، ڪوشش ۽ ڪم ڪار جو رواج آهي. هتي اهڙو مرحلو ئي ڪونه ايندو آهي، جتي انسان ويهي رهي اهو چئي سگهي ته ڪم ختم ٿي ويو هاڻي بس آرام ڪيو وڃي! البت، هن جدوجهد ۾ هڪڙو مزو ايندو آهي. هن ڪم ۾ ٿڪاوٽ، سُستي ۽ شرمساري بلڪل ڪونهي، بلڪ هي هڪڙو اهڙو ڪم آهي جيڪو انسان جي اندر هڪڙو سُرور ۽ شوق پيدا ڪندو آهي.

رسول ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم هڪڙي اهڙي نظام کي مڪمل طور تي عملي جامو پارائي هميشه جي لاءِ نموني طور تاريخ جي سامهون رکڻ جي ارادي سان مديني ۾ آيا ته جيئن پاڻ سڳورن کان پوءِ قيامت تائين تاريخ جو ڪوبه شخص ڪڏهن به ۽ ڪٿي به اهڙو نظام وجود ۾ آڻي سگهي ۽ ماڻهن جي دلين کي ان طرف ڏيان ڇڪائي سگهي ۽ ماڻهو هڪڙي سٺي معاشري ڏانهن وڌي سگهن. البت، هڪڙي اهڙي نظام کي وجود ۾ آڻڻ لاءِ هيٺين مضبوط اعتقادي ۽ انساني بنيادن جي ضرورت آهي.

پهريون: سيني کان پهريان صحيح عقيدا ۽ سٺي فڪر جو هجڻ ضروري آهي ته جيئن انهن صحيح فڪرن تي هن نظام جو بنياد رکي سگهجي. پيغمبر اسلام صلي الله عليه وآله وسلم تيرهن سالن واري مڪي دور ۾ انهن عقيدن ۽ فڪرن کي توحيد جي ڪلمي، انساني عزت ۽ ٻين معرفتن جي قالب ۾ بيان ڪيو ۽ ان کان پوءِ مدينه منوره ۾

پنهنجي زندگيءَ جي آخري گهڙين تائين هڪڙي هڪڙي مسلمان کي انهن عقيدن ۽ فڪرن جي تعليم ڏيندا رهيا. جن کي هن نظام ۾ بنيادي حيثيت حاصل هئي.

ٻيو: اهڙن انساني بنيادن ۽ سهارن جي ضرورت هئي. جن جي کلهن تي هن عظيم الشان عمارت جو بنياد رکڻو هو. ڇوته اسلامي نظام جو وجود ڪنهن هڪڙي ماڻهوءَ سان ٻڌل ڪونهي. تنهنڪري پيغمبر اسلام صلي الله عليه وآله وسلم مڪ مڪرمه ۾ گهڻا اهڙائي انساني سهارا وجود ۾ آندا ۽ انهن کي تيار ڪيو. مڪ مڪرمه ۾ پيغمبر اسلام صلي الله عليه وآله وسلم جي عظيم اصحابن سڳورن جو هڪڙو وڏو تعداد. جن جي مقام ۽ مرتبي ۾ فرق ضرور هو. موجود هو جيڪو پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جي تيرهن سالن واري سخت ترين مڪي دور جي جدوجهد ۽ ڪوشش جو نتيجو هو. ڪجهه اهڙا ماڻهو به هئا جيڪي رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي هجرت کان اڳ ۾ ئي پاڻ سڳورن جو پيغام ٻڌي يثرب (مديني) ۾ ايمان آڻي چڪا هئا. جيئن سعد رضي الله عنه بن معاذ ۽ ابوايوب انصاري رضي الله عنه ۽ ٻيا به گهڻا ماڻهو. ان کان پوءِ مديني تشريف کڻي اچڻ سان ئي پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم ماڻهن جي تربيت جو فرض انجام ڏيڻ شروع ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ ڏينهون ڏينهن سلجهيل، بهادر، مدبر، مومن، معرفت ۽ حڪمت وارا ماڻهو مديني ۾ ظاهر ٿيندا ويا. جتي هرهڪ جو ڪردار هن بلندوبالا عمارت ۾ هڪڙي اهم ۽ مضبوط سهاري جي حيثيت رکندو هو.

پيغمبر اسلام صلي الله عليه وآله وسلم جو مديني هجرت ڪرڻ، جنهن کي اڳ ۾ يثرب سڏيو ويندو هو ۽ پاڻ سڳورن جي تشريف کڻي اچڻ ڪري ان جو نالو "مدينه النبي" پئجي ويو. ايئن ئي هو جيئن بهار جي موسم جي هوا جو وڻندڙ جهوٽو جنهن ان پوري شهر کي پنهنجي پاڪر ۾ پري رکيو هو ۽ سيني کي اهو احساس ٿيڻ لڳو هو ته يقينن ڪائي تبديلي اچي چڪي آهي. تنهنڪري ماڻهن جون دليون ۽ دماغ ڏيان ڏيڻ ۽ سجاڳ ٿيڻ لڳا ۽ جڏهن انهن ماڻهن کي معلوم ٿيو ته پاڻ

سڳورا "قبا" جي ڳوٺ ۾ تشريف ڪٺي آيا آهن تہ مديني (يثرب) وارن جي دلين ۾ پاڻ سڳورن جي زيارت جو شوق وڌڻ لڳو. ڪجھ ماڻهو پاڻ سڳورن جي ديدار ڪرڻ لاءِ قبا پهچڻ لڳا ۽ ٻيا مديني ۾ ئي پاڻ سڳورن جو انتظا ڪرڻ لڳا. جڏهن پاڻ سڳورا يثرب (مديني) ۾ تشريف ڪٺي آيا تہ زيارت جي ان شوق ماڻهن جي دلين ۾ هڪڙو طوفان برپا ڪري ڇڏيو ۽ انهن کي تبديل ڪري ڇڏيو. ماڻهن کي هڪدم اهو احساس ٿيڻ لڳو تہ هن عظيم شخصيت جي رفتار ۽ گفتار جي ڪري انهن جا عقيدا, احساس, قبائلي تعصب ۽ انهن ڳالهين سان هر تعلق ختم ٿي چڪا آهن ۽ اهي هڪڙي نئين دروازي مان عالمي حقيقتن ۽ اخلاقي معرفتن کان روشناس ٿي چڪا آهن. هي اهو طوفان هو جنهن پهريان تہ يثرب (مديني) جي ماڻهن جي دلين ۾ انقلاب برپا ڪيو ۽ بعد ۾ مديني جي پرپاسن ۾ بہ پکڙجڻ لڳو. پوءِ ان مڪي جي قلعن کي فتح ڪري ورتو ۽ آخرڪار ڏورانهن علائقن ۾ بہ قدم رکڻ شروع ڪيو. ايستائين جو ان دور جي ٻن عظيم طاقتن جي مرڪز تائين پهچي ويو. جتي بہ ويو ان انقلاب ماڻهن جي دلين کي لوڏي ڇڏيو ۽ انهن جي وجود ۾ هڪڙو انقلاب برپا ڪري ڇڏيو.

پهرين دور جي مسلمانن ايران ۽ روم کي پنهنجي ايمان جي طاقت سان فتح ڪيو ۽ جن علائقن کي فتح ڪيو اتان جي ماڻهن جون دليون بہ مسلمانن کي ڏسي ايمان جي نور سان روشن ٿي وينديون هيون. تلوارون تہ صرف ان لاءِ هيون تہ جيئن انهن سان رستي جي رڪاوٽن کي هٽايو وڃي, ورنہ ماڻهن جي گهڻائي هرجاءِ تي هن انقلابي پيغام کي دل سان قبول ڪيو هو ۽ ان دور جون بہ وڏيون (سپر) طاقتون يعني ايران ۽ روم مڪمل طور تي اسلامي نظام ۽ اسلامي رياست جو حصو ٿي ويون. اهو سڀ ڪجھ صرف چاليهن سالن جي عرصي ۾ ٿيو جن مان شروع جي ڏهن سالن ۾ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم پاڻ ذاتي طور تي موجود هئا, جڏهن تہ باقي 30 سالن جو تعلق پاڻ سڳورن جي وفات کان پوءِ سان آهن.

## مديني جي ڏهہ سالا اقتداري دور ۾ پاڻ سڳورن جي سيرت ۾ موجود بيشمار سبق

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مديني پهچڻ سان پنهنجي ڪم جي شروعات ڪري ڇڏي. پاڻ سڳورن جي زندگي مبارڪ جو هڪڙو حيرت انگيز شاهڪار اهو بہ آهي تہ پاڻ سڳورن انهن ڏهن سالن ۾ هڪڙي گهڙي بہ زيان ٿيڻ نہ ڏني. تاريخ شاهد آهي تہ پاڻ سڳورن ڪڏهن بہ معنويت و هدايت ۽ تعليم و تربيت جي نور افشاني ۾ ترجيتري بہ ڪوتاهيءَ کان ڪم ڪونہ ورتو. پاڻ سڳورن جي سمهڻ، جاڳڻ، گهٽين، بازارن ۾ اچڻ وڃڻ، عبادت ۽ ٻانهپ، گهريلو زندگي ۽ پاڻ سڳورن جي وجود سان متعلق هر شئي ۾ هڪڙو سبق سمايل آهي. حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حياتي مبارڪ ۾ عجيب برڪت ڏسجي ٿي! اهڙي برڪت واري زندگي جنهن پوري تاريخ جو پاڻ ڏانهن ڌيان ڇڪائي رکيو ۽ پوري تاريخ تي اثر انداز رهي. مان وري وري عرض ڪري چڪو آهيان تہ مساوات ۽ برابري، ڀائيچارو ۽ برادري، عدل ۽ انصاف ۽ انسان دوستيءَ جهڙيون گهٽيون ئي مقدس تعليمات جن جي تقدس کي انسان صدين کان پوءِ سمجهي سگهيو آهي، انهن جو تقدس 'آئين محمدي' صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي صدقي ۾ برقرار آهي.

ٻين دينن جي تعليمات ۾ يا تہ اهڙين اعليٰ صفتن جو وجود ئي ڪونہ هو يا گهٽ ۾ گهٽ انهن کي عروج ڪونہ مليو. پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم اهي سڀ ڪم پنهنجي ڏهہ سالا حڪومت جي دوران انجام ڏنا هئا. پاڻ سڳورن جي زندگي مبارڪ ڪيتري برڪت واري هئي! پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم مديني پهچڻ سان پنهنجي پوزيشن واضح ڪري ڇڏي. جنهن ڏاچيءَ تي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سوار هئا جڏهن اها مديني ۾ داخل ٿي تہ ماڻهو ان جي چوڌاري گڏ ٿي ويا. ان دور ۾ مدينو مختلف پاڙن ۾ ورهايل هو ۽ هر پاڙي ۾ ڪجهہ گهر، گهٽيون ۽ رستا هئا ۽ هر پاڙو ڪنهن نہ ڪنهن قبيلي وارن جو هو. ماڻهن ۾ ڪنهن جو تعلق "اوس" قبيلي سان تہ ڪنهن جو "خزرج" قبيلي سان هو. جڏهن پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي

ڏاچي مديني ۾ داخل ٿي ۽ جنهن بہ قبيلي جي پاڙي مان گذري ٿي تہ ان قبيلي جي وڏڙن اڳتي وڌي ڏاچيءَ جي مهار پڪڙي چيو ٿي: اي الله جا رسول! (صلي الله عليہ وآلہ وسلم) هتي ئي ترسي پئو. اسان جو گهر، اسان جي زندگي، اسان جي دولت سڀ ڪجهہ توهان تي قربان آهي.

حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ٿي: ڏاچي جي اڳيان هتي وڃو: "انها مامورة" اها حڪم جي مطابق هلي رهي آهي. تنهنڪري ان کي وڃڻ ڏيو. ماڻهو ڏاچيءَ جي اڳيان هتي ٿي ويا ۽ اها ٻئي پاڙي ۾ پهچي ٿي وئي تہ اتي بہ قبيلي جي سردارن، وڏڙن، ڪراڙن ۽ جوانن اڳتي وڌي پاڻ سڳورن جي ڏاچي جي مهار پڪڙي چيو ٿي: اي الله جا رسول! هتي ئي لهي پئو. هي توهان جو ئي گهر آهي. توهان جيڪي گهرندا توهان جي آڏو حاضر ڪيو ويندو اسان سڀ توهان جي خدمت لاءِ تيار آهيون. حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: رستي مان پاسي ٿيو ۽ ڏاچي کي اڳتي وڌڻ ڏيو. پاڻ سڳورن جي ڏاچي مختلف گهٽين ۽ پاڙن مان ٿيندي 'بنونجار' جي پاڙي تائين پهچي وئي. حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي امڙ سائڻ آمنہ رضي الله عنها جو بہ انهن پاڙي وارن سان ماڻٽاڻو تعلق هو. جنهن جي ڪري بنونجار وارن جو شمار پاڻ سڳورن جي ناناڻن سان ٿيو ٿي. تنهنڪري ان قبيلي جي ماڻهن اڳتي وڌي اچي چيو: اي الله جا رسول! توهان جا مائٽ آهيون. اسان جون جانيون توهان تي قربان. توهان اسان وٽ لهي اچو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ نہ ڏاچي جي اڳيان هتي وڃو ۽ ان کي رستو ڏيو. اها حڪم جي پابند آهي. ايستائين جو ڏاچي هلندي هلندي مديني جي غريب پاڙي ۾ ويهي رهي. سيني ڏسڻ تي گهريو تہ اهو ڪنهن جو گهر آهي؟ ماڻهن ڏنو تہ اهو حضرت ابوايوب انصاري رضي الله عنہ جو گهر آهي يعني مديني جي غريب ۽ ڏتڙيل ماڻهن مان هڪڙي شخص جو گهر آهي. حضرت ابوايوب انصاري رضي الله عنہ ۽ ان جا گهروارا ٻاهر آيا ۽ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو سامان کڻي اندر هليا ويا. نبي رحمت صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ هڪڙي مهمان جي حيثيت سان گهر ۾ داخل ٿيا. حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مديني جي

قبيلن جي سردارن ۽ رئيسن جي دعوت رد ڪندي، پنهنجي گڏيل حيثيت واضح ڪري ڇڏي ۽ سيئي سمجهي ويا تہ سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو معاشرتي معيار مال، دولت، جاهہ ۽ جلال، قوم ۽ قبيلو يا رشتيداري وغيره نہ هاڻي آهي ۽ نہ آئنده ڪڏهن ٿيندو. پاڻ سڳورن اڳواٽ ئي اهو واضح ڪري ڇڏيو تہ گڏيل معاملن ۾ ماڻهن سان پاڻ سڳورن جو سلوڪ ڪهڙي بنياد تي قائم ٿيندو ۽ پاڻ سڳورن جو وجود ڪهڙي طبقي جي لاءِ وڏيڪ فائدي وارو هوندو. سيئي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وجود پرنور ۽ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات کان بهره مند ٿيندا. مگر معاشري ۾ جيڪو طبقو محروم ۽ مظلوم هو اهو هاڻي پاڻ سڳورن جي رحمت جو وڏيڪ حقدار هوندو تہ جيئن ان جي محرومين ۽ مظلوميت جو تدارڪ ٿي سگهي.

حضرت ايوب انصاري رضي الله عنہ جي گهر جي سامهون فالتو زمين جو هڪ ٽڪرو خالي هو. پاڻ سڳورن معلوم ڪيو تہ اها زمين ڪنهن جي آهي؟ ٻڌايو ويو تہ ٻن يتيم ٻارڙن جي آهي. پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي طرفان رقم ڏئي اها زمين خريد ڪئي ۽ فرمايو: هتي مسجد تعمير ٿيندي، مسجد يعني اسلام جي عبادتي، اجتماعي، حڪومتي ۽ سياسي سرگرمين جو مرڪز. يعني ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جي جاءِ. اسلامي معاشري کي اهڙي مرڪز جي ضرورت هئي. تنهنڪري مسجد جي تعمير شروع ٿي وئي. پاڻ سڳورن مسجد جي زمين لاءِ ڪنهن کي منت ڪونہ ڪئي. ڪنهن جي آڏو سوال ڪونہ ڪيو بلڪ خود پنهنجي رقم خرچ ڪئي. توڙي جو انهن ٻن ٻارڙن جي مٽان پيءُ جو پاڇو ڪونہ هيو ۽ انهن جو ڀيو ڪو حمايتي ۽ طرفدار بہ ڪونہ هو مگر سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙي مهربان پيءُ ۽ شفيق سرپرست جو ڪردار ادا ڪندي، انهن جي حق جو لحاظ رکيو.

جڏهن مسجد جي تعمير شروع ٿي تہ سڀني کان اڳ ۾ پاڻ پيغمبر رحمت صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي هٿ مبارڪ سان زمين جي کوٽائي شروع ڪئي. صرف اعزازي طور تي نہ پر حقيقي معنيٰ ۾ محنت

ڪئي ۽ پگهر وهايو. پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم تعميراتي ڪم ۾ ايئن مصروف هئا جو هٿ تي هٿ رکي ويٺل ماڻهو بہ اهو چئي تعمير جي ڪمن ۾ مشغول ٿي ويا تہ نبي سڳورا ڪم ڪن ۽ اسان ويٺا رهون؟! سيني جي محنتن جي نتيجي ۾ مسجد جي تعمير تمام جلد مڪمل ٿي وئي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي عمل سان اهو واضح ڪري ڇڏيو تہ توڙي جو قوم جي اڳواڻي منهنجي هٿ ۾ آهي، پر ان جو مقصد سلطنت ۽ حڪمراني ڪونهي. جيڪڏهن اهو طئي ڪيو وڃي تہ معاشري ۾ ڪو ڪم انجام تي پهچي سگهي تہ ان ۾ ان قوم جو اڳواڻ بہ ٻين ماڻهن وانگر پنهنجو رت ست استعمال ڪري.

## رسول اڪرم ﷺ جو تدبر ۽ هوشياري سان پنهنجي ڪمن کي اڳتي وڌائڻ

ان کان پوءِ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم سياسي معاملن ۽ حڪومتي ڪمن سان متعلق پنهنجي منصوبي جي شروعات ڪئي. جڏهن انسان انهن مڙني ڳالهين جو غور سان مطالعو ڪري ٿو تہ چڱيءَ طرح سمجهي وڃي ٿو تہ ان جي پٺيان ڪوئي قومي عزم ۽ مضبوط سوچ ڪم ڪري رهيا آهن. جيڪو ظاهري طور تي وحي الاهي کان سواءِ ممڪن ڪونهي. اڄ جيڪڏهن ڪو شخص انهن ڏهن سالن جي هڪ هڪ گهڙيءَ جو مطالعو ڪرڻ گهري تہ اهو ڪجهہ بہ سمجهي نہ سگهندو ۽ جيڪڏهن انسان هڪڙي هڪڙي واقعي جو الڳ الڳ جائزو وٺي تہ بہ ڪجهہ بہ سمجهي نہ سگهندو. تنهنڪري اهو ڏسڻ ضروري آهي تہ ڪم جي ترتيب ڪهڙي آهي، ۽ اهي سڀ ڪم ڪهڙي بهترين طريقي ۽ هوشياريءَ سان منظم ۽ صحيح طور تي انجام ڏنا ويا؟

پهريون ڪم ٻڌي وارو ماحول پيدا ڪرڻ هو ڇوتہ مديني ۾ رهڻ وارا سڀ مسلمان ڪونہ هئا. انهن جي اڪثريت اسلام قبول ڪيو هو پر اڃا ڪجهہ ماڻهو غير مسلم هئا. انهن کان علاوه مديني ۾ يهودين جا ٽي مکيہ قبيلا بنوقينقاع، بنونضير ۽ بنوقريظہ آباد هئا ۽ هر قبيلي جو هڪڙو مخصوص رهائشي قلعو هو. يعني اهي قبيلا پنهنجن مخصوص قلعن ۾ جيڪي مديني جي آباديءَ سان ڳنڍيل هئا، زندگي گذاري رهيا

هئا. اهي قبيلا هڪ ڪان ٻن سون سالن جي عرصي ۾ يثرب (مديني) ۾ اچي آباد ٿيا هئا. پر اهي اتي اچي چو آباد ٿيا، اهو خود هڪڙو الڳ تفصيلي بحث آهي. جڏهن سرورڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم مديني ۾ پهتا تہ ان وقت مديني ۾ انهن يهودين کي ڪجھ خصوصي حيثيت حاصل هئي.

پهريون فرق اهو هو تہ مديني جي اصل دولت ۽ طاقت، بهترين پوکون، بهترين واپار سڀ ڪجھ انهن يهودين جي اختيار ۾ هو. مديني جا اڪثر ماڻهو ضروت وقت انهن جي آڏو هٿ ٽنگيندا هئا. انهن کان قرض وٺندا هئا ۽ اهو وياج سان گڏ واپس ڪندا هئا. يعني مديني جي اقتصاديات تي انهن جو قبضو هو.

ٻيو اهو تہ تهذيب، ثقافت ۽ رهڻي ڪرڻي جي لحاظ کان بہ يهودي مديني جي ٻين قومن تي برتري رکندا هئا. ظاهر آهي اهل ڪتاب هجڻ جي بنياد تي اهي مختلف علمن ۽ ديني تعليمات کان واقفيت رکندڙ هئا. تنهنڪري فڪري لحاظ کان اهي ٻين تي حاوي هوندا هئا. جيڪڏهن اجوڪي اصطلاح ۾ چيو وڃي تہ اهي ماڻهو ان زماني جو ”روشن خيال“ طبقو سڏبو هو. تنهنڪري ٻين ماڻهن کي نادان، بيوقوف ۽ حقير سمجهندا هئا. جيڪڏهن ڪٿي ڪو خطرو محسوس ڪندا هيا تہ اتي ميسڻا ٿي چپ ڪري ويندا هئا. پر ذهني طور تي پاڻ کي برتر سمجهندا هئا.

ٽيون فرق انهن جو اهو هو تہ ڏورانهن علائقن ۾ بہ انهن جا تعلقات قائم هئا. سو اها اهڙي قوم ڪونہ هئي، جيڪا مديني جي اندر محدود هجي. مديني جي يهودين جي انهن امتيازن ۽ انهن جي ان حيثيت کي نظر ۾ رکندي رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ ضروري ٿي ويو هو تہ پنهنجن تعلقاتن جي حدن ۽ شرطن کي مقرر ڪن. جڏهن پاڻ سڳورا مديني ۾ آيا تہ بغير ڪنهن معاهدي ۽ ماڻهن کان ڪنهن بہ قسم جي ڪا تقاضا ڪرڻ کان سواءِ اهو واضح ٿي ويو تہ هن معاشري جي اڳواڻي پاڻ سڳورن وٽ آهي. يعني پاڻ سڳورن جي شخصيت، نبوت ۽ عظمت سيني ماڻهن کي ذهني طور تي پاڻ سڳورن جي مقابلي ۾ سر جُهڪائڻ تي **مجبور ڪيو** ۽ سيني تي اها ڳالھ پڌري ٿي وئي تہ محمد

عربي صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙا اهڙا رهبر ۽ قائد آهن، جو جيڪي چون سيني کي ان تي عمل ڪرڻو آهي. تنهنڪري پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙو اهڙو معاهدو (ميثاق) سامهون رکيو جيڪو سيني کي قابل قبول هو. ان معاهدي (ميثاق) ۾ اجتماعي رهڻي ڪرڻي، معاملا، اختلاف، خون جو بدلو ۽ مخالفن يعني يهودين ۽ ٻين غيرمسلمن سان حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا تعلقات وغيره جهڙن مسئلن جي متعلق شرط ۽ قاعدا شامل هئا.

ان کان پوءِ اڳيون انتهائي اهم قدم ڀائپي ۽ ڀائيچاري جو قيام هو. طبقاتي نظام، اجايا تعصب ، قبائلي غرور ۽ معاشري جي مختلف طبقن جي وچ ۾ دشمني ۽ نفرت ان دور جي تعصبي ۽ جاهل معاشري جي لاءِ ڪنهن مصيبت کان گهٽ ڪونہ هئا. پر پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم ماڻهن جي وچ ۾ ڀائپي ۽ ڀائيچاري جو رشتو قائم ڪري، انهن سيني مسئلن کي پنهنجي پيرن ۾ لتاڙي ڇڏيو. پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙي قبيلي جي سردار کي انتهائي غريب ۽ وچولي طبقي واري شخص جو ڀاءُ بڻائيندي فرمايو: "اچ کان توهان ٻئي پاڻ ۾ ڀائر آهيو."

انهن بہ ڀائيچاري جي ان رشتي کي خوشيءَ سان قبول ڪيو. خاندان جي وڏن، قبيلن جي سردارن ۽ آزاد ڪيل مسلمان غلامن کي هڪڙي ئي صف ۾ ٻيهاريو ويو. پاڻ سڳورن جي ان عمل اتحاد ۽ همدرديءَ جي راهہ ۾ موجود سيني رڪاوٽن کي ختم ڪري ڇڏيو. جڏهن مسجد جي لاءِ بانگي جي چونڊ جو وارو آيو تہ پاڻ سڳورن سيني رئيسن، اميرن، سٺي آواز وارن ۽ سهڻي شڪل وارن ماڻهن کي ڇڏي بلال حبشيءَ کي بانگي طور مقرر ڪيو. پاڻ سڳورن چونڊ واري ان طريقي جي ذريعي واضح ڪري ڇڏيو تہ هتي رڳو خوبصورتي ، سريلو آواز، خانداني مٿيرائي ۽ قبائلي شرف جي ڪا حيثيت ڪونهي، بلڪہ هتي معيار صرف اسلام ۽ ايمان، الله جي واٽ ۾ جهاد ۽ قرباني ۽ جانثاري جهڙا اعليٰ اخلاقي فضائل آهن.

غور ڪيو تہ سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪيئن عملي طور تي انساني قدرن (اقدار) کي مٿيرائپ عطا ڪئي. پاڻ سڳورن

پنهنجي قول کان وڌيڪ عمل، سيرت ۽ ڪردار جي ذريعي ماڻهن جي دلين کي متاثر ڪيو.

## اسلامي نظام کي عملي جامو پارائڻ جا ٽي مرحلا

ان ڪم کي عملي جامو پارائڻ جا ٽي مرحلا هئا. پهريون مرحلو هن نظام جو بنياد رکڻ هو جيڪو ذڪر ڪيل ڪمن جي ذريعي انجام ڏنو ويو. ٻيو مرحلو هن نظام جي حفاظت جو هو. هڪڙي زندهہ ۽ موجود شئي جيڪا هدايت ۽ ڪمال ڏانهن وڌي رهي هجي، جيڪڏهن طاقتور حلقن کي معلوم ٿي وڃي تہ ذاتي طور تي ان کي پنهنجي لاءِ خطرو سمجهندا ۽ يقيني طور ان جا دشمن ٿي ويندا. هاڻي جيڪڏهن پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم وڏي هوشياري سان ان نئين نظام کي دشمن کان بچائڻ ۾ ڪامياب نہ ٿين ها تہ اهو نظام تباهہ ۽ برباد ٿي سگهيو ٿي ۽ پاڻ سڳورن جون سيئي ڪوششون رائيگان ٿي سگهيون ٿي. سو ان جي حفاظت ضروري هئي. ٽيون مرحلو ان عمارت جي تعمير آهي. صرف بنياد رکڻ ڪافي ڪونهي، بلڪ اهو پهريون قدم آهي. تنهنڪري انهن ٽنهي مرحلن کي ترتيب وارا انجام ڏيڻ ضروري هو.

البت، هن نظام جي پهرين مرحلي يعني ان جو بنياد رکڻ وقت بہ دشمن کان بچڻ ۽ ان کان پوءِ ان جي حفاظت بہ ضروري هئي. اهڙي طرح هن نظام جي بنياد ۾ ئي ماڻهن ۽ انهن جي اجتماعي مسئلن تي ڀرپور ڌيان ڏنو ويو ۽ ان کان پوءِ بہ ان تي گهڻو ڌيان ڏنو ويندو هو. پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجن پري ڏسڻ وارين نگاهن سان ڏٺو تہ ان نئين قائم ڪيل اسلامي معاشري کي پنجن اصلي دشمنن طرفان خطرا آهن.

## پيغمبر اڪرم ﷺ جي زماني ۾ اسلامي معاشري کي ڊيڄارڻ وارا پنج اصل دشمن

### 1. مديني جي چوڌاري آباد نيم وحشي قبيلا

پهريون دشمن پرپاسي وارا قبيلا هئا. ڪڏهن ڪڏهن دشمن ننڍو ۽ غيراهم هوندو آهي مگر ان کان غفلت ڪرڻ نقصانڪار ثابت ٿيندو

آهي، ڇوته ممڪن آهي ته اهوئي ننڍو دشمن ڪجهه وقت کان پوءِ وڏي دشمن جي شڪل اختيار ڪري وٺي. اهي دشمن ڪير هئا؟ اهي مديني جي چوڌاري رهندڙ ڪجهه اهڙا قبيلا هئا، جن کي وحشي چوڻ غيرمناسب نه هوندو. انهن جي پوري زندگي، جنگ ۽ رتوڇاڻ، ڦرلٽ ۽ هڪٻئي جي خلاف چڙهايون ڪرڻ سان ڀريل هئي.

مديني ۾ اطمينان جي قابل اجتماعي نظم و ضبط جي باوجود امن جي بحاليءَ جي لاءِ حضور اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي لاءِ ضروري هو ته انهن قبيلن جي حوالي سان ڪو فيصلو ڪن. تنهنڪري پاڻ سڀني هر ان قبيلي سان، جنهن ۾ ذري برابر به مروت ۽ ماڻهپو هو، امن ۽ سلامتي جو معاهدو ڪيو. شروع ۾ انهن کي اسلام جي دعوت ڪونه ڏني، پر انهن کي انهن جي ڪفر ۽ شرڪ تي باقي رهڻ ڏنو ۽ معاهدو صرف امن جي بحاليءَ لاءِ ڪيو.

پاڻ سڀني ان معاهدي جا پابند رهيا، پر جڏهن انهن ماڻهن پاڻ ئي معاهدو ٽوڙيو ته سرورڪائنات صلي الله عليه وآله وسلم به انهن کي سبق سيکارڻ جي تدبير ڪئي. اسلامي تاريخ جي مختلف مهمن جو تعلق انهن ئي معاهدو ٽوڙڻ وارن قبيلن سان هو. جن ماڻهن کي نصيحت جي زبان سمجهه ۾ نه آئي ته انهن جي فتنن جي باهه کي صرف طاقت جي ٻل تي ئي خاموش ڪري پئي سگهيا. ان اصول موجب نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم طاقت استعمال ڪري انهن جي گستاخين ۽ امن مخالف سرگرمين جو خاتمو ڪيو.

## 2. مڪي تي مغرور حاڪم ۽ طاقتور سردار

ٻيو دشمن مڪو هو جنهن کي مرڪزي حيثيت به حاصل هئي. توڙي جو اتي قانوني طور تي ڪنهن هڪڙي شخص يا قبيلي جي حڪومت نه هئي، پر ڪجهه مغرور، طاقتور ۽ بااثر سردارن جي هڪڙي ٽولي جي بدمعاشي ضرور هلي رهي هئي. انهن جا پاڻ ۾ ته اختلاف هئا، پر ان نئين دين جي مقابلي ۾ انهن جي ٻڌي مثالي هئي. الله جا رسول صلي الله عليه وآله وسلم مڪي وارن کي هڪڙي وڏي خطري جي شڪل ۾ ڏسي رهيا هئا ۽ ايئن ئي ٿيو. رسول ڪريم صلي الله عليه وآله

۽سلم اهو محسوس ڪيو تہ جيڪڏهن اهي ان انتظار ۾ رهن تہ اهي پاڻ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پنيان اچن تہ يقيني طور دشمن کي هڪڙو بهترين موقعو ملي ويندو.

تنهنڪري پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم خود ئي انهن جي پنيان ويا. البت، پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم سدا مڪي ڪونہ ويا. پر انهن جو هڪڙو واپاري قافلو جيڪو مديني جي ويجهو گذري رهيو هو ان کي پاڻ سڳورن جي حڪم تي روڪيو ويو. بدر واري لڙائي جي شروعات اتان ٿي. جڏهن پاڻ سڳورن واپاري قافلي کي روڪيو تہ اهي تعصب ۽ حسد مان پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ ميدان ۾ اچي ويا. تقريبن ڇئن پنجن سالن جو عرصو ايئن گذري ويو. يعني پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن کي سڪون سان رهڻ ڪونہ ڏنو ۽ انهن کي اهو يقين هو تہ اهي ان نئين دين (اسلامي حڪومتي نظام) کي جنهن کي اهي پنهنجي لاءِ خطرو سمجهندا هئا، پاڙون پٽي ختم ڪري ڇڏيندا. احد واري لڙائي ۽ ٻيون لڙايون ان مقصد جي لاءِ وڙهيون ويون هيون.

مڪي جي مشرڪن پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان جيڪا آخري لڙائي ڪئي، اها جنگ خندق آهي، جنهن جو ڳاٽاڻو انتهائي اهم لڙائين ۾ ٿئي ٿو. مڪي جي مشرڪن پنهنجي ان شرمناڪ سازش کي عملي جامو پارائڻ جي لاءِ يهودين ۽ ٻين گهڻن بُت پرست قبيلن کان مدد حاصل ڪئي هئي. انهن گهريو ٿي تہ مديني منوره تي هڪڙو وڏو ۽ فيصلہ ڪن حملو ڪري اسلام جي ان نئين حڪومت جو خاتمو ڪن ۽ الله جي رسول ۽ انهن جي ٻہ چار سئو وفادار ساٿين کي شهيد ڪري اسلام جو نالو ۽ نشان مٽائي ڇڏين. پر انهن جي اتي پهچڻ کان اڳ ۾ ئي جڏهن حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ان سازش جي خبر ملي تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم خندق کوٽائي. جنهن جاءِ تان مديني تي حملي جو خطرو هو اتي تقريبن چاليهہ هٿ ويڪري خندق کوٽي وئي.

رمضان المبارڪ جو مهينو هو. ڪجهہ روايتن مطابق سخت سردي جي موسم بہ هئي. ان سال مينهن نہ وسڻ جي ڪري ماڻهن طرفان

ملندڙ رقمن ۾ بہ گهٽي گهٽتائي اچي وئي هئي، تنهنڪري وڏين مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پيو هو. انهن سڀني ڳالهين کان هٽي ڪري خود حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ذاتي طور تي خندق کوٽڻ ۾ مصروف هئا. جڏهن خندق جي کوٽائيءَ جو ڪم شروع ٿيو تہ پاڻ سڳورا صلي الله عليہ وآلہ وسلم اتي موجود هئا ۽ ڏٺائون ٿي تہ انهن مان جڏهن ڪو ٿڪجي ويندو هو يا ڪم صحيح نموني سان نہ ڪندو هو تہ پاڻ سڳورا اڳتي وڌي ان جي هٿ مان اوزار وٺندا هئا ۽ پاڻ ڪم ۾ لڳي ويندا هئا. يعني پاڻ سڳورن صرف حڪم ڪونہ ٿي ڏنو بلڪ ذاتي طور تي ماڻهن ۾ موجود هوندا هئا ۽ ڪم ڪندا هيا. مڪي جي مشرڪن جڏهن مديني جي چوڌاري خندق کوٽيل ڏٺي تہ انهن کي احساس ٿي ويو تہ اهي خندق ٽپي نٿا سگهن تہ مايوس ٿي واپس موٽي ويا. ان موقعي تي پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ مڪي جي مشرڪن جو اسان تي اهو آخري حملو هو ۽ اڄ کان پوءِ اهي اسان تي حملو ڪونہ ڪري سگهندا، بلڪ اسان مڪي وڃي انهن تي حملو ڪنداسين.

ان کان پوءِ ٻئي سال پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ اسان عمرو ڪرڻ جي لاءِ مڪي وڃڻ گهرون ٿا. صلح حديبيہ جو واقعو جيڪو اسلامي تاريخ جو هڪڙو ڀرپور معنيٰ وارو واقعو آهي، ان جو تعلق بہ ان زماني سان آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم عمري جي ارادي سان مڪي ڏانهن روانا ٿيا. مُشرڪن ڏٺو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اهڙي مهيني ۾ مڪي طرف اچي رهيا آهن، جيڪو احترام وارو آهي، جنهن ۾ لڙائي نٿي ڪري سگهجي، ڇو تہ مشرڪ بہ انهن مهينن جو احترام ڪندا هئا. انهيءَ ڪري سوچڻ لڳا تہ ڇا ڪيو وڃي؟ پاڻ سڳورن کي اچڻ ڏجي يا روڪجي؟ جيڪڏهن اچڻ ڏجي تہ پوءِ مقابلو ڪرڻ جي ڪهڙي صورت هجي؟ ڇا حرام مهيني بہ لڙائي ڪئي وڃي؟ ڪهڙي طرح لڙائي ڪئي وڃي؟ اهڙا ڪيترائي سوال انهن جي ذهنن ۾ ايري رهيا هيا. آخرڪار فيصلو اهو ٿيو تہ حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي مڪي ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت نہ ڏني ويندي ۽ موقعو ملندي ئي مسلمانن جو قتلام ڪيو ويندو.

پر رسول الله **صلي الله عليہ** وآلہ وسلم جي اعليٰ تدبير جي نتيجي ۾ اهي ٿي مڪي جا **ڪافر حضور** صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان معاهدو ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيا، **جنهن مطابق** اهو طئي ٿيو تہ پاڻ سڳورا صلي الله عليہ وآلہ وسلم ايندڙ سال مڪي ۾ عمرو ڪري سگهن ٿا. اهو معاهدو پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تبليغي دائري جي وڌيڪ ڪشادگيءَ جو سبب بڻيو. دنيا ان کي "صلح" جي نالي سان ڄاڻي ٿي، پر الله تعاليٰ ان کي "فتح" جو نالو ڏنو آهي. جيئن الله تعاليٰ جو ارشاد آهي: "اِنَّا فَتَحْنَا لَكَ فَتْحًا مُّبِيْنًا" (فتح: 1) بيشڪ اسان توکي کليل سوڀ ڏني. جيڪڏهن صحيح ۽ مُستَند تاريخ تي غور ڪيو وڃي تہ صلح حديبيہ جي حوالي سان وڏيون حيرت انگيز حقيقتون سامهون اينديون. صلح جي ٻئي سال حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم عمري جي لاءِ تشريف کڻي ويا ۽ اسلام دشمنن جي مخالفن جي باوجود پاڻ سڳورن جي شان ۽ شوڪت ۾ وڌيڪ اضافو ٿيندو رهيو.

ان کان ٻئي سال، يعني هجرت جي اٺين سال، جڏهن مڪي جي ڪافرن معاهدو ٽوڙيو تہ سرورڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم مڪو فتح ڪري ورتو. اهڙي عظيم فتح ملي جيڪا پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اقتدار جو مڪمل اظهار هئي. پوري واقعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم طاقت، تدبير، صبر، حوصلي، عزم ۽ استقلال ۽ مضبوطي ۽ استحڪام جي ذريعي پنهنجي دشمن کي ڪر کڻڻ جو بہ موقعو ڪونہ ڏنو ۽ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي الاهي غرض.ن ۽ مقصدن جي راهہ ۾ ڏينهون ڏينهن ترقي جا مرحلا بہ طئي ڪندا رهيا.

## 3. يهودين جا ٽي اهم قبيلا

ٽيون دشمن يهودي هئا. اهي اهڙا ناقابل اطمينان ماڻهو هئا، جن وقتي طور تي مسلمانن سان مديني ۾ گڏجي رهڻ جو عهد ڪيو هو مگر پوءِ بہ تڪليف ڏيڻ، گڙٻڙ پيدا ڪرڻ ۽ تخريب ڪاري کان ڪونہ مڙندا هيا. سورت بقر جو هڪڙو اهم حصو ۽ ڪجھ ٻيون سورتون يهودين سان حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ثقافتي جنگ جي بيان

تي مشتمل آهن. جيئن اسان اڳ ۾ عرض ڪيو آهي تہ مديني منوره جا يهودي -خود هڪڙي تهذيب ۽ ثقافت رکندڙ هئا. چالاڪ وارا ۽ هوشيار هئا. ڪمزور عقيدي وارن ماڻهن جي دلين ۽ دماغ کي متاثر ڪندا هئا. سازشون ڪندا هئا. ماڻهن جي وچ ۾ مايوسي پکيڙيندا هئا. انهن کي نااميد ڪندا هيا ۽ ماڻهن کي هڪ ٻئي جي جان جو دشمن بڻائيندا هئا. اهي يهودي حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا اهڙا دشمن هيا جن جي دشمني بہ نظمُ وضبط ۽ منصوبہ بندي تي ٻڌل هئي.

پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم وس آهر گهڻي نرمي ڪئي، پر جڏهن پاڻي سِر کان مٿي چڙهي ويو تہ انهن کي سزا ڏئي انجام تي پهچايو. پاڻ سڳورن انهن کي بنا ڪنهن جواز جي سزا ڪونہ ڏني، بلڪ انهن ٽنهي يهودي قبيلي مان هرهڪ معاهدي جي شديد خلاف ورزي ڪئي تہ پنهنجي ڪئي جو نتيجو بہ انهن کي ڀوڳڻو پيو. سيني کان اڳ ۾ جڏهن بنوقينقاع حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان خيانت ڪئي تہ پاڻ سڳورن فرمايو: "هاڻي توهان کي مدينو ڇڏڻو پوندو." انهن کي مديني مان ڪڍيو ويو ۽ انهن جي ملڪيت مسلمانن جي قبضي ۾ آئي.

ٻيو قبيلو بنونضير هو جنهن معاهدو ٽوڙيو. انهن جو داستان گهڻو اهم آهي. انهن کي بہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي مال ملڪيت سان مدينو ڇڏڻ جو حڪم ڏنو سو اهي بہ هليا ويا.

ٽيون قبيلو بنوقريظہ جو هو جن کي حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم امان ڏيندي مديني ۾ رهڻ جي اجازت ڏني. انهن کي مديني مان ڪونہ ڪڍيو بلڪ انهن سان اهو معاهدو ڪيو تہ اهي جنگ خندق ۾ پنهنجي محلن منجهان دشمن کي مديني ۾ داخل ٿيڻ نہ ڏيندا پر انهن احسان فراموشيءَ جو ثبوت ڏيندي سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي حملي جي لاءِ دشمن سان معاهدو ڪيو ۽ پاڻ سڳورن سان ڪيل معاهدي تان ڦري ويا. مديني جي هڪڙي حصي ۾ رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مديني جي حفاظت لاءِ خندق کوٽرائي هئي ۽ ٻئي پاسي يهودين جو پاڙو هو جتي دشمن کي روڪڻ انهن جي

ذمي هو. پر انهن خيانت ڪري معاهدي تي عمل ڪرڻ جي بدران پنهنجي پٺي ۾ ڇُرو هڻڻ گهريو ۽ دشمنن سان گڏجي سازش ڪئي ته گڏجي مديني ۾ داخل ٿي مسلمانن تي حملو ڪنداسين. پر انهن جي اها سازش ڳجهي رهي نه سگهي. ان سازش ظاهر ٿيڻ تائين مديني جي گهيراءُ کي تقريبن هڪڙو مهينو گذري چڪو هو.

رسول اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم انهن جي ان ناپاڪ سازش جو مقابلو پنهنجي حڪمت واري تدبير سان ڪيو. جنهن جي بنياد تي خود قريشن ۽ يهودين جو هڪٻئي تان اعتبار ختم ٿي ويو ۽ سڀ سازشون مٽيءَ ۾ ملي ويون. پورو داستان تاريخ جي صفحن ۾ محفوظ آهي. هتي نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي زبردست جنگي تدبير ۽ سياسي ڏاهپ جو مشاهدو ڪري سگهجي ٿو. پاڻ سڳورن انهن کي اتي روڪي رکيو. جڏهن قريشي ۽ انهن جا ٻيا ساٿاري نامراد ٿي خندق کان هٽي مڪي ڏانهن موٽي ويا ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم مديني منوره جي اندر مسجد ۾ ٻپهري (ظهر) جي نماز ادا ڪرڻ کان پوءِ فرمايو ته ٽِپهري (عصر) جي نماز بنوقريظه جي قلعن سامهون پڙهنداسين. هڪڙي رات جو به وقفو ڪرڻ کان سواءِ پاڻ سڳورن مديني جي مسلمانن سان گڏجي بنوقريظه جو گهيراءُ ڪيو. پنجويهن ڏينهن تائين گهيراءُ ۽ مقابلو جاري رهيو. حضور اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي حڪم سان انهن جي سپاهين کي قتل ڪيو ويو. ڇو ته انهن جون خيانتون پڌريون هيون ۽ سزا جي قابل ڪونه هيون.

سرور ڪائنات صلي الله عليه وآله وسلم انهن سان اهو رويو اختيار ڪيو ۽ اسلام ۽ مسلمانن جي سر تان بنوقريظه، بنو نضير ۽ خيبر جي يهودين جي دشمني جو ٻوٽ وارو ٻاڃو اعليٰ انساني اخلاق سان گڏ طاقت، حڪمت ۽ تدبير جي ذريعي هٽائي ڇڏيو. انهن سيني واقعن ۾ رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم ڪنهن هڪڙي جاءِ تي به معاهدي جي خلاف ورزي ڪونه ڪئي. دشمن به ان ڳالهه جي تعريف ڪن ٿا ته معاهدو رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم نه پر خود يهودين ٽوڙيو هو.

## 4. منافق

چوٿون دشمن منافق هيا. اهي عام ماڻهن ۾ شامل هوندا هئا. زبان سان تہ ايمان جو اقرار ڪندا هئا، مگر انهن جون دليون ايمان کان خالي هيون. اهي انتهائي گهٽيا، ساڙيلا، تنگ نظر ۽ دشمنن جو ساٿ ڏيڻ لاءِ هميشہ تيار رهڻ وارا ماڻهو هئا. يهودين ۽ منافقن ۾ هڪڙو وڏو فرق اهو هو تہ منافقن جي اسلام دشمني منصوبہ بندي سان ڪونہ هئي. سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم حملي جي تاڙ ۾ رهڻ وارن منصوبا ناهيندڙ دشمنن کي امان ڪونہ ڏيندا هئا ۽ انهن سان اهو رويو اختيار ڪندا هئا جيڪو پاڻ سڳورن يهودين سان اختيار ڪيو پر جيڪي دشمن منصوبہ بندي ڪونہ ڪندا هئا ۽ جن جي بي ايماني، برائي ۽ هٺ ڌرمي انفرادي هئي، نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن کي برداشت ڪندا هئا.

عبدالله بن اُبي بہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بدترين دشمنن مان هو. اهو حضور ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ جي آخري سال تائين جيئرو هو پر پاڻ سڳورن ان سان سخت رويو اختيار ڪونہ ڪيو. سڀني مسلمانن کي خبر هئي تہ اهو منافق آهي، ان جي باوجود پاڻ سڳورن ان سان ٻين مسلمانن جهڙو سلوڪ جاري رکيو. هميشهہ بيت المال مان ان جو حصو ادا ڪيو ۽ ان جي جان ۽ مال کي محفوظ رکيو. جڏهن تہ ان جهڙا منافق پنهنجين براين کان ڪونہ مڙندا هئا ۽ سورت بقره جو هڪڙو حصو انهن جهڙن ماڻهن جي مذمت ۾ نازل ٿيو آهي.

جڏهن بہ منافقن جي ڪنهن گروهہ منصوبہ بنديءَ سان تحريڪ شروع ڪئي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ انهن جو مقابلو ڪيو. هڪڙو دفعو انهن منافقاڻين سازشن جي لاءِ 'ضرار' نالي مسجد کي مرڪز بڻايو. اسلامي حڪومت کان ٻاهر روم جي بادشاهيءَ ۾ موجود ابوعامر راهب جهڙي شخص سان رابطو قائم رکيو تہ جيئن رومين جي ذريعي سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي لشڪر چاڙهي اچجي. ان منصوبي سان ٿيندڙ دشمني جو مقابلو ڪرڻ لاءِ رسول الله

صلي الله عليہ وآلہ وسلم مسجد ضرار کي ڍهرائي ڇڏيو ۽ فرمايو تہ هي عمارت مسجد ڪونهي، بلڪ اها الله ۽ مسلمانن جي خلاف سازش جو ڳڙهہ آهي.

انهن منافقن جي هڪڙي ٽولي پنهنجي ڪفر جو اظهار ڪندي مدينہ منوره کان ٻاهر هڪڙو لشڪر تيار ڪيو. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن جو مقابلو ڪيو ۽ فرمايو تہ جيڪڏهن اهي ويجهو ايندا تہ انهن سان لڙائي ڪئي ويندي. خود مدينہ منوره ۾ بہ منافق موجود هئا پر الله جي رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن سان منصوبہ ٺاهيندڙ دشمنن جهڙو سلوڪ ڪونہ ڪيو. اهوئي سبب آهي تہ پاڻ سڀني منصوبہ ٺاهيندڙ منافقن جي خلاف سخت رويو اختيار ڪيو پر ٻين منافقن سان نرم سلوڪ جاري رکيو، ڇوتہ انهن جو خطرو انفرادي هو. گهڻو ڪري سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي نيڪ سلوڪ جي ذريعي انهن کي شرمندو ٿيڻ تي مجبور ڪندا هئا.

### 5. اندروني دشمن: نفساني خواهشن، بڇڙائي ۽ گمراهين ڏانهن لاڙو

پنجون دشمن اهو هو جيڪو هر مسلمان ۽ مومن جي اندر ۾ موجود آهي ۽ اهوئي دشمن سڀني کان وڌيڪ خطرناڪ آهي. اهو دشمن اسان جي اندر بہ موجود آهي. نفساني خواهشون، خودغرضي، بڇڙائي ۽ ڇڙواڳيءَ ڏانهن لاڙو ۽ اهڙيون ٻيون ڪوتاهيون، جن جو سبب پاڻ انسان آهي. حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان دشمن جو بہ زبردست مقابلو ڪيو. ان دشمن سان مقابلي جي امتيازي خصوصيت اها آهي تہ ان جي مقابلي ۾ تلوار، تير ۽ ڪهاڙي کان ڪم نہ ورتو ويندو آهي، بلڪ تعليم ۽ تربيت، نفس جي تزڪيي ۽ خوفِ الاهيءَ جي هٿيارن کي استعمال ڪيو ويندو آهي.

هڪڙي دفعي مسلمانن جو لشڪر سخت لڙائيءَ کان پوءِ موٽي آيو تہ سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: توهان کي شاباس هجي جو توهان ننڍي جهاد ۾ ڪاميابي ماڻي ۽ هاڻي وڏو جهاد ڪرڻ باقي آهي. سڀئي حيران ٿي ويا تہ هن کان وڏو ڪهڙو جهاد ٿي سگهي ٿو.

تنهنڪري پُڇيائون: يارسول الله (صلي الله عليہ وآلہ وسلم)! وڏو جهاد ڇا آهي؟ اسان ايتري ڏکي لڙائي ڪئي، ڏاڍيون تڪليفون ڏٺيوسين، مصيبتون برداشت ڪيون، هاڻي ان کان اڃا وڏيڪ وڏو جهاد ڇا ٿي سگهي ٿو؟ پاڻ سڳورن فرمايو: "اهو آهي نفس سان جهاد." قرآن شريف ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي "اَلَّذِيْنَ فِيْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ" (انفال: 49). هن آيت ۾ جن جي دلين ۾ بيماري بڌائي وئي آهي، اهي سيئي منافق ڪونہ آهن. بلڪ ايئن چيو وڃي تہ بهتر آهي تہ منافق بہ ان آيت جي دائري ۾ اچي وڃن ٿا. يعني عين ممڪن آهي تہ هڪڙو ماڻهو منافق نہ پر مومن آهي، پر ان جي دل ۾ "بيماري" موجود هجي. اها ڪهڙي بيماري آهي؟ ان جو جواب اهو آهي تہ اهي اخلاقي ڪمزوريون، نفساني خواهشون ۽ خود غرضيون آهن. جيڪڏهن انهن کان پرهيز نہ ڪئي وئي ۽ انهن جو مقابلو نہ ڪيو ويو تہ انسان ايمان کان هٿ ڌوئي ويهندو. ايمان کان هٿ ڌوئڻ جو مطلب اهو آهي تہ اهو ظاهري طرح تہ مومنن وانگر هوندو، پر دل ايمان کان خالي هوندي ۽ ان کي ئي اسلام جي اصطلاح ۾ منافق چيو ويندو آهي.

الله نہ ڪري، جيڪڏهن اسان ۽ توهان جي دل ايمان کان خالي ٿي وڃي، جڏهن تہ ظاهري شڪل ۽ صورت مومنن جهڙي هجي، جيڪڏهن اسان ڪردار ۾ ايماني ۽ اعتقادي حدن کان ٽپي وڃون، جڏهن تہ اسان جون زبانون اڳئين معمول مطابق مومنن جهڙيون ڳالهيون ڪري رهيون هجن تہ اهائي منافقت آهي. اها ڳالهہ اسلامي معاشري لاءِ گهڻي وڏي خطرناڪ آهي. قرآن شريف ۾ انهي حوالي ۾ فرمايل آهي: "ثُمَّ كَانَ عَاقِبَةَ الَّذِيْنَ اَسَآءُوا السُّوْٓاٰى اَنْ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَكَانُوْا بِهَا يَسْتَهْزِءُوْنَ" (روم: 10). ان کان پوءِ بڇڙايون ڪرڻ وارن جو انجام خراب ٿيو. اها خرابي ڇا آهي؟ اها الله جي نشانين کي ڪوڙو چوڻ آهي. هڪڙي ٻي جاءِ تي اهڙن ماڻهن جي باري ۾ جن هن عظيم ڪم (الله جي راهہ ۾ خرچ) تي عمل نہ ڪيو ارشاد ٿئي ٿو: "فَاَعْقَبَهُمْ نِفَاقًا فِيْ قُلُوْبِهِمْ اِلٰى يَوْمِ يَلْقَوْنَهٗ بِمَآ اَخْلَفُوا اللّٰهَ مَا وَعَدُوْهُ" (توبهہ: 77). جن ماڻهن ان عظيم ذميواري (الله جي راهہ ۾ خرچ) تي عمل نہ ڪيو ڇوتہ انهن الله سان ڪيل عهد جي واعدي خلافي ڪئي آهي، انهن جي دل ۾ منافقت پيدا ٿي آهي. اسلامي معاشري لاءِ اها تمام گهڻي

خطرناڪ ڳالھ آهي. توهان تاريخ جا ورق کولي ڏسو اسلامي معاشري ۾ جيڪي گهٽ وڌايون ۽ حق کان مُنهن موڙڻ واريون ڳالهيون ٿيون، ان جو سبب منافقت آهي. ممڪن آهي تہ هڪڙو دفعو ٻاهران ڪو دشمن اسلامي معاشري تي حملو ڪري ۽ اهو شڪست ڏئي قتل و غارت ڪري، ليڪن اهو ان کي نابود نٿو ڪري سگهي، ڇوتہ ايمان پنهنجي جاءِ تي قائم رهندو آهي ۽ ڪنهن نہ ڪنهن موقعي تي ڪَرَ ڪڍندو آهي ۽ ٻيهر ايمان جو ٻوٽو سائو ۽ تازو ٿي ويندو آهي. پر جيڪڏهن اهو اندريون دشمن حملو ڪري تہ اهو انسان جي دل کي ايمان جي نور کان خالي ڪري ڇڏيندو آهي ۽ ان کي غلط راھ تي هلائيندو آهي. سو جتي جتي بہ حق کان منهن موڙ نظر اچي تہ سمجهي وڃڻ گهرجي تہ ان جي پنيان منافقت ڪم ڪري رهي آهي. پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي زندگي مبارڪ ۾ ان دشمن جو بہ مقابلو ڪيو.

پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سدائين سوچ ويچار ۽ غوروفڪر ڪرڻ کان پوءِ ڪو ڪم ڪندا هئا ۽ هر ڪم کي وقت تي ڪندا هئا ۽ ڪنهن بہ ڪم جو وقت گذرڻ نہ ڏيندا هئا. انفرادي لحاظ کان پاڻ سڳورا قناعت پسند ۽ پاڪ صاف طبيعت جا مالڪ هئا. پاڻ سڳورن جي طبيعت ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڪمزوريءَ جو ڪو پهلو ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندو هو. پاڻ سڳورا پاڪ صاف ۽ عصمت جا مالڪ هئا. اهو پاڻمرادو معاشري تي اثرانداز ٿيڻ جو هڪڙو بهترين سبب آهي. عمل زبان خرچ کان تمام گهڻو وڌيڪ اثرائتو هوندو آهي.

پاڻ سڳورا هميشھ صاف ۽ سڌي ڳالھ ڪندا هئا ۽ ڪڏهن بہ ٻچاپڙائيءَ واريون ڳالهيون ڪونہ ڪندا هئا. پر جڏهن ڪنهن دشمن سان واسطو پوندو هو تہ اهڙي سياست کان ڪم وٺندا هئا جو دشمن سندن تدبير کان ڏوڪو کائي ويندو هو. چاهي سياسي حوالي سان يا دفاعي لحاظ وارو معاملو هجي. پاڻ سڳورن گهڻن موقعن تي دشمن کي غلط فهميءَ جو شڪار ٿيڻ لاءِ مجبور ڪري ڇڏيو پر مسلمانن ۽ ٻين عام ماڻهن سان سڌي ۽ صاف ڳالھ ڪندا هئا. ڪڏهن بہ مبهم ڳالھ ڪونہ ڪندا هئا ۽ ضرورت جي وقت انتهائي نرمي جو بہ ڀرپور مظاهرو

ڪندا هئا. جيئن عبدالله بن ابي جي واقعي ۾ ان ڳالهه جو ذڪر ملي ٿو جيڪو هڪڙو تفصيلي واقعو آهي. پاڻ سڳورا جڏهن ڪنهن سان واعدو ڪندا هئا ته پوءِ ڪڏهن به واعدي خلافي نه ڪندا هئا. ايستائين جو پنهنجن دشمنن ۽ مڪي جي مشرڪن سان به جيڪي واعدا ڪيائون، انهن کان منهن موڙ ڪونه ڪيائون. اهوئي سبب آهي ته سيني ماڻهن کي خبر هئي ته پاڻ سڳورن سان ڪو معاهدو ڪيو وڃي ته ان تي عملدرآمد ضرور ٿيندو.

ٻئي طرف پاڻ سڳورن پنهنجي پروردگار سان راز ۽ نياز جو سلسلو ڪڏهن به ختم ٿيڻ ڪونه ڏنو. بلڪ پاڻ سڳورا ڏينهون ڏينهن پنهنجي رب سان پنهنجي رابطي کي مضبوط ۽ مستحڪم ڪندا رهندا هئا. ايستائين جو جنگ جي ميدان جي وچ ۾ به جڏهن پاڻ سڳورا پنهنجن مجاهدن کي جنگي هدايتون ڏيندا هئا ۽ انهن کي لڙائي لاءِ تيار ڪندا هئا ۽ پاڻ به هٿ ۾ تلوار کڻيون مجاهدن کي هدايتون ڏئي رهيا هوندا هئا ته اوچتو گوڏا کوڙي زمين تي ويهي رهندا هئا ۽ پنهنجا ٻئي هٿ کڻي چهرو مبارڪ آسمان ڏانهن ڪري اکين مان لڙڪ وهائيندي پنهنجي پالڻهار جي خدمت ۾ ٻاڏائي هيءَ دعا گهرندا هئا: "اي منهنجا پالڻهار! اسان جي مدد ڪر. اي منهنجا الله! پنهنجي دشمنن جي مقابلي ۾ اسان کي ڪاميابي عطا ڪر."

يعني پاڻ سڳورن جو پنهنجي پالڻهار جي بارگاهه ۾ روئي ٻاڏائڻ نه ته ان ڳالهه جو سبب ٿيندو هو جو پاڻ سڳورا افرادي قوت کي مڪمل طور نظرانداز ڪري ڇڏين ۽ نه اها افرادي قوت پالڻهار جي بارگاهه ۾ روئي ٻاڏائڻ ۾ رڪاوٽ ٿيندي هئي، بلڪ هڪڙي ئي وقت پاڻ سڳورن جو ڌيان ٻنهي ڳالهين تي ڌريل هوندو هو. پاڻ سڳورا ڪڏهن به دشمن کان ڪونه ڊڄندا هئا. اميرالمومنين امام علي عليه السلام، جيڪو پاڻ به بي مثال شجاعت ۽ بهادري جو عظيم نمونو هئا. فرمايو آهي ته لڙائي جي دوران جڏهن به ڪا مشڪلات ايندي هئي يا اسان دٻاءُ جو شڪار ٿيندا هئاسين ته پاڻ سڳورن جي ڀاڪر ۾ پناهه وٺندا هئاسين. يعني جڏهن ڪوبه ڪنهن مشڪل ۾ ڦاسندو هو ته پاڻ سڳورن جي ڀاڪر ۾ ئي پناهه وٺندو هو.

حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڏهہ سال حڪومت ڪئي. انهن ڏهن سالن ۾ پاڻ سڳورن جيڪو ڪم سرانجام ڏنو جيڪڏهن انتهائي تيز ترين ڪم ڪرڻ واري هڪڙي جماعت جي حوالي ڪيو وڃي تہ اها سون سالن ۾ بہ ايترو ڪم ڪري نہ سگهندي، جيترو ڪم پاڻ سڳورن اڪيلي سر انهن ڏهن سالن جي عرصي ۾ سرانجام ڏنو. اجوڪي دور ۾ جيڪڏهن اسان پنهنجن ڪمن جي رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڪمن سان ڀيٽ ڪريون تہ چڱي نموني سان سمجهي سگهون ٿا تہ پاڻ سڳورن ڪهڙو ڪارنامو انجام ڏنو آهي. هڪڙي اهڙي حڪومت جي سربراهي، هڪڙي اهڙي معاشري جي تشڪيل يعني هڪڙي اهڙي مثالي نموني (رول ماڊل) کي وجود ۾ آڻڻ جيڪو پنهنجي ذات ۾ پاڻ سڳورن جي معجزن منجهان آهي.

ڏهن سالن تائين ماڻهن رات ڏينهن پاڻ سڳورن سان زندگي گذاري، ماڻهو پاڻ سڳورن جي گهر ويندا هئا ۽ پاڻ سڳورا بہ ماڻهن جي گهر تشريف کڻي ويندا هئا. مسجد ۾ بہ گڏ هوندا هئا. رستي ۾ گڏ گڏ هلندا هئا. سفر ۾ گڏ ويندا هئا. هڪ ٻئي سان گڏ اٿندا ويهندا هئا. پاڻ ۾ گڏجي اڃ ۽ بک جون تڪليفون برداشت ڪندا هئا. هڪٻئي سان گڏجي ڏک ۽ سک ملهائيندا هئا. پاڻ سڳورا ماڻهن سان يوڳ بہ ڪندا هيا. ماڻهن جي وچ ۾ راندين جا مقابلا ڪرائيندا هئا ۽ پاڻ بہ انهن مقابلن ۾ شريڪ ٿيندا هئا. جن ماڻهن ڏهن سالن تائين پاڻ سڳورن سان گڏ زندگي گذاري هئي، انهن جي دلين ۾ هر گذرندڙ ڏينهن سان گڏ پاڻ سڳورن لاءِ محبت ۾ اضافو ۽ پاڻ سڳورن تي اعتقاد وڌندو ويندو هو. مڪي جي فتح واري ڏينهن جڏهن ابوسفيان، حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي چاچي حضرت عباس رضي الله عنہ جي مدد سان ڳجهي نموني پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ پهتو تہ جيئن امان حاصل ڪري سگهي تہ ان وقت پاڻ سڳورا وضو ڪري رهيا هئا. جڏهن تہ اصحابي سڳورا پاڻ سڳورن جي چوڌاري گڏ هئا تہ جيئن پاڻ سڳورن جي وضو واري پاڻي کي هيٺ ڪرڻ کان اڳ هٿن ۾ ونڻ جي لاءِ هڪٻئي کان اڳ کڻي سگهن. اهو ڏسي ابوسفيان چيو: مون دنيا جي وڏن وڏن بادشاهن کي ڏٺو آهي، پر ڪنهن جي بہ مون ايتري عزت ڪونہ ڏٺي آهي. جي ها،

معنوي عزت ئي حقيقي عزت هوندي آهي. ”وَلِلّٰهِ الْعِزَّةُ وَلِرَسُوْلِهٖ وَلِلْمُؤْمِنِيْنَ“ (منافقون: 8) مومن بہ جيڪڏهن انهي راھ تي هلن تہ عزت حاصل ڪري سگهن ٿا. هنن ئي ڏينهن يعني 28 صفر تي اهو آسماني نور، اهو عظيم انسان ۽ شفيق ۽ مهربان ابو ماڻهن کي ڏکويل ڇڏي هن دنيا مان هليو ويو. پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو لاڏاڻو ۽ ان کان اڳ سندن بيماريءَ وارا ڏينهن مديني وارن جي لاءِ گهڻو سخت ڏينهن هئا. خاص طور تي اهي واقعا جيڪي پاڻ سڳورن جي لاڏاڻي کان ڪجھ عرصو پهريان ظاهر ٿيا. هڪڙو پيرو پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مسجد ڏانهن تشريف کڻي ويا ۽ منبر تي ويهي ماڻهن کي مخاطب ٿي فرمايائون: جيڪڏهن ڪنهن جو منهنجي ذمي ڪو حق آهي تہ اهو مون کان وٺي. اهو ٻڌي اصحابن سڳورن روئڻ ۽ آهون پرڻ شروع ڪيون ۽ چوڻ لڳا: اي الله جا رسول! توهان ڏانهن اسان جو قرض ٿي سگهي ٿو؟! پاڻ سڳورن فرمايو: الله تعاليٰ جي سامهون خوار ٿيڻ کان توهان جي سامهون خواري آسان آهي. تنهنڪري جيڪڏهن ڪنهن جو مون تي قرض آهي يا مون کان ڪجھ لهڻي ٿوتہ اهو ٻڌائي، مان ڏيڻ جي لاءِ تيار آهيان تہ جيئن اهو معاملو قيامت جي ڏينهن لاءِ نہ رهجي وڃي. توهان غور ڪيو تہ ڪهڙو تہ اخلاق آهي؟ ڪير آهي جيڪو اهي ڳالهيون ڪري رهيو آهي؟ هيءَ اها هستي آهي، جنهن جي ڪچهري لاءِ جبرائيل امين فخر ڪري ٿو. پاڻ سڳورا ماڻهن سان ڪو پوڳ ڪونہ ڪري رهيا هئا، بلڪ سنجيدگي سان ماڻهن کي فرمائي رهيا هئا تہ ممڪن آهي تہ ڪڏهن پل ۾ مون کان ڪنهن جو ڪو حق ضايع ٿي ويو هجي. پاڻ سڳورا بہ ٽي پيرا اهي ڳالهيون ورجائيندا رهيا. البت ان حوالي سان تاريخ ۾ گهڻائي واقعا ملن ٿا. پر مون کي معلوم ڪونهي تہ ڪهڙو واقعو ڪيترو صحيح آهي. ها، هڪڙو واقعو جنهن کي سيني تاريخ لکندڙن نقل ڪيو آهي، اُهو هيءُ آهي تہ انهيءَ دوران هڪڙو شخص سواده بن قيس، اٿيو ۽ عرض ڪيو: يارسول الله! توهان ڏانهن منهنجو هڪڙو حق آهي، اهو هي آهي تہ هڪڙو دفعو توهان پنهنجي ڏاچي تي سوار ٿيا وڃي رهيا هئا ۽ توهان سان گڏ مان بہ پنهنجي ڏاچي تي سوار هيس. توهان پنهنجي سواري کي هڪلڻ لاءِ

ڇهبڪ هٽڻ گهريو تہ ان دوران منهنجي ڏاڇي توهان جي پرسان اچي وئي ۽ اتفاق سان اهو ڇهبڪ منهنجي پٺيءَ تي لڳو. مون کي ان جو بدلو گهرجي! پاڻ سڳورن پنهنجي قميص مٿي ڪئي ۽ چيو هاڻي جو هاڻي ان جو بدلو وٺ. ان کي قيامت تائين نہ ڇڏ. ٻيا اصحابي سڳورا حيران ٿي اهو منظر ڏسي رهيا هئا ۽ هڪٻئي کي چئي رهيا هئا: ڇا اهو شخص واقعي پاڻ سڳورن کان بدلو وٺندو؟ ڇا ان جي دل ان ڳالهہ لاءِ تيار ٿيندي؟ ماڻهن ڏٺو تہ پاڻ سڳورن هڪڙي شخص کي حڪم ڏنو تہ گهر وڃي اهوئي لڪڻ کڻي اچي ۽ ان کان پوءِ اُن ’سواده بن قيس‘ نالي شخص کي فرمايائون هي وٺ ۽ ان ئي لڪڻ سان منهنجي پٺي تي ڏڪ هڻ. اهو شخص اڳتي وڌيو. اصحابي سڳورا شرمساريءَ سان ڏسي رهيا هئا تہ ڪٿي ايئن نہ ٿئي جو اهو واقعي ڏڪ هڻي وٺي. پر سڀني اصحابن ڏٺو تہ اهو شخص بي اختيار پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پٺي تي چميون ڏئي رهيو آهي ۽ چئي رهيو آهي: اي الله جا رسول! مون پاڻ کي توهان جي جسم سان لڳائي، پنهنجو پاڻ کي جهنم جي باهہ کان محفوظ ڪري ڇڏيو!

اي الله سائين! محمد ۽ آلِ محمد عليهم السلام جي عزت ۽ عظمت جي واسطي اسان جي پياري نبي جي پاڪ روح تي پنهنجو درود ۽ سلام، مهرباني ۽ ڪرم ۽ مڙئي فضيلتون نازل ڪر. اي پالڻهار! اسلام، مسلمانن ۽ انسانذات طرفان پاڻ سڳورن کي ڀلي جزا عطا فرماءِ. اسان کي پاڻ سڳورن جي امت ۾ ڳڻاءِ. اسان کي پاڻ سڳورن جي ڏيکاريل راهہ تي هلڻ جي توفيق عطا ڪر. اسان جي معاشري کي پاڻ سڳورن طرفان قائم ڪيل معاشري جهڙو بڻاءِ ۽ اسان سڀني کي پاڻ سڳورن جي پيروي ڪرڻ جي همت عطا ڪر.[1]

* * * * *

[1] تهران ۾ جمع **نماز جي جماعت** کي خطاب: 18 مئي 2001ع.

# نبي ڪريم ﷺ جي ڄم جي
# اهميت ۽ اُن جون نشانيون

يقينن ان ڏينهن جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڄمڻ واري ڀاڳ واري مهل دنيا تي ڇانيل اونداهي پاڻ سڳورن جي پاڪ وجود جي ذريعي نورِ الاهيءَ سان روشن ٿي تہ انساني لڏي جي تاريخ جي هڪڙي نئين دور جي شروعات ٿي. جيئن اميرالمومنين علي عليہ السلام بہ پنهنجن بيانن ۾ ان ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪيو آهي تہ ان وقت انساني تهذيب ۽ ثقافت تي مسلط ظلم ۽ ڏاڍ سان ڀرپور قانونن جي سبب انساني معاشرن مان ڀلائيءَ واري نور جو خاتمو ٿي چڪو هو: "وَالدُّنيا کاسِفتُ النُّورِ ظاهِرَتُ الغُرُورِ" (نهج البلاغہ خطبو 89). پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پاڪ وجود جي نور پنهنجي شروعات کان ئي حق جي حاڪميت. الله تعاليٰ جي وجود جا واضح دليل ۽ ثبوت ماڻهن جي سامهون پڌرو ڪرڻ شروع ڪيا هئا.

حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڀاڳوند ڄم جي موقعي تي جيڪي حيران ڪندڙ واقعا ظاهر ٿيا. اهي حقيقت ۾ پوري انسانذات ۽ تاريخ جي لاءِ هڪڙي فڪر واري گهڙي آهن. پاڻ سڳورن جي ڄمڻ سان ئي ڪسريٰ جي محلات جي بنيادن جي ڌهڻ يا آتشڪده جي وسامي وڃڻ ۾ ڪجهہ حقيقتون ۽ راز ڏسڻ ۾ اچن ٿا ۽ انهن حقيقتن ۽ رازن جو مطلب اهو آهي تہ هن ڄمڻ واري پاڪ هستيءَ جي ظهور سان گڏ انساني جهان جي سامهون نيون واٽون کلي ويون تہ جيئن انسانذات معاشري تي مسلط ظلم ۽ ڏاڍ جي قانونن ۽ اذيت گهرن جي وهم ۽ گمان کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري.

هاڻي اهي ڪهڙا ماڻهو هوندا. جيڪي ان واٽ جي چونڊ ڪندا ۽ پنهنجي پوري طاقت سان ان تي هلندا رهندا. ۽ اهي ڪهڙا ماڻهو هوندا جيڪي ان واٽ کان منهن موڙي ان جي لاڀ کان محروم ٿي ويندا. اهو هر انسان جي ارادي ۽ خواهش تي ڇڏيل آهي. پنهنجي تقدير ۽ فيصلي

جو اختيار خود انسان جي ئي هٿ ۾ آهي، پر انساني لڏي جي سامهون اهو رستو ڪولي رکيو ويو آهي ۽ ان کان علاوه سنت الاهي بہ اها آهي تہ انساني چرپر جو رخ انهن ئي اعليٰ هدفن ڏانهن موڙي ڇڏجي. هيءَ اها ڳالهہ آهي جيڪا حتمي ۽ فطري طور تي انساني معاشري جي رخ ۽ منهن جو تعين ڪري ٿي. جيئن تاريخ جي مڙني حادثن ۽ واقعن بہ ان ڳالهہ کي ثابت ڪيو آهي تہ انساني علمن جي بلندي ۽ انساني معرفت ۽ آگاهي جي ترقيءَ جي انتها ۽ آخري منزل حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات جي روشني ۾ پنهنجي منزل تائين وڃي سگهي ٿي. انسانذات حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي روشن تعليمات ۽ معرفتن جي ضرورت ڪالهہ کان گهڻو وڌيڪ اڄ شدت سان محسوس ڪري رهي آهي.[1]

*****

[1] رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ امام جعفر صادق عليہ السلام جي ولادت باسعادت جي موقعي تي مملڪت جي اعليٰ عهديدارن ۽ ذميوارن کي خطاب: 10 جون 2001ع

# رسول ڪريم ﷺ جي بعثت
# جا رُخ ۽ ان جا هدف

بعثت حقيقت ۾ اهڙو پيغام آڻيندڙ جهڙي جي مٿي ٽيڻ جو ڏينهن آهي. جنهن جون خصوصيتون انساني لاڏي لاءِ بينظير به آهن ۽ ممتاز به آهن. اعلانِ نبوت (بعثت) حقيقت ۾ به علم ۽ معرفت جو جهنڊو مٿي ڪيو. اعلانِ نبوت (بعثت) جي شروعات "اِقۡرَاۡ بِاسۡمِ رَبِّكَ الَّذِیۡ خَلَقَ" (علق: 1) سان ٿي ۽ "اُدۡعُ اِلٰى سَبِيۡلِ رَبِّكَ بِالۡحِكۡمَةِ وَالۡمَوۡعِظَةِ الۡحَسَنَةِ" (نحل: 125) تائين ان جو سلسلو جاري رهيو. يعني دعوت حڪمت سان گڏ هجي. اسلام جي دعوت حقيقت ۾ پوري دنيا ۽ تاريخ جي لڙيءَ ۾ حڪمت جي موتين کي پکيڙڻ جو نالو آهي. جيئن بعثت جو مطلب عدل ۽ انصاف جي جهنڊي کي اڀو رکڻ آهي. يعني مومنن، انساني دنيا ۽ الله جي ٻانهن جي هر فرد جي وچ ۾ عدل ۽ انصاف لاڳو ڪرڻ. بعثت مان مراد اعليٰ انساني قدرن (اقدار) ۽ اخلاقن جي جهنڊي جو پنهنجي مٿاهين تي لهرائڻ جو نالو آهي: "بُعِثۡتُ لِاُتَمِّمَ مَكَارِمَ الاَخلاق" (بحار الانوار ج 67 ص 372). الله تعاليٰ رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي مخاطب ڪندي هيئن ارشاد فرمائي ٿو: "وَمَاۤ اَرۡسَلۡنٰكَ اِلَّا رَحۡمَةً لِّلۡعٰلَمِيۡنَ" (انبياء: 107). انساني لاڏي جو فرد جن شين جو محتاج آهي، چاهي اهي ڪهڙي به وقت، جهڙيون به حالتون هجن ۽ جتي به هجن، انهن سڀني شين کي ان بعثت جي اندر سمايو ويو آهي؛ يعني علم ۽ معرفت، حڪمت ۽ رحمت، عدل ۽ ڀائيچارو ۽ برابريءَ جهڙيون بنيادي ڳالهيون جن سان انساني زندگي جي سلامتي لاڳاپيل آهي، انهن سڀني جو تعلق بعثت سان آهي. ايستائين جو ان جي باوجود ته اسلام ۾ جهاد کي فرض قرار ڏنو ويو آهي، جهاد يعني ظلم ۽ ڏاڍ جي مقابلي ۾ جمي بيهڻ. البت، اسلام جي پڪي ۽ سچي دين سان بغض ۽ دشمني رکڻ وارن ڪجهه ماڻهن اسلام کي بدنام ڪرڻ جي غرض سان جهاد کي تلوار ڪٽي نڪري پوڻ جو نالو ڏنو آهي، پر اهوئي اسلام خود پنهنجو تعارف هيئن ڪرائي ٿو: "وَاِنۡ جَنَحُوۡا

لِلسَّلْمِ فَاجْنَحْ لَهَا وَتَوَكَّلْ عَلَى اللهِ" (انفال: 61) يعني وري بہ اهڙن موقعن ۽ مهلن ۾ جتي حالتون تقاضا ڪنديون هجن. اتي صلح ۽ سلامتي ۽ ٺاهہ کي هر حال ۾ لڙائيءَ تي ترجيح ڏني وئي آهي.

اڄ جو انسان انهن معرفتن جو محتاج آهي. اسان مسلمانن کان بہ ڪوتاهيون ٿيون آهن. جن جو اسان کي اعتراف ڪرڻ گهرجي. اسان مسلمانن جي پهرين ڪوتاهي تہ اها آهي جو اسان اسلام جي حقيقي معرفتن کي دنيا جي سطح تي پکيڙڻ ۾ سُستي جو مظاهرو ڪيو آهي. ٻي ڳالهہ اها آهي تہ دنيا جي سامهون اسلام جي حقيقي نمونن کي پيش ڪرڻ ۾ ڪوتاهي جو مظاهرو ڪيو آهي. جيڪڏهن مسلمان پنهنجي انفرادي ۽ اجتماعي، ۽ سياسي حڪومتي معاملن کي اسلام جي ان روشن معرفتن ۽ نمونن مطابق هلائين تہ اها اسلام جي گهڻي وڏي تبليغ ٿيندي. البت. ان ڳالهہ ۾ بہ ڪو شڪ ڪونهي تہ اڄ عالمي سطح تي اسلامي دنيا کي طرح طرح جي هٿ ناڻن ۽ نقصان پهچائيندڙ هُل هُلاچن کي منهن ڏيڻو پئجي رهيو آهي.[1]

❊ ❊ ❊ ❊ ❊

[1] عيد ميلادالنبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي موقعي تي مملڪت جي اعليٰ عهديدارن ۽ ذميوارن سان ملاقات ۾ خطاب: 15 آڪٽوبر 2001ع.

## رسول ڪريم ﷺ جي ڄمڻ جا
## آثار ۽ ان جون واضح نشانيون

هڪڙي اهڙي ئي ڏينهن الله تعاليٰ پنهنجي سيني ڪان عظيم ذخيري کي جيڪو پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي ذات مبارڪ آهي، ظاهري وجود جو لباس پارائي دنيا ۾ موڪليو ۽ اها انسان جي قسمت ۽ ان جي تقدير جو رخ مقرر ڪرڻ ڏانهن هڪڙي نئين شروعات هئي. پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي ڄمڻ جي نشانين جي باري ۾ چيو ويو آهي ته جڏهن حضور صلي الله عليه وآله وسلم ڄاوا ته ڪسريٰ جي محلات جا در ڏريون لڏي ويران ٿي ويا. 'آذرگشت' جو اهو آتشڪده جيڪو هزارن سالن کان روشن ٻري رهيو هو وسامي ويو. ساوا جو درياءُ جيڪو ڪجهه ماڻهن جي نظرن ۾ مقدس سمجهيو ويندو هو. سڪي ويو ۽ اهي بت جيڪي ڪعبت الله جي چوڌاري لٽڪايل هئا ٽُٽي ڪري زمين ۾ غرق ٿي ويا.

اهي سڀئي نشانيون اسرارن ۽ رمزن جو مڪمل نمونو آهن، جيڪي حقيقت ۾ ان عظيم هستي بي بدل ۽ وڏي مرتبي واري شخصيت کي وجود جي لباس ۾ آڻڻ جي حوالي سان الله تعاليٰ جي ارادي ۽ ان جي سنت کي ظاهر ڪن ٿيون. ۽ ان ڳالهه جو دليل آهن ته ان هستيءَ جو ظاهري وجود ۾ قدم رکڻ سان ئي انسانذات کي ذلت، چاهي اها ذلت ۽ خواري ظالم ۽ جابر حڪمرانن جي ڪري هئي، جيئن ان زماني ۾ ايران ۽ روم جي ماڻهن جي هئي، چاهي انسانيت جي اها ذلالت الله تعاليٰ کان علاوه ٻين معبودن جي سامهون جهڪڻ ۽ ان جي پوڄا ڪرڻ جي ڪري هئي. ڄمڻ واري ان هستيءَ جي ذريعي انسانذات کي انهن ذلالتن مان ڪڍيو آهي. جتي وقت جي ظالم ۽ جابر حڪمرانن جي چنبي مان هزارن سالن کان تڙپندڙ انسانيت کي آزادي ڏيارڻي هئي ته ٻئي طرف بُڇڙاين ۽ غلط عقيدن ۽ رسمن جي ڪري پاڻ کان حقير

شين يا پاڻ جهڙن ئي **پين انسان** جي سامهون سجدو ڪرڻ جهڙين ذلت وارين عادتن کان بہ **انساني لڏي** کي آزادي ڏيارڻي هئي. انهيءَ لاءِ قرآن شريف جي هڪڙي **آيت بعثت** جي فلسفي کي هيئن بيان ڪري ٿي "هُوَ الَّذِيٓ اَرۡسَلَ رَسُوۡلَهٗ بِالۡهُدٰی وَدِيۡنِ الۡحَقِّ لِيُظۡهِرَهٗ عَلَی الدِّيۡنِ كُلِّهٖ وَكَفٰی بِاللّٰهِ شَهِيۡدًا" (**سورت فتح: آيت** 28).

هتي "لِيُظۡهِرَهٗ عَلَی الدِّيۡنِ كُلِّهٖ" ۾ ڪنهن هڪڙي زماني جو ڪوئي قيد ڪونهي، جيڪو ان ڳالهہ جو واضح ثبوت آهي تہ انساني لڏو هن واقعي يعني حضرت پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي جمڻ (ميلاد) جي وسيلي سان پنهنجي رخ ۽ منهن کي معنوي، اجتماعي ۽ فڪري لحاظ کان آزادي ڏانهن موڙي چڏي، جنهن جي شروعات ٿي چڪي آهي. هاڻي ان کي اڳتي وڌائڻ جي ذميواري اسان انسانن جي هٿ ۾ آهي ۽ اها ڳالهہ عالمِ خلقت ۾ الله تعاليٰ جي سنت جو هڪڙو پيو انداز آهي.

جيڪڏهن انسان جدوجهد کان ڪم وٺي ۽ محنت ۽ ڪوشش سان قدم وڌائي تہ اهو الاهي هدفن جيڪي الله تعاليٰ جي طرف کان مقرر ٿي چڪا آهن، تائين گهٽو جلدي پهچي سگهي ٿو. پر جيڪڏهن اهو محنت ڪرڻ جي بجاءِ سُستي ۽ ڪمزوري ڏيکاريندو تہ ان راهہ ۾ سالن تائين پيو هوندو، جيئن بني اسرائيل جي رولاڪين جو واقعو آهي: "اَرۡبَعِيۡنَ سَنَةً يَتِيۡهُوۡنَ فِي الۡاَرۡضِ" (مائده: 26) جو چاليهہ سال رڻ پٽ ۾ گهمندي ڦرندي حيران ۽ پريشان رهڻ تي مجبور ٿي ويا.

بني اسرائيل خود پنهنجن اعمالن جي ڪري رڻپٽ ۾ رولاڪين ڪرڻ لاءِ مجبورهئا. بني اسرائيل انهن سختين ۽ ڏکيائين جو مقابلو ڪري سگهيا ٿي. اهو بہ ممڪن هو تہ پنهنجي همت کان ڪم وٺي گهٽ ۾ گهٽ ان مدت ۾ گهٽتائي ڪن ها ۽ اهو بہ ممڪن هو تہ وڌيڪ ڪمزوري ۽ سُستي ڏيکاري ان مدت کي اڃا بہ وڌيڪ ڊگهو ڪري سگهيا ٿي. اسان جي قسمت ۽ تقدير بہ اهڙي طرح آهي. مسلمانن جي لاءِ انسانذات جي پيدائش ۽ واڌ ويجهہ ڏانهن رغبت ۽ نبين سڀڪورن جو اچڻ ۽ الله تعاليٰ جي طرف کان آسماني ڪتابن جي نازل ٿيڻ جو فلسفو

واضح طور تي بيان بہ ڪيو آهي ۽ ان جو رخ مقرر بہ ڪري چڪو آهي. اهو پاڻ انسان آهي، جيڪو پنهنجي ڪارڪردگيءَ جي بنياد تي ان مدت کي گهٽ ڪان گهٽ بہ ڪري سگهي ٿو. انسان جي لاءِ اهي امڪان موجود آهن تہ جلدي يا دير سان پنهنجو پاڻ کي منزل مقصود تائين پهچائڻ جو ڪم انجام ڏئي سگهي ٿو.[1]

*****

[1] رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ امام جعفر صادق عليہ السلام جي جنم جي موقعي تي مملڪت جي اعليٰ عهديدارن ۽ ذميوارن سان ملاقات: 30 مئي 2002ع

# اڄوڪي زماني ۾ اسلام کان اڳ واري
# جاهليت جي ڀيٽ ڪرڻ جو جائزو

حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت انساني لڏي لاءِ هڪڙي نئين باب جي حيثيت رکي ٿي. ان پيغام جي دائري ۾ دنيا ۾ ان پيغام جي جاري ٿيڻ واري جاءِ گهڻو ڏکي ۽ ناقابل برداشت هئي. مادي ڳالهين ۾ غرق ٿيڻ ۽ ان ڏانهن لاڙو پيدا ڪرڻ، حيواني عادتون اختيار ڪرڻ، طاقتور ۽ طاغوتي ماڻهن جي مهار آزاد، ڪوڙن جي گهڻائي ۽ طبقاتي نظام ۽ ظلم ۽ ڏاڍ ۽ شهواني ڇڙواڳي دنيا کي پنهنجي ڇار ۾ وڪوڙي ڇڏيو هو. صرف حجاز جي علائقي ۾ ئي نہ بلڪ عربستان جي پرواري سرزمين تي حاڪم ان وقت جون ٻہ وڏيون طاقتون، يعني ساساني ايران ۽ روم جي شهنشاهيت، ٻہ اهڙين حالتن ۽ مشڪلاتن ۾ ڦاٿل هيون.

اسلام جي ظهور وقت جنهن جاهليت ماڻهن جي زندگي عذاب ڪري ڇڏي هئي، اها جاهليت هر طرف پکڙيل هئي. ان وقت عربستان جي پوري خطي کي وڏن فتنن فسادن پنهنجو ماڳ بڻائي ڇڏيو هو. علم، هنر، تهذيب ۽ ثقافت ڏسڻ جي حد تائين موجود هئا. ان زماني جي حالتن جي ڪيفيت ۽ وقت جي مناسبت سان حڪومتي نظم و ضبط ۽ پروگرام ٻہ تربيت ڏنا ويندا هئا. پر انهن جي سموري بندوبست جو دارومدار وقت جي بي مهار طاقتن جي مرضيءَ تي ڇڏيل هو. ان وقت جيڪا ڳالهہ موجود ڪونہ هئي، اها انسانيت ۽ فضيلت هئي، جنهن جي گهرج انسانذات کي هميشهہ کان رهي آهي. يعني انساني فضيلت جي فضا، رحم ۽ مروت جي فضا ۽ عدالت جي فضا جو ڪو وجود نظر نٿي آيو. ان زماني جا ماڻهو جيڪا ڳالهہ گهڻو گهٽ ڏسندا هئا، اها عدالت ئي هئي.

اهائي اها ڳالهہ هئي جنهن جي ڪري ڪمزور ۽ بيوس ماڻهو سدائين طاقتور انسانن جي پيرن هيٺان لتاڙيا رهندا هئا. اهوئي سبب

هو جو ان وقت صرف ۽ صرف طاقتور ۽ معاشري جو هڪڙو مخصوص طبقو روءِ زمين جي نفعن ۽ ذخيرن مان فائدو حاصل ڪرڻ جو حق رکندو هو. انهن مخصوص ماڻهن کان علاوه ٻين انسانن کي ڪنهن بہ نموني انهن فائدن مان لاڀ حاصل ڪرڻ جو ڪوئي حق ڪونہ هو. انساني لڏي جي اهائي دردناڪ صورتحال هُئي. ساساني ايران جي حڪومت جي چنبي ۾ قيد رعيت جي حالت بہ بلڪل اهڙي ئي هئي. روم جي شاهي حڪومت جي تسلط هيٺ سُڏڪندڙ عوام جي حالت بہ ان کان اجا وڌيڪ خراب هئي. البت، هرجاءِ تي هڪڙي خاص روپ ۽ انداز ۾ انسانيت غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙيل هئي. انهن مڙني حالتن جي سامهون اسلامي بعثت پنهنجو قدم زمين جي مٿاڇري تي رکيو ۽ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بابرڪت شڪل ۾ افق تان اڀري. اها بعثت ڪنهن محدود وقت تائين بہ مخصوص ڪونهي، بلڪ اها بعثت پوري انسانيت سان سلهاڙيل ۽ سيني انسانن لاءِ آهي. "اِنۡ هُوَ اِلَّا ذِكۡرٌ لِّلۡعٰلَمِيۡنَ" (تڪوير: 27). اها حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ذاتي اعليٰ صفت هئي تہ پاڻ سڀني انهن مڙني سختين جو ڄمي ٻيهي مقابلو ڪيو ۽ انهن کي مليا ميٽ ڪري ڇڏيو. اهو حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو عظيم ڪارنامو هو جو پاڻ سڀني رات ڏينهن محنت ۽ تڪليف ڪري انهن مڙني ناانصافين ۽ ظلمن ۾ اهڙيون وڏيون ڏارون وڌيون، جو انهن مان ڪجهہ ڳالهيون تہ هميشهہ لاءِ ختم ٿي ويون ۽ ڪجهہ ٻين حالتن ۾ ڪنڌ جهڪائڻ جي ويجهو پهتيون. حضرت رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي سخت ترين مرحلن ۾ گهٽو ڏکين راهن کي طئي ڪرڻو هو. جڏهن بڇڙايون ۽ گناهہ پنهنجي پوري طاقت سان هٿياربند ٿي ۽ تلوار هٿ ۾ کڻي وڙهڻ واري ارادي ۽ سياست سان گڏ هجن تہ انساني لڏي جي لاءِ انتهائي خطرناڪ ثابت ٿي سگهن ٿيون.

اڄ ايڪويهين صدي جي انسانيت پنهنجين سيني دعوائن جي باوجود پنهنجن ڪجهہ ڪمزورين جي ڪري هڪڙو دفعو وري ان طرف حرڪت ۾ آهي، جتي وقت جون ڪجهہ طاقتون پنهنجي ڏاڍائي، طاقت ۽ طرح طرح جي هٿيارن جي ٻل تي ٻي مهار ۽ کلم کلا پنهنجو اهو نام

نهاد حق جتائي رهيون آهن جنهن جو ڪو وجود ئي ڪونهي. هي اهي حالتون آهن، جيڪي اسلامي مرڪز جي جاهليت ۾ موجود هيون. جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت ٿي تہ رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن هر قسم جي حالتن سامهون ڄمي بيهي رهيا. پاڻ سڀورن اهو ڪونہ فرمايو تہ اهي حقيقتون آهن جن جي مقابلي ۾ ڇا ٿو ڪري سگهجي، جيئن ڪجھ ماڻهو اهڙيون ڳالهيون ڪري پنهنجي جان ڇڏائڻ گهرن ٿا. چون ٿا تہ اها تہ هڪڙي حقيقت آهي، اسان ڇا ٿا ڪري سگهون؟ اها واقعاتي ڳالهہ ۽ حقيقت جنهن جي سامهون اهي ڪنڌ جهڪائڻ گهرن ٿا. اُها هيءَ ڪونهي. فطري حقيقتون، ناقابل علاج حقيقتون ۽ اهي حقيقتون جيڪي انساني لڏي تي مڙهيون ڪونہ ويون آهن، اهي اهڙيون حقيقتون هونديون آهن، جن جي سامهون انسان ڪنڌ جهڪائي انهن جو ساٿ ڏئي سگهي ٿو پر اهي واقعا ۽ حقيقتون جيڪي خود انسانن مان ئي هڪڙي طبقي پنهنجي طاقت ۽ ڏاڍ جي ٻل تي پاڻ جهڙن ئي ٻين انسانن کي يرغمال بڻايو هجي تہ انهن واقعن جو ڄمي بيهي مقابلو ڪرڻ گهرجي. تنهنڪري هي ڪائي منطقي ۽ عقلي ڳالهہ ڪونهي تہ اڄ اسان عالمي غاصب جي سامهون اهو چئي خاموش تماشائي بڻيا رهون تہ اها هڪڙي اهڙي اٽل حقيقت ۽ واقعيت آهي، جيڪا اسان تي مڙهي وئي آهي ۽ اسان ان جو مقابلو نٿا ڪري سگهون.

اهڙين ڳالهين جي سامهون عظيم هستيون، الاهي دينن جي سمجھ ۽ بلند ۽ اعليٰ فڪر رکڻ وارا علم ۽ ڏاهپ جا اڪابر ڪڏهن بہ ڪونہ جهڪندا آهن. بلڪ هميشھ انهن جي خلاف بغاوت جو جهنڊو ايو ڪري، مضبوطيءَ سان مقابلو ڪرڻ کي ئي ترجيح ڏيندا آهن تہ جيئن اهڙيون نقلي حقيقتون تبديل ڪري سگهجن ۽ اهي تبديل ٿي بہ وينديون آهن. اها بعثت جي حقيقت بہ آهي جو جنهن وقت مڪي جي سرزمين جي فضائن ۾ ”قُولُوا لا اِلٰه الا الله تُفلِحُوا“ (بحار الانوار ج 18 ص 202) جي صدا بلند ٿي تہ ان وقت جيڪڏهن ڪو انصاف پسند هو بہ تہ

پنهنجو پاڻ کي اهو مجائڻ يا اعتبار ڏيارڻ جي جرئت ڪري ڪونہ ٿي سگهيو تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن اهو پيغام ڪاميابيءَ سان هم ڪنار ٿي ويندو چوتہ اهڙين ڳالهين جي گنجائش ئي ڪونہ هئي. ايترا گهڻا بُت جيڪي ڪعبت الله جي ڀتين تي پنهنجي آب و تاب جو پيغام ڏئي رهيا هئا ۽ وري انهن بتن جي نگهباني ۽ حمايت ۽ مدد جي لاءِ جاهليت جا گهرا تعصب. مڪي جا رئيس خاندان ۽ مضبوط طاقتون موجود هيون. توحيد جو ڪلمو يعني ”لا اِلٰه الا الله“ انهن مڙني ڳالهين سان ٽڪرايو ٿي.

ٻئي طرف انهن طاقتورن ۽ حيثيت رکندڙن جي حمايت ۽ مدد جي لاءِ ان وقت جون وڏيون طاقتون يعني ايران جي ساسانين ۽ روم جي شهنشاهن جون حڪومتون گڏ گڏ بيٺل هيون. اهڙي ماحول ۽ فضا ۾ ڇا ڪوئي اهو چوڻ جي جرئت ڪري سگهيو ٿي تہ هي پيغام عمل جي قابل آهي ۽ ان جي نفاذ لاءِ ڪم ڪري سگهجي ٿو؟! ڪمزور ماڻهو ان ئي مرحلي تي محاذ ڇڏڻ ۽ پنهنجي هدف کان پوئتي هٽڻ جو سوچيندا آهن. پر رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي رسالت واري ذميواري ۽ انهن جي بعثت پاڻ سڳورن کي هميشہ اڳتي وڌڻ لاءِ اُياريندي رهي. بعثت يعني اڀارڻ، مشتعل ڪرڻ. تنهنڪري اها بعثت وجود ۾ آئي ۽ پهرين مرحلي ۾ مڪي ۽ حجاز جي سرزمين جي فضا ۽ اتان جي ماحول کي ۽ پوءِ اتان کان پوري ڪائنات کي ان وقت جي تهذيب ۽ ثقافت سميت صرف 23 سالن جي مختصر عرصي ۾ پنهنجي وڪڙ ۾ وٺي ڇڏيو ۽ هڪڙو عظيم انقلاب برپا ڪيو.

اسلام جي ظهور ۽ پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت کان پوءِ اڌ صدي بہ ڪونہ گذري هئي تہ ان وقت جي مهذب دنيا جي اڌ کان بہ وڌو حصو اسلام کان متاثر ٿيڻ کان رهي ڪونہ سگهيو. توهان اهو خيال نہ ڪيو تہ ان وقت جون شهنشاهي حڪومتون علم ۽ عقل ۽ دفاعي نظام سان هٿياربند ڪونہ هيون ۽ انهن کي ڪنهن بہ قسم جو غرور ۽ تڪبر نہ هو. يقينن اهي پنهنجي طاقت ۽ حيثيت جي نشي

۾ بدمست هيون، پر واضح ۽ صريح ايمان، عقل ۽ سگهاري منطق سان ڪنهن همت واري مخلص ۽ مجاهد شخص جي زبان مان ڪا ڳالهه نڪرندي آهي تہ پوءِ سڀ رڪاوٽون هٽي وينديون آهن. اڄ بہ ايئن ئي آهي. اسلام تي ايمان هڪڙو اهڙو ايمان آهي، جنهن جو بنياد منطق ۽ دليل تي مبني آهي. تنهنڪري اهو انساني لڏي لاءِ خير ۽ ڀلائي جو سبب آهي.[1]

❊ ❊ ❊ ❊ ❊

[1] رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جي موقعي تي اسلامي جمهوريہ جي اعليٰ عهديدارن کي خطاب: 5 آڪٽوبر 2002ع.

# اسلامي سجاڳي حقيقت ۾ مسلمانن جو پاڻ سڳورن جي حقيقي تعليم ڏانهن موٽڻ آهي

اهو جم انساني تاريخ جي لاءِ رحمت الاهي جي ظهور سان عبارت آهي. قرآن شريف ۾ پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وجود کي "رَحۡمَةً لِّلۡعٰلَمِيۡنَ" (انبياء: 107) چيو ويو آهي. اها رحمت محدود بہ ڪونهي، ان ۾ تعليم ۽ تربيت، تزڪيہ نفس، سڌي واٽ (صراط مستقيم) ڏانهن انسانن جي هدايت، زندگيءَ جي مادي ۽ معنوي ميدانن ۾ انسان جي ترقي، سڀ ڪجهہ شامل آهي ۽ اهو ان زماني جي ماڻهن سان ئي مخصوص ڪونهي. ان جو تعلق پوري تاريخ سان آهي: "وَّاٰخَرِيۡنَ مِنۡهُمۡ لَمَّا يَلۡحَقُوۡا بِهِمۡ" (جمعہ: 3). ان هدف ۽ منزل ڏانهن پهچ جو ذريعو اسلامي تعليمات ۽ قانونن تي عملدرآمد آهي، جن کي انسانن لاءِ مقرر ڪيو ويو آهي.

مسلمانن جي عظيم امت کي تاريخ جي هيٺ مٿاهين ۾ اڻ ڳڻين للڪارن ۽ ناڪاري روين کي منهن ڏيڻو پيو آهي. اسان پنهنجو پاڻ کي اسلام کان پري ڪري اهڙين ڳالهين ۾ مشغول ڪري ڇڏيو آهي، جن کان اسلام اسان کي سختيءَ سان منع ڪئي هئي. ان ڏکي تاريخ جي دوران اسان داخلي لڙاين ۾ مشغول رهيا آهيون. شيطاني (طاغوتي) طاقتن جا رانديڪا بڻيا رهيا آهيون. نتيجو اهو نڪتو جو مسلمانن جي عظيم امت شروعاتي صدين کان پوءِ واري ڏکي دور ۾ پاڻ کي ان هدف ۽ منزل تائين پهچائي ڪونهي سگهي، جنهن جو تعين اسلام ۽ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪيو هو.

حالانڪ الله تعاليٰ جي مهرباني اها ٿي جو ان اسلامي ملڪن ۾ مادي دولت ۽ ڌن جا ذخيرا پيدا ڪري ڇڏيا. جيڪي اسان جي ترقي ۽ اڳتي وڌڻ جو وسيلو ٿي سگهيا ٿي، پر علم، هنر ۽ ترقي جي ٻين ميدانن ۾ اسان پٺتي رهجي وڃڻ جو شڪار رهياسين. اسلام اسان جو مقدر اهڙو ڪونہ ڏاهيو هو بلڪ هي اهو انجام هو جيڪو اسان جي

بداعمالين، غفلتن ۽ طرزِ عمل ڪري سامهون آيو: ”وَمَآ اَصَابَكَ مِنْ سَيِّئَةٍ فَمِنْ نَّفْسِكَ“ (نساء: 79) ۽ جيڪا بہ برائي پهتي آهي اها خود توهان جي طرف کان آهي. يعني اهي اسان ئي هئاسين، جن زمانن ۾ پنهنجين غفلتن سبب پنهنجو پاڻ کي ان حالت تائين پهچايو آهي.

اڄ اسلامي دنيا جون حالتون بدلجي چڪيون آهن. پوري اسلامي دنيا ۾ اسلامي سجاڳيءَ جي فضا کي پڌري پٽ محسوس ڪيو پيو وڃي. اسلامي دنيا جي هر ڪنڊڪڙڇ ۾ عظيم تحريڪن ۽ جدوجهد جو ماحول ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اسلامي اصولن ۽ تعليمات ڏانهن ماڻهن جي لاڙي ۾ جيڪي عزت ۽ ترقي جا ضامن بہ آهن، اضافو ٿي رهيو آهي.

اسلامي دنيا جي عالمن، دانشورن ۽ سياستدانن کي گهرجي تہ هن عمل کي طاقت ونرائين. اهو شخص غلطي تي آهي، جيڪو نوجوانن ۾ اڀرڻ واري اسلامي سجاڳيءَ جي هن لهر کي اسلامي حڪومتن جي لاءِ خطرو سمجهي ٿو. ائين ڪونهي، بلڪ اسلامي سجاڳيءَ جي برڪت سان مسلمان حڪومتون پنهنجو پاڻ اهو وقار بحال ڪري سگهن ٿيون، جيڪو سامراجي طاقتن انهن کان کسي ڇڏيو آهي. ان جو هڪڙو نمونو خود اسان جو پنهنجو ملڪ. اسان جو انقلاب ۽ اسان جو امام آهن. اسان صدين کان ظلم ۽ ڏاڍ جي چڪيءَ ۾ پيسجندا رهياسين ۽ گذريل ٻن صدين ۾ غيرن جي تسلط جو نشانو بہ ٿياسين. اوچتو اسان هوش ۾ اچي وياسين ۽ اسان جي بزرگ امام خميني رحمت الله عليہ اسان جي وقار کي بحال ڪري ڇڏيو.

برطانيہ، روس ۽ آمريڪا ترتيبوار هن ملڪ تي حقيقي معنيٰ ۾ حڪمراني ڪئي آهي. توڙي جو ظاهر ۾ اهي هن ملڪ جا سربراهہ ڪونہ هئا، پر هر ڪم ۽ هر ڳالهہ جو اختيار انهن وٽ هيو. اسان جا ماڻهو پنهنجن حقن، ذخيرن، عزت ۽ وقار ۽ دين جي حقيقي لذت کان محروم هئا. پر اسان جي عظيم رهبر امام خميني رحمت الله عليہ اسلام ڏانهن واپسي ۽ اسلام سان چنبڙڻ جي نعري سان ڊگهي عرصي واري ڏاڍ ۽ سامراج جي پنجوڙ مان ملڪ کي ڪڍيو ۽ اسان کي عزت بخشي ۽

عوام ۾ پنهنجي اسلامي سڃاڻپ جو احساس پيدا ڪيو. ملڪ جي عوام کي محسوس ٿيو تہ اهي پنهنجن پيرن تي بيهي سگهن ٿا. پنهنجي تقدير جا فيصلا پاڻ ڪري سگهن ٿا ۽ پنهنجو رستو چونڊي سگهن ٿا. تقدير ناهڻ ۽ فيصلو ڪندڙ مسئلن ۾ "ها" يا "نہ" جي شڪل ۾ خيالن جو اظهار ڪري سگهن ٿا. اسان جي ملڪ جي عوام گذريل صدين کان ان شئي جو ذائقو چکيو ئي ڪونہ هو. انهن کي اهو موقعو اسلام عطا ڪيو آهي. دنيا جي جنهن خطي ۾ بہ اسلامي سجاڳي کي طاقت ملندي ۽ جتي جتي بہ ان جون پاڙون مضبوط ٿينديون ۽ اتان جي عوام ۽ نوجوان پاڻ کي اسلام جي ويجهو محسوس ڪرڻ لڳندا تہ سڃاڻپ کي جيئارڻ ۽ وقار جي بحالي جو اهو ئي منظر اتي بہ نظر ايندو.[1]

* * * * *

[1] 17 ربيع الاول يعني عيدميلادالنبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مناسبت سان مملڪت جي اعليٰ عهديدارن ۽ ذميوارن سان ملاقات ۾ خطاب: 19 مئي 2003ع.

## حضور ﷺ جي ميلاد ملهائڻ جو مقصد حقيقت ۾ بعثت جي عظيم تعليم کي ورجائڻ آهي

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ميلاد ملهائڻ جو مقصد صرف هڪڙي عظيم تاريخي واقعي جي ياد ملهائڻ کان گهڻو وڌيڪ ان واقعي سان لاڳاپيل تعليم کي دهرائڻ آهي، جن جي اڄ پوري انسانذات، خاص طور تي اسلامي معاشري کي گهڻي ضرورت آهي. اڄ انسانذات عالمي غاصب طاقتن جي ظلمن، انهن جي امتيازي سلوڪ، لڙائي جهيڳڙن ۽ هڪڙي مخصوص طبقي جو ماڻهن جي زندگين تي مڙهجڻ جهڙين ڳالهين کان تنگ اچي چڪي آهي. اڄ انسانيت جي زندگي ڪجهہ اهڙن انسانن جي هٿن ۾ قيد ٿي چڪي آهي، جن مان معنويت جي بوءِ بہ ڪونہ ٿي اچي. انهن جي وجود تي هوا ۽ هوس ۽ نساني خواهشن جي حڪومت آهي. تنهنڪري انساني لڏي کي پهريان کان گهڻو وڌيڪ اڄ بعثت جي پيغام جي ضرورت آهي.

## رسول ڪريم ﷺ جي بعثت حقيقت ۾ انسانن کي روشن زندگي جي طور تي توحيد کي اپنائڻ جي دعوت آهي

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت پهرين درجي ۾ توحيد جي دعوت سان سلهاڙيل هئي. توحيد صرف هڪڙي فڪري ۽ فلسفياڻي نظرئي جو نالو ڪونهي، بلڪ انسانن جي لاءِ هڪڙي روشن زندگي آهي. توحيد حقيقت ۾ الله تعاليٰ جي ذات کي پنهنجي زندگي تي حاڪم قرار ڏيڻ ۽ مختلف طاقتن جي پنجوڙ کان انساني زندگي کي ڇوٽڪارو ڏيارڻ آهي. "لا اله الا الله" جيڪو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ ٻين نبين سڀڻي جو بنيادي پيغام بہ آهي. ان جو مطلب اهو آهي تہ انسانن جي زندگي، انهن جي واٽ ۽ زندگي گذارڻ جي طريقي جي چونڊ ۾ غاصب ۽ شيطاني طاقتن کي عمل دخل نہ هجڻ

گهرجي. يعني اهي پنهنجي نفساني خواهشن ۽ مرضي جي مطابق انساني زندگي تي حڪمراني جي ڪوشش نہ ڪن. توحيد جيڪڏهن پنهنجي ان حقيقي معنيٰ ۾ جنهن جو تفسير اسلام ڪري رهيو آهي ۽ ٻيا سيئي نبي سڀورا بہ اهائي ڳالهہ ڪندا هئا. ڪنهن انساني ۽ اسلامي معاشري ۾ ثابت ۽ نافذ ٿي وڃي تہ انسان حقيقي سعادت حاصل ڪندي دنياوي ۽ آخرت جي ڪاميابي ماڻي سگهي ٿو. انسانن جي دنيا بہ آباد ٿي سگهي ٿي، هڪڙي اهڙي دنيا جيڪا انسان جي تڪميل ۽ ان جي حقيقي عزت جي ضامن آهي. اسلام جي نظر ۾ دنيا آخرت جي پوک ۽ واٽ آهي. اسلام دنيا جي نفي نٿو ڪري ۽ نہ وري دنياوي نعمتن مان مزا ماڻڻ جو مخالف آهي. بلڪ اهو انسان کي پنهنجين مڙني صلاحيتن ۽ جائز خواهشن سان گڏ زندگي گذارڻ جي دعوت ڏئي ٿو. پر ضروري آهي تہ اهي سڀ ڳالهيون انسان جي معنوي ۽ روحاني ترقيءَ جو ذريعو بڻجي وڃن تہ جيئن انسان دنياوي زندگي مان مزو ماڻڻ سان گڏ هڪڙي اهڙي دنيا وجود ۾ آڻي، جتي ظلم ۽ ڏاڍ، جهالت ۽ هٺ کس نہ هجي. اهو هڪڙو مشڪل ڪم آهي، جنهن جي لاءِ تمام گهڻي جدوجهد جي ضرورت آهي. پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پهرين ڏينهن کان ئي انهي جهاد جي شروعات ڪئي آهي.

## بعث حقيقت ۾ انسانذات جي لاءِ لازمي مِڙني ڪمالن جي دعوت جو نالو آهي

پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن ڳالهين جي دعوت ڏني آهي، اُهي ڳالهيون آهن جن جي هر دور ۾ انسانيت کي ضرورت رهي آهي. پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ماڻهن کي علم جي دعوت ڏني، جيئن قرآن شريف جي سيني کان پهريان نازل ٿيڻ وارين آيتن ۾ علم جي عظمت کي بيان ڪيو ويو آهي. تنهنڪري ارشاد الاهي آهي: "اِقْرَاْ بِاسْمِ رَبِّكَ الَّذِیْ خَلَقَ o خَلَقَ الْاِنْسَانَ مِنْ عَلَقٍ o اِقْرَاْ وَ رَبُّكَ الْاَكْرَمُ o الَّذِیْ عَلَّمَ بِالْقَلَمِ o" (علق: 1 کان 4) يعني سيني کان اڳ ۾ علم جي موضوع کي بحث هيٺ آندو آهي. عِلم انسان جي ڇوٽڪاري ۽ ان جي

ڪاميابيءَ جو ذريعو آهي، جيڪو ڪنهن بہ زمان ۽ مڪان جي لاءِ مخصوص ڪونهي، بلڪ ان جو تعلق انساني زندگي جي هر دور سان هوندو آهي. اهڙي طرح پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ماڻهن کي حرڪت ۽ قيام جي دعوت ڏني، جيئن الله تعاليٰ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي سيني کان پهريان نازل ٿيڻ وارين آيتن ۾ ارشاد فرمائي ٿو: ”قُمْ فَأَنْذِرْ“ (مدثر: 2) يعني قيام ڪرڻ، حرڪت ڪرڻ، ٿڪڻ ۽ خاموشيءَ جي حالت مان نڪري پنهنجي ذميواري نڀائڻ: ”قُلْ إِنَّمَا أَعِظُكُمْ بِوَاحِدَةٍ أَنْ تَقُومُوا لِلَّهِ“ (سبا: 46). انساني زندگي جي هر موڙ تي الله جي لاءِ قيام جو امڪان ملي ٿو ۽ حرڪت ۽ قيام کان سواءِ ڪنهن اعليٰ هدف تائين پهچڻ جو امڪان ڪونہ هوندو آهي.

پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم انسانن کي نفس جي تزڪيي ۽ تربيت جي دعوت ڏني، جيئن ارشاد ٿئي ٿو: ”هُوَ الَّذِي بَعَثَ فِي الْأُمِّيِّينَ رَسُولًا مِنْهُمْ يَتْلُو عَلَيْهِمْ آيَاتِهِ وَيُزَكِّيهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتَابَ وَالْحِكْمَةَ“ (جمعہ: 2). تزڪيو پهريون شرط آهي. تزڪيي کان سواءِ علم بہ انسان جي لاءِ فتني ۽ فساد ۽ تباهي ۽ گمراهيءَ جو سبب ٿيندو آهي. جيئن توهان ڏسو ٿا تہ اڄ دنيا ۾ علم انسانيت جي زوال جو سبب بہ ٿي ويو آهي ۽ علم مان ئي مختلف قومن کي زنجيرن سان جڪڙڻ، حقيقتون بگاڙڻ ۽ ماڻهن کي اڃيو بکيو رکڻ جي لاءِ فائدو ورتو وڃي ٿو. اڄ دنيا جي ڪنڊڪڙڇ ۾ اهڙا ڪيترائي ماڻهو موجود آهن، جن تي غاصب طاقتون پنهنجي وڏيرائپ جي لاءِ علم جي ذريعي ئي انهن تي ڏوڪي آيون آهن ۽ انهن تي مڙهجي ويون آهن. ڪيترا اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي اڄ پنهنجي زندگي جي بنيادي ضرورتن کان محروم ٿي غربت، محرومي، لاچاري ۽ نوڪرون ڪائڻ واري زندگي گذاري رهيا آهن! اڄ بہ ايئن ئي آهي. اڄ عالمي غاصب علم جي ذريعي ئي انسانن کي بيوس ڪري ڇڏي ٿو ۽ انهن کي زنجيرن ۾ جڪڙي موت جي منهن ۾ ڌڪي تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏي ٿو. تزڪيي کان سواءِ علم جو نتيجو اهوئي ٿيندو آهي.

## اسلام ۾ برتري جو معيار تقويٰ آهي

اسلام ماڻهن کي پائيچاري جو سبق ڏئي ٿو. سڀني انسانن کي هڪجهڙو سمجهي ٿو ۽ انهن جي وچ ۾ ڪنهن بہ قسم جي فرق جو قائل ڪونهي. اسلام هڪڙي قوم جو ٻيءَ تي برتري جو قائل ڪونهي. يعني اسلام طبعي ۽ ذاتي لحاظ کان هڪڙي قوم جو ٻي قوم تي ڪنهن بہ قسم جي برتري جو قائل نہ هجڻ ڏانهن دعوت ڏئي ٿو. اسلام پرهيزگارن کي معرز قرار ڏيڻ جي دعوت ڏئي ٿو ان جي نظر ۾ فضليت جو معيار تقويٰ آهي. تقويٰ يعني پنهنجي ڪردار کان باخبر هجڻ. پنهنجن پيرن هيٺان ڏسڻ, الاهي حدن جو مان رکڻ ۽ پنهنجي زندگي کي هڪڙي پروگرام مطابق گذارڻ. انهن مڙني ڳالهين جو تعلق ڪنهن خاص زماني سان ڪونهي, اڄ جو انسان بہ انهن ڳالهين جو محتاج آهي. انسان علم ۽ شهريت جي اعتبار کان جيتري بہ ترقي ڪري اهي ئي ڳالهيون ان جي ڀلائيءَ جون ضامن آهن. مسلمان امت کي گهرجي تہ اها انهن ڳالهين تي ڌيان ڌري, انهن کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري "وَقَدۡ عَلِمۡتُ اَنَّ اَفۡضَلَ زَادِالرَّاحِلِ اِلَيۡكَ عَزۡمُ اِرَادَتٍ يَخۡتَارُكَ بِهَا" (اقبال الاعمال ج 2 ص 678).

انساني فضيلت جو بهترين سرمايو اهو آهي تہ انسان الله تعاليٰ جي بڌايل واٽ جي چونڊ ڪري ان تي هلڻ جو عزم ڪري. البت, اها واٽ گهڻي سخت ۽ ڏکي آهي. پر جڏهن انسان عزم ۽ ارادو ڪري تہ اها واٽ آسان ٿي ويندي آهي. هي اهي ڳالهيون آهن جن جو اسلام اسان کي سبق ڏنو آهي. اسان پنهنجي زندگي ۾ جڏهن بہ انهن ڳالهين جو تجربو ڪيو تہ انهن کي واقعي ايئن ڏنو آهي. يعني تجربا بہ ان ڳالهہ جي تائيد ڪن ٿا.

اسلام جي مرڪز ۾ ماڻهن جي هڪڙي ننڍڙي جماعت جيڪا علم ۽ شهريت کان پري ۽ زندگيءَ جي مڙني سهولتين کان محروم هئي, ان انهن ئي اصولن جي برڪت سان ۽ انهن تي ڪاربند رهندي, ڪيترين صدين تي مشتمل دنيا جي سڀني کان وڏي تهذيب کي وجود ۾ آڻڻ ۾ ڪامياب ٿي ۽ دنيا ان جي علم, تهذيب ۽ ترقي مان فائدو ورتو. اهو اسان جي پوئين دور جو تجربو آهي. اڄ بہ اسان اسلامي جمهوريہ جي

اندر جڏهن بہ ارادي سان الله جي ذات تي توڪل ڪئي آهي، جتي بہ پنهنجين صلاحيتن کي ڪم آندو آهي، پنهنجي ذاتي خواهشن کي پٺي ڏئي هدفن کي اهميت ڏني آهي تہ انهن مڙني مرحلن ۾ ڪامياب ۽ سرخرو رهيا آهيون.

## اسلامي معاشري جي سڌاري ۾ خاص ماڻهن جون ذميواريون

معلوم آهي تہ معاشري ۾ تهذيب کي ناهڻ جو عمل جيڪو اسلام جي اهم هدفن مان آهي، دشمني ڪٽڻ کان سواءِ ممڪن ڪونهي. اسلام جي مرڪز ۾ بہ اسلامي نظام ۽ اسلامي معاشري جي تشڪيل سان دشمني ڪئي وئي ۽ اڄ بہ ايئن آهي. اڄ اسلامي دنيا ۾ مسلمان قومون اسلام جو احترام ڪن ٿيون ۽ اسلام کي ئي پنهنجي لاءِ باعث عزت سمجهن ٿيون. اسلام جا دشمن چاهين يا نہ چاهين، اسلامي سجاڳي هڪڙي حقيقت آهي، جيڪا وجود ۾ اچي چڪي آهي. هاڻي اسلامي ملڪن جي حڪمرانن کي پختي عزم سان ان رستي کي طئي ڪرڻ جي ضرورت آهي.

هن گفتگو جا سيني کان اڳ ۾ مخاطب اسان پاڻ آهيون، اسان تي ڳريون ذميواريون آهن. پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو فرمان آهي: ”لا تَصلِحُ عَوامُ اُمَّتِی اِلا بِخَواصِها“ (مواعظ العدديہ ص 124). ڪنهن بہ معاشري ۾ عوام الناس جي اصلاح جو دارو مدار ان معاشري جي حڪمرانن ۽ خاص ماڻهن جي اصلاح تي منحصر آهي. پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان سوال ڪيو ويو تہ اهي خاص ماڻهو ڪير آهن؟ پاڻ سڳورن فرمايو تہ منهنجي امت جا عالم، دانشور، روشن خيال، باخبر حڪمران ۽ چيڙي نبيري جا اهل ماڻهو امت جا خاص شخص آهن.[1]

* * * * *

[1] عيد ميلادالنبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي موقعي تي حڪومتي اهلڪارن ۽ ذميوارن سان ملاقات: 24 سپٽمبر 2003ع.

# پيغمبر اڪرم ﷺ جي شخصيت
# هر دور جي انسانن لاءِ عملي نمونو آهي

حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زندگي جيڪا الله جي راھہ ۾ الاهي تعليمات جي نشرواشاعت جي لاءِ وقف هئي، ۽ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي منفرد ۽ بينظير شخصيت اسلامي تاريخ جي هر دور ۾ انسانن جي لاءِ هڪڙو عملي نمونو ۽ رول ماڊل جي حيثيت رکي ٿي: "لَكُمْ فِيْ رَسُوْلِ اللهِ اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ" (احزاب: 21). پوري تاريخ ۾ ان جدوجهد سان اسلامي تعيلمات کي عام ڪيو ويو. اهي تعليمات صرف مسلمانن لاءِ مخصوص ڪونهن، بلڪہ انساني لڏي جا سيئي ماڻهو انهن اسلامي تعيلمات مان فائدو حاصل ڪري رهيا آهن.

اسان مسلمان جيڪڏهن اسلامي تعليمات جي اهميت کي سمجهون ۽ ان جي ڳوڙهائي کي ڄاڻي وڃون تہ پوءِ انسان جي حقيقي خواهشن ۽ انساني فطرت جي عين مطابق هڪڙي نئين دنيا وجود ۾ آڻي سگهون ٿا. مسلمان امت دين اسلام سان چنبڙي شهواني خواهشن، ڏک ۽ ڪاوڙ جهالت، خودمطلبي ۽ خودپرستيءَ کان دنيا کي ڇوٽڪارو ڏياري سگهي ٿي. مڙني اسلامي تعليمات ۽ اسلامي معرفتن جو روح اهو آهي تہ انساني زندگي ۾ رفتار ۽ حرڪت جي لغام کي شهوتن ۽ غيض ۽ غضب جي هٿن ۾ نہ ڏنو وڃي.

انسان ۽ انساني معاشري کي خودمطلبيءَ ڏانهن نہ لاڙيو وڃي، بلڪہ عقل ۽ تقوي الاهي ڏانهن هدايت ڪئي وڃي. توهان انساني مشڪلاتن کي ڏسو تہ اهي بک ۽ غربت، محرومين، امتيازي سلوڪ، فساد، جهالت، هرويرو تعصب وغيره ڪتان پيدا ٿين ٿا ۽ هن معاشري ۾ قتل ۽ غارتگري، اهي جنگيون ، اهي ڪـ ۽ ڏاڍ ۽ بيون بڇڙايون ڪتان وجود ۾ اچن ٿيون؟

انهن مڙني برائين جي پاڙ اها آهي تہ جن انسانن جو نفس ڇڙواڳ

آهي، ۽ شهواني خواهشن، غيض ۽ غضب، نفس پرستي، عهدن جي طلب ۽ مال و دولت جي شوق جهڙيون ڳالهيون جڏهن ۽ جتي بہ انسانن جي تقدير مٿان حاڪم ٿيون آهن تہ انساني لڏي کي مٿي ٻڏايل برائين ڏانهن ڌڪيو ويو آهي. اسلام ان ڳالهہ جو علاج ڪري ٿو ۽ چوي ٿو تہ انسان جي اختيار ۽ ارادي جي لغام کي، جيڪو انسانيت تي الله تعاليٰ جو هڪڙو وڏو احسان آهي، جهالت، شقاوت، دنيا پرستي، خودمطلبي ۽ خودپرستي جهڙين برائين جي هٿ ۾ نہ ڏنو وڃي بلڪ انهن کي عقل ۽ تقويٰ جي حوالي ڪيو وڃي.[1]

❊ ❊ ❊ ❊ ❊

---

[1] مختلف طبقن جي ماڻهن سان ملاقات: 14 اپريل 2004ع.

## پيغمبر اڪرم ﷺ سيني سُتاين جا اُستاد آهن

سڀ کان اڳ ۾ هن برڪت واري ۽ خوشين جي موقعي تي عظيم مسلمان امت ۽ ملت عزيز ايران، هن جلسي ۾ موجود شريڪ ٿيندڙن خاص طور تي اهي غيرملڪي معزز مهمان جيڪي هتي آيل آهن، سيني کي مبارڪ ڏيان ٿو.

پيو هي تہ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تعظيم ۽ تقدس جي حوالي سان هڪ ٻئي سان سلھڻ جون ڳالهيون گهڻيون آهن جن جو اسان گڏجي ويهي ذڪر ڪري سگهون ٿا ۽ انهن تي غوروفڪر ڪري سگهون ٿا. انهيءَ ڪري جو پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سيني سُتاين جا استاد ۽ عدل و انصاف، انسانيت، معرفت، ڀائچاري ۽ ترقي ۽ ڪمال جا استاد آهن. ايستائين جو پاڻ سڀورن انسانيت کي ان جي ڪمال تائين پهچائي ڇڏيو. ڇا انسان ڪڏهن اهو تصور ڪري سگهي ٿو تہ اهو انهن قيمتي تعليمات کان بي نياز ٿي سگهي ٿو؟ انسانيت سدائين وانگر اڄ بہ پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات جي محتاج آهي.

### مسلمانن جي موجود تباهہ حالت کي بيان ڪندي انهن کي وحدت اسلامي جي دعوت ڏيڻ

مسلمان امت جي هنن اهم ۽ چونڊيل شخصيتن جي جلسي ۾ اڄ مان جيڪا ڳالهہ عرض ڪرڻ گهران ٿو اها ٻڌي ۽ ايڪي جو مسئلو آهي. اڄ اسلام ۽ مسلمان امت کي وڏين مصيبتن ۽ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پئجي رهيو آهي. اها ڳالهہ بہ صحيح آهي تہ انهن مان گهڻا مسئلا خود اسان جا پنهنجا پيدا ڪيل آهن. اسان لاپرواهي، سُستي ۽ پنهنجي خودغرضي ۽ دنيا جي طلب جي ڪري انساني ڪمال جي بلندي ڏانهن مسلمان امت جي سفر کي جاري رکڻ ۾ ڪوتاهيءَ جو

مظاهرو ڪيو آهي. تنهنڪري اسان کي ٻيهر موٽڻو پوندو. ٻيهر جدوجهد ڪرڻي پوندي ۽ توبهه ڪرڻي پوندي.

ان ڳالهه ۾ به ڪو شڪ ڪونهي ته تاريخ جي گذريل ڪجهه دورن ۾ پيدا ٿيندڙ پسماندگين، مصيبتن ۽ مشڪلاتن جا اهم سبب اڄ دنيا تي حاڪم غيرمنصفاڻو عالمي نظام ئي آهي. اڄ دنيا ۾ طاقت جي استعمال جو نظام آهي. دنيا ۾ ڌاڙي جي لٽ کي به مٿا آهن وارو نظام آهي. هِتان جو نظام انساني زندگي گذارڻ جي لائق ڪونهي، بلڪ جهنگلي، حيواني زندگي جو نظام آهي.

اسلامي دنيا جي تباهي واري حالت جو جائزو وٺو! اسان ڪيترن ئي سالن کان فلسطين جي مسئلي کي مسلمان امت جي جسم تي هڪڙي گهري زخم طور ياد ڪندا اچون ٿا ۽ اڄ ان ۾ عراق جي زخم جو به اضافو ٿيو آهي! توهان ڏسو ته ڏاڍ ڪرڻ واريون قوتون طاقت جي نشي ۾ چِٽا ڪري رهيون آهن. پنهنجي مڙني غيرمنطقي ۽ غلط ڳالهين کي پنهنجي طاقت، هٿيارن، دولت ۽ سياسي اثررسوخ جي ٻل تي منطقي رنگ چاڙهي دنيا جي سامهون پيش ڪري رهيو آهن ۽ ان تي عمل ڪن ٿيون. اهڙا ڏوهه جيڪي دنيا جي سيني قومن جي نظر ۾ گناهه ڳڻيا وڃن ٿا انهن تي کلم کلا عمل ڪيو وڃي ٿو ۽ ڪڏهن ته ڪو شوشو ڇڏي انهن کي نالو به ڏنو وڃي ٿو. جڏهن ته انهن کي پليءَ پٽ خبر آهي ته ڪير به انهن کي قبول نٿو ڪري ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته اهي پنهنجن انهن گناهن تي نه ته ڪو پردو وجهن ٿا ۽ نه ئي انهن کي ڪنهن نالي سان منسوب ڪن ٿا.

اڄوڪي دنياوي نظام جي حالت اها آهي ته غاصب اسرائيلي حڪومت واضح اعلان ڪري ٿي ته اسان فلسطيني رهنمائن کي پنهنجي دهشتگرديءَ وارين ڪارروائين جو نشانو بڻائيندا رهنداسين ۽ آمريڪي حڪومت به علي الاعلان واضح طور تي ان جي حمايت ڪري ٿي! دهشتگردي جي خلاف جنگ جو بهانو آمريڪا جي سامراجي حڪومت جي لاءِ طاقت ۽ دولت جي استعمال جو بهانو بڻجي ويو آهي ۽ دهشتگردي پڌري پٽ هڪڙي جائز ۽ قانوني عمل طور آمريڪي حڪومت جي لهجي ۽ اسرائيلي حڪمرانن جي طرز عمل ۾

مجسم نظر اچي ٿي ۽ اهو سڀ طاقت ۽ هٿيارن جي ٻل تي ٿي رهيو آهي. عراق تي فوجي قبضو ۽ مهذب ۽ عظيم ثقافت جي مالڪ قوم جي تحقير ۽ تذليل عالمي ڏوهه آهي، پر اهي انساني حقن ۽ جمهوريت جي دفاع جي نالي تي کلي عام اهو ڏوهه ڪري رهيا آهن. دنيا ۾ ڪنهن کي به انهن جي ڳالهين تي يقين ڪونهي، ڇوته عراق تي قبضو ڪرڻ وارن جو جيڪو رويو آهي، اهو انهن جي نعرن جي بلڪل برخلاف آهي. انهن جي رويي مان پڌرو آهي ته حڪومت جي چونڊ جي حوالي سان عوام جو حق ۽ انساني حق انهن جي نظر ۾ ڪا اهميت نٿا رکن، ۽ نه انهن جي نظر ۾ انهن ڳالهين جي ڪا اهميت آهي. پاڻ ئي چونڊ ڪن ٿا ۽ پاڻ ئي حاڪم مقرر ڪن ٿا. قانون به پاڻ ناهين ٿا ۽ پاڻ ئي قانوني ڪارروائي ڪرڻ کان سواءِ سزائون ڏين ٿا ۽ اها به قتلام جهڙي سزا. توهان غور ڪيو ته عراق ۾ ڇا ٿي رهيو آهي! مسلمان امت جي اها موجوده حالت آهي.

مسلمان امت کي صرف ان ڏوهه ۾ ته اهي دنيا جي انتهائي دولتمند خطي ۾ آباد آهن ۽ اهو ته موجوده دنيا جي تهذيب جي ڦيٿي جي گردش جو دارومدار انهن ئي ذريعن تي آهي، اهي سيئي وسيلا ان خطي ۾ گهڻي مقدار ۾ موجود آهن. غاصب طاقتن لالچ ۽ لوڀ ۽ پنهنجي جارحيت جو نشانو بڻائيندي، انهن جي خلاف هر قسم جي ڏوهي قدمن کي پنهنجي لاءِ جائز قرار ڏنو آهي. گهڻو تڻو پوري مسلمان امت جي مجموعي صورتحال اهڙي آهي. ڇا مسلمان امت غاصب طاقتن جي انهن ڏاڍاين جي مقابلي ۾ پنهنجو دفاع نٿي ڪري سگهي؟ جواب اهو آهي ته ڇو نه. اسان پنهنجي دفاع جي طاقت رکون ٿا. اسان وٽ اهڙا گهڻائي وسيلا موجود آهن جن جي ذريعي اسان پنهنجو حق ۽ پنهنجي وجود جو دفاع ڪرڻ جي طاقت رکون ٿا. اسان وٽ تمام گهڻي افرادي قوت موجود آهي. اسان وٽ گهڻي وڏي ۽ عظيم دولت آهي. اسان وٽ اهڙيون ناليواريون شخصيتون ۽ معنوي سرمايو آهي، جيڪي اسان جي ماڻهن کي بدمعاشن ۽ ظالمن جي سامهون ڄمي بيهڻ جي طاقت عطا ڪن ٿيون.

اسان هڪڙي اهڙي تهذيب ۽ ثقافت جا مالڪ آهيون، جنهن جو دنيا ۾ ڪوئي مثال نٿو ملي ۽ اسان وٽ اڻ ڳڻيا وسيلا موجود آهن،

تنهنڪري اسان پنهنجي دفاع جي صلاحيت رکون ٿا. ان جي باوجود اسان پنهنجو دفاع ڪيون ڇو نٿا؟ آخر ڇو عملي ميدان ۾ اسان ڪان ڪجهه بہ نٿو ٿئي؟ انهيءَ ڪري جو اسان ۾ ٻڌي ڪونهي. انهيءَ ڪري جو مختلف بهانن سان اسان کي هڪٻئي کان جدا ڪيو ويو آهي. مسلمان اُمت جي نالي واري هن عظيم ۽ مڙني وسيلن سان سينگاريل لشڪر کي اهڙن اهڙن ٽولن ۾ ورهايو ويو آهي، جو انهن جي سموري پيچ ڏک هڪٻئي جي خلاف وڙهڻ، هڪٻئي کان ڏڄڻ، هڪٻئي تي چڙهت ڪرڻ ۽ هڪٻئي جو ٻوٽ پٽڻ لاءِ آهي. ايئن انهن کي ٽولا ٽولا ڪيو ويو آهي. اهڙي صورتحال ۾ ظاهر آهي تہ اهو هڪڙو عظيم لشڪر هجڻ جي باوجود ان جي هٿان ڪجهه بہ ٿي نٿو سگهي.

## اتحاد بين المسلمين جي حوالي سان مسلمان ملڪن جي حڪمرانن، دانشورن ۽ ٻين اڳواڻن جون ذميواريون

اڄ اهو وقت اچي ويو آهي تہ مسلمان امت پنهنجو جائزو وٺي. اتحاد بين المسلمين جي مسئلي تي سنجيدگيءَ سان غوروفڪر ڪري. اڄ خطي ۾ آمريڪا جي طرف کان هڪ يا ٻن ملڪن جي لاءِ خطرو ڪونهي، بلڪ سڀني کي ان کان خطرو آهي. اڄ آمريڪي حڪمرانن جي پٺيان بيٺل يهودي سرمائيدار اسان جي خطي جي ڪنهن هڪڙي حصي کي ڳِهڻ تي صبر ڪرڻ وارا ڪونہ آهن بلڪ اهي تہ پوري خطي کي ڳِهڻ گهرن ٿا ۽ هاڻي تہ اهي کلم کلا اهڙيون ڳالهيون ڪندي نظر بہ اچن ٿا.

"عظيم وچ اوير جو منصوبو" جو مطلب ئي اهو آهي. جڏهن اٽڪل 50 ، 60 سال اڳ غاصب اسرائيلي حڪومت جو وجود عمل ۾ آيو ۽ هڪ سئو سال پهريان مغربي ۽ يورپي حلقن جي ذهن ۾ اهو خيال پيدا ٿيو تہ ان وقت کان ئي انهن جي نيت خطي کي قبائڻ جي هئي. انهن ان کي هٿ ڪرڻ تي گهريو ڇو تہ انهن کي ان جي ضرورت هئي. اڄ ان خطي ۾ رهڻ وارن جي انهن جي نظرن ۾ ڪائي اهميت ڪونهي. اهي سڀني کي ٻيچاري ڏمڪائي رهيا آهن ۽ جڏهن سڀني کي ڏمڪائي رهيا آهن تہ پوءِ عقلمندي جي تقاضا اها آهي تہ ذهن کي هڪ مُنو

ڪري ان تي غور ۽ فڪر ڪيون ۽ هڪٻئي جا هٿ مضبوط ڪيون. مسلمان حڪمرانن ۽ مسلمان قومن کان اسان جو مطالبو ۽ انهن جي خدمت ۾ اسان جو اهو عرض آهي تہ ان باري ۾ سوچ ويچار ڪيو. ان ۾ ڪجھ ڏکيائيون بہ آهن تہ ڪجھ قدم کڻڻ جي بہ ضرورت آهي، تنهنڪري اهڙا قدم کڻڻ لاءِ ڪجھ ڪرڻ ضروري آهي.

البت، ان دوران دشمن بہ ماٺ ڪري ڪونہ ويهندو. اهو فرقي بازي جهڙن پراڻن هٿڪنڊن مان فائدو وٺندو. اهو قوميت، فرقي واريت ۽ نسل پرستيءَ جهڙا هٿڪنڊا استعمال ڪندو آهي ۽ بيون اهڙيون ڳالهيون جن کي اسلام نظرانداز ۽ درگذر ڪيو آهي، انهن کي اهميت ڏيندو آهي. اسلام چٽو ڪيو آهي تہ نسل پرستي سڃاڻپ جو معيار ڪونهي، بلڪ "اِنَّ اَكْرَمَكُمْ عِنْدَ اللهِ اَتْقٰكُمْ" (حجرات: 13). اسلام ان ڳالھ جو تاڪيد ڪيو آهي تہ مسلمان هڪٻئي سان ڀائپيءَ وارو سلوڪ ڪن. اسلام اهو ڪونہ چيو آهي تہ سنين سان سلوڪ ڪيو يا شيعن سان سلوڪ ڪيو. بلڪ سڀني مسلمانن جي باري ۾ چيو آهي تہ "اِنَّمَا الْمُؤْمِنُوْنَ اِخْوَةٌ" (حجرات: 10). جيڪو بہ قرآن شريف، دين اسلام ۽ قبلي تي ايمان رکي ٿو اهو مومن آهي. اهي سڀ پاڻ ۾ ڀائر آهن. اسلام اسان کي اهوئي چيو آهي، پر اهي اسان ٿي آهيون جيڪي پنهنجي ڀاءُ کي قتل ڪرڻ لاءِ تلوار لڪايون وتون ٿا. هر ٽولي جي اندر اهڙا ڏوهاري موجود آهن، پر انهن کي روڪڻ ۽ انهن جو مقابلو ڪرڻ گهڻو ضروري آهي. اڄ مسلمان امت کي زندھ رهڻ، پنهنجو مان مٿاهون ڪرڻ ۽ اسلام جي جهنڊي کي لهرائڻ جي لاءِ ٻڌي ۽ ايڪي جي ضرورت آهي.

اها ڪهڙي منطق آهي جيڪا انهن حقيقتن جي مقابلي ۾ مقابلو ڪري سگهي ۽ پاڻ ۾ اختلافن جو جواز پيش ڪري سگهي؟ ٻڌي واري مسئلي کي سڀني ضرورتن ۽ ترجيحات تي اوليت حاصل آهي، ڇوتہ اها سڀني کان اول ۽ لازمي آهي. اسان اتحاد بين المسلمين جي ضرورت کي ڇو نٿا سمجهون؟ اسان جي ڪلهن تي گهڻيون ڳريون ذميواريون آهن، ڇوتہ هي دور هڪڙو حساس دور آهي. جيڪڏهن دشمن پنهنجي طاقت جي ٻل تي هن خطي کي پنهنجي قبضي ۾ وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي ويڃي ٿو تہ اسلامي دنيا سامراجي دور وانگر هڪڙو ڀيرو وري سئو سال

پوئتي رهجي ويندي، جنهن جي نتيجي ۾ مسلمان امت ۽ جديد صنعتي دنيا جي وچ ۾ سئو سال جو فاصلو پيدا ٿي ويندو. اسان کي ان جو جواب ڏيڻو پوندو ڇو ته اڄ اسان جوابدار آهيون. اڄ حڪومتن، اهم شخصن، چونڊيل فردن ۽ ديني ۽ ثقافتي معاملن سان تعلق رکڻ وارن ماڻهن جي ذميواري آهي. ايڪي ۽ ڀڏيءَ جي حوالي سان اسان سڀ جوابده آهيون. اسان جي عظيم قائد امام خميني رحمت الله عليه انقلاب جي ڪاميابيءَ جي پهرين ڏينهن کان وٺي پنهنجي زندگي جي آخري گهڙي تائين اتحاد ۽ اتفاق جي لاءِ تاڪيد ڪندا رهيا. اهي وحدت اسلامي جي مقابلي ۾ ننڍين ننڍين بهانن کي نه وڌائڻ تي زور ڏيندا هئا. اڄ اسان ڏسون ٿا ۽ سمجهي رهيا آهيون ته امام مرحوم جون اهي ڳالهيون انتهائي حڪمت واريون ۽ وڏي سبق واريون ثابت ٿيون آهن.[1]

* * * * *

[1] مملڪت جي اعليٰ عهديدارن ۽ وحدت اسلامي ڪانفرنس ۾ شريڪ مهمانن کي خطاب: 5 جولاءِ 2004ع.

# نبي ڪريم ﷺ جي بعثت جي حوالي سان مسلمان امت جون خصوصيتون

بي مثال خصوصيتن واري هن مسلمان امت جي تشڪيل ان ئي بعثت جي برڪتن جو نتيجو آهي. مسلمان امت جو صرف اهو مطلب ڪونهي تہ ماڻهو عقيدي جي هڪڙي محور جي چوڌاري گڏ ٿي وڃن، بلڪ مسلمان امت مان مراد جيئن پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم قرآن شريف جي تعليمات جي مطابق ان جو نقشو ناهڻ ۽ پروگرام کي ترتيب ڏيڻ وارا بہ هئا. انسان جو اهڙو مجموعو آهي، جيڪو علم ۽ ڏاهپ، اخلاق، حڪمت، صحيح رابطا، ۽ عدل ۽ انصاف تي ٻڌل تعلقات سان بهره مند ۽ انهن مڙني خصوصيتن جي نتيجي ۾ انسان ڪمال جي انتها کي پهچي، جنهن تائين پهچڻ جي صلاحيت الله تعاليٰ مسلمانن جي اندر رکي آهي. مسلمان امت اسلامي تعليم ۽ تربيت جو مظهر آهي، جنهن جي شروعات پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم انتهائي ڏکين ۽ مشڪل حالتن ۾ بلڪل ٻڙي کان ڪئي هئي.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي رسالت ۽ اعلان نبوت کان پوءِ جڏهن سندن زبان مبارڪ مان توحيد جو پيغام نڪتو تہ ان وقت دنيا ڪفر ۽ الحاد، ظلم ۽ ڏاڍ، اخلاقي ڏيوالپڻي، بيشمار مشڪلاتن، فتنن ۽ فسادن سان پريل هئي. پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تحريڪ تيرهن سالن جي عرصي ۾ معجزاتي طور اڳتي وڌي ۽ تيرهن سالن کان پوءِ مدينہ منوره ۾ مسلمان امت جو ٻوٽو لڳايو ويو. اهو ننڍڙو ٻوٽو ٽين ۽ چوٿين صدي هجري ۾ هڪڙي وڏي وڻ ۾ تبديل ٿي ويو ۽ عظيم مسلمان امت جي تشڪيل عمل ۾ اچي وئي. ان جو راز پڪو ايمان، واضح ۽ گهڻ رخي تعليم، پختو عزم ۽ مسلسل جدوجهد هو. انهن ئي ڳالهين پهرين صدي هجري ۾ مديني جي ڪجهہ هزار ماڻهن تي مشتمل معاشري کي چوٿين ۽ پنجين صدي تائين هڪ طاقتور ۽ عظيم امت ۽ علم ۽ حڪمت جي پينگهي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. تاريخ ٻڌائي ٿي تہ ان کان پوءِ مسلمان امت گهٽيون ئي هيٺ

مٿانهيون ڏنيون. جڏهن بہ انهن ديني تعليمات کان غفلت ڪئي تہ پوئتي پوڻ ۽ ناڪاميون ڏسڻيون پئجي ويون. جڏهن بہ علم ۽ اخلاق، سماجي تعلقات، عدل ۽ مساوات، روحاني قدرن(اقدار)، عزت ۽ وقار، اتحاد ۽ ٻڌيءَ کي انهن نظرانداز ڪيو تہ ان جي واڌ ويجهہ رڪجي وئي ۽ اتان ئي انهن جو زوال شروع ٿي ويو. نوبت اها اچي وئي جو حريص ۽ حملو ڪندڙ طاقتن انهن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو انهن کي اندران کوکلو ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ انهن تي پنهنجو تسلط قائم ڪرڻ، انهن جي ذخيرن کي مفت جو مال سمجهي ورهائڻ شروع ڪري ڇڏيو.

## موجوده دور ۾ اسلامي سجاڳي جي شروعات ۽ مسلمان قومن تي غاصب طاقتن جو حملو

موجوده زماني ۾ ڪجهہ ڏهاڪن کان ان ئي ديني تعليم جي برڪت ۽ ان ڏانهن لاڙو ڪرڻ جي نتيجي ۾ مسلمانن ۾ اسلامي سجاڳيءَ جي لهر شروع ٿي ۽ وحدت جو جهنڊو هڪڙو ڀيرو وري لهرائڻ لڳو ۽ ان نئين لهر جي اوج وارو نقطو اسلامي دنيا جي حساس ترين علائقي ۾ اسلامي جمهوري نظام جي تشڪيل هئي، جنهن جي نتيجي ۾ مسلمانن جا ننڊ سُتل احساس وري جاڳي پيا ۽ انهن کي پنهنجي سڃاڻپ ۽ وقار جو فڪر لاحق ٿيو.

هن وقت اسان انهن حالتن مان گذري رهيا آهيون، جن مان مسلمان امت ڏيوالپڻي ۽ زوال جي شروعاتي سالن ۾ گذري آهي. هن وقت بہ مسلمان امت جي خلاف باقاعده لڙائي ڇيڙيل آهي تہ ڪنهن نموني سان سجاڳي جي انهي نئين لهر کي دٻائي ڇڏجي. اسلامي دنيا جي قدرتي ذخيرن ۽ عظيم افرادي قوت تي بکيون نظرون ڄمايون، سامراجي طاقتن هڪڙي جنگ شروع ڪري رکي آهي. اها لڙائي جمهوريت ۽ آزادي جي جهنڊي هيٺان وڙهي پئي وڃي، پر حقيقت ڪجهہ ٻي طرح آهي. حقيقت ۾ ان جو مقصد مسلمان امت جي وقار کي مٽيءَ ۾ ملائڻ ۽ اسلام جي بربادي آهي. اصل مقصد اعتراض ۽ مقابلي جي جذبي کي ڪچلڻ آهي تہ جيئن هن خطي ۾ ڪير بہ وڏي انهن جو هٿ پڪڙڻ وارو نہ هجي.

جڏهن ته اسان ڪمزوري ڏيکاري ۽ ڪاٻه ڪوتاهي ڪئي ته دشمن ان مطابق قدم اڳتي وڌايو. هن وقت اسلامي دنيا هر هنڌ بحراني ڪيفيت جو شڪار آهي. فلسطين مسئلن ۾ قاتل آهي. افغانستان مسئلن ڪي منهن ڏئي رهيو آهي. گهڻائي مسلمان ملڪ انهن ئي خوني غاصب طاقتن جي خوف جو شڪار آهن. اسان اسلام جو دامن پڪڙي پنهنجين ڪمزورين تي قابو پائي سگهون ٿا ۽ دشمن جي سامهون ثابت قدميءَ سان بيهي سگهون ٿا. هن وقت اسلامي دنيا کي جنهن ڳالهه جي سخت ضرورت آهي، اها وحدت واري ڪلمي سان سلهاڙيل آهي. اسلام دشمن سامراجي طاقتن جي ظلمن ڪان مسلمان قومن جي صبر جو پيالو پرجي ويو آهي. اڄ جيڪو ڪجهه عراق، فلسطين ۽ افغانستان ۾ ٿي رهيو آهي، ان کي ڏسي مسلمان قومون غيض ۽ غضب ڪان بيقرار ٿي ڪر ڪٽي رهيون آهن. مسلمان حڪومتن کي ان عظيم سگهه مان فائدو وٺڻ گهرجي.[1]

*****

[1] عيد ميلادالنبي صلي الله عليه وآله وسلم جي موقعي تي مملڪت جي اعليٰ عهديدارن ۽ ذميوارن سان ملاقات ۾ خطاب: 13 سپٽمبر 2004ع.

# مسلمان امت ۾ ٻَڌيءَ جو ماحول پيدا ڪرڻ مسلمانن جي عقلي ذميواري آهي

خاتم الانبياء، سيدالبشر حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ياڳواري جنم ۽ پاڻ سڳورن جي پٽڙي حضرت امام جعفرصادق عليہ السلام جي جنم جي تاريخ تي سڀني معزز مهمانن، مسلمان ملڪن جي سفيرن، ملتِ ايران ۽ مسلمان امت کي مبارڪ پيش ڪريان ٿو.

اهو ناٺو ۽ اها نسبت اسان جي وچ ۾ ٻڌي جو مرڪز آهن. انهيءَ ڪري 12 ربيع الاول کان جيڪا هڪڙي قول مطابق حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي جنم جي تاريخ آهي 17 ربيع الاول تائين جيڪا ٻئي قول مطابق حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي جنم جي تاريخ آهي، جي مدت کي "هفتہ وحدت" جو نالو ڏنو ويو آهي. ان جو سڀني کان وڏو سبب اهو آهي تہ اتحاد اڄ جي دور ۾ بہ سدائين وانگر مسلمان امت جي سڀ کان وڏي ضرورت آهي ۽ اهو تہ مسلمانن جي اتحاد جو مرڪز محور ۽ معيار نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پاڪ ذات، انهن جو ذڪر ۽ پاڻ سڳورن جو نالو مبارڪ آهي.

اتحاد جي سلسلي ۾ اسان گهڻي گفتگو ڪئي آهي. انهن مان ڪجهہ ڳالهين تي بہ عمل ڪيو هجي ها تہ مسلمانن جي حالت ان کان بهتر هجي ها، جيڪا اڄ آهي. اها فطري ڳالهہ آهي تہ اتحاد جي رستي ۾ ڪجهہ رڪاوٽون آهن، جيئن فرقي وراڻا اختلاف، مذهبي اختلاف، جماعتي ۽ سياسي اختلاف آهن، جن جو مقابلو ڪرڻ گهرجي. انهن اختلافن تي پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نالي مبارڪ ۽ سندن ذڪر کي غلبو حاصل هجڻ گهرجي، جيڪو مسلمان امت جي اتحاد جو مرڪز ۽ محور آهي.

سڀني کان مشڪل مرحلو فرقي بازيءَ جي انهن سببن جو مقابلو ڪرڻ آهي، **جيڪي مسلمان** امت تي مڙهيا پيا وڃن. انهن ئي فرقي

واراڻ، مذهبي ۽ جماعتي اختلافن جي ڪري اسلام دشمن طاقتون پنهنجي آڳاٽي پاليسيءَ هيٺ مسلمانن جي وچ ۾ مخالفت پيدا ڪن ٿيون. انهن اختلافن جي پردي پٺيان دشمن جي هٿ ڪي، ان جي سازشن ۽ چالاڪين کي، واضح طور تي ڏسي سگهجي ٿو. ان مسئلي کي حل ڪرڻ گهرجي. سيني ملڪن جي ڏاهن ماڻهن کي گهرجي ته مسلمانن جي وچ ۾ اختلاف جي ان لهر کي پکڙجڻ نه ڏين. جيڪا اسلام دشمن ڌريون پيدا ڪن ٿيون. انهن کي گهرجي ته مسلمانن جي وچ ۾ ڏينهون ڏينهن محبت، پيار ۽ آرام ۽ سڪون کي عام ڪن.

قرآن شريف اسان کي ٻڏي ڪرڻ جي تعليم ڏني آهي. اسان کي خبردار ڪيو آهي ته جيڪڏهن توهان پنهنجي ٻڏي ۽ يڪجهتي کي وڃائي ڇڏيو ته توهان جو وقار، سڃاڻپ ۽ طاقت سڀ ڪجهه تباهه ٿي ويندا. پر افسوس جي ڳالهه آهي ته اسلامي دنيا ۾ اهي مسئلا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هن وقت اسلامي دنيا جي خلاف گهڻي وڏي سازش ٿي رهي آهي. هن وقت اسلام جي خلاف دشمنن جون سازشون پوري شدت سان جاري آهي. دشمن کي جنهن ڳالهه جو ڊپ آهي اها مسلمان امت جي سجاڳي آهي. دنيا جون سامراجي طاقتون، مسلمان ملڪن کي هيڇي نگاهن سان ڏسڻ وارن ملڪن ۽ مسلم ملڪن ۽ حڪومتن ۾ مداخلت ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ واريون ڌريون مسلمان امت جي ٻڏي کان ڊڄن ٿيون.

دنيا جي آباديءَ ۾ اٽڪل ڏيڍ ارب مسلمان آهن ۽ انهن جي رهڻ وارا علائقا دنيا جو اهم ترين ۽ قيمتي خطو آهن. بي پناهه قدرتي ذخيرا، عظيم ثقافتي ميراث، لياقتن ۽ صلاحيتن واري افرادي قوت، مغربي ملڪن جي تيار ڪيل شين جي لاءِ اها وڏي بازار، اهو مهانگو تيل ۽ گئس جيڪي هنن ملڪن ۾ آهن، سامراجي طاقتون انهن ڳالهين کي ڏسي پنهنجي حرص ۽ لوڀ کي قابو نٿيون رکي سگهن. اهي چاهين ٿيون ته انهن ذخيرن تي انهن جو مڪمل تسلط قائم ٿي وڃي. ليڪن مسلمان امت جي سجاڳي انهن جي لاءِ گهڻو وڏي رڪاوٽ بڻجي وئي آهي. اهو ئي سبب آهي جو اهي ان رڪاوٽ کي دور ڪرڻ جون ڀرپور ڪوششون ڪري رهيا آهن.

ايران ۾ اسلامي حڪومت جي تشڪيل ۽ ملڪ ۾ توحيد جو جهنڊو ڦڙڪڻ کان پوءِ مسلمان امت ۾ هڪڙو نئون جذبو پيدا ٿيو جنهن جي نتيجي ۾ سجاڳي پيدا ٿي. مسلمانن کي پنهنجي مستقبل ۽ پنهنجي طاقت جي حوالي سان نئين اميد ملي. انهن ۾ خوداعتمادي اچڻ شروع ڪيو. ان سجاڳي ۽ خوداعتماديءَ کان پوءِ دشمن اچا وڌيڪ مڪروهه سازشون ڪرڻ تي تيار ٿي ويو ۽ اهي سازشون اڄ اسان جي سامهون آهن. اهي پوري اسلامي دنيا جي خلاف آهن. اسلام جي وجود جي خلاف آهن. ۽ اسلامي تعليمات جي خلاف آهن. آمريڪي صدر کلم کلا صيهوني لڙائي جي ڳالهه ڪئي آهي. اهڙي طرح سامراجي نظام. يعني آمريڪا ۽ صيهونيزم. مسلسل زهريلي پرچار سان ماحول کي خراب ڪري رهيو آهي ته جيئن اسلامي ملڪ ۽ مسلمان حڪومتن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي وڃي.

## انساني حقن لاءِ دهشت گردي جي خلاف جنگ جو نعرو لڳائڻ جا سبب

اسلام دشمن طاقتون فڪري ڏيوالي جو شڪار آهن. انهن وٽ ڪو اهڙو نظريو ڪونهي، جنهن کي اهي اسلامي دنيا ۾ پيش ڪري سگهن. اهڙو وڏو نظريو ۽ خيال پيش نٿا ڪري سگهن. جيڪو اسلامي دنيا جي سمجهدار شخصيتن جي ڌيان جو مرڪز بڻجي سگهي. اهوئي سبب آهي ته اهي غفلت ۾ پيل ماڻهن کي ورغلائڻ جي لاءِ انساني حقن جو ۽ دهشتگردي خلاف جنگ جو نعرو هڻن ٿا. جڏهن ته آمريڪا، اسرائيل ۽ ٻيون سامراجي طاقتون سيني کان اڳتي وڌي انساني حقن کي پائمال ۽ دنيا کي رتورت ڪنديون رهيون آهن.

ڪهڙي حڪومت ۽ ڪهڙي جماعت هوندي جنهن اسرائيل وانگر هڪڙي پوري قوم ۽ پوري انساني معاشري سان بربريت جو سلوڪ روا رکيو هجي. ڪنهن اهڙي طرح مسلمان قومن سان تڪبر وارو رويو اختيار ڪيو آهي، جيڪو اڄ آمريڪا اختيار ڪري رهيو آهي؟ اڄ انهن اسلامي جمهوريه ايران جي خلاف پنهنجي پرچاري مهم شروع ڪري رکي آهي، ڇوته ايران ۾ اسلام جو دفاع ڪرڻ واريون عظيم

شخصيتون موجود آهن. هتي انهن طاقتن جا مفاد هرجاءِ کان وڌيڪ خطري ۾ آهن. پر هدف صرف اسلامي جمهوريہ ايران ڪونهي، اهي پوري اسلامي دنيا تي مسلط ٿيڻ ۽ غلبو ڪرڻ گهرن ٿيون. پوري وچ اوڀر تي تسلط قائم ڪرڻ گهرن ٿيون. انهن جو ناپاڪ ارادو سيني مسلمان ملڪن تي قبضو ڪرڻ جو آهي.

جيڪڏهن اهي پنهنجي هدفن تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن تہ هڪ هڪ ڪري حڪومتون انهن جي نشاني تي اچي وينديون. جيڪڏهن مسلمانن ڪوتاهي ڪئي تہ شام، مصر، سعودي عرب، سوڊان، آفريڪي ملڪ، وچ اوڀر جا ملڪ، مشرقي ايشيا جا مسلمان ملڪ، ڪوئي بہ ملڪ انهن طاقتن کان محفوظ ڪونہ رهندو جيڪي طاقتون دنيا کي هڙپ ڪرڻ جي خواهش رکن ٿيون.

اڄ اسلامي دنيا جي دانشورن ۽ سياستدانن جي ڪلهن تي گهڻي وڏي ذميواري اچي وئي آهي تہ پنهنجي اثر هيٺ خطي ۽ ملڪن ۾ سامراجي طاقتن کي ذلت ۽ خواريءَ جو منهن ڏيکارين. اسلام جي خلاف انهن جي زهريلي پرچاري مهم کي پنهنجي پڪي عزم جي ذريعي ملياميٽ ڪري ڇڏين، اها سيني جي ذميواري آهي تہ انهن جي منصوبي کي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏين.

دنيا جون اهي وڏيون طاقتون ايترو مضبوط ڪونہ آهن، جيترو اهي ڏيکاءُ ڪري رهيون آهن. هڪڙي زماني ۾ اهي اسلامي جمهوريت جي نظام جي وجود کي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هيون، پر اڄ اسلامي جمهوريہ ايران جي نظام جي وجود کي چوويهہ سال ٿي چڪا آهن. الله تعاليٰ جي مهرباني ۽ مدد سان اڄ اسان ماضي جي مقابلي ۾ اڳتي وڌي ويا آهيون. اهي طاقتور هجڻ جو ڏيکاءُ ڏين ٿا تہ جيئن قومن کي دوکو ڏين، پر حقيقت ۾ انهن وٽ طاقت ڪونهي. اڄ آمريڪا عراق ۽ افغانستان ۾ ڦاسي ويو آهي. اسلامي دنيا حقيقت ۾ گهڻي وڏي طاقت رکي ٿي.

عالمن، دانشورن، سياستدانن، تنظيمن، جماعتن، اديبن، خطيبن ۽ اهي سڀ ماڻهو جن وٽ ڪو قومي يا بين الاقوامي پليٽ فارم موجود آهي، انهن تي ڳريون ذميواريون عائد ٿين ٿيون. مسلمانن جي حوصلہ

افزائي ڪيو انهن ۾ انهن جي سگهہ جي مطابق اعتماد پيدا ڪيو. علم، عقل ۽ تدبير جي ذريعي اندروني طور تي انهن کي مضبوط ڪيو. انهن کي دنيا جي طاقتن جي زور زبردستي جي مقابلي ۾ جمي بيهڻ جو حوصلو ڏيو. الله تعاليٰ واعدو ڪيو آهي تہ "وَالَّذِيْنَ جَاهَدُوْا فِيْنَا لَنَهْدِيَنَّهُمْ سُبُلَنَا وَاِنَّ اللهَ لَمَعَ الْمُحْسِنِيْنَ" (عنڪبوت: 69). ان سلسلي ۾ الله تعاليٰ اسان جي مدد ڪندو ۽ رهنمائي فرمائيندو. امام خميني رحمت الله عليہ پنهنجي قول ۽ فعل جي ذريعي ايراني قوم کي اهو سبق ڏنو ۽ اسان جي قوم ان جو نتيجو پنهنجين اکين سان ڏٺو ۽ دنيا بہ ان جو مشاهدو ڪيو. الله تعاليٰ جي واعدي ۾ اسان کي ڪو شڪ نہ هجڻ گهرجي، جنهن فرمايو آهي تہ "وَعَدَ اللهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنْكُمْ وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَيَسْتَخْلِفَنَّهُمْ فِى الْاَرْضِ كَمَا اسْتَخْلَفَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ وَلَيُمَكِّنَنَّ لَهُمْ دِيْنَهُمُ الَّذِى ارْتَضٰى لَهُمْ" (نور: 55). اهو عملي واعدو آهي ۽ يقيني طور تي عملي شڪل اختيار ڪندو. ان جو شرط استحڪام، استقامت، رستي کان نہ ٽرڻ، هدف کي نہ وسارڻ، پڏي کي قائم رکڻ ۽ الله تعاليٰ تي توڪل آهي.[1]

❊ ❊ ❊ ❊ ❊

---

[1] 17 ربيع الاول جي موقعي تي حڪومتي اهل ڪارن ۽ اسلامي ملڪن جي سفيرن کي خطاب: 26 اپريل 2005ع.

## نبي ڪريم ﷺ جي ڄمڻ جو ڏينهن
## پوري دنيا جي سڀني انسانن لاءِ عيد جو ڏينهن آهي

رسالت سان سرفراز ٿيڻ واري عظيم شخصيت جي ڄمڻ جو ڏينهن صرف مسلمانن جوئي ڪونہ آهي، بلڪ سڀني انسانن لاءِ عيد جو ڏينهن آهي. ڪنهن بہ پيغمبر سڳوري جي ڄمڻ ۽ ان جو نبوت ۽ رسالت جي منصب تي فائز ٿيڻ جو ڏينهن پوري انساني لڏي لاءِ هڪڙو نئون ۽ عيد جو ڏينهن آهي. الله تعاليٰ جي نبين سڳورن مان جيڪو بہ آيو آهي، ان انسانن جي هن پتڪندڙ قافلي کي ڪمال، علم، اخلاق ۽ عدالت ڏانهن دعوت ڏني ۽ انهن کي هر وک سان انساني ڪمال جي ويجهو ڪيو آهي. پوري تاريخ ۾ انسانذات جيڪي ڪاميابيون حاصل ڪيون آهن، اهي سڀ جون سڀ نبين سڳورن جي تعليمات جون ثوراثتيون آهن. انساني اخلاق جيڪي انهن کي جيئڻ جو ڍنگ سيکارين ٿا ۽ اخلاقي فضيلتون سڀ پيغمبر ن جي تعليمات جو نتيجو آهن. توحيد ۽ الله تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ جو نظريو بہ پيغمبرن سڳورن جوئي ڏنل سبق آهي. نبين سڳورن ئي انسانن کي جيئڻ جو ڍنگ سيکاريو آهي ۽ ان کي هدايت، ڪمال ۽ تڪميل جي مرحلي تائين پهچايو آهي ۽ ايستائين جو خاتم الانبياء حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم الله تعاليٰ جي طرف کان انساني لڏي جي لاءِ آخري پيغام وٺي اچڻ وارا آهن.

تنهنڪري اسان مسلمانن کي ان جو قدر ۽ قيمت سمجهڻ گهرجي. اسان کي گهرجي تہ بعثت جي ان واقعي جي باري ۾ غور ۽ فڪر ڪريون ۽ ان روشن ماضيءَ مان سبق حاصل ڪنديءَ ان کي اچڻ وارين خطرناڪ حالتن ۾ پنهنجي لاءِ واٽ جو ڏيئو بڻايون.

## موجوده دور ۾ دنيا ۾ موجود حقيقتون ۽ انهن تي ڌيان ڏيڻ جي ضرورت

### 1. اسلامي دنيا جي سجاڳي

اڄ دنيا ۾ ڪجهه اهڙيون حقيقتون موجود آهن جن کان انڪار نٿو ڪري سگهجي. انهن مان پهرين حقيقت اسلامي دنيا ۾ پيدا ٿيڻ واري سجاڳيءَ جي لهر آهي. ان ڳالهه ۾ ڪير به شڪ نٿو ڪري سگهي ته هن وقت پوري دنيا ۾ چاهي اسلامي ملڪ هجن يا اهي ملڪ جتي مسلمان اقليت ۾ آهن. خاص طور تي مسلمانن ۾ اسلام ڏانهن لاڙو ۽ پنهنجي وڃايل اسلامي سڃاڻپ کي حاصل ڪرڻ لاءِ چاهت وڌي رهي آهي. اڄ اسلامي دنيا جا روشن خيال ماڻهو اشراڪيت ۽ اولهائين فڪر کان مايوس ٿي، اسلام ڏانهن مائل ٿي رهيا آهن ۽ انسانيت کي لاحق بيمارين جو علاج اسلام ۾ ڳولهيندي، ان مان فائدو حاصل ڪري رهيا آهن.

اڄ مسلمانن جي اندر اسلام ڏانهن جهڙي نموني جو رجحان ۽ لاڙو پيدا ٿيو آهي، گذريل ڪيترين ئي صدين ۾ ان جو ڪو مثال نٿو ملي.

اسلامي ملڪن تي گهڻن ڏهاڪن تائين مغربي ۽ مشرقي طاقتن جو گهرو سياسي ۽ ثقافتي غلبو رهڻ جي باوجود اڄ اسلامي دنيا جي نوجوانن جون نگاهون اسلام تي کتل آهن. اسلام ئي انهن جو گهربل نظريو يا اصل مقصد بڻجي چڪو آهي. اها هڪڙي حقيقت آهي، جنهن جو اعتراف خود مغرب وارن ۽ دنيا جي سامراجي طاقت کي به آهي. انهن گهڻائي ڀيرا اها ڳالهه ورجائي آهي ته جيڪڏهن اسلامي ملڪن مان ڪنهن به ملڪ ۾ آزاد چونڊون ڪرايون وڃن ته عوام انهن ئي ماڻهن کي چونڊيندي جيڪي اسلام تي عقيدو رکڻ وارا ۽ اسلامي احڪام جا پابند ۽ دين اسلام کي مشهور ڪرڻ وارا هوندا. اهوئي سبب آهي ته جمهوريت جي دعوا ڪرڻ وارو مغربي معاشرو اڄ تضاد جو شڪار ڏسڻ ۾ پيو اچي. ان جي هڪڙي هٿ ۾ جمهوريت ۽ جمهوريت پسنديءَ جو جهنڊو آهي ته ٻئي طرف اهي ان جهنڊي کي حقيقي معنيٰ ۾ اسلامي دنيا ۾ ڦڙڪائڻ کان نٽائين ٿا. ڇو ته انهن کي پڪي پت معلوم آهي ته جنهن به اسلامي ملڪ ۾ عوامي ورتن ۽ عوامي چونڊ کي اهميت

حاصل هوندي، اتي اقتدار جون واڳون اسلام کي چاهيندڙ هٿن ۾ هليون وينديون. عوام جا چونڊيل ماڻهو اهي هوندا جيڪي سچا مسلمان هوندا.

اڄ مغربي دنيا. آمريڪا ۽ مغرب جا پاليسي ناهڻ وارا ادارا يهودي ۽ سرمائيدار چڱي طرح ڄاڻن ٿا ته ملت فلسطين جي اندر تحريڪ جي جيڪا لهر پيدا ٿي آهي، اها انهن جو اسلام ڏانهن رجحان ۽ لاڙي جي ڪري ئي آهي، ڇوته انهن اسلام کي پنهنجو محور قرار ڏنو آهي ۽ پنهنجي اندر حوصلو پيدا ڪيو آهي ۽ حقيقي معنيٰ ۾ جهاد سان دل لڳائي آهي. جنهن ملت جي اندر اهي جذبا ۽ اها سوچ پيدا ٿي وڃي ان سان ڪابه طاقت، چاهي اها فوجي هجي يا غيرفوجي مقابلو ڪرڻ يا انهن کي آڻ مڃائڻ جي طاقت نٿي رکي. ان ڳالهه کي اهي چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا ۽ اسلامي دنيا جون حالتون به ان حقيقت جون شاهد آهن. اها هڪڙي مڃيل حقيقت آهي ته اڄ اسلامي دنيا ۾ اسلامي سجاڳي بلڪ اسلامي تحريڪ هڪڙي پڌري حقيقت بڻجي ايري آهي، ڪوبه شخص ان حقيقت کان انڪار نٿو ڪري سگهي.

هي حقيقت اها آهي ته دنيا جون غاصب طاقتون هن اسلامي سجاڳي ۽ اسلام ڏانهن وڌڻ واري رجحان ۽ ان آزادي پسندي جون پهريون نمبر دشمن آهن. ان دشمنيءَ جو ڪارڻ به معلوم آهي ۽ اهو هي ته اسلام والار پسندي جو مخالف آهي. مسلمانن جو ڌارين قومن تي ياڙڻ جو مخالف آهي. اسلام ڪڏهن به نٿو چاهي ته مسلمان علمي ۽ عملي ڊيوالپڻي جو، جنهن کي غاصب طاقتن سالن کان اسلامي دنيا تي مڙهي رکيو آهي، شڪار رهن. اسلام غيرن جي تقليد ڪرڻ ۽ اکيون بند ڪري ٻين جي پٺيان هلڻ جو مخالف آهي. اهي سڀ ڳالهيون غاصب طاقتن جي انهن پاليسين جو ضد آهن، جن کي ٻن سئو سالن يا ان کان به وڌيڪ عرصي کان آمريڪا ۽ ٻين غاصب طاقتن جي طرف کان مسلمانن تي مڙهي رکيو ويو آهي.

اڄ به انهن طاقتن مسلمان ملڪن ۾ پنهنجا ڪجهه مفاد مقرر ڪري ڇڏيا آهن، جڏهن ته اسلامي سجاڳي انهن جي مفادن جي بلڪل مخالف آهي. اهوئي سبب آهي جو اهي طاقتون پنهنجي پوري طاقت سان ان جي مخالفت ڪري رهيون آهن ۽ ان جي خلاف سياسي ۽ پرچاري مهم هلائي رهيون آهن.

اڄ اسلام جي خلاف هر قسم جي پرچار ڪئي وڃي ٿي ۽ دشمن طاقتورن سيني پرچاري ذريعن مان فائدو وٺي رهيون آهن. توهان غور ڪيو ته مغربي ملڪ اسلام ۽ مسلمانن جي خلاف جيڪو ڪجهه ڪري رهيا آهن، چاهي اهو آمريڪا ۾ يا ٻين يورپي ملڪن ۾، اهو ڪيترو ڳوڙهو ۽ وسيع آهي. هر طريقي جا وسيلا انهن جي اختيار ۾ آهن، جن جي مدد سان اهي ان ڀيانڪ هدف کي حاصل ڪرڻ ۾ مصروف آهن. اهو سڀ هڪڙي اهڙي دشمن جي حيثيت سان جيڪو سيني ثقافتي، سياسي ۽ فوجي طاقتن ۽ وسيلن سان هٿياربند ٿي اسلام جي خلاف سندرو ٻڌيون بيٺو آهي. اها هڪڙي پڌري ۽ مڃيل حقيقت آهي.

ٽين حقيقت جنهن کان سڀ ماڻهو واقف ته آهن، پر گهڻا ماڻهو ان کي مڃڻ لاءِ تيار ڪونه آهن. اها هي آهي ته ان اسلامي سجاڳي جو لقاءُ اهي ماڻهو هرگز ڪونه آهن، جيڪي اسلامي دنيا ۾ دهشت گردي جون وارداتون ڪن ٿا، جيڪي عراق ۾ ڏوهي ڪارروايون ڪن ٿا. يعني اهي ماڻهو جيڪي اسلامي دنيا ۾ اسلام جي ئي نالي تي مسلمانن جي خلاف ڪارروايون ڪن ٿا. جيڪي ماڻهو شيعه، سني ۽ ٻين قوميتن جي نالي تي مسلمانن جي خلاف ڪارروايون ڪن ٿا. جيڪي ماڻهو شيعه، سني ۽ ٻين قومتين جي نالي تي مسلمانن جي وچ ۾ فرقي بازي ڪرڻ کي پنهنجي ذميواري سمجهن ٿا. اهڙا ماڻهو ڪنهن به صورت ۾ اسلامي سجاڳيءَ جو نمونو نٿا ٿي سگهن. ان ڳالهه کي سامراجي طاقتون به چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿيون ۽ جيڪي ماڻهو مغربي دنيا ۾ اسلام کي دهشت گرد ۽ رجعت پسند دين جي طور تي پيش ڪن ٿا انهن کي به معلوم آهي ته حقيقت ڪجهه ٻي آهي.

## 2. تدبر ۽ فڪري آزادي ئي اسلامي سجاڳي جي حقيقي مظهر آهي

غاصب طاقتون چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿيون ته هن وقت اسلامي دنيا ۾ جنهن اسلام جي سجاڳي جي لهر پيدا ٿي آهي، اها سوچ ويچار جي دعوت ڏيڻ وارو اسلام آهي. انساني زندگيءَ کي پيش ايندڙ مسئلن کي حل ڪرڻ جي لاءِ اثرائتن طريقن جي نشاندهي ڪرڻ وارو اسلام آهي؛

۽ نہ ڪي رجعت پسند ۽ انڌي تقليد وارو اسلام، ۽ نہ وري فڪري آزادي کان وانجهو اسلام.

❋❋

هڪڙي ٻي حقيقت اها آهي تہ مغربي دنيا پنهنجون سموريون قوتون ڪم آڻڻ جي باوجود اسلامي سجاڳي جي لهر کي قابو ۾ آڻڻ ۾ ناڪام رهي آهي. مختلف اسلامي ملڪن ۾ اسلام جي خلاف، اسلامي جمهوريت جي خلاف، عظيم اسلامي رهنمائن ۽ سڏارڪن جي خلاف ۽ اسلامي تعليمات جي خلاف پرچار ڪئي وئي. اسلام کي گهٽ وڌ ڳالهايو ويو. ان تي الزام هڻڻ ۽ اسلامي تعليمات کي بدنام ڪرڻ جي لاءِ بيهودا هٿڪنڊا استعمال ڪيا ويا. فوجي ۽ اقتصادي حربا استعمال ڪيا ويا. عجيب قسم جا تبليغي ۽ پرچاري ذريعا استعمال ڪيا ويا. پر ان جي باوجود اڄ تائين انهن کي ڪاميابي حاصل ڪونہ ٿي سگهي آهي. اسلامي ملڪن جي نوجوانن ۾ اسلام ۽ اسلامي طرز فڪر جي ترغيب ۽ دلچسپي ۾ ڏينهون ڏينهن اضافو ٿيندو پيو وڃي.

انهن حقيقتن جي تقاضا آهي تہ اسلامي دنيا معروضي حالتن جي اهميت کي سمجهي. هن وقت اسلامي دنيا وٽ مسلمان قومن جي مفادن جي حفاظت جو اڪيلو رستو اسلام کي بنياد بڻائي ٻڌي ڪرڻ ۽ دشمنن ۽ غاصب طاقتن جي ارادن کي مٽيءَ ۾ ملائڻ آهي. غاصبن جو هدف ۽ مقصد اسلامي دنيا ۾ خاص طور تي وچ اوڀر (مشرق وسطيٰ) ۾ قومي ۽ ديني سجاڳي کي متاثر ڪرڻ آهي. ان سازش سان مقابلي جو اڪيلو رستو وڏ کان وڏ ٻڌي، ڀرپور هم آهنگي، اسلام سان چنبڙڻ، اسلام جو واڌارو ۽ آمريڪا سميت دنيا جي سيني غاصب طاقتن جي هوس جي سامهون جمي بيهڻ آهي. اڄ پوري دنيا جي سامهون آمريڪا جو چهرو داغدار ٿي چڪو آهي. آمريڪين پنهنجين حرڪتن سان پنهنجن سيني نعرن کي لتاڙي ڇڏيو آهي. هن وقت عراقي قوم تي آمريڪين جو دٻاءُ، عراق تي ڇانيل بدامني، قاتل ۽ خوني اسرائيلين جي ڀرپور مدد ۽ حمايت، افغانستان ۾ خوار ڪرڻ وارا قدم، اسلامي حڪومتن تي انهن جو شديد دٻاءُ، انهن سيني ڳالهين سان اسلامي دنيا ۾ آمريڪا جو انتهائي نفرت انگيز ۽ بڇڙو چهرو سامهون آيو آهي. هن وقت اسلامي

دنيا ان والار پسند طاقت جو ڇمي مقابلو ڪري سگهي ٿي ۽ ان ڪي مقابلو ڪرڻ بہ کپي! ان کان علاوه ڪاوهہ بہ ڪونهي.

مسلمان ملڪن کي پنهنجن قومي مفادن جي تحفظ، پنهنجي عوام جو ڏيان پاڻ ڏانهن ڇڪائڻ کان علاوه پنهنجي تاريخي ذميوارين کي نڀائڻ جي لاءِ مسلمان امت جي انفراديت واري بنيادي اصولن کي پنهنجو ڪرڻو پوندو. انهن کي مظلوم فلسطينين جو دفاع ڪرڻو پوندو. سرزمين عراق جي مڪمل آزادي ۽ اختيارن کي اتان جي عوام جي حوالي ڪرڻ جي ڳالهہ ڪرڻي پوندي، افغانستان جي مظلوم عوام ۽ يورپ ۽ آفريڪا ۾ رهڻ وارن مسلمانن جي حقن جو دفاع ڪرڻو پوندو. پنهنجي پنهنجي ملڪن ۾ قرآن شريف جي انفراديت ۽ ان جي احڪام جو دفاع ڪرڻو پوندو. پنهنجن تعلقاتن کي بهتر ۽ خوشگوار بڻائڻو پوندو. پاڻ ۾ سچائيءَ کان ڪم وٺڻو پوندو ۽ هڪ ٻئي جو هٿ جهلي هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻي پوندي، ڇوتہ ان صورت ۾ ئي مسلمان امت غاصب جي چنبي مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهي ٿي. هن وقت غاصب دنيا جي طرف کان اسلامي دنيا تي جيڪي خوف جا ڪڪر ڇانيل آهن، انهن کان بہ ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگجهي ٿو.[1]

❊ ❊ ❊ ❊ ❊

---

[1] نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ميلاد جي موقعي تي اعليٰ حڪومتي عهديدارن کي خطاب: 2 سپٽمبر 2005ع.

# نبوي تعليم ۽ انهن تي عمل ڪرڻ
# جي حوالي سان ماڻهن جون ذميواريون

هر دور جي بنسبت اڄوڪي دور ۾ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ياد ۽ انهن جو نالو گهڻو زندهہ ۽ روشن آهي ۽ اها ڳالهہ الله تعاليٰ جي ڳجهين تدبيرن ۽ الطافِ الاهي مان هڪ آهي. اڄ مسلمان امت ۽ اسان جي قوم سدائين کان وڌيڪ پيغمبر اعظم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي محتاج آهي. پاڻ سڳورن جي هدايت، خوشخبري ۽ تنبيهہ، پاڻ سڳورن جا روحاني ۽ معنوي پيغام ۽ ان رحمت واري سبق جيڪو پاڻ سڳورن انسانن کي سيکاريو آهي، اڄ بہ پاڻ سڳورن جي پنهنجي امت بلڪ پوري انسانيت کي علم ۽ ڏاهپ سان منور ٿيڻ، سگهارو ۽ مضبوط هجڻ، اختيار ۽ ڪرامت اختيار ڪرڻ، فضل ۽ رحمت، جهاد ۽ عزت ۽ مقابلو ڪرڻ جو سبق ڏين ٿا.

سو هن سال جو نالو طبعي طور تي پاڻ سڳورن جي مبارڪ نالي سان لاڳاپيل آهي. اسان جي قوم کي ان نالي جي پاڇي ۾ ۽ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ياد جي ذريعي پاڻ سڳورن جي پيغامن کي ورجائڻو هوندو ۽ انهن کي پنهنجي روزمرهہ جي زندگيءَ ۾ اختيار ڪندي پنهنجي زندگيءَ جي پروگرامن ۾ تبديلي ڪرڻي پوندي. اسان جي قوم کي مڪتب نبوي صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ درس محمدي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو شاگرد هجڻ تي فخر آهي.

اسان جي قوم پوري مسلمان امت جي وچ ۾ اسلام جي جهنڊي کي پڪي ارادي ۽ مضبوطيءَ سان ڦڙڪايو آهي ۽ ان سلسلي ۾ سختيون بہ برداشت ڪيون آهن. بهرحال ان سان گڏوگڏ عزت ۽ فخر جي ان ميدان ۾ گهڻيون ئي ڪاميابيون حاصل ڪيون آهن. الله تعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم سان ٻيون بہ گهڻيون ڪاميابيون اسان جون منتظر آهن.

اسان کي پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڏنل اخلاقي سبق، عزت واري سبق، علمي سبق، رحمت ۽ ڪرامت واري سبق ۽ ٻڌي واري سبق کي پنهنجي زندگيءَ جي اصلي پروگرامن جو حصو بنائڻ گهرجي. موجوده حڪومت پُرعزم ۽ خلق جي خدمت سان ڪم تي لاڳاپيل آهي. عوام پراُميد ۽ پنهنجون خدمتون پيش ڪرڻ لاءِ تيار آهي. ملڪ پرجوش ۽ باصلاحيت نوجوانن سان ڀريل آهي. اهي سڀ ڳالهيون ملڪ ۽ ملت جي روشن مستقبل جي خوشخبري آهن.

الله تعاليٰ جي حضور اسان جي هيءَ دعا آهي تہ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پاڪ ۽ پاڪيزه ذات کي اسان کان راضي ۽ خوش رکي ۽ پنهنجي رحمت ۽ عزت واري پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ پاڻ سڳورن جي امت تي پنهنجين برڪتن ۽ رحمتن جو ڏينهون ڏينهن اضافو فرمائي. حضرت امام زمانہ عج الله تعاليٰ فرجہ الشريف جي قلب مبارڪ کي اسان کان راضي ۽ خوش رکي ۽ هن مشڪل سفر کي طئي ڪرڻ ۾ اسان جي مدد فرمائيندي اسان کي ڪاميابي عطا فرمائي.[1]

❊❊❊❊❊

[1] نئين هجري شمسي سال (1385) جي شروعات تي قوم جي نالي پيغام: 21 مارچ 2006ع.

# پيغمبر اسلام ﷺ سيني نبين ۽ ولين جي فضيلتن جا آئينہ دار

هن پيري پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نالي مبارڪ هن سال کي اسان جي لاءِ برڪت وارو ڪري ڇڏيو آهي. حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي باري ۾ اسان ڇا عرض ڪيون، بس اهوئي تہ پاڻ سڀ‍ڳورا اسلام جا عظيم پيغمبر، اڳ گذريل سيني نبين سڀ‍ڳورن ۽ الله جي ولين جي مڙني فضيلتن جي تصوير ۽ آئينہ دار آهن. پاڻ سڀ‍ڳورا انسانذات جي تاريخ ۾ اچڻ وارن سيني نبين ۽ ولين جي مڙني فضيلتن ۽ ڪامل ڪمالن جي اعليٰ ترين درجي تي فائز آهن.

نام احمد نام جملہ انباء است

چون ڪہ صد آمد نودهم پيش ماست

(يعني حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو نالو مبارڪ اڳ گذريل نبين سڀ‍ڳورن جو آئينہ دار آهي. ڇوتہ هڪ سئو ملڻ سان نوي خودبخود اسان وٽ موجود هوندا آهن.)

جڏهن حضرت پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نالي مبارڪ جو ذڪر ٿئي ٿو تہ ڄڻ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي شخصيت، حضرت نوح عليہ السلام جي شخصيت، حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي شخصيت، حضرت لقمان عليہ السلام جي شخصيت ۽ الله تعاليٰ جي ٻين سيني نيڪ ۽ صالح ٻانهن، حضرت اميرالمومنين علي عليہ السلام ۽ سيني امامن سڀ‍ڳورن جي مقدس ذات پاڻمرادو هن نالي مبارڪ سان مڪمل روشني سان مجسم ٿيون.

تنهنڪري پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي عظيم شخصيت کي پوري ڪائنات جي اعليٰ ترين چمڪواري ستاري سان تشبيهہ ڏئي سگهون ٿا ۽ پاڻ سڀ‍ڳورن جي مقدس وجود کي ان عنوان سان

تعبير ڪري سگهجي ٿو. اسان ڇو چئون ٿا تہ پاڻ سڳورن کي اعليٰ ترين چمڪ واري ستاري سان تشبيهہ ڏئي سگهون ٿا؟ ڇو خود سج سان تشبيهہ نٿا ڏيون؟ ان جو سبب اهو آهي تہ جيئن تہ سج هڪڙي صورت ڏنل آهيءِ مقرر نوراني ۽ عظيم موجود تہ ضرور آهي، پر بهرحال اهو هڪڙي آسماني گولي سان مخصوص آهي. جڏهن تہ آسماني افق ۾ توهان کي جيڪي چمڪندڙ ستارا نظر اچن ٿا، انهن مان ڪي امڙا بہ آهن، جيڪي خود هڪ ڪهڪشان آهن. گرمي جي موسم ۾ آسماني افق تي جهرمر ڪندڙ اهي ڪهڪشائون هزارين دفعا وڏيون ۽ عظيم آهن. ڪهڪشان معنيٰ هزارين سجن جو مجموعو. پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ٻلارو وجود هڪڙي امڙي مڪمل ڪهڪشان آهي، جنهن ۾ فضيلتن جون هزارين روشنيون ملن ٿيون. حضرت پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ٻلاري وجود ۾ علم اخلاق سان گڏ، حڪومت حڪمت سان گڏ، الله جي ٻانهن جي خدمت واري عبادت سان گڏ، جهاد رحمت سان گڏ، الله سان عشق ۽ الله جي مخلوق سان عشق ۽ محبت، عزت، عاجزي ۽ مسڪيني سان گڏ آهي. هر ڪم کي پنهنجي وقت تي ڪرڻ دوانديشي ۽ سنجيدگيءَ سان گڏ آهي. ماڻهن سان ملڻ جلڻ ۾ سچائي ۽ سچ ڳالهائڻ سياسي پيچيدگين سان گڏ آهي. پاڻ سڳورن جي ٻلاري وجود ۾ دين ۽ دنيا ٻئي گڏ آهن. پاڻ سڳورن جي مقدس ذات ۾ جتي اعليٰ ترين الاهي هدف ڏسڻ ۾ اچن ٿا، اتي بشري هدف بہ موجود آهن. هن ڪائنات ۾ پاڻ سڳورن جو وجود الله جو هڪڙو امڙو ڪامل ترين نمونو آهي، جو ان کان وڏيڪ نموني ۾ الله ڪنهن ٻئي وجود کي پيدا ئي ڪونہ ڪيو آهي. پاڻ سڳورا 'مبشر' يعني خوشخبري ڏيڻ وارا آهن. پاڻ سڳورا 'منذر' يعني اميد ۽ خوف ڏيارڻ وارا آهن. پاڻ سڳورا پوري انسانذات ۽ تاريخ جا شاهد آهن. پاڻ سڳورا انساني لڏي کي الله تعاليٰ ڏانهن دعوت ڏيڻ وارا آهن. پاڻ سڳورا انسانن جي هدايت واري واٽ جو چمڪندڙ روشني وارو ڏيئو آهن.

تنهنڪري ارشاد ٿئي ٿو "اِنَّآ اَرْسَلْنٰكَ شَاهِدًا وَّمُبَشِّرًا وَّنَذِيْرًا ۙ وَّدَاعِيًا اِلَى اللّٰهِ بِاِذْنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيْرًا" (احزاب: 45، 46)

## سيئي زمانا ۽ پوري تاريخ پيغمبر ﷺ جي ذات سان ڳنڍيل آهن

رسولِ الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مقدس وجود سان منسوب ڪيل هي سال اسان جي حڪومت ۽ اسان جي قوم لاءِ نعمت جو سبب آهي. اهوئي نہ بلڪ پاڻ سڳورن جو مقدس وجود دنيا جي قومن لاءِ ڇڙوڇڙ عقيدن جو گڏيل نقطو بہ آهي ۽ سڀني مسلمان قومن جي مڙني مهربانين ۽ احسانن جو سنگم بہ آهي. حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وجود مبارڪ ۾ دنيا جي سڀني قومن، مذهبن ۽ مسلڪن جو ڳڌي ۽ ايڪي وارو نقطو بہ ملي ٿو ۽ پوري مسلمان امت جي عقيدن ۽ احساسن جو محور ۽ مرڪز بہ آهي. هاڻي اسان جڏهن هڪڙي اهڙي سال ۾ جي رهيا آهيون، جنهن کي اسان پاڻ سڳورن جي پاڪ ذات سان منسوب ڪيو آهي تہ هي سال اسان کي عظيم ذميوارين جو احساس ڏياري ٿو. تنهنڪري اسان جي حڪومت ۽ اسان جي قوم کي گهرجي تہ هن سال اهڙو عمل ۽ ڪردار اختيار ڪن، جيڪي حڪمتِ نبوي، علم نبوي، حڪومت نبوي، عدالت نبوي، اخلاق نبوي، ڪرامت نبوي، عاجزي ۽ عزت نبوي ۽ جهاد ۽ رحمت نبويءَ سان هڪجهڙو ۽ ڀريل هجن. جيتوڻيڪ اهڙا عمل ۽ ڪردار اختيار ڪرڻ صرف هن سال سان ئي مخصوص ڪونهن، تنهنڪري حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو مقدس وجود بہ صرف هڪڙي سال جي لاءِ مخصوص ڪونهي، بلڪ سيئي سال ان سان منسوب ۽ پوري تاريخ پاڻ سڳورن جي جاگير آهي. البت، هن سال کي پاڻ سڳورن جي مقدس وجود سان منسوب ڪرڻ جو مطلب اهو آهي تہ اسان پنهنجي معاشري جي اصلاح ڪرڻ ۽ هڪڙي اهڙي تهذيب ۽ اهڙي دنيا آباد ڪرڻ جي جاکوڙ ڪريون، جيڪا اسان جي عظيم الشان پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو هدف هئي. تنهنڪري اسان کي گهرجي تہ هن سال هڪڙي پرجوش تحريڪ جي

شروعات ڪندي ڪجهہ وڏا قدم کڻون. چوتہ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان ڪنهن سال کي منسوب ڪرڻ جو مطلب اهو آهي تہ ان ۾ اسان جون نگاهون مٿي هجن. هي سال اسان جي لاءِ اميد وارو هجي، ڪم ڪار جهاد ۽ جدوجهد جو سال ٿئي.مستقبل کي نظر ۾ رکندي بهترين ۽ پوري هوشمنديءَ سان پنهنجي مملڪت جي لاءِ لائحہ عمل تيار ڪرڻ جو سال چوائي. مطلب تہ ترقي ڏانهن وکون کڻڻ جو سال قرار ڏنو وڃي.[1]

* * * * *

---

[1] نئين هجري شمسي سال (1385) جي شروعات تي صحن رضوي ۾ اجتماع کي خطاب: 21 مارچ 2006ع

# پيغمبر اڪرم ﷺ جي نالي مبارڪ سان ڪنهن سال کي منسوب ڪرڻ جو مطلب

هلندڙ سال کي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نالي مبارڪ سان منسوب ڪرڻ ۾ هڪڙو هدف لڪل آهي. ان جو صرف اهو مطلب ڪونهي تہ اسان هن سال کي حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نالي سان منسوب ڪري يادگار قرار ڏيون ۽ بس، بلڪ ان ۾ هڪڙو پيغام آهي. اسان کي گهرجي تہ پنهنجي پوري وجود ۽ دل جي گهراين سان ان پيغام کي سمجهون ۽ ان موجب اڳتي وڌون. اهو پيغام هي آهي تہ اسان جي معاشري کي، انفرادي ۽ اجتماعي ٻنهي حوالن سان، گهرجي تہ ڏينهون ڏينهن ان مقصد ۽ هدف ڏانهن اڳتي وڌي، جنهن جي لاءِ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم هرطرح جي جاکوڙ جي ڪوشش ڪئي ۽ جدوجهد کان پاسو نہ ڪيو. حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي عظيم مقصدن ۽ هدفن کي صرف هڪڙي جملي ۾ سمائڻ ڪنهن جي وس جي ڳالهہ ڪونهي. البت، اهو ضرور ممڪن آهي تہ ان جي ڪجهہ نمونن تي هڪڙي سال جي عرصي ۾ عمل ڪرڻ جي غرض سان پنهنجي لاءِ لائحہ عمل ۽ مکيہ ڪم قرار ڏيون يا ڏهن سالن جي عرصي يا پوري عمر کي ان مقصد تي قربان ڪرڻ جي لاءِ تيار ٿي وڃون.

## پيغمبر ﷺ جا اهم ۽ اعليٰ هدف

### 1. اخلاقي خوبين جي تڪميل

پاڻ سڳورن جي عظيم مقصدن جو هڪڙو نمونو ۽ مثال پاڻ سڳورن جي عظيم اخلاقن سان لاڳاپيل آهي "بُعِثتُ لِاُتَمِّمَ مَکَارِمَ الاِخلَاق" (بحارالانوار ج 68، ص 382). ڪوبہ معاشرو سٺن ۽ چڱن اخلاقن کي اختيار ڪرڻ کان سواءِ پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي

بعثت سان ڳنڍيل عظيم هدفن تائين پهچ حاصل ڪري نٿو سگهي. جيڪا ڳالهه ڪنهن فرد يا معاشري کي اعليٰ انساني ڪمالن ۽ درجن تائين پهچائي سگهي ٿي، اهي سٺا اخلاق آهن. سٺن اخلاقن مان مراد فقط اها ڪونهي ته ماڻهو هڪٻئي سان خوش اخلاقي سان پيش اچن، بلڪ ان مان مراد اها آهي ته ماڻهو پنهنجي وجود ۾ سٺين صفتن کي مٿانهون رکي ۽ سٺن اخلاقن کي پنهنجي دل ۽ جان ۾ وسائي، پنهنجي عملي زندگيءَ ۾ انهن تي عمل به ڪري.

جيڪي ماڻهو پنهنجي پاڻ ۾ حسد جي باهه ۾ سڙي رهيا هجن، هڪٻئي جي لاءِ بُرايون سوچيندا هجن، پاڻ منجهه بهانا ڳوليندا هجن ۽ دنيا جي لالچ ۽ دنيا جي مال لاءِ بخيلي ۽ ڪنجوسي کان ڪم وٺندا هجن ۽ هڪٻئي سان ساڙ ۽ دشمني ڪندا هجن ته اهڙو سماج ۽ معاشرو توڙي جو رياستي قانون پوريءَ طرح عمل پيرا هجي، تڏهن به ڪڏهن به چڱائي ۽ ڀلائيءَ وارو نٿو ٿي سگهي. اهڙي معاشري ۾ توڙي جو علمن ۽ هنر جي حوالي سان ڪيتري ئي ترقي ۽ واڌارو ڇو نه ٿيندو هجي، انهن جي ظاهري تهذيب ۽ شهريت انتهائي وٽندڙ حالت تائين به ڇو نه پهچي وئي هجي ته به اهڙو معاشرو انساني لڏي لاءِ قابل قبول نٿو ٿي سگهي. اهڙو سماج جنهن ۾ رهڻ وارا ماڻهو هڪٻئي کان ڊپ ۾ هجن، جتي هرڪو اهو محسوس ڪري ته ان سان ساڙ ڪيو ٿو وڃي، ان جي باري ۾ ماڻهو خراب خيال رکندا هجن، ان سان ڪينو ۽ دشمني رکي ٿي وڃي، ان جي خلاف طرح طرح جون سازشون ڪيون ٿيون وڃن، خود ان جي ۽ ان جي دنياوي مال ۽ دولت جي باري ۾ حرص ۽ لالچ جي نگاهه سان ڏٺو وڃي ٿو ته يقينن اهڙي معاشري ۾ امن ۽ سڪون مهيا نٿو ٿي سگهي.

ان جي برخلاف جيڪڏهن ڪنهن معاشري ۾ رهڻ وارن ماڻهن جي دل ۽ جان ۾ سٺا اخلاق ڪم ڪندا هجن، ماڻهو هڪٻئي سان ميٺ محبت سان پيش ايندا هجن، هڪٻئي سان معاف ڪرڻ، درگذر ڪرڻ ۽ رواداريءَ جو رويو اختيار ڪندا هجن، دنيا جي مال سان ڪنهن به قسم جي لالچ ۽ حرص نه رکندا هجن، جيڪا شئي انهن وٽ آهي، ان کي خرچ ڪرڻ ۾ بخيلي ۽ ڪنجوسي نه ڪندا هجن، هڪٻئي سان

ساڙ نہ ڪن، هڪٻئي جي ترقي جي راهہ ۾ رڪاوٽون پيدا نہ ڪندا هجن ۽ اهڙي تهذيب ۽ شهريت جا رهواسي صبر ۽ استقامت، حوصلي ۽ بردباري جو مظاهرو ڪندا هجن تہ يقينن اهڙو معاشرو توڙي جو مادي لحاظ کان ترقي ۽ واڌاري کان پنتي پيل هجي، پوءِ بہ اهڙي سماج جا ماڻهو امن، سڪون ۽ سُک جي احساس سان سٺي زندگي گذاري رهيا هوندا آهن. اهوئي بهترين اخلاق آهي. اسان کي اهڙي معاشري جي سخت ضرورت آهي. اسان کي گهرجي تہ پنهنجي دل ۽ جان ۾ هر ڏينهن اسلامي قدرن سان ڀريل اخلاقن کي وڌايون. اسلام جا انفرادي ۽ اجتماعي قانون خود بہ انسانيت جي ڀلائيءَ لاءِ بهترين وسيلو آهن. توڙي جو ان ڳالهہ ۾ ڪنهن بہ شڪ ۽ شبهي جي گنجائش ڪونهي، پر اسلام جي انمول قانونن جو نفاذ بہ سٺن اخلاقن هجڻ جي تقاضا ڪري ٿو.

معاشري ۾ اخلاقن جي واڌاري ۽ عملي هجڻ جي لاءِ ٻن ڳالهين جي ضرورت آهي. پهرين ڳالهہ اها آهي تہ اسان کي گهرجي تہ ان سلسلي ۾ جدوجهد ڪيون ۽ ان کي عادت بڻايون. ٻي ڳالهہ اها تہ تعليم ۽ تربيت سان لاڳاپيل ادارن ۽ مرڪزن جي ذميواري آهي تہ اهي سڀني مرحلن ۾ ماڻهن جي تعليم، تربيت ۽ اخلاق سڌارڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڪوتاهي نہ ڪن. پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان منسوب هن سال ۾ اها ڳالهہ ضروري ۽ گهٽ۾ گهٽ لازمي ڪمن مان آهي. يعني اسان کي گهرجي تہ پنهنجو پاڻ کي اخلاقي قدرن سان سينگاري پاڻ کي سٺو مسلمان، مومن ۽ پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو فرمانبردار هجڻ جو ثبوت ڏيون. خراب ڳالهين ۽ خراب اخلاقن جي هڪڙي لسٽ ٺاهيون ۽ پوءِ ان لسٽ سان پنهنجي ڀيٽ ڪريون ۽ ڏسون تہ انهن برائين مان جيڪي بہ اسان جي اندر موجود هجن تہ انهن کي ختم ڪرڻ ۽ انهن کان پاسو ڪرڻ جي ڪوشش اختيار ڪيون. سٺن اخلاقن جي بہ هڪڙي لسٽ ٺاهيون ۽ پوءِ ڪوشش ڪري پنهنجي طورطريقن کي ان جي مطابق ٺاهڻ جي مشق ڪيون. البت، ان سلسلي ۾ ترقي ۽ واڌاري جي لاءِ اسان کي ان ڳالهہ کي بہ نظر ۾ رکڻو پوندو تہ ان جو بنيادي عامل محبت آهي. الله سان محبت، پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان محبت، خود ان راهہ روش سان محبت، اخلاقي سبق

ڏيڻ وارن اُستادن سان محبت يعني نبين سڳورن عليهم السلام ۽ حضرات معصومين عليهم السلام سان محبت. عشق ۽ محبت ئي آهن، جيڪي انسان کي ان راهہ تي تيزيءَ سان وکون وڌائڻ لاءِ اڀارين ٿا.

تنهنڪري اسان کي گهرجي تہ ان عشق ۽ محبت کي پنهنجي اندر ڏينهون ڏينهن وڌايون. تنهنڪري معصوم عليہ السلام جو ارشاد آهي "اَللّٰهُمَّ ارْزُقنِي حُبَّكَ وَ حُبَّ مَن يُحِبُكَ وَ حُبَّ كُلِّ عَمَلٍ يُوصِلنِي اِلَى قُربِكَ" (بحارالانوار ج 83, ص 182). الله سان محبت, الله جي نيڪ ٻانهن سان محبت ۽ هر ان ڪم سان محبت جيڪو الله جي راهہ ۾ ترقي ۽ واڌاري جو سبب بڻجي ٿو. اهڙي عشق ۽ محبت کي پنهنجي اندر وڌڻ ويجهڻ جا وسيلا ڪم ۾ آڻيو. هي سڀ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان منسوب سال ۾ پاڻ سڳورن جي قيمتي تعليمات جو هڪ حصو آهي.

## 2. صبر ۽ استقامت

پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هدفن جو ٻيو وڏو حصو اهو آهي تہ اسان صبر ۽ استقامت جي دامن کي مضبوطيءَ سان پڪڙي رکون. سورت هود ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو "فَاسْتَقِمْ كَمَآ اُمِرْتَ وَمَنْ تَابَ مَعَكَ وَلَا تَطْغَوْا" (آيت 112). حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هڪڙي حديث هيئن بہ روايت ٿيل آهي "شَيَّبَتنِي سورت هُود" (وسائل الشيعہ ج 6 ص 172) يعني سورت هود مون کي ٻڍڙو ڪري ڇڏيو. سورت جو بار ايترو ڳرو هو پر سورت هود جي ڪهڙي جاءِ تي اهڙي آيت هئي جو پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي بہ ٻڍڙو ڪري ڇڏيائين؟ روايت ۾ آهي تہ ان مان مراد "فَاسْتَقِمْ كَمَآ اُمِرْتَ" آهي . ان آيت پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ڪيئن ضعيفي تائين پهچائي ڇڏيو؟ ڇوتہ ان آيت ۾ چيو ويو آهي تہ جيئن توکي پائيداري ۽ ثابت قدميءَ جو حڪم ڏنو ويو آهي تہ صبر ۽ استقامت سان ان تي عمل ڪر. اهڙي حڪم موجب جمي بيهڻ ۽ استقامت خود هڪ سنگين ۽ مشڪل مسئلو آهي. اها "صراط" آهي. اها پل صراط جنهن جي آخري نموني جي تصوير اسان جي سامهون پيش ڪئي وئي آهي. عملن جو باطن ۽ ان سلسلي ۾ اسان جي راهہ پل صراط جي مثل آهي. اسان اڄ بہ

پل صراط تان گذري رهيا آهيون. تنهنڪري اسان کي گهرجي تہ اسان سوچ ويچار ڪريون. جيڪڏهن انسان چاهي تہ اهو پنهنجي زندگيءَ جا سمورا ڪم غوروفڪر سان ڪري تہ يقينن ان جو اهو عمل ان کي ڪمزور ڪري وجهي ٿو. ليڪن منهنجي نظر ۾ متي ذڪر ڪيل آيت جي ٻئي حصي جا هي لفظ "مَنۡ تَابَ مَعَكَ" وڌيڪ سنگين آهن. ڇوتہ پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ذميواري فقط اها ڪونہ هئي تہ صبر ۽ استقامت جو نمونو بڻجن. بلڪ سيني مسلمانن کي بہ ان راهہ ۾ صبر ۽ استقامت جي لاءِ. ايارڻ ۽ جوش پيدا ڪرڻ جي ذميواري بہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي عائد ٿيل هئي. اهڙا ماڻهو جيڪي هڪ طرف تہ پنهنجي انفرادي زندگيءَ سان لاڳاپيل مشڪل ۽ پيچيده مسئلن ۾ ڦاٿل آهن. دشمنن. سازشين جي سازشن. بدخواهن جي خراب نگاهن ۽ انهن تي مڙهيل جابر ۽ طاغوتي حڪومتن سان هر روز انهن کي نبرڻو پوندو آهي. تہ ٻئي طرف نفساني خواهشن جي حملن ۽ ان جي غارتگريءَ جو انديشو بہ لاحق رهندو آهي. انساني نفس ۽ ان جي ڪمزور دل دنيا جي رنگينين ۽ هيٺ مٿائهين جي سامهون هميشهہ هٿيار ڦٽي ڪري. انهن ڏانهن لاڙو ڪرڻ شروع ڪندا آهن. جنهن جي ڪري انسان صراط مستقيم واري واٽ کان هيڏي هوڏي ڀٽڪي ويندو آهي. سون چاندي سان محبت. روپئي پيسي سان پيار. جنسي شهوت. عهدي ۽ ڪرسي سان دلچسپي. هي اهي ڳالهيون آهن. جن مان هرهڪ انسان جي دل ۽ ڪنڌ کي پنهنجي تيرن جو نشانو بڻائين ٿيون ۽ هن ويچاري انسان کي آهستي آهستي پنهنجي طرف ڇڪين ٿيون. سو ثابت قدميءَ مان مراد اهڙي استقامت ۽ پائيداري آهي. جو انسان جا قدم انهن مان ڪنهن جي بہ اڳيان نہ ٿڙن: "وَمَنۡ تَابَ مَعَكَ" مومنن کي انهن ٻنهي مضبوط هرڪائيندڙ قوتن يعني دشمنن جي سختيءَ کان تنگي ۽ هوا ۽ هوس ڏانهن سختي ۽ تنگي جي ڇڪ ۽ انهن ٻنهي مقناطيسي طاقتن جي وچ ۾ صراط مستقيم جي راهہ تي استقامت سان بيهارڻ ۽ انهن جي هدايت ڪرڻ ئي اهڙو ذڪيو ۽ سخت ڪم هو جنهن گمان غالب آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي پيڙهو ڪري ڇڏيو.

توهان هن ڳالهه ڪان چڱيءَ طرح آگاهه آهيو تہ اسلام جي عظيم پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم چاهي مڪي جي اعلان نبوت ڪان پوءِ "تيرهن سالن تي ٻڌل" زندگي هجي يا مديني ۾ اسلامي رياست قائم ڪرڻ جو عرصو مسلمانن کي ڪيئن ڏکين راهن ڪان گذاريندا. انهن کي فتح ۽ ڪاميابيءَ جي بلندين تائين پهچايو. اهڙي قسم جي عظيم تحريڪ جو بنياد رکڻ ڪنهن عام انسان جي وس جي ڳالهہ ڪونہ هئي. اهي ماڻهو جيڪي تهذيب ۽ شهريت کان بي خبر هئا. جن انساني اخلاق جي بوءِ بہ ڪونہ سنگهي هئي، حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن کي اهڙن انسانن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو جن جي عظمت ۽ نورانيت جي مقابلي ۾ الله جا ملائڪ بہ پنهنجو پاڻ کي حقير محسوس ڪرڻ لڳا. ان جوئي نالو استقامت آهي. اڄ اسان کي اهڙي ئي ثابت قدميءَ جي سخت ضرورت آهي. اڄ اسان بہ زندگيءَ جي خواهشن جي واچوڙي ۾ قاتل آهيون. جيڪي اسان جي دلين ۾ هوا ۽ هوس کي اپارين ٿيون.

انقلاب جي زماني ۾ اسان ڪيترن اهڙن ماڻهن کي اکين سان ڏٺو آهي. جيڪي شروع ۾ تہ نيڪ دل ۽ سٺن خيالن وارا هئا پر آرام پسندي، شهوت پرستي، عهدي ۽ ڪرسي، ٻين طرفان ناجائز تعريف ۽ هر روز دشمنن جي طرفان ملندڙ ڌمڪين جي اڳيان ڪنڌ جهڪائي ويٺا ۽ مقابلي جي دٻ نہ جهلي ياڙيا ٿي ويا ۽ هن ئي انقلاب تي تنقيد ڪرڻ ۽ ايستائين جو هن سان دشمني وارو سلوڪ ڪرڻ کان بہ ڪنهن قسم جي هٻڪ محسوس ڪونہ ڪيائون ۽ الله جي دشمنن ۾ تبديل ٿي ويا. سو ثابت قدمي هميشهہ لازم ۽ ضروري شئي آهي. دشمنن جي سامهون لوهي ديوار ٿي بيهڻ ضروري آهي. دشمن ڪڏهن ڌمڪي ڏيندو آهي تہ ڪڏهن ڊيڄاريندو آهي ۽ پوءِ دل لپائيندڙ واعدن سان ماڻهن کي برغلائيندو آهي. ان جو ڪم اهوئي آهي تہ هميشهہ کان نظام ۽ اسلامي جماعت کي پنهنجي تنقيد ۽ دشمنيءَ جو نشانو بنائيندو رهندو آهي. پنهنجن ناپاڪ مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ تکي ۽ تيز زبان استعمال ڪندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي ان غليظ زبان کي فريب ڏيڻ لاءِ مٺي ماکيءَ وانگر تبديل ڪري ڇڏيندو آهي تہ جيئن سادڙن سباجهڙن ماڻهن کي گمراهہ ڪري سگهي. تنهنڪري دشمنن

جي چالاڪين ۽ ڌمڪين جي سامهون قلم ڇمائڻ بيهڻ بہ هڪڙو وڏو هنر آهي. جيڪڏهن ڪنهن قوم منجهہ اهو هنر موجود هجي تہ اها قوم بلنديءَ جي انهن چوٽين کي ڇهي سگهي ٿي، جتي دشمن جون سموريون سازشون ۽ ڌمڪيون پاڻيءَ جي ڦوٽي وانگر ٽٽي وينديون آهن. جنهن سبب دشمن پنهنجي ناڪامين کي ڏسي انهن سان صلح ڪرڻ تي مجبور ٿي ويندو آهي يا انهن جي سامهون آڻ مڃي ڇڏيندو آهي.[1]

*****

---

[1] رضاڪارن سان هڪڙي عام ملاقات: 26 مارچ 2006ع.

# رسول ڪريم ﷺ جي پاڪ روح جي لاءِ مسلمان اُمت جي حالتن جي اهميت

مسلمان امت ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سلسلي ۾ جيڪا ڳالھ گھڻو ويچار طلب آهي، ان مان هڪڙي مسلمان امت جي قسمت ۽ اهي حادثا ۽ حالتون آهن. جيڪي هن عظيم امت تي وارد ٿينديون رهن ٿيون. ”لَقَدْ جَآءَكُمْ رَسُوْلٌ مِّنْ اَنْفُسِكُمْ عَزِيْزٌ عَلَيْهِ مَا عَنِتُّمْ حَرِيْصٌ عَلَيْكُمْ بِالْمُؤْمِنِيْنَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ“ (توبه: 128). پووري تاريخ ۾ مسلمان امت جن مشڪلاتن مان گذرندي رهي آهي، اهي رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي روح مبارڪ لاءِ وڏي اهميت جون حامل آهن. تنهنڪري سرورِ ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم جون بصيرت ڀريل اکيون سدائين مسلمان امت جي حالتن کان باخبر ۽ ڏکويل آهن. هن امت گھڻا سخت ۽ ڏکيا مرحلا طئي ڪيا آهن. تاريخ جي سيني ۾ هيٺ مٿانهين سان ڀريل حالتن کي ڇمائيندي اڄ هڪڙي فيصلي واري مرحلي تائين پهتي آهي.

اڄ مسلمان امت حوصلي ۽ همت کان ڪم وٺي تہ عين ممڪن آهي تہ هڪڙي اهڙي رستي جي چونڊ ڪندي جنهن جي ٻل تي پنهنجي سيني اڳ ٿيل ڪوتاهين، مشڪلاتن ۽ اسلامي دنيا کي پيش آيل ذلتن تي متائڻ واري ليڪ ڇڪي ترقيءَ جي راھ تي قدم وڌائي سگھي ٿي. اهڙي ملي تحريڪ جي قيادت بہ معاشري جا چونڊيل ماڻهو ئي ڪري سگھن ٿا. چاهي انهن جو تعلق سياسي اڳواڻن سان هجي يا علمي ۽ ثقافتي شخصيتن سان، چاهي ديني مدرسن سان سلهاڙيل هجن يا ڪاليج ۽ يونيورسٽين سان، اهي ماڻهو ان واٽ ڏانهن مسلمان امت جي رهنمائي ڪري سگھن ٿا.

ٻيو رستو اهو آهي تہ مسلمان امت پنهنجين اڳين غفلتن ۾ ٻڏي رهي، جيڪا اسلام جي دشمنن جي خواهش بہ آهي ۽ پنهنجن اندروني اختلافن کي هوا ڏئي تنگ نظري جو ثبوت پيش ڪري، مطلب پرستي ۽

دنيا طلبي ۾ مشغول رهي ۽ سياسي ۽ مذهبي اڳواڻ پنهنجين ذميوارين جو احساس ئي نہ ڪن. جيڪڏهن اسان اهڙو رويو اختيار ڪيو تہ يقينن مسلمان امت جي آزادي ۽ خوشي واري واٽ ڏهاڪا سال پوئتي رهجي ويندي.

اسان جي زماني جي خاصيت اهائي آهي. هيءَ مسلمان امت جي لاءِ چونڊ جو وقت آهي. اها ڳالهہ بہ صحيح آهي تہ ترقي جي راهہ ڪي هڪڙي دفعي ۽ هڪڙي ئي جهٽڪي ۾ حاصل نٿو ڪري سگهجي، بلڪ اهو ڪم آهستي آهستي ٿي سگهي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن تہ سالن جي انتظار کان پوءِ ئي ڪو خاص نتيجو حاصل ٿي سگهندو آهي. پر اسلامي دنيا جي اڳواڻن طرفان مسلمان امت جي رهنمائي ۽ انهن جي ترقي ۽ خوشحاليءَ لاءِ پختو ارادو جيڪڏهن هڪڙي ڏينهن لاءِ بہ دير جو شڪار ٿي وڃي تہ پوري مسلمان امت ڪي ان جو نتيجو ڀوڳڻو پوي ٿو. تنهنڪري سيني کي پنهنجي پنهنجي ذميوارين جو احساس ڪرڻ گهرجي. اڄ اسلامي دنيا کي ٻڌي ڪرڻ جي ضرورت آهي. اڄ توهان پاڻ هن ڳالهہ جو چڱيءَ طرح مشاهدو ڪري سگهو ٿا تہ امت جي اندر ٻڌي جي هڪڙي معمولي ۽ ڪمزور لهر پاتي وڃي ٿي، تہ بہ ان کي ٽوڙڻ جي لاءِ دشمن ڪيترو سرمايو خرچ ڪري رهيو آهي.

عراق جون حالتون ڏسو اهڙي طرح اسلامي دنيا جي ٻين علائقن ۽ ملڪن ۾ آباد مسلمان بہ دشمنن جي سازشن جي نتيجي ۾ پاڻ ۾ وڙهي رهيا آهن. اسلامي فرقن، قومن، گروهن ۽ مختلف قومن جي وچ ۾ انهيءَ لاءِ ڏڦيڙ پيدا ڪيو پيو وڃي تہ جيئن هي انهن کي قتل ڪن ۽ اهي هنن کي قتل ڪن. هي پنهنجي دل ۾ انهن جي باري ۾ بغض ۽ دشمني رکن ۽ اهي هنن جي باري ۾ ڪيني کي پنهنجي دل ۾ پڙڪائين. جنهن جو نتيجو اهو ٿيندو تہ مسلمان امت پنهنجي پراڻن ۽ گڏيل دشمنن کان غافل ۽ استحصالي نظام سان لاڳاپيل سازشون ڪندڙن جي تسلط ۽ غلبي جي حوالي سان غفلت واري ننڊ جو شڪار رهندي. اسلامي دنيا جيڪڏهن ٻڌي ڪري ها تہ اڄ فلسطين اڪيلو نہ هجي ها. نہ ئي اتان جي عوام جي ٻڌي سان نهڻ واري حڪومت کي اهڙيون سختيون

برداشت ڪرڻيون پون ها ۽ نہ ئي انهن کي پنهنجن اصولن تي پابند هجڻ باوجود اقتصادي پابندين جو شڪار ٿيڻو پوي ها.

مسلمان امت کي گهرجي تہ اڄ پاڻ ۾ ٻڌي ۽ ايڪي جو ثبوت ڏيندي، هڪڙي آواز ۽ هڪڙي نعري سان فلسطينن جي حمايت جو ڀرپور اظهار ۽ اعلان ڪري ۽ انهن طرفان پنهنجن اصولن تي پابندي جو عملي مظاهرو ڪرڻ کي قدر جي نگاهہ سان ڏسي انهن جي حمايت ۽ مدد ڪن. جيڪڏهن ايئن ٿي ويو تہ خود اتان جي طاغوتي ۽ بدبخت ماڻهن جي بہ همت ڪونہ ٿيندي تہ اهي پاڻ کي فلسطيني عوام جو نمائندو ظاهر ڪري اهڙي طرح کلم کلا ڳالهيون ڪري سگهن.

اڄ فلسطيني عوام جنهن الميي جو شڪار آهي، ان کي پنهنجي نظرن جي سامهون ڏسندي بہ يورپ جا انسان دوست ۽ انسانن جي حقن جو دهل وڄائڻ وارن ادارن "گونگن ۽ ٻوڙن" واري پاليسي اختيار ڪري رکي آهي. انڌي هجڻ جو مظاهرو ڪري رهيا آهن. انهن کي اهو نظر نٿو اچي تہ جڏهن فلسطيني عوام پنهنجي راءِ ۽ چونڊ جي ذريعي حڪومت جو بنياد رکڻ گهرن ٿا تہ خود انهن جي خلاف هُل هُلاچو ڪيو وڃي ٿو ۽ انهن جي خلاف موقف اختيار ڪن ٿا. اهو سڀ ڪجهہ صرف ان ڪري آهي تہ مسلمان امت پاڻ ۾ اختلاف ۽ انتشار جو شڪار آهي. اسان جا اهي اختلاف اسان جي پنهنجي سياسي ۽ مذهبي اڳواڻن جي خودغرضي جو نتيجو آهن.

## مسلمان امت کي پنهنجو وڃايل وقار حاصل ڪرڻ جي لاءِ سجاڳي کان سواءِ ڪو رستو ڪونهي

اسان کي گهرجي تہ سجاڳيءَ جو ثبوت ڏيون. اسان کي اها ڳالهہ معلوم هجڻ گهرجي تہ اسان جو فيصلو ئي اسلامي دنيا جي لاءِ تقدير ناهيندڙ ٿي سگهي ٿو. البت، اهو فيصلو صرف اسان جي اڄ سان مخصوص ڪونهي. اڄ مسلمان امت جي سامهون ان کان سواءِ ڪوئي رستو ڪونهي تہ اهي پنهنجي قابليت ۽ طاقت تي ڀروسو ڪن ۽ جنڊ ۾ پيسجڻ کان بچڻ جي تدبير ڪن ۽ پڪو ارادو ڪري استحصالين سان ڄمي بيهي مقابلو ڪرڻ جي لاءِ آمادهہ ٿي وڃن. اسان جو هرگز اهو

مقصد ڪونهي تہ مسلمان امت سان تعلق رکڻ وارا ماڻهو هٿيار کڻي اٿن ۽ دنيا جي طاقتن سان لڙائي ڪن. اسان جي نصيحت اها آهي تہ پنهنجي حقن، پنهنجن قدرن، سيني قومن جي عزت ۽ مان، ۽ پنهنجي عظيم ۽ قيمتي ميراث کي سُڃاڻن. انهن ڳالهين جو قدر ۽ قيمت سمجهي وڃن ۽ انهن تي ڀروسو ڪن. اسان جيڪا ڳالهہ چوڻ گهرون ٿا اها هيءَ آهي تہ دنيا جي ڪافر ۽ غاصب طاقتن کي جيڪي اڄ يهوديت جي چنبي ۾ ڦاٿل آهن، اهو موقعو نہ ڏيون جو اهي ان جي بي عزتي ڪري سگهن. "عَزِيْزٌ عَلَيْهِ مَا عَنِتُّمْ" (توبہ: 128) توهان جون مصيبتون، اسلامي دنيا کي پيش خطرا ۽ مسلمان امت کي پيش مشڪلاتون، اهي سڀ ڳالهيون حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ سخت ۽ ڏکيون آهن. "حَرِيْصٌ عَلَيْكُمْ" پاڻ سڳورن جي تمنا آهي تہ توهان کي هدايت ملي، پاڻ سڳورن جي خواهش آهي تہ توهان کي ڀلائي نصيب ٿئي، پاڻ سڳورن جي تمنا آهي تہ توهان صراط مستقيم مان جيڪا توهان جي دين ۽ دنيا جي ڀلائيءَ جو اڪيلو ذريعو آهي، فائدو حاصل ڪيو ۽ ترقي جي راهہ تي وکون وڌايو.

## نبي ڪريم ﷺ جو مقدس وجود سيني مسلمانن لاءِ ٻڌي ۽ ايڪي جو مرڪز آهي

اسان اهو عرض ڪري رهيا هئاسين تہ رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ڀلارو وجود ٻڌي ۽ ايڪي جو اهم مرڪز آهي. هن کان اڳ بہ اسان اها ڳالهہ ڪري چڪا آهيون تہ اسلامي دنيا هن مرڪز تي گڏ ٿي سگهي ٿي. ڇوتہ هي اهو مرڪز آهي جتي مسلمان امت جي سيني ماڻهن جا احساس گڏ ٿي سگهن ٿا. اهو اسلامي دنيا جي باهمي پيار ۽ محبت ۽ هڪٻئي سان عشق جي حد تائين محبت ڪرڻ جو مرڪز آهي. هاڻي توهان غور ڪيو تہ يهودي نيمڪ کائيندڙ ڪجهہ ضمير وڪڻندڙ اهل قلم مسلمانن جي هن ٻڌي واري نقطي کي ڪيئن پنهنجي گستاخين ۽ بي ادبي ڪرڻ جو نشانو بڻائي ڇڏيو آهي.

مسلمان امت ۽ اسلامي دنيا جي بي عزتي جي اهميت کي آهستي آهستي ختم ڪرڻ جي لاءِ اهوئي اصلي نقطو آهي. سياستدان، علمي ۽

ڏاهپ رکندڙ شخص، مقالا لکندڙ شاعر ۽ فنونِ لطيفہ سان وابستہ ماڻهو سڀ جا سڀ ان نقطي تي پاڙين. سيني مسلمانن کي گهرجي تہ ان نعري کي وڌ کان وڌ بلند ڪن ۽ پاڻ ۾ ويجهو ٿي وڃن. اختلافي معاملا نظرانداز ڪن. هڪٻئي تي تهمت نہ لڳائين. هڪٻئي کي ڪافر نہ سڏين ۽ هڪٻئي کي بي دين هجڻ جا تمغا ڏيڻ کان پاسو ڪن.

اهل سنت هجي يا اهل تشيع، سيني کي گهرجي تہ ٻنهي ۽ ايڪي تي يقين ڪن. عالم سڳورن ۽ قومي اڳواڻن ۽ سياسي بصيرت رکڻ وارن سيني شخصن جي ذميواري آهي تہ زماني جي هيٺ مٿانهين تي نظر رکن، مسلمانن جي وچ ۾ ٻڌي ۽ ايڪي جي اهميت کي سمجهن ۽ دشمنن جي سازشن کي وائکو ڪرڻ جي لاءِ ٻڌي ۽ همدردي کي وڌ کان وڌ مضبوط ڪرڻ جو ڪوشش ڪن.

اسان جي هيءَ گفتگو ۽ هي پيغام پنهنجي قوم ۽ اسلامي دنيا جي سيني ماڻهن لاءِ آهي. الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ اسان جي التجا ۽ تمنا آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي عزت ۽ شرف ۽ سندن اهو مان شان جيڪو الله تعاليٰ وٽ آهي، جي وسيلي سان انشاء الله اسلامي دنيا کي هن وات ۾ ڪاميابي عطا ڪري ۽ مسلمان امت جي مستقبل کي اڄ کان گهڻو وڌيڪ روشن ڪرڻ فرمائي.[1]

❊ ❊ ❊ ❊ ❊

---

[1] رسول ڪريم الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ امام جعفر صادق عليہ السلام جي ولادت باسعادت جي موقعي تي خطاب: 16 اپريل 2006ع.

# پيغمبر ﷺ جي وجود مبارڪ ۾ رسالت جي منصب جي لياقت ۽ خصوصيتن جو موجود هجڻ

اسان پنهنجي ملڪ ۾ هن سال کي پيغمبر اعظم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نالي سان منسوب ڪيو آهي ۽ اڄ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جو ڏينهن آهي. حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پاڻ ئي متواتر ۽ مشهور حديث ۾ فرمايو آهي "بُعِثتُ لِاُتَمِّمَ مَکارِمَ الاَخلَاق" (بحارالانوار ج 67 ص 372). بعثت جو بنيادي مقصد ۽ هدف ئي اهو هو تہ اخلاقي عظمتون ۽ انسان جون روحاني فضيلتون دنيا ۾ عام ٿي وڃن ۽ پنهنجي ڪمال تي پهچي وڃن ۽ جيستائين ڪو شخص خود ئي انهن اخلاقي عظمتن وارو نہ هجي تہ الله تعاليٰ ان کي اهڙي عظيم ۽ وڏي ذميواري ڪونہ سونپيندو آهي. تنهنڪري رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جي شروعات ۾ ئي الله تعاليٰ پاڻ سڳورن کي مخاطب ڪري ارشاد فرمايو "وَاِنَّكَ لَعَلیٰ خُلُقٍ عَظِيم" (قلم: 4). پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي هڪڙي اهڙي ٿانءَ وانگر بنائڻ لاءِ جنهن کي الله تعاليٰ پنهنجي وحي جي لاءِ مناسب سمجهي، پاڻ سڳورن کي ٺاهڻ ۽ سنوارڻ جي ڪم جي شروعات بعثت کان اڳ ۾ ئي ٿي وئي هئي. تنهنڪري روايت ۾ آهي تہ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جڏهن پنهنجي جواني ۾ واپار ڪندا هئا تہ ان واپار مان حاصل ٿيڻ واري سموري آمدنيءَ کي الله تعاليٰ جي راهہ ۾ صدقي طور غريبن ۽ ضرورتمندن ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا.

ان ئي زماني جي ڳالهہ آهي تہ جڏهن پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم تڪميل جي آخري مرحلي ۾ هئا ۽ وحي بہ نازل ٿيڻ شروع ڪونہ ٿي هئي يعني ان وقت جڏهن پاڻ سڳورن کي نبوت جو اعلان ڪرڻ جو اڃا حڪم ڪونہ ٿيو هو پاڻ سڳورا 'حرا جبل' جي چوٽيءَ تي ويندا هئا ۽ الله تعاليٰ جي نشانين جو غور سان جائزو وٺندا هئا. پاڻ سڳورا آسمان، ستارن ۽ زمين ۾ رهڻ وارين مخلوقن جيڪي مختلف

احساس ۽ طريقن سان زندگي گذارينديون آهن. انهن سيني کي الله جون نشانيون سمجهندا هئا. جنهن جي نتيجي ۾ ڏينهون ڏينهن حق جي سامهون خضوع ۽ امرونواهي جي سامهون پاڻ سڳورن جي دل جي خشوع ۾ اضافو ٿيندو ويندو هو ۽ پاڻ سڳورن جي وجود مبارڪ ۾ سٺن ۽ چڱن اخلاقن جون پاڙون ڏينهون ڏينهن مضبوط ٿينديون وينديون هيون. روايت ۾ آهي تہ "مِن اَعقَلِ النَّاسِ وَ اَشجَعَهُم" (مختصر البصائر ص 60) يعني پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم بعثت **کان اڳ ۾ ئي** ڏينهون ڏينهن الله تعاليٰ جي نشانين کان فيضياب ٿيندا هئا. ايستائين جو پاڻ سڳورا چاليهن سالن جي ڄمار ۾ پهچي ويا "فَلَمَّا استَكمَلَ اَربَعِينَ سَنَتَ وَنَظَرَاللهُ عَزَّوجَلَ اِلَى قَلبِهِ فَوَجَدَهُ اَفضَلَ القُلُوبِ وَاَجَلَّها وَاَطوَعَها وَاَخشَعَها وَاَخضَعَها" (تفسير منسوب امام عسڪري عليہ السلام ص 156) يعني چاليهن سالن جي عمر ۾ پاڻ سڳورن جو قلب مبارڪ سيني کان وڌيڪ نوراني، عاجزي وارو ۽ وحي الاهيءَ کي قبول ڪرڻ جي لاءِ سڀ کان وڏو ظرف هو "اَذِنَ لِاَبوَابِ السَّماءِ فَفُتِحَت وَ مُحَمَّدُ يَنظُرُ اِلَيها" (بحارالانوار ج 17 ص 309) يعني جڏهن پاڻ سڳورا معنويت ۽ روحانيت جي اعتبار کان ڪمال جي ان درجي تي پهچي ويا تہ الله تعاليٰ پاڻ سڳورن تي آسمانن ۽ عالم غيب جا دروازا کولي ڇڏيا ۽ پاڻ سڳورن جي اکين کي معنوي ۽ ڳجهن جهانن تي کولي ڇڏيو "وَاَذِنَ لِلمَلائِكَتِ فَنَزَلُوا وَمُحَمَّدُ يَنظُرُ اِلَيهِم" پاڻ سڳورا ملائڪن کي ڏسندا هئا ۽ انهن سان ڳالهائيندا هئا. انهن جي ڳالهين کي ٻڌندا هيا. ايستائين جو جبرائيل عليہ السلام پاڻ سڳورن وٽ آيا ۽ چيو "اِقرَاْ بِاسمِ رَبِّكَ" انهن لفظن سان وحي جي شروعات ٿي.

الله تعاليٰ جي اها بينظير خلقت ۽ ڪامل انسان وحي نازل ٿيڻ جي شروعات کان اڳ ۾ ئي ڪمال جي درجي تي پهچي چڪا هئا ۽ پوءِ پنهنجي بعثت جي شروعات کان ئي هڪڙي گهڻ رُخي جهاد جي شروعات ڪئي ۽ پنهنجي ظاهري زندگيءَ جي باقي 23 سالن تائين انتهائي ڏکيائين سان ان جهاد کي اڳتي وڌايو. پاڻ سڳورن جو جهاد اصل ۾ انهن ماڻهن جي خلاف هو جيڪي حقيقت کان بلڪل بي خبر هئا ۽ پاڻ سڳورن جو جهاد ان اونداهين ماحول سان هو. جنهن جي باري ۾ اميرالمومنين امام علي عليہ السلام نهج البلاغہ ۾ فرمايو آهي "فِي فِتَنٍ

دَاسَتهُم بِأَخفَافِهَا وَ وَطِئَتهُم بِأَظلافِهَا وَقَامَت عَلَى سَنَابِكِهَا" (نهج البلاغہ خطبو 2).
هر طرف کان فتنن ماڻهن کي وڪوڙي رکيو هو دنيا جي طلب، شهوت پرستي، ظلم ۽ ڏاڍ ڪرڻ ۽ ٻيون اخلاقي برايون انسان جي وجود ۾ گهرڪري ويون هيون. طاقتور ماڻهن جا هٿ بغير ڪنهن روڪ ٽوڪ جي ڪمزورن ڏانهن وڌي رهيا هئا. ڏاڍ ڪرڻ جو اهو ماحول صرف مڪي يا عرب جزيري تائين محدود ڪونہ هو بلڪ ان دور جي تهذيب ۽ شهريت جي ٻن وڏن ماڳن يعني روم ۽ ايران جو بہ اهوئي حال هو. توهان تاريخ کي اٿلائي ڏسو تہ پوري انساني دنيا تي ظلم جا ڪڪر ڇانيل هئا.

تنهنڪري پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم بعثت جي شروعات يعني وحي نازل ٿيڻ جي شروعات کان ئي انهن وڏين طاقتن جي خلاف ناقابل تصور حد تائين مسلسل جدوجهد ڪندا رهيا. هوڏانهن وحي الاهي بہ هڪڙي اهڙي وهندڙ چشمي وانگر، جيڪو هڪڙي سڌي زمين مان گذرندو هجي، پاڪ سڳورن جي قلب مبارڪ تي نازل ٿي رهي هئي ۽ پاڪ سڳورن کي اهڙي سگهہ فراهم ڪري رهي هئي جو پاڪ سڳورا هن دنيا ۾ هڪڙو عظيم انقلاب برپا ڪرڻ جي لاءِ پنهنجن مڙني صلاحيتن کي ڪم ۾ آڻيندا رهيا ۽ ان ۾ ڪامياب بہ ٿيا.

مسلمان امت جي وجود کي پلجي وڏو ٿيڻ لاءِ جن شروعاتي خَلين جي ضرورت هئي، ان جو بنياد خود حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مڪي دور جي انهن ڏکين ڏينهن ۾ پنهنجن هٿن مبارڪن سان ئي رکيو هو. ان عمارت جا اهي مضبوط ٿنڀا، جن تي هن عظيم عمارت کي بيهارڻو هو اهي سڀ کان اڳ ۾ پاڪ سڳورن جي دعوت تي ايمان آڻڻ وارا مومن هئا، جن جي اندر ايترو عقل، بهادري ۽ نورانيت هوندا هئا، جو اهي پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جيان پيغام کي سمجهن ۽ ان تي دل لڳائين "فَمَن يُرِدِ اللهُ أَن يَهدِيَهُ يَشرَح صَدرَهُ لِلإِسلَامِ" (انعام: 125).

مڪي دور ۾ مومنن جي ان ٿوري تعداد جن ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ايندو پئي ويو جن مشڪلاتن ۽ تڪليفن کي منهن ڏنو. مان ۽ توهان ان جو تصور بہ ڪري نٿا سگهون. هڪڙو اهڙو ماحول جتان جا سڀ

فرق ۽ خصوصيتون جاهلاڻين رسمن ۽ رواجن تي مشتمل هئا. جتان جي اجاين تعصبن، ساڙ انڌين دشمنين، سنگدلين، ڪميڻپاين، ظلم ۽ ڏاڍ، شهوتي خواهشن ۽ ٻين براين ماڻهن جي زندگين کي جڪڙي ڇڏيو هو. پوءِ اوچتو ان خشڪ ۽ پٿريلي ڌرتيءَ تي اهڙا ساوڪ ۽ ميون وارا ٻوٽا ڦٽڻ لڳا جو اميرالمومنين علي عليہ السلام فرمايو آهي "وَاِنَّ الشَّجَرَتَ البَرِّيَّتَ اَصلَبُ عَودًا وَاَقوىٰ وُقُودًا" نهج البلاغہ خطبو 45) يعني امام سڳورن جو فرمائڻ هو تہ ڪوبہ وڏي ڪان وڏو طوفان بہ انهن نون ۽ ڦٽندڙ ٻوٽن کي جيڪي ان پٿريلي زمين تي پنهنجون مضبوط پاڙون ڄمائي چڪا هئا، لوڏي نٿي سگهيو. اهڙي طرح تيرهن سال گذرڻ کان پوءِ انهن ٿي مضبوط ۽ طاقتور ٿنين تي اسلامي، مدني ۽ نبوي معاشري جو بنياد رکيو ويو.

اها امت سازي صرف سياست جو نالو ڪونهي، بلڪ سياست تہ ان جو هڪڙو حصو آهي. امت سازيءَ جو اهو ڪم تہ هڪڙي هڪڙي شخص جي تعليم ۽ تربيت جو بندوبست ڪرڻو هو. "هُوَ الَّذِىْ بَعَثَ فِى الْاُمِّيّٖنَ رَسُوْلًا مِّنْهُمْ يَتْلُوْا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِهٖ وَيُزَكِّيْهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ" (جمعہ: 2). "يُزَكِّيْهِمْ" يعني پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي هڪڙي هڪڙي دل جو تزڪيو ۽ تربيت ڪرڻي هئي. "وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ" حڪمت هڪڙو ڏاڪو مٿي آهي. ايئن ڪونہ هو تہ پاڻ سڳورا ماڻهن کي رڳو احڪام ۽ قانون سيکاريندا هئا، بلڪ پاڻ سڳورا انهن کي حڪمت بہ سيکاريندا هئا. دنيا جي حقيقتن سامهون انهن جون اکيون کوليندا هئا. پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڏهن سالن تائين ان طريقيڪار تي عمل ڪندا رهيا تہ ٻئي صرف سياست ۽ حڪومتي معاملن کي ڏسڻ، مملڪت اسلامي جي سرحدن جي حفاظت، اسلام جي تبليغ ۽ ترويج، مديني کان ٻاهر رهندڙ ماڻهن کي اجتماعي ۽ انفرادي طور تي اسلام جي نوراني تعليمات ۾ داخل ٿيڻ جي لاءِ راهہ هموار ڪرڻ سان گڏوگڏ انهن مان هڪڙي هڪڙي شخص جي تعليم ۽ تربيت جو بندوبست ڪند رهيا. انهن سيني ڳالهين کي هڪٻئي کان الڳ نٿو ڪري سگهجي.

## دنيا جي غاصب طاقتن طرفان سياست کان اسلام جي لاتعلقي وارو ڏنڊورو پٽڻ

ڪجهہ ماڻهو اسلام کي هڪ انفرادي مسئلو قرار ڏيندي سياست کي اسلام کان الڳ سمجهن ٿا ۽ گهڻن ئي اسلامي ملڪن ۾ دنيا جون غاصب طاقتون اڄ انهن نظرين جو ڏنڊورو پٽين ٿيون تہ اسلام جو سياست سان ڪو تعلق ڪونهي. انهن سياست کي اسلام کان الڳ ڪيو آهي، جڏهن تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم هجرت کان پوءِ شروع ۾ ئي يعني مڪي جي سخت ڏکي زندگيءَ مان ڇوٽڪارو ملڻ سان ئي جيڪو پهريون ڪم ڪيو اهو سياست ئي تہ هو.

هڪڙي اسلامي معاشري جو وجود، اسلامي نظام حڪومت جو قيام، اسلامي لشڪر جو قيام ۽ دنيا جي وڏن وڏن سياستدانن (حڪمرانن) ڏانهن خط لکڻ ان دور جا عظيم سياسي ڪم ئي تہ هئا. اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ سياست کي اسلام کان الڳ ڪيو وڃي؟ اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ سياست کي اسلام جي هدايت واري نظام کان علاوه ڪنهن ٻئي نظام جي حوالي ڪيو وڃي؟ "اَلَّذِيۡنَ جَعَلُوا الۡقُرۡاٰنَ عِضِيۡنَ" (جن ماڻهن قرآن کي ٽڪرا ڪري ڇڏيو آهي. سورت حجر آيت 91) "وَيَقُوۡلُوۡنَ نُؤۡمِنُ بِبَعۡضٍ وَّنَكۡفُرُ بِبَعۡضٍ" (۽ چوندا آهن تہ اسان ڪن کي مڃون ٿا ۽ ڪن کي نٿا مڃون .... سورت نساء آيت 150) يعني "يُؤۡمِنُ بِبَعۡضِ الۡكِتَابِ وَيَكۡفُرُ بِبَعۡضٍ" قرآن جي عبادتي تعليمات تي ايمان رکن ٿا، پر ان جي سياسي تعليمات تي ايمان نٿا رکن. "لَقَدۡ اَرۡسَلۡنَا رُسُلَنَا بِالۡبَيِّنٰتِ وَاَنۡزَلۡنَا مَعَهُمُ الۡكِتٰبَ وَالۡمِيۡزَانَ لِيَقُوۡمَ النَّاسُ بِالۡقِسۡطِ" (حديد: 25) اهو قسط (عدل) ڇا آهي؟ قسط معنيٰ معاشري ۾ عدل ۽ انصاف قائم ڪرڻ ۽ اهو ڪم ڪير ٿو ڪري سگهي؟ عدل ۽ انصاف تي ٻڌل معاشري جو قيام هڪڙو سياسي عمل آهي، جيڪو هن ملڪ جي حڪمرانن جو ڪم آهي ۽ نبين سڳورن جو هدف بہ هو. نہ صرف اسان جي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو بلڪ حضرت عيسيٰ عليہ السلام، حضرت موسيٰ عليہ السلام، حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ ٻين سڀني نبين سڳورن عليهم السلام جو مقصد ۽ هدف سياست ۽ اسلامي نظام جو قيام رهيو آهي.

انهيءَ باوجود جيڪڏهن ڪجهه ماڻهو پنهنجو پلاند بچائيندي اهو چئي ڇڏين ته اسان جو سياست سان ڪوئي تعلق ڪونهي ته ڇا دين کي سياست کان الڳ سمجهيو ويندو؟ اتان ئي مغرب جي خبيث ترين هُل هُلاچي واري مهم جي به شروعات ٿئي ٿي ته دين کي سياست کان الڳ ڪيو وڃي. دين کي حڪومت کان الڳ ڪيو وڃي. جيڪڏهن اسان مسلمان آهيون ته پوءِ اسان وٽ دين ۽ سياست پاڻ ۾ گڏيل آهن. اهي انهن ٻن شين وانگر ڪونه آهن. جيڪي پاڻ ۾ ڳنڍيل هجن، بلڪ اسان جي نظر ۾ دين ۽ حڪومت هڪ ئي شئي آهي.

اسلام جي نظر ۾ دين ۽ حڪومت جو بڻ بنياد ۽ مرڪز هڪڙوئي آهي ۽ اهو وحي الاهي آهي. اهو قرآن ۽ اسلام جو نظريو آهي. جتي هڪڙو طبقو سياست کي اسلام کان الڳ ڪري رهيو آهي ته اتي ان جي مقابلي ۾ ٻيو طبقو اسلام کي صرف سياست تائين ٻڌل رکي ٿو ۽ اخلاق، روحانيت، محبت، فضيلت ۽ ڪرامت وغيره جيڪي اسان جي نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي بعثت جا بنيادي هدف آهن، انهن کي نظرانداز ڪري ڇڏي ٿو. هي به ”اَلَّذِيْنَ جَعَلُوا الْقُرْاٰنَ عِضِيْنَ“ آهي، هي به ”يُؤْمِنُ بِبَعْضِ الْكِتَابِ وَيَكْفُرُ بِبَعْضٍ“ جي مطلب مطابق آهي. انهن اسلام کي ڪجهه چمڪڻ ۽ ڪرڻا ڇڏڻ وارن جملن ۾ خاص ڪيو آهي ۽ نياز ۽ نوڙت کان غافل آهن. ذڪروصفا، روحانيت، الله تعاليٰ جي بارگاهه ۾ سجدا ڪرڻ، الله تعاليٰ کان گهرڻ، الله جي ذات سان دل لڳائڻ، ان جي عظمت جي سامهون لڙڪ وهائڻ، رحمت الاهي جو طلبگار ٿيڻ، صبر، حلم، سخاوت، تدبر، پائيچاري، رحمدلي جهڙين ڳالهين کي نظرانداز ڪندي صرف ۽ صرف سياست سان چنبڙيو رهڻ ۽ اهو به اسلام جي نالي تي، اهو به حق کان منهن موڙڻ ۽ انڪار ڪرڻ جي برابر آهي. ان ۾ ڪوبه فرق ڪونهي. ”يُزَكِّيهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ“ (جمعه: 2) تزڪيو نفس به آهي ۽ تعليم ۽ تربيت به آهي. دين جي اعتبارِ کان تربيت جو ميدان جتي اسان ۽ توهان جي دل آهي، اتي اسان ۽ توهان جو دماغ به آهي ۽ اسان جا هٿ پير به آهن. ”يٰۤاَيُّهَا النَّبِيُّ جَاهِدِ الْكُفَّارَ وَالْمُنٰفِقِيْنَ وَاغْلُظْ عَلَيْهِمْ“ (تحريم: 9) دشمن جي مقابلي ۾، حملو ڪندڙ جي مقابلي ۾

۽ ان شخص جي مقابلي ۾ جيڪو معنويت ۽ وحي جي پرچار ۾ رڪاوٽ وجهي، ان سان ڪيئن نبرڻو آهي "وَاَنْزَلْنَا الْحَدِيْدَ فِيْهِ بَاْسٌ شَدِيْدٌ وَّمَنَافِعُ لِلنَّاسِ" (حديد: 25) يعني اهڙن ماڻهن سان پنهنجي پوري طاقت ۽ فولادي هٿن سان نبرڻ گهرجي. اڄ مسلمان امت کي لڳل بيمارين جو علاج اهوئي آهي.

## مسلمان امت کي حقيقي معنيٰ ۾ اسلامي حڪومت جي ضرورت

اڄ مسلمان امت کي حقيقي معنيٰ ۾ اسلامي حڪومت جي ضرورت آهي. اسلامي حڪومت يعني اهڙي حڪومت جيڪا ماڻهن جي دلين کي اجاگر ڪري، ماڻهن جي ذهنن ۽ انهن جي علمي ترقيءَ کي وڌائي، انهن جي طاقتور هٿن کي سگهه ڏئي ۽ انهن منجهه صحيح سياست جو ٻج ڇٽي؛ اڄ مسلمان امت کي انهن ئي ڳالهين جي ضرورت آهي.

## مسلمان امت جي زوال جا سبب

مسلمان امت جڏهن کان دين کي سياست کان ۽ اخلاق کي حڪمرانن کان الڳ ڪيو آهي، ان وقت کان امت خرابين جو شڪار ٿي آهي. جنهن ڏينهن ڪنهن بادشاهه خليفي جي نالي تي بغداد، شام ۽ هِتي هُتي اسلام جو جهنڊو بلند ته ڪيو پر ان جهنڊي جي هيٺان نفساني خواهشن، شهوتن، ذاتي مفادن، تڪبر، شاهاڻو غرور، مال ۽ دولت گڏ ڪرڻ ۽ پنهنجي ذاتي خزاني کي ڀرڻ جهڙن ڪمن کي لڳي ويا، ان وقت کان اسلامي معاشري جي زوال جا سبب به پيدا ٿيڻ شروع ٿي ويا. جڏهن ته ان کان پهريان پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم پنهنجن وفادار اصحابن ۽ جانثار ساٿين سان گڏجي، ان تحريڪ کي انتهائي تيزيءَ سان اڳتي وڌايو. پاڻ سڳورن جي هٿن مبارڪن سان لڳايل اهو ٻوٽو سبب بڻيو ته چوٿين ۽ پنجين هجري صدي تائين اسلام جي علمي ۽ سياسي تحريڪ ترقي ڏانهن رواں دواں هئي. جڏهن ته بعد

وارن حڪمرانن جي درٻارن ۽ انهن جي خاندانن ۾ ڪمزوري، زوال پذير ۽ ڏوهن گناهن جا ٻج ڇٽيا ويا. اهي ٻج جڏهن ڦٽي وڏا ٿيا تہ انهن مسلمان امت کي ترقيءَ مان ڪٽي هيٺ زمين تي اڇلائي ڇڏيو. جن جي نتيجن کي ڪيترين صديون گذرڻ جي باوجود هاڻي بہ اسان پنهنجي جسم ۽ جان ۾ محسوس ڪري رهيا آهيون.

اوڻويهين ۽ ويهين عيسوي صدي ۾ اسان مسلمان قومون غاصب طاقتن ۽ دشمنن جي تسلط هيٺ اچڻ ڪري علمي قافلي کان پوئتي رهجي وياسين. اسان جا دشمن مضبوط ٿيندا ويا. جڏهن تہ اسان ڏينهون ڏينهن ڪمزور کان ڪمزور ٿيندا وياسين. اهي اسان جو رت چوسي تلها ٿيندا ويا ۽ اسان رت جي گهٽتائي ڪري ڪمزور ٿي وياسين. جنهن جي نتيجي ۾ نوبت اتي اچي پهتي جو مسلمان امت جي تقدير خاص ڪري وچ اوير ۾ آباد مسلمان قومن جي تقدير جي فيصلي جو اختيار برطانيہ جي ظالم جابر ۽ بي انصاف حڪمرانن جي هٿ ۾ اچي ويو. هڪڙي عرصي کان پوءِ انهن ان کي پنهنجي ميراث سمجهي دور حاضر جي وڏي شيطان (آمريڪا) جي حوالي ڪري ڇڏيو. اهوئي سبب آهي تہ اسلامي دنيا جي ڪمزورين مان دشمن تمام گهڻو فائدو ورتو آهي.

## اسلامي سجاڳي ۽ مسلمانن جي وڃايل وقار جي بحالي ۾ امام خميني رحمت الله عليہ جو ڪردار

اسان جي عظيم قائد حضرت امام خميني رحمت الله عليہ تي الله جون ڪروڙين رحمتون جنهن اسان جي قوم کي سجاڳ ڪري ڇڏيو ۽ اسان جي قومي طاقت کي ميدان ۾ آندو. اسان جي حالت بہ اهڙي هئي. اسان بہ پيرن هيٺان لتاڙيل هئاسين. هن ئي تهران شهر ۾ وڏا وڏا گناهہ جا ڪم ٿيندا هئا. پر ڪنهن ۾ بہ ٻڙڪ ٻاهر ڪڍڻ جي همت ڪونہ هئي. دين اسلام جا سيني ڪان وڏا دشمن هن ئي تهران شهر ۾ اچي اهڙي سڪون سان ويهي رهيا هئا. ڄڻ پنهنجي گهر ۾ ويٺا هجن. اهي هن ملڪ جي دولت لٽي ڦري ڪٽي ويندا هئا. هتان جو تيل ڪٽي ويندا هئا. اسان جي ترقي جي راهہ ۾ رڪاوٽ وجهندا هئا. هن قوم تي پنهنجي

خيانت وارا ۽ ظالماڻا منصوبا مرهيندا هئا. اسان جي ملڪ جا حڪمران يعني محمد رضا شاهه ۽ ان جا منظور نظر سيني تي هٿ رکي انهن جي سامهون بيهي رهندا هئا. يعني باطني طور تي ادب مان سيني تي هٿ رکيل هين، باقي ظاهري طور هٿ لوڏيندا رهندا هئا. پر ان جي به اجازت ضرور وٺندا هئا. هن ئي تهران شهر ۾ شاهي دربار ۾ هتان جي اهم ترين مسئلن جي باري ۾ آمريڪا ۽ برطانيه جي سفيرن کان پڇندا هئا ته فلاڻو ڪم ڪريون يا نه ڪيون. اها ڳالهه اسان جي ملڪ جي رڪارڊ جو حصو آهي، جيڪو اڄ به موجود آهي. افسوس ته گهڻن اسلامي ملڪن ۾ اڄ به اهائي صورتحال آهي. اسان جي هيءَ طاقتور قوم، هيءَ هوش واري قوم، اسان جي هيءَ تاريخي ماضي رکندڙ قوم، هيءَ قوم جنهن اڄ علم جي ميدان ۾، جهاد جي ميدان ۾، سائنس جي ميدان ۾، سياست جي ميدان ۾، پنهنجي عظمت جا جوهر ڏيکاريا آهن، اها اڳ ۾ انهن جي پيرن هيٺان لتاڙيل هئي.

اسان جي عظيم قائد اسان جي قوم کي ميدان ۾ لاتو. ماڻهن تي ڀروسو ڪيو ۽ ماڻهن به پاڻ کي تيار ڪيو. جڏهن انهن عوام تي اعتبار ڪيو ته عوام به ان تي ڀروسو ڪيو. جنهن جي نتيجي ۾ هي علائقو جيڪو ڪفر جي دنيا لاءِ اميد جو مرڪز هو اهو خالص محمدي اسلام جو علمبردار تي ويو ۽ انشاء الله ايراني قوم ان ئي رستي ۾ اڳتي وڌندي ويندي. اهي ماڻهو جيڪي اهو سوچي رهيا هئا ته انقلاب جي باني حضرت امام خميني رحمت الله عليه جي لاڏاڻي کان پوءِ ماڻهو انقلاب کان پري ٿي ويندا، اهي غلطي تي هئا ۽ اڄ اهي پاڻ به محسوس ڪري رهيا آهن ته اهي غلطي تي هئا. اسان اڄ به انهن قدرن سان لاڳاپيل آهيون. اسان اسلامي قدرن کي پنهنجي قومي عزت جو ضامن سمجهون ٿا. اسان اسلام جي برڪت سان ئي ۽ الاهي طاقت جي برڪت سان اڄ دنيا ۾ رائج نظام کان گهڻو تيزيءَ سان علم جون چوٽيون سر ڪرڻ ۽ انهن کي فتح ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهيون. اسان تي جيڪي

ڪمزوريون تاڙيون وڃون هيون، اسان انهن تي قابو پائيندي پاڻ کي مضبوط بڻائينداسين.

اسان کي معلوم آهي ته دنيا جون غاصب طاقتون ان ڳالهه تي راضي ڪونه آهن. اسان کي خبر آهي ته اهي طاغوتي قوتون هنگاما ڪرائڻ، بدمعاشين، هُل هُلاچي، سياسي چالاڪين، اقتصادي پابندين ۽ ٻين هٿڪنڊن جي ذريعي اسان جي ترقيءَ جي هن سفر جي اڳيان رڪاوٽ وجهڻ گهرن ٿيون، پر اهي ايئن نٿا ڪري سگهن. اسان بيٺا آهيون. اسان جي قوم بيٺي آهي، بلڪ پوري اسلامي امت سجاڳ ٿي وئي آهي. اڄ مسلمان امت جون دليون آمريڪا ۽ يهودين جي بغض سان ڀريل آهن. اڄ وچ اوڀر کان وٺي آفريڪا ۽ ايشيا تائين اسلامي ملڪ ۽ اتان جا جوان پنهنجي اسلامي سڃاڻپ کي حاصل ڪرڻ جا خواهشمند آهن. اها هڪڙي اهڙي شئي آهي، جيڪا قومن منجهه ڇڪتي وئي آهي.[1]

❊ ❊ ❊ ❊ ❊

[1] عيد ميلادالنبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي موقعي تي منعقد ڪيل وحدت اسلامي ڪانفرنس ۾ شريڪ مهمانن ، حڪومتي آفيسرن ۽ اسلامي ملڪن جي سفيرن کي خطاب: 22 آگسٽ 2006ع.

## دنيا جو هميشه کان پيغمبر ﷺ جي وجود مبارڪ ۽ سندن الاهي پيغام جو محتاج هجڻ

انهن ڏينهن جي ياد ملهائڻ جو مقصد ۽ ان ڏينهن دنيا ۾ تشريف کڻي اچڻ واري شخصيت جي عظمتن کي سمجهائڻ لاءِ يقينن انساني سمجهه ۽ ڏاهپ ان کان گهڻي ننڍي آهي، جو اها ان بلند روح جي عظمت جي حقيقت ۽ ان جي نورانيت کي صحيح طور تي پروڙي سگهي. اسان جهڙا ماڻهو جيڪي ڪجهه بيان ڪندا آهن ان جو تعلق ظاهري پهلوئن سان آهي.

فاق النبيين في خلق و في خلق
ولم يدانوه في علم ولا ڪرم
وڪلهم من رسول الله ملتمس
غرفا من البحر اور شفا من الديم

(المصباح للڪفعمي، ص 731)

هي اهي ڳالهيون آهن، جن کي عقل ۽ انساني سمجهه پري کان ئي حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ذات ۾ مشاهدو ڪري سگهن ٿا ۽ پاڻ سڳورن جي حڪمن، قانونن ۽ فرمانن جي برڪتن ۾ غوطا هڻي سگهن ٿا.

اڄ اسان هڪڙي مسلمان ۽ هڪڙي انسان هجڻ جي ناتي پيغمبر اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا محتاج آهيون. ڇوته پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم رڳو مسلمانن لاءِ نہ پر جهانن لاءِ رحمت هئا. سمورو انساني لڏو حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وجود جي برڪتن ۽ رحمت جو نوازيل آهي.

پاڻ سڳورن رسالتِ الاهي جي عنوان سان جيڪا ڳالهہ انسانيت کي عطا ڪئي ۽ جيڪا شئي رسالتِ الاهي جي مڙني معاملن تي

مشتمل آهي، اهو ”قرآن شريف“ آهي جيڪو اڄ به اسان وٽ آهي ۽ اسان ان مان فائدو حاصل ڪري سگهون ٿا.

پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم انسانن کي ڇوٽڪاري جي واٽ ڏيکاري آهي. انهن کي ڀلائي ۽ ڪاميابيءَ جو رستو ڏيکاريو آهي. پاڻ سڀني انسانن کي اهڙي واٽ تي هلڻ جي تلقين ڪئي آهي، جنهن تي هلندي انسان کي پيش ايندڙ مشڪلاتون دور ٿي سگهن ٿيون ۽ ان جي زخمن جو علاج ٿي سگهي ٿو. جيئن ته انسان اهڙي پراڻي درد ۾ مبتلا آهي، جيڪو ڪنهن هڪڙي زماني يا دور سان لاڳاپيل ڪونهي، تنهنڪري ان اعتبار کان به انسانيت عدل ۽ انصاف جي محتاج آهي. هدايت جي محتاج آهي. ان کي اعليٰ انساني اخلاق جي ضرورت آهي. انسانيت هٿ وٺي هلائڻ ۽ رهنمائي جي محتاج آهي. انساني عقل کي الله تعاليٰ جي طرفان مبعوث ڪيل شخص جي مدد جي گهرج آهي. پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان الاهي واٽ کي مڙني ڪشادگين ۽ صلاحيتن سان انسانن جي لاءِ آسان ڪري ڇڏيو ۽ ٻنهي جهانن جي سردار صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هدايت الاهي جي صورت ۾ پوري وسعت سان اهي سڀ ڳالهيون ٻڌايون آهن. ان الاهي امداد ۽ برڪتن جي باوجود جنهن سبب انسان انهن برڪتن مان فائدو حاصل ڪري نه سگهيو آهي يا اڳتي نه ڪري سگهندو، ان جو ذميوار اهو پاڻ انسان آهي، اسان جي اڻ ڄاڻائي آهي، اسان جون ڪوتاهيون ۽ غفلتون آهن. اسان جي نفس پرستي ۽ اسان جو نفساني خواهشن جو شڪار ٿيڻ آهي. انسان جيڪڏهن اکيون کليل رکي، پنهنجي عقل کان ڪم وٺي ۽ همت ڪري قدم وڌائي ته ان جون سڀ پراڻيون مشڪلاتون ۽ زخمن جي علاج لاءِ رستو کليل آهي.

هن دعوت جي مقابلي ۾ شيطاني دعوت به آهي. شيطان هميشه پنهنجن ڇاڙتن ۽ لشڪر ۽ پنهنجن شاگردن کي انبياء الاهي جي مقابلي ۾ اچي بيهاريو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ انسان به واٽي تي بيٺو آهي، ان کي سڌي واٽ جي چونڊ ڪرڻي آهي.

## موجوده زماني جي ماڻهن جو سجاڳي ۽ اسلامي تعليمات سان واقف ٿيڻ

اڄ مسلمان امت اسلامي دنيا جي ڪنڊڪڙڇ ۾ شريعت ۽ دينِ اسلام کي هڪڙي نئين نظر سان ڏسڻ شروع ڪيو آهي. هڪڙي ڊگهي عرصي تائين غفلت ۾ رهڻ ۽ ڪيترين صدين تائين اسلامي تعليمات جي حقيقت کان پري رهڻ کان پوءِ اڄ انسانيت اکيون کوليون آهن. اسلامي دنيا ۽ مسلمان امت اکيون کوليون آهن ۽ اسلام جي احڪامن ۽ اسلامي معرفت ڏانهن موٽي رهيا آهن، ڇوته انسان جي پنهنجي هٿ سان ٺاهيل فلسفي جون ڪمزوريون کلي ڪري سامهون اچي ويون آهن. اڄ اسلامي دنيا اسلامي شريعت ۽ اسلامي تعليمات جي ذريعي ترقي ۽ ڪمال ڏانهن انسانيت جي هدايت ڪري سگهي ٿي. اڄ دنيا مسلمان امت جي تحرڪ لاءِ تيار آهي. انسان جي علمي ترقي جنهن ۾ دين ۽ معنويت ۽ اخلاق کي ڇهيو به نه ويندو آهي، انسان جي علم ۽ ڏاهپ ۽ عالم ’ڪون و مڪان‘ جي فطري حقيقتن جو نئين طريقي سان جائزو وٺڻ هڪڙي اهڙي ڳالهه آهي، جيڪا مسلمان امت جي تحرڪ جو سبب بڻجي سگهي ٿي. اسلامي دنيا اسلامي معرفتون رکي ٿي. پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جي سيرت، پاڻ سڳورن جون حديثون ۽ سيني کان وڏيڪ اسلامي دنيا منجهه ”قرآن شريف“ موجود آهي، جنهن جي لاڳاپي سان اسلامي دنيا اڳتي وڌي سگهي ٿي.[1]

❊❊❊❊❊

[1] حڪومتي آفيسرن سان ملاقات: 6 اپريل 2007ع.

# انسانذات کي بعثت جي پيغام جي ضرورت
# ۽ اسلامي دعوت جا ٽي اهم مرحلا

خاتم المرسلين صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت حقيقت ۾ سيني انسانن جي لاءِ هڪڙو نئون دروازو کولڻو هو تہ جيئن انهن کي انهن پراڻن ۽ قديم دروازن کان ڇوٽڪارو ڏياري سگهجي. ڪجهہ ماڻهن ان آواز تي لبيڪ چيو ۽ فائدو ورتائون. جڏهن تہ ڪجهہ ماڻهن منهن موڙڪئي ۽ انهن کي نقصان جو منهن ڏسڻو پيو.

اسان جي نظر ۾ اڄ بہ انسانيت کي هن پيغام جي اشد ضرورت آهي تہ اهي بعثت جي پيغام کي جيڪو حقيقت ۾ سيني نبين سڀورن عليهم السلام جو بہ پيغام آهي ۽ جنهن کي اسلام ۽ قرآن شريف جي تعليمات جي صورت ۾ مڪمل طور تي گڏ ڪيو ويو آهي، ان تي عمل ڪري. دين جي تبليغ جي سلسلي ۾ ٽي ڳالهيون سيني کان وڌيڪ اهم آهن جن جو قرآن شريف جي آيتن ۾ تاڪيد ڪيو ويو آهي. اهي ٽي ڳالهيون هي آهن: (1) علم ۽ حڪمت (2) تزڪيہ نفس ۽ اخلاق (3) عدل ۽ انصاف.

جيڪڏهن چڱيءَ طرح سوچ ويچار ڪجي تہ اڄ بہ انسان انهن ٽن ڳالهين جو محتاج آهي. اڄ انسان علم جي ميدان ۾ گهڻي ترقي ڪئي آهي. البت، ان جي اها ترقي هڪڙي خاص پهلوءَ تائين محدود آهي ۽ اهو مادي ۽ طبعي پهلو آهي. يعني اهي علم جن جو تعلق انسان جي مادي زندگيءَ سان آهي. ان علم يقينن انساني لڏي ۾ گهڻي ترقي ڪئي آهي.

هاڻي انسان کي معنوي علمن جي سلسلي ۾ جن جي ذريعي انساني ذهن کي خلقجڻ جي شروعات کان خالق جي هيڪڙائي ڏانهن ڌيان ڏياريو ويجي ٿو ۽ ان جي دل کي ان مقصد ڏانهن مائل ڪيو ويجي ٿو تہ جنهن مقصد لاءِ انسان کي پيدا ڪيو ويو آهي، گهڻو ڪجهہ سمجهڻ ۽ سکڻ جي ضرورت آهي. اسلام جي علم حاصل ڪرڻ واري دعوت

هڪڙي همهگير دعوت آهي. يعني اها علم جي مڙني پهلوئن جو احاطو ڪري ٿي.

اڄوڪي دور ۾ اخلاقي مسئلا، تزڪيہ نفس ۽ معنوي ۽ روحاني مسئلا ان ڪان بہ وڌيڪ اهم آهن، ڇوتہ انساني زندگيءَ جون مشڪلاتون، اخلاقيات ۽ تزڪيہ نفس ڪان دوريءَ جو ئي نتيجو آهن. تنهنڪري پهرين مرحلي ۾ اهم قومي شخصيتون، مختلف ملڪن جا سرڪاري عهديدار، ذميوار ۽ معاشري جا اهم ماڻهو هن پيغام جا اصل مخاطب آهن. جيڪڏهن ڪنهن بہ انساني معاشري جي چوٽي جي ماڻهن ۾، چاهي انهن جو تعلق سياست سان هجي يا علمي ۽ ثقافتي شعبن سان، اخلاقيات، معنويت ۽ تزڪيہ نفس موجود هجي تہ ان جو فيض ڦوهاري وانگر پري تائين پهچي وڃي ٿو ۽ عوام الناس بہ سٺن اخلاقن سان مالا مال ٿي ويندا آهن.

## اسلامي ملڪن جي سربراهن ۽ اڳواڻن جي اهم ذميواري

پهرين مرحلي ۾ مسلمان ملڪن جا چونڊيل شخص ۽ آفيسر هن پيغام جا مخاطب آهن. جيڪڏهن انساني معاشري جي اڳواڻي ڪرڻ واري طبقي ۾ جيڪو سياسي، علمي ۽ سماجي شخصيتن تي مشتمل هوندو آهي، روحانيت، اخلاقيات ۽ نفس جي پاڪائي جو ماحول قائم ٿي وڃي تہ ان چشمي جو فيض هين طبقن جي ماڻهن تائين پهچندو آهي ۽ عوام الناس بہ سٺن اخلاقن سان مالا مال ٿي ويندا آهن. تنهنڪري منهنجي هن گفتگو جو مخاطب مسلمان ملڪن جو حڪمران طبقو آهي. دنيا جي لالچ، هوا ۽ هوس، گمراهي واريون خواهشون، مادي بنيادن تي دوستيون ۽ دشمنيون، لڙائي جي باهہ جنهن جو مقصد والار پسندي ۽ مادي مقام ۽ منزلت حاصل ڪرڻ هجي، اها بدامني جنهن جو بڻ بنياد سياسي برايون ۽ سياستدانن جون سازشون هجن. انسانيت جي سڀ کان وڏي مشڪل آهي.

ڪنهن بہ ملڪ جي لاءِ اخلاقي پاڪائي گهڻي ضروري آهي. ماڻهن ۾ هڪٻئي لاءِ پيار، هڪٻئي لاءِ احترام جو جذبو، پنهنجن منصوبن ۾ بين ماڻهن جي حالتن جو خيال رکڻ، ماڻهن ۾ مروت ۽ همدردي اهي ڳالهيون آهن، جيڪي انساني زندگيءَ کي سڪون

بخشيندڙيون آهن. اڄ اسان دنيا ۾ ماضي جي مقابلي ۾ وڌيڪ بيچيني، بدامني ۽ ڏاڍ ڏسي رهيا آهيون ۽ بدامني انساني معاشري جي لاءِ سڀني کان وڏي مشڪل يا گهٽ ۾ گهٽ وڏين مشڪلاتن مان هڪڙي ضرور آهي. ماڻهو پنهنجن گهرن ۾ به محفوظ ڪونه آهن. انهن جي سماجي زندگيءَ کي تحفظ حاصل ڪونهي. ماڻهن جو پنهنجي وطن ۽ پنهنجي ملڪ ۾ محفوظ نه هجڻ اهو خراب ۽ والار پسندي تي مبني سياست جو نتيجو آهي. اسلام اسان کي تزڪيه نفس جي دعوت ڏني آهي ۽ اها اسلام جي قيمتي تعليم ۽ هدايت آهي: "يَتۡلُوۡا عَلَيۡكُمۡ اٰيٰتِنَا وَيُزَكِّيۡكُمۡ وَيُعَلِّمُكُمُ الۡكِتٰبَ وَالۡحِكۡمَةَ" (بقره: 151) آياتِ الاهي جي تلاوت ڪري تو ۽ انهن جو تزڪيو ڪري تو ۽ انهن کي تعليم ڏئي تو.

عدل ۽ انصاف جو قيام سڀني نبين سڳورن جي دعوت جو سڀ کان اهم اصول رهيو آهي. تنهنڪري ارشاد نبوي ٿئي ٿو ته نبين سڳورن کي موڪلڻ، ڪتاب نازل ڪرڻ ۽ نبين ۽ انهن جي پيروڪارن جون اهي سڀ محنتون ۽ ڪوششون ان لاءِ هيون ته "لِيَقُوۡمَ النَّاسُ بِالۡقِسۡطِ" (حديد: 25) ماڻهن جي زندگي عدل ۽ انصاف جي طريقي تي گامزن ٿي وڃي.

❊❊

اسلامي فرقن جي وچ ۾ ٻڌي جي لاءِ حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي شخصيت کي اصلي نقطي ۽ محور جي حيثيت حاصل آهي، ڇوته سڀني مسلمانن جون دليون پاڻ سڳورن جي عشق ۽ محبت سان ڀريل آهن. مسلمان امت جو هڪ هڪ ڀاتي الله تعاليٰ جي ان چونڊيل ٻانهي ۽ انساني تاريخ جي ان عظيم هستي جي عشق ۽ محبت جي اثر هيٺ آهي. اسلامي ملت کي گهرجي ته ان عظيم نعمت کي ٻڌيءَ جو وسيلو ۽ محور قرار ڏئي ۽ پاڻ ۾ هڪٻئي جي ويجهو ٿي وڃن.[1]

❊ ❊ ❊ ❊ ❊

---

[1] عيد ميلادالنبي صلي الله عليه وآله وسلم جي موقعي تي اعليٰ حڪومتي عهديدارن ۽ زندگيءَ جي مختلف شعبن سان تعلق رکڻ وارن ماڻهن کي خطاب: 11 آگسٽ 2007ع)

# بعثت جي ياد: انساني لڏي ۽ مسلمان اُمت جي لاءِ نه وسرڻ واري سبق جو ورجاءُ

بعثت جي ياد ملهائڻ ڪنهن عام تاريخي واقعي جي ياد ملهائڻ وانگر ڪونهي. هي اهو بنيادي نقطو آهي، جنهن ڪي انساني تاريخ جي هن عظيم ۽ يادگار واقعي تي نظر وجهڻ وقت هميشه اسان جي نظر سامهون هجڻ گهرجي. هن عظيم الشان واقعي جي ياد ملهائڻ جو مقصد حقيقت ۾ ان نه وسارڻ جهڙي ۽ يادگار سبق کي دهرائڻ ۽ ان کي ياد رکڻ آهي.

پهرين مرحلي ۾ مسلمان امت جي سيني سمجهدار شخصن، سياستدانن، دانشورن ۽ روشن خيال ماڻهن جي لاءِ هن ياد ڏيارڻ واري عمل ۾ سبق آهي. ان کان پوءِ ٻئي مرحلي ۾ ان واقعي کي ياد ڏيارڻ واري عمل ۾ پوري انساني لڏي لاءِ سبق آهي. اهو هڪڙي سبق کي دهرائڻ ۽ نئين سر مطالعو آهي ۽ هڪڙي سبق سيکاريندڙ واقعي جي ياد آهي.

هن واقعي جا مختلف پهلو آهن. جيڪڏهن ڪو ماڻهو حقيقت ۾ بعثت جي مڙني پهلوئن کي سادي انداز ۾ بيان ڪرڻ گهري، توڙي جو مختصر ئي سهي، ته به ان کي ڪيترا ڪتاب لکڻا پوندا ۽ ڪلاڪن تائين تقريرون ڪرڻيون پونديون. پر پوءِ به انسان جِي ان واقعي تي نظر پوڻ سان ئي اهو ان مان گهڻائي سبق سکي وٺي ٿو. توهان غور ڪيو ته حضور اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم سيني انساني ضرورتن ۽ ان جي تڪميل جي طريقن تي مشتمل هڪڙي جامع پيغام سان اهڙي معاشري ۾ قدم رکيو ۽ پنهنجي تحريڪ جي شروعات ڪئي، جنهن ۾ انهن ڪمالن جو ڪٿي نالو نشان به ڪونه هو.

پيغمبر اسلام صلي الله عليه وآله وسلم علم جا پيغمبر هئا. چوته ان معاشري ۾ علم جو نالو ۽ نشان ڪونه هو. پاڻ سڳورا عدل ۽ انصاف جا پيغمبر هئا. چوته ان معاشري مان ته عدل ۽ انصاف جي بوءِ به ڪونه

ايندي هئي، اتي تہ طاقتور مالدار ۽ بااثر ماڻهو ٻين جي جان ۽ مال تي مڙهيل هئا. تنهنڪري اسان چئون ٿا تہ پاڻ سڳورا اخلاق، قرباني، مساوات، عدل، انصاف ۽ محبت جا پيغمبر هئا. پاڻ سڳورن کان اڳ ۾ ان معاشري ۾ انهن قدرن جي ڪا معني ۽ مفهوم ڪونہ هو. هڪڙو اهڙو معاشرو هو جيڪو ظلم، ڏاڍ ۽ زبردستي جو عادي هو جيڪو اخلاقيات ۽ معنويات کان وانجهو هو علم ۽ ڏاهپ کان پري، نفساني **خواهشن** جو شوقين ۽ جاهلاڻن تعصبن ۽ تڪبر ۽ غرور ۾ ٻڏل هو.

## بعثت رسول ڪريم ﷺ جا مختلف پهلو

هڪڙي اهڙي غيرمتحرڪ ۽ ڏکئي ماحول ۾ ۽ اهڙي بناپاڻي ۽ گاهہ واري پٿريلي زمين تي هي ٻوٽو ڦُٽو ۽ مسلسل تيرهن سالن تائين سخت حالتن ۾ ان کي پاڻي ڏنو ويو ۽ تيرهن سالن کان پوءِ هڪڙو وڏو وڻ بڻجي حڪومت جي تشڪيل جي صورت ۾ سامهون آيو. جيڪا حڪومت علم، عدل، ۽ انصاف، توحيد ۽ معنويت، اخلاق ۽ ڪرامت تي ٻڌل هئي. جنهن جي ذريعي ذلت کي عزت ۾، جهيڙن کي ڀائيچاري ۾، پارٽي بازيءَ کي ايثار ۽ ڏاهپ ۾ ۽ جهالت کي علم ۾ تبديل ڪيو ويو. هڪڙو مضبوط بنياد رکيو ويو، جنهن جي سهاري مسلمانن دنيا جي تهذيبن جي ڪمال واري نقطي تي قدم رکيو ۽ مسلمانن اهڙين اهڙين نين منزلن ۽ بلندين کي وجود بخشيو جنهن جو تاريخ ۾ مثال ڪونہ ٿو ملي.

## بعثت رسول ڪريم ﷺ انساني تاريخ جي هڪڙي نئين دور جي شروعات

اها حڪومت ڏهن سالن کان زيادہ عرصي واري ڪونہ هئي. توهان مڪي دور جي تيرهن سالن کي بہ انهن ڏهن سالن سان گڏائي ڏسو هڪڙي قوم جي عمر جي حيثيت سان اهو ڪيترو عرصو آهي. هڪڙي گهڙيءَ وانگر آهي. ايئن لڳي ٿو تہ هڪڙي ڪلاڪ جي ڳالهہ

هجي. ايتري مختصر مدت ۾ هڪڙي عظيم تحريڪ ظاهري وجود ۾ آئي، جنهن پوري تاريخ کي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو. هڪڙي حصي کي اسلام کان اڳ وارو زمانو ۽ ٻئي حصي کي اسلام اچڻ کان پوءِ واري زماني جو نالو ڏنو ويو آهي. توهان بعثت جي عظمت کي ان نگاهه سان ڏسو تہ ان انسانذات کي ترقي جي رستي تي هلائي ڇڏيو. اخلاقي بنياد کي مضبوط ڪيو ۽ انسانذات کي نہ وساري سگهڻ جهڙو سبق ڏنو آهي.

انهن ڪاميابين جي پٺيان هڪٻئي سان ڳنڍيل گهڻائي عنصر ڪم ڪري رهيا هئا. تاهم سيني کان اهم ۽ سگهارو عنصر دل جي صفائي ۽ معرفت، ۽ روحانيت ۽ معنويت سان ڀرپور ئي الله جي ذات تي توڪل ڪرڻ هو. پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم مڪي جا سيني کان وڌيڪ عقلمند ۽ ڏاها انسان هئا. نبوت واري منصب تي عملي طور فائز ٿيڻ کان اڳ ئي ان علائقي ۾ پاڻ سڳورن جي ڪردار، اخلاق ۽ شرافت جا چرچا عام هئا.

## تعصب ۽ جهالت تي ٻڌل ان سخت ترين دور ۾ پيغمبر اڪرم ﷺ جي ڪاميابيءَ جا سبب

هن دنيا جي سيني ماڻهن منجهان هن چونڊيل شخصيت کي لطف الاهي جو حقدار قرار ڏنو ويو ۽ اها عظيم ذميواري پاڻ سڳورن جي ڪلهن تي رکي وئي. ڇوتہ الله تعاليٰ پاڻ سڳورن کي آزمائي ڇڏيو هو ۽ پنهنجي هن ٻانهي کان چڱيءَ طرح واقف هو ۽ الله تعاليٰ کي معلوم هو تہ اها ڳري ذميواري ڪنهن جي ڪلهن تي رکي رهيو آهي.

پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ مضبوطيءَ جو ثبوت ڏنو ۽ پنهنجي هدف جي گهري معرفت سان اها مضبوطي ۽ سگهہ پاڻ سڳورن جي سيني ڪاميابين جو بنياد ۽ پيڙهہ بڻجي وئي.

جي ها! فتح حق جي ئي ٿيندي آهي، پر ان جا ڪجهہ شرط آهن. حق جي فتح جو پهريون شرط حق جو دفاع آهي. حق جي راهہ ۾ مضبوطي ۽ ڄمي بيهڻ آهي. بعثت جي پهرين مرحلي ۾ ٽن سالن کان بہ وڌيڪ عرصي ۾ جڏهن اسلام جي دعوت اڃا غيراعلانيہ هئي، پيغمبر

اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم صرف ٽيهن چاليهن ماڻهن کي مسلمان ڪري سگهيا هئا. ان کان پوءِ حڪم الاهي ٿيو تہ "فَاصْدَعْ بِمَا تُؤْمَرُ وَاَعْرِضْ عَنِ الْمُشْرِكِيْنَ ○ اِنَّا كَفَيْنٰكَ الْمُسْتَهْزِءِيْنَ" (حجر: 94، 95).

هاڻي توهان ان ڳالهہ جو واضح اعلان ڪري ڇڏيو جنهن جو حڪم ڏنو ويو آهي ۽ مشرڪن کان پاسيرو ٿي وڃو. اسان انهن ٺٺول ڪرڻ وارن لاءِ ڪافي آهيون. يعني هاڻي کلم کلا دعوت ڏيو ميدان ۾ وڃي جهنڊو بلند ڪيو ۽ پنهنجي مشن کي پکيڙيو. پاڻ سڳورا ميدان ۾ لٿا ۽ ان کان پوءِ جيڪو ڪجهہ ٿيو ان جي توهان کي خبر آهي. قريشن جي وڏيرن ۽ بااثر ماڻهن کي پنهنجي حيثيت خطري ۾ ڏسڻ ۾ آئي. ان جي تدارڪ لاءِ انهن سيني کان اڳ ۾ تہ لالچ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. حضرت ابوطالب عليہ السلام جي خدمت ۾ آيا ۽ چوڻ لڳا تہ توهان جو هيءُ ڀائٽيو جيڪڏهن سردار ٿيڻ گهري ٿو تہ اسان ان کي پنهنجو سردار مڃڻ لاءِ تيار آهيون، جيڪڏهن ان کي مال ۽ دولت گهرجي تہ اسان ان کي ايتري دولت ڏينداسين، جو اهو اسان سيني کان وڌيڪ امير ٿي ويندو. جيڪڏهن اهو بادشاهہ ٿيڻ گهري ٿو تہ اسان ان کي پنهنجو بادشاهہ مڃڻ لاءِ تيار آهيون. بس، اهو جيڪي ڳالهيون ڪري رهيو آهي، اهي نہ ڪري. حضرت ابوطالب عليہ السلام کي پنهنجي ڀائٽي جي جان خطري ۾ محسوس ٿي، تنهنڪري انهن ماڻهن جي ان سازش تي ان کي ڳڻتي ٿيڻ لڳي ۽ اهو پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ آيو ۽ پاڻ سڳورن تائين مڪي جي وڏيرن جو پيغام پهچايائين. شايد حضرت ابوطالب عليہ السلام اهو پيغام پهچائڻ کان پوءِ پاڻ سڳورن کي ڪجهہ نصيحتون بہ ڪيون ۽ انهن کي پنهنجي موقف تان ڪجهہ هٽڻ جو مشورو ڏيندي چيو تہ آخر انهن قريشين جي مقابلي ۾ ايتري حد تائين ضد ڪري بيهڻ بہ تہ ضروري ڪونهي. پاڻ سڳورن فرمايو "يَا عَمِّ! وَاللهِ لَوْ وَضَعُوا الشَّمْسَ فِيْ يَمِيْنِيْ وَالْقَمَرَ فِيْ شِمَالِيْ لَاَعْرِضَ عَنْ هٰذَا الْاَمْرِ لا افعله حَتّٰى اظهرهُ اللهُ اَوْ يذهِبَ بِمَا فِيْهِ" (تفسير قمي ج 2 ص 228)

"اي چاچا! جيڪڏهن منهنجي ساڄي هٿ تي سج ۽ کابي هٿ تي چنڊ رکيو وڃي ته مان پنهنجي هدف ۽ مقصد کي ترڪ ڪريان، ته به الله جو قسم مان ايئن ڪڏهن به نه ڪندس، ايستائين جو الله تعاليٰ مون کي فتح نصيب ڪري يا اسان سڀ ختم ٿي وڃون."

ان کان پوءِ روايت ۾ آهي ته "ثُمَّ اغرَورَقَت عَينَاه مِنَ الدَّمعِ" پيغمبر اسلام صلي الله عليه وآله وسلم جي اکڙين ۾ لڙڪ پرجي آيا ۽ پاڻ سگورا پنهنجي جاءِ تان اٿي پيا. جڏهن حضرت ابوطالب عليه السلام ايمان جو اهو انداز ۽ مضبوطي ڏٺي ته فرمايو "يَابنَ اَخِي اِذهَب وَقُل مَا اَحبَبتَ" اي ڀائٽيا! پنهنجي مقصد ڏانهن وک وڌاءِ ۽ جيڪو دل گهري اهو چئه "وَاللهِ لا اُسَلِّمَنكَ بِشَيءٍ" الله جو قسم! مان توکي ڪنهن به شئي جي بدلي نٿو ڏئي سگهان. استقامت جو اهڙو انداز استقامت جو سرچشمو ٿيندو آهي. پيغمبر اسلام صلي الله عليه وآله وسلم جي ان استقامت کان حضرت ابوطالب عليه السلام جي اندر به استقامت ۾ اضافو ٿيو.

پنهنجي هدف تي يقين، دشمن کان نه ڊڄڻ، دشمن جي ڪنهن به لالچ ۾ نه اچڻ، هدف کان هٿ کڻڻ جي صورت ۾ دشمن طرفان ملڻ وارين سهوليتن کي خاطر ۾ نه آڻڻ سان انسان جي اندر استقامت ۽ مضبوطي اچي ويندي آهي ۽ سڪون ملندو آهي. ان سان خود هدف ۽ هدف کي مقرر ڪرڻ واري يعني الله تعاليٰ جي ذات تي يقين ڪامل ۽ عقيدو پختو ٿي ويندو آهي.

اهوئي سبب آهي ته ٽيهن چاليهن ماڻهن کان وڌيڪ نه هجڻ جي باوجود انهن مشڪلاتن ۽ ڏکيائين جي پهاڙن جو مقابلو ڪيو ۽ ڏينهون ڏينهن انهن ماڻهن ۾ اضافو ٿيندو ويو. جڏهن ته اهي اهو به ڏسي رهيا هئا ته هر روز مڪي ۾ حضرت عمار رضي الله عنه سان ڪهڙو سلوڪ ٿي رهيو آهي. حضرت بلال رضي الله عنه سان ڪهڙو ورتاءُ ڪيو پيو وڃي. حضرت سميه رضي الله عنها ۽ حضرت ياسر رضي الله عنه کي ڪهڙيون ڪهڙيون اذيتون ڏنيون ٿي ويون، ايتري تائين جو انهن کي شهيد ڪيو ويو. ماڻهو اهو سڀ ڪجهه ڏسندي به ايمان آڻي رهيا هئا. حق ته اڳتي

وڏندو ٿي اهڙي انداز ۾ آهي، صرف امن امان جو انتظار ڪرڻ سان حق اڳتي نٿو وڌي سگهي. بلڪ حق ان وقت اڳتي وڌندو آهي، جڏهن صاحبِ حق ۽ حق جا پيروڪار حق جي راهه ۾ استقامت ۽ مضبوطيءَ جو مظاهرو ڪن.

الله تعاليٰ جو قرآن شريف ۾ ارشاد آهي "مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللهِ وَالَّذِيْنَ مَعَهٗۤ اَشِدَّآءُ عَلَى الْكُفَّارِ رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ" (فتح: 29). "اَشِدَّآءُ عَلَى الْكُفَّارِ" جو اهو مطلب ڪونهي ته اهي هر وقت ڪافرن سان وڙهندا رهن. اشداءُ ۽ شدت جي معنيٰ استحڪام ۽ مضبوطي آهي. قدم نه لڙڪڙائڻ جي مطلب ۾ آهي. هڪڙو لوهه اهڙو هوندو آهي جڏهن ان کي ڪٽ لڳي ويندي آهي ته اهو ان ڪٽ جي ڪري پُري ختم ٿي ويندو آهي، جڏهن ته ٻيو لوهه اهڙو هوندو آهي، جيڪو صديون گذري وڃڻ جي باوجود ان کي ڪٽ نه لڳندي آهي ۽ نه اهو ڳري پُري ختم ٿيندو آهي. اشداء يعني استحڪام: ۽ اهو استحڪام ڪڏهن لڙائي جي ميدان ۾ هوندو آهي ته ان جو انداز ڪجهه ٻيو هوندو آهي ۽ ڪڏهن دشمن سان ڳالهين ۾ هوندو آهي ته ان جو انداز الڳ هوندو آهي. توهان غور ڪيو ته جڏهن ڪنهن لڙائيءَ جي دوران پاڻ سڳورا دشمن سان ڳالهائڻ گهرندا هئا يا دشمن پاڻ سڳورن سان ڳالهائڻ گهرندا هيا ته پاڻ سڳورا ڪهڙي انداز ۾ ڳالهه ڪندا هئا. پاڻ سڳورا مڪمل استحڪام وارا ڏسڻ ۾ ايندا هئا. ڪٿي به قدم ڏڪڻ جو گمان به ڪونه ٿيندو هو. خندق واري لڙائي ۾ حضور اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم پنهنجي مقابلي ۾ اچڻ وارن سان ڳالهايو پر ڪيئن ۽ ڇا ڳالهايو! توهان تاريخ پڙهي ڏسو. پاڻ سڳورن لڙائي ڪئي ته به استحڪام سان، جيڪڏهن ڳالهيون ڪيون ته به استحڪام ۽ مضبوطيءَ سان ۽ جيڪڏهن دشمن سان ڪو معاهدو ڪيو ته اهو به پوري شدت، مضبوطي ۽ استحڪام سان ڪيو ۽ "اَشِدَّآءُ عَلَى الْكُفَّارِ" جي معنيٰ ۽ مفهوم به اهو آهي. "رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ" يعني اهي پاڻ ۾ رحمدل آهن. هتي نرمي آهي، همدردي آهي، هتي اها شدت ۽ سختي

ڪونهي، هتي تہ هڪبئي ڪي دليون ڏيڻ وٺڻ جو معاملو هوندو آهي، هتي تہ هڪبئي جي لاءِ محبت ۽ مهرباني جو جذبو آهي.

شعبِ ابوطالب عليہ السلام جي بيمثال استقامت ان ئي بعثت جي شروعاتي ثابت قدمي ۽ مضبوطيءَ جوئي نتيجو آهي، ورنہ ڪهڙي مجال آهي جو ٽن سالن تائين هڪڙي ويران گهاٽي ۾ جتي ساڙيندڙ اس ۾ خود پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم، حضرت ابوطالب عليہ السلام، حضرت خديجہ رضي الله عنها ۽ ٻيا مسلمان پنهنجي گهر وارن سان گڏ مسلسل ٽي سال گذارين ٿا. اتي اچڻ وڃڻ جا سڀ رستا بند ڪيا ويا هئا تہ جيئن انهن ڪي کائڻ پيئڻ لاءِ ڪا شئي ملي نہ سگهي.

ڪڏهن ڪڏهن سال جي انهن ڏينهن ۾ جن ۾ جاهليت واري زماني جي رواج مطابق آزادي هئي، يعني انهن ڏينهن ۾ لڙائي جهڳڙو ڪونہ ڪيو ويندو هو مسلمان شهر اندر وڃي سگهندا هئا. پر ابوجهل، ابولهب ۽ مڪي جي ٻين سردارن پنهنجن پٽن ۽ نوڪرن کي اها هدايت ڪري ڇڏي هئي تہ اهي ماڻهو جيڪڏهن ڪنهن دوڪان تان ڪجهہ خريد ڪرڻ گهرن تہ توهان هڪدم اها شئي ٻيڻي رقم تي خريد ڪري وٺو ۽ انهن کي سامان خريد ڪرڻ جو موقعو نہ ڏيو. تنهنڪري اهڙين ڏکين حالتن ۾ ٽي سال گذارڻ ڪا معمولي ڳالهہ آهي!؟

استقامت جو پهريون بنياد، خيمي جو اهو پهريون مضبوط ٿنڀو الله تعاليٰ جي ذات تي توڪل سان پريل دل استقامت ۽ مضبوطيءَ جو اهو ماحول پيدا ڪري ڇڏين ٿا، جو ان فضا ۾ ساهہ کڻڻ وارو هر شخص استقامت جي نموني ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو. ٻارڙا رات ڏينهن بک کان ٻاڪاري روئيندا هئا ۽ جڏهن انهن ٻارڙن جي روئڻ جا آواز قريشي ڪافرن جي ڪنن تائين پهچندا هئا تہ انهن مان بہ ڪن جون دليون ڏکي وينديون هيون، پر اهي پنهنجن سردارن جي خوف کان ماٺ ڪري ويهي رهندا هئا ۽ انهن جي ڪابہ مدد ڪري نہ سگهندا هئا. ٻئي طرف مسلمانن جو اهو حال هو جو انهن جا ٻار انهن جي اکين سامهون تڙپي تڙپي مري ويندا هئا. شعبِ ابوطالب عليہ السلام ۾ ڪيترا ماڻهو

فوت ٿيا؟ ڪيترا ماڻهو بيمارين ۾ ڦاسي ويا ۽ ڪيترا ماڻهو بک ۾ تڙپندا رهيا. پر اهي پنهنجي موقف تان پوئتي ڪونہ هٽيا. اميرالمومنين علي عليہ السلام پنهنجي فرزند محمد بن حنفيہ کي فرمايو "تَزُولُ الجِبَالُ وَلا تَزُل" (مستدرڪ ج 11 ص 86). پهاڙ پنهنجي جاءِ تان هٽي وڃن، پر تون پنهنجي جاءِ تان نہ هٽجان. هي اهائي نصيحت آهي، جيڪا حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجن ساٿين کي ڪندا رهندا هئا. اهو اسان جي لاءِ سبق آهي. بعثت رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مان اسان کي اهوئي سبق ملي ٿو.

بعثت جي حوالي سان صرف ويهي اها ياد ملهائڻ ۽ خوش ٿيڻ مان ڪجهہ بہ حاصل ٿيڻ وارو ڪونهي تہ جبرائيل عليہ السلام آيو ۽ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم مبعوث برسالت ٿي ويا. فلاڻا فلاڻا شخص مسلمان ٿيا ۽ فلاڻن فلاڻن ايمان ڪونہ آندو. ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ اسان هن واقعي مان جيڪو حقيقت ۾ پاڻ سڳورن جي حياتي مبارڪ جي مڙني واقعن جو اصل ۽ بنياد آهي، سبق حاصل ڪيون. پاڻ سڳورن جي دور نبوت جي ٽيويهن سالن جي هڪڙي هڪڙي گهڙي اسان جي لاءِ سبق آهي.

مون ڪنهن موقعي تي پنهنجن ڪجهہ دوستن کي چيو هو تہ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حياتي مبارڪ جي ذري ذري جي حساب سان مطالعو ڪرڻ گهرجي، انهيءَ ڪري جو پاڻ سڳورن جي حياتي مبارڪ جي هڪڙي هڪڙي گهڙي عظيم واقعو ۽ سبق آهي. هر گهڙي انسانيت جو عظيم جلوو آهي. پاڻ سڳورن جي زندگيءَ جا پورا ٽيويهہ سال ان ئي انداز ۾ گذريا آهن.

اسان جي نوجوانن کي گهرجي تہ وڃي تاريخ جي مُستَنَد ۽ معتبر ڪتابن ۾ پاڻ سڳورن جي حياتي مبارڪ جو مطالعو ڪن تہ جيئن انهن کي معلوم ٿي سگهي تہ پاڻ سڳورن ڪهڙيون ڪهڙيون مشڪلاتون برداشت ڪيون. اڄ جيڪڏهن توهان کي هڪڙي عظيم امت نظر اچي رهي آهي، اها امت جيڪا بهترين خيالن، بهترين روين،

بهترين سبقن ۾ انساني لڏي جي ڏکن سورن جي لاءِ بهترين علاج واري واٽ جو سرچشمو آهي تہ اها امت انهن مشڪلاتن مان گذري ظاهري وجود ۾ آئي، وڏي ويجهي ۾ مستحڪم ۽ مضبوط ٿي آهي، ورنہ صرف اهو چوڻ سان ترقي حاصل ٿيڻ واري ڪونهي تہ اسان حق تي آهيون. حق سان گڏ استقامت ۽ مضبوطي لازمي آهي. مان وري وري حضرت اميرالمومنين علي عليہ السلام جو صفين واري لڙائي ۾ چيل هي جملو نقل ڪندو آهيان "لايَحمِلُ هٰذَا العَلَمَ اِلا اَهلُ البَصَرِ وَالصَّبرِ" (نهج البلاغہ خطبو 173). هن جهنڊي کي صرف اهي ماڻهو کڻي سگهن ٿا جيڪي سيني کان اڳ ۾ بصيرت واري زيور سان سينگاريل هجن ۽ انهن کي پوري سمجهہ هجي تہ معاملو ڪهڙو آهي ۽ هدف ڇا آهي؟ ٻيو اهو تہ انهن ۾ صبر ڪرڻ جي سگهہ هجي. صبر مان هتي استقامت ۽ ثابت قدمي مراد آهي. اسان کي بعثت مان اهو سبق حاصل ڪرڻ گهرجي.[1]

* * * * *

[1] عيد ميلادالنبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي موقعي تي مملڪت جي اعليٰ عهديدارن سان ملاقات: 30 جون 2008ع.

# پيغمبر اعظم ﷺ جي ڀلاري ڄمر جي وقت ظاهر ٿيڻ وارن واقعن جو فلسفو

پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڄمڻ جو واقعو صرف هڪڙو تاريخي واقعو ڪونهي، بلڪ اهو انسانيت جي لاءِ رستو مقرر ڪرڻ وارو واقعو آهي. تاريخ جي روشني ۾ ڀاڳ واري ڄمر وقت جيڪي واقعا ظاهر ٿيا، اهي خود ان ڄمڻ واري شخصيت جي معنيٰ ۽ مفهوم جو ڪليل ثبوت آهن. تاريخدانن لکيو آهي تہ پاڻ سڳورن جي ڀاڳ واري ڄمر وقت دنيا جي مختلف جاين تي موجود ڪفر ۽ شرڪ جي نشانين ۾ ڏار پئجي ويا.

فارس جو اهو آتش ڪدو جيڪو پوين هزار سالن کان روشن هو، پاڻ سڳورن جي ڄمڻ سان ئي وسامي ويو. پوڄا گهرن ۾ رکيل بت هڪدم مُنهن ڀر ڪرڻ لڳا. عبادت گهرن جا راهب ۽ خادم اها حالت ڏسي حيران ۽ پريشان ٿي ويا تہ هي ڇا ٿي رهيو آهي! اهو ڪفر ۽ شرڪ ۽ مادي پرستي جي جسم تي ان ڄمر جو علامتي وار هو. ٻئي طرف ان دور جي ظالم جابر ۽ مشرڪ ايراني سلطنت بہ سانحي جو شڪار ٿي. مدائن جي شاهي محلات جا ڪنگرا جيڪي چوڏهن هئا، ڪرڻ لڳا، جيڪا ان ڳالهہ جي ٻي نشاني هئي تہ اهو ڄمر دنيا ۾ ظلم ۽ زبردستي ۽ شيطانيت سان مقابلي جو مُنڍ آهي.

پاڻ سڳورن جي ڀاڳ واري ڄمر ۾ جتي انفرادي طور تي انسانن جي فڪري ۽ قلبي هدايت جو پهلو سمايل آهي، اهوئي اجتماعي لحاظ کان معاشري جي عملي هدايت ۽ رهنمائي، دنيا ۾ ظالم ۽ ڏاڍ سان مقابلو ۽ شيطاني طاقتن سان مقابلي جو علامتي پهلو بہ ظاهر ڪري ٿو.

اميرالمومنين علي عليہ السلام نهج البلاغہ ۾ مختلف جاين تي ان دور جي حالتن کي بيان ڪيو آهي، جنهن دور ۾ ان چمڪندڙ سج يعني نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مقدس وجود جو نور ظاهر ٿيو

هو. فرمائين ٿا "وَالدُّنيَا كَاسِفَتُ النُّورِ ظَاهِرَة الغرور" (**خطبو** 88) دنيا ۾ نور جو ڪو وجود ڪونہ هو. انسان اونداهيءَ ۾ **زندگي گذاري** رهيا هئا. هر طرف جهالت، ظلم، ڏاڍ ۽ گمراهي جي **اونداهي ڇانيل** هئي. البت، انهن مڙني ظلمن ۽ اونداهين جو مرڪز اهو ماڳ هو جتي پاڻ سڳورا ڄاوا هئا ۽ بعد ۾ رسالت جو اعلان ڪيائون - يعني عربستان - خاص ڪري مڪو مڙني برائين، گمراهين ۽ اونداهين جو مرڪز هو. جتي فڪري ۽ اعتقادي خرابين، شرڪ ۽ بت پرستي کان علاوه جهيڙن ۽ سنگدليءَ جا اهي دل ڏاريندڙ منظر ڏسڻ ۾ ايندا هئا، جن جو تاريخ ۾ مثال نٿو ملي. قرآن شريف ان دور جي حالتن ڪي هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي "وَاِذَا بُشِّرَ اَحَدُهُمْ بِالْاُنْثٰى ظَلَّ وَجْهُهٗ مُسْوَدًّا وَّهُوَ كَظِيْمٌ ۝ يَتَوَارٰى مِنَ الْقَوْمِ مِنْ سُوْٓءِ مَا بُشِّرَ بِهٖ اَيُمْسِكُهٗ عَلٰى هُوْنٍ اَمْ يَدُسُّهٗ فِى التُّرَابِ اَلَا سَآءَ مَا يَحْكُمُوْنَ" (نحل: 58، 59) جڏهن انهن مان ڪنهن کي ڌيءَ ڄمڻ جي خبر ٻڌائي ويجي ٿي تہ ان جو منهن ڪاراٽجي ويجي ٿو ۽ اهو رت جا ڍڪ پيڻ لڳي ٿو. قوم وارن کان منهن لڪائي ٿو تہ وڏي خراب خبر ٻڌائي وئي آهي، هاڻي ان کي ذلت سان جيئرو رکي يا مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏي، يقينن اهي ماڻهو گهڻو خراب فيصلو ڪري رهيا آهن.

اهو پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ والہ وسلم جي ڄمڻ واري دور ۾ انساني اخلاق جو نمونو آهي، پر پاڻ سڳورن جي اعلانِ نبوت (بعثت) سان ئي اهي حالتون تبديل ٿي ويون "وَكَانَ بَعدَهُ هُدَىً مِنَ الضَّلالِ وَ نُورًا مِنَ العَمىٰ" (اقبال الاعمال ج 1 ص 295) انسانذات جيڪا انڌي هئي، اها ڏسڻ واري ٿي وئي. دنيا جيڪا اوندهہ ۾ ٻڏل هئي، پاڻ سڳورن جي نور مبارڪ سان روشن ٿي وئي. اهو پاڻ سڳورن جي ڄمڻ ۽ بعثت جو فلسفو آهي. نہ صرف اسان مسلمان ان نعمت الاهي جا ٿورائتا آهيون، بلڪ پوري انسانيت ان عظيم نعمت الاهيءَ جي ٿورائتي آهي.

اها ڳالهہ صحيح آهي تہ ايترين صديون گذرڻ جي باوجود پاڻ سڳورن جي هدايت ۽ رهنمائي واري پيغام اڃاتائين پوري انسانذات جو احاطو ڪونہ ڪيو آهي. پر هدايت ۽ رهنمائيءَ جو هي روشن ڏيئو

هميشھ انسانن جي وچ ۾ موجود رهيو آهي ۽ ايترين صدين کان انسانذات کي آهستي آهستي ان نور ڏانهن هدايت ڪري رهيو آهي.

توهان تاريخ ۾ حضور اڪرم صلي الله عليه وآلہ وسلم جي جمڻ ۽ بعثت کان پوءِ واري زماني جو جائزو وٺو تہ اها حقيقت پڌري ٿيندي تہ انسانذات اخلاقي قدرن جي راهہ ۾ مسلسل اڳتي قدم وڌايو آهي ۽ انهن قدرن جي معرفت ۾ ڏسڻ جهڙي پيشقدمي ڪئي آهي. آهستي آهستي ان جو دائرو اڃا وسيع ٿيندو ويندو ۽ ڏينهون ڏينهن ان ۾ شدت ايندي ويندي، ايستائين جو انشاء الله هڪڙي ڏينهن هي نور پوري دنيا ۾ پکڙجي ويندو "لِيُظْهِرَهُ عَلَى الدِّيْنِ كُلِّهِ وَلَوْ كَرِهَ الْمُشْرِكُوْنَ" (توبه: 33) يعني هي دين پوري دنيا تي ڇانئجي ويندو ۽ پوري انسانيت الله تعاليٰ جي ٻڌايل سڌي واٽ (صراط مستقيم) ۽ هدايت واري راهہ تي هلڻ لڳندي ۽ حقيقي معنائن ۾ انساني زندگيءَ جي شروعات بہ ان ڏينهن کان ٿيندي جنهن ڏينهن ماڻهن تي الله جي حجت پوري ٿيندي ۽ انسانذات ان عظيم واٽ تي هلڻ لڳندي

اسان مسلمان امت هجڻ جي ناتي اڄ ان عظيم نعمت سان مالا مال آهيون، تنهنڪري اسان کي ان نعمت الاهيءَ مان ڀرپور فائدو وٺڻ گهرجي. اسان کي پنهنجي دل ۽ دماغ، پنهنجي دين، پنهنجو طرز فڪر، پنهنجي دنيا، پنهنجي زندگي ۽ ماحول کي دين اسلام جي مقدس تعليمات جي برڪت سان روشن ڪرڻ گهرجي. جيئن تہ هتي نور ۽ بصيرت موجود آهن، تنهنڪري اسان پنهنجو پاڻ کي ان جي ويجهو ڪري ان جي تعليمات مان فائدو حاصل ڪري سگهون ٿا ۽ ايئن ڪرڻ اسان مسلمانن جي گڏيل ذميواري بہ آهي.

## وحدت اسلامي مسلمانن جي اهم ذميواري آهي

اهو مسئلو جنهن تي اڄ مان زور ڏيڻ گهران ٿو ۽ ان تي عمل ڪرڻ پهرين مرحلي ۾ اسان مسلمانن تي فرض بہ آهي. اهو ٻڌي ۽ ايڪي جو مسئلو آهي. اسان اسلامي انقلاب جي شروع کان 12 کان 17 ربيع الاول

ڪي "هفتئہ وحدت" جو نالو ڏنو آهي. ان جو سبب اهو آهي تہ اهل سنت جي روايتن مطابق 12 ربيع الاول حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڄمڻ جي تاريخ آهي. انهيءَ ڪري انقلاب جي شروع کان ئي ايراني قيادت انهن ٻنهي تاريخن جي وچ وارن ڏينهن کي "هفتئہ وحدت" جو نالو ڏئي ان کي مسلمانن جي وچ ۾ ٻڌي ۽ ايڪي جي رمز ۽ علامت قرار ڏنو آهي.

البت، صرف زباني ڳالهيون ڪرڻ يا نالو رکڻ ئي ڪافي ڪونهي، بلڪ اسان کي ان ڳالهہ جو عملي مظاهرو ڪرڻو پوندو، اسان کي ٻڌي ۽ ايڪي ڏانهن وک وڌائڻي پوندي. اڄ اسلامي دنيا کي ٻڌي جي ضرورت آهي. ان سان گڏوگڏ اختلافن ۽ تفرقي جون جيڪي بہ ڳالهيون آهن اسان جي لاءِ انهن تي قابو پائيندي ڪاميابي حاصل ڪرڻ ضروري آهي.

سڀ وڏا وڏا هدف ۽ مقصد محنت ۽ جدوجهد جا محتاج هوندا آهن، ڇوتہ ڪوبہ وڏو هدف جدوجهد کان سواءِ حاصل نٿو ٿي سگهي. تنهنڪري مسلمانن جي وچ ۾ ٻڌي ۽ ايڪو بہ جاکوڙ ۽ جدوجهد کان سواءِ ممڪن ڪونهي. انهيءَ لاءِ اسان سڀني جي ذميواري آهي تہ اسان اتحاد بين المسلمين جي لاءِ جدوجهد ڪيون. اهو اتحاد سڀني ڳنڍين کي کولي سگهي ٿو. اهو مسلمان قومن ۽ معاشرن کي انهن جي عظمت ۽ شان و شوڪت واپس موٽائي سگهي ٿو.

توهان مسلمان ملڪن جو جائزو وٺو. مسلمانن جي حالت کي ڏسو جيڪي دنيا جي پوري آباديءَ جو چوٿون حصو آهن. تہ عالمي سياست تي انهن جا ڪهڙا اثر آهن. ايستائين جو هڪبئي سان معاملن جي حوالي سان بہ اهي ٻاهرين طاقتن ۽ ناپاڪ عزائم رکڻ وارين طاقتن جي مقابلي ۾ ڪيترا ڪمزور ۽ بيوس ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ان جو سبب انهن طاقتن جو ڊاريو هجڻ ڪونهي، بلڪ ان جو سڀني کان وڏو سبب اهو آهي تہ انهن طاقتن جي نيت نيڪ ڪونهي. اهي والار پسنديءَ جو جذبو رکن ٿيون ۽ مسلمان قومن کي پنهنجي سامهون ذليل ۽ خوار ڪرڻ گهرن ٿيون. اهي مسلمانن کي ٽڪرن ۾ ورهائي انهن کي ٻڙڪ بہ ٻاهر ڪڍڻ کان سواءِ پنهنجي طاقت آڏو مجبور ڪرڻ گهرن ٿيون.

## وحدت اسلامي جي راهه ۾ حائل اندروني ۽ ٻاهريون رڪاوٽون

ڇا انهن پنجاهه کان وڌيڪ مسلمان ملڪن وٽ پاڻ ۾ ٻڌي ۽ ايڪي کان علاوه ڪو ٻيو رستو به آهي، جو ان جي ذريعي اهي انهن مغرور ۽ والار پسند طاقتن جي انهن ناپاڪ عزائم جو مقابلو ڪري سگهن؟ سو اسان کي هڪٻئي جي ويجهو اچڻو پوندو ۽ ٻڌي ۽ ايڪي جي راهه ۾ جيڪي به رڪاوٽون آهن، اسان کي انهن ٻنهي رڪاوٽن کي پري هٽائڻو پوندو.

هڪڙو عنصر خود اسان جي اندر موجود آهي ۽ اهو مذهبي تعصب ۽ پابنديون آهن. هر فرقي کي ان ڳالهه تي ڪنٽرول ڪرڻو پوندو. پنهنجن عقيدن ۽ اصولن تي ايمان رکڻ ۽ انهن تي ثابت قدم رهڻ گهٽي سٺي ڳالهه آهي، پر ان کي مثبت حدن کان اورانگهي ٻين جي عقيدن کان انڪار ڪرڻ ۽ انهن تي اعتراض ڪرڻ ۾ دشمنيءَ جي حد تائين نه وڃڻ گهرجي. جيڪي ماڻهو مسلمان امت جو حصو آهن، انهن کي هڪٻئي جي عقيدن جو احترام ڪرڻ گهرجي، جيڪڏهن اهي پنهنجي عقيدن جي حفاظت ڪرڻ گهرن ٿا ته بيشڪ ڪن، پر ٻين جي عقيدن ۽ انهن جي نظرين، فڪرن ۽ حقن جو به احترام ڪن. علمي موضوعن ۾ بحث ۽ مناظري کي عالمن لاءِ ڇڏي ڏيو ته عالم ۽ ڏاهپ وارا پاڻ ۾ گڏجي ويهي علمي موضوعن تي بحث مباحثو ڪرڻ گهرن ته ڪن، ڇوته ان ۾ ڪا خرابي ڪونهي، پر اهي به علمي بحثن جي دوران کلي عام هڪٻئي کي برو ڀلو چوڻ ۽ عام طور تي اهڙين جاين تي ۽ اهڙن عام ماڻهن جي سامهون اهڙي قسم جون ڳالهيون ڪرڻ کان پاسو ڪن. عالمن ۽ حڪمرانن کي به گهرجي ته اهي انهن ڳالهين تي ڪنٽرول ڪن. ان سلسلي ۾ مسلمانن جي سڀني فرقن تي ذميواري عائد ٿئي ٿي. اها شيعن جي به ذميواري آهي ته اهل سنت جي به ذميواري آهي. ٻنهي فرقن کي ٻڌي ۽ ايڪي ڏانهن وک وڌائڻ گهرجي. ياد رکو تفرقي ۽ اختلافن جو اهو هڪڙو عنصر آهي، جنهن کي اندروني عنصر چيو وڃي ٿو.

هڪڙو ٻاهريون عنصر اسلام دشمن طاقتن جي هٿ ۾ آهي، جيڪو مسلمانن جي وچ ۾ اختلاف ۽ تفرقو پيدا ڪري ٿو. اسان کي ان مسئلي کي بہ نظرانداز نہ ڪرڻ گهرجي. اها صرف اڄ جي ڳالهہ ڪونهي، بلڪ جڏهن کان دنيا جي والار پسند طاقتن کي اهو اندازو ٿيو آهي تہ اهي ٻين قومن تي اثرانداز ٿي سگهن ٿيون، ان وقت کان ئي اختلافن کي هوا ڏيڻ جي سازشن جي شروعات ٿي آهي. پر هميشہ جي مقابلي ۾ اڄ انهن سازشن ۾ شدت اچي وئي آهي. اڄوڪي زماني جا نوان ملڻ جلڻ وارا وسيلا بہ ان سلسلي ۾ مددگار ثابت ٿي رهيا آهن. اهي نفرتن جي باهہ ڀڙڪائين ٿا ۽ اختلاف پيدا ڪرڻ جي لاءِ نوان نوان نعرا ايجاد ڪن ٿا. اسان کي انهن ڳالهين جي باري ۾ هوشيار رهڻ گهرجي. افسوس جي ڳالهہ اها آهي تہ مسلمان قومن ۽ ملڪن جي اندر ڪجهہ ماڻهو مسلمانن جي حقيقي دشمنن جي غرضن ۽ مقصدن کي پورو ڪرڻ لاءِ انهن جا آلہ ڪار بڻجي وڃن ٿا.

اها هڪ وڏي ۽ عبرت واري ڳالهہ آهي. توهان غور ڪيو تہ اڄ کان ڪي بہ سال اڳ جي ڳالهہ آهي، جڏهن لبنان جي جوانن ۽ حزب الله وارن اسرائيل کي شڪست ڏيڻ سان يهودي حڪومت کي پوري دنيا جي آڏو ذليل ڪري ڇڏيو هو تہ ان کي پوري اسلامي دنيا ۽ پوري دنيا جي مسلمانن جي ڪاميابي قرار ڏنو ويو هو ۽ ان ڪاميابيءَ تي سڀ خوش هئا، پر اوچتو ڏسندي ڏسندي ان کي فرقي وارانو رنگ ڏيڻ جون ڪوششون شروع ٿي ويون ۽ شيعہ ۽ سني مسئلن کي ڇيڙڻ شروع ڪيو ويو ۽ هڪدم فرقي واريت شدت اختيار ڪئي. خود لبنان، وچ اوير ۽ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ ان مسئلي کي اهڙو هُلايو ويو جڻ شيعہ سني فرقا هاڻي وجود ۾ آيا هجن. جيئن تہ ان عظيم ڪاميابي جي نتيجي ۾ مسلمان هڪٻئي جي ويجهو ٿيا هئا، انهيءَ ڪري دشمن شيعہ سني مسئلن کي هوا ڏيڻ شروع ڪيو تہ جيئن انهن مسلمانن کي هڪٻئي کان پري ڪري سگهجي.

ان واقعي جي ڪجهه عرصي کان پوءِ مسلمان امت کي هڪڙي ٻي ڪاميابي نصيب ٿي ۽ اها غزه ۾ فلسطين جي تحريڪ مقاومت[1] جي هٿان يهودي حڪومت جي شڪست جي صورت ۾ هئي، جنهن ۾ تحريڪ مقاومت کي هڪڙي عظيم ۽ تابناڪ ڪاميابي نصيب ٿي. ان کان وڏيڪ کهڙي ڪاميابي ٿي سگهي ٿي ته هڪڙي اهڙي هٿياربند فوج جنهن 1967ع کان وٺي 1973ع تائين ٽن وڏن ملڪن جي فوجن کي شڪست جو منهن ڏيکاريو هو اها ٻاويهن ڏينهن تائين پنهنجي پوري طاقت کي ڪتب آڻڻ باوجود فلسطين جي ثابت قدم جوانن ۽ مومن مجاهدن کي پوئتي هٽڻ تي مجبور نه ڪري سگهي ۽ نه انهن کي شڪست ڏئي سگهي؟ بلڪ پاڻ ئي خالي هٿين واپس موٽڻ تي مجبور ٿي وئي. جنهن جي ڪري پوري دنيا جي نظرن ۾ اسرائيلي حڪومت ۽ ان جي حامين خاص ڪري آمريڪا جو غرور مٽي ۾ ملي ويو.

اها مسلمانن جي لاءِ هڪڙي تمام وڏي ڪاميابي هئي، جنهن مسلمانن جي وچ ۾ همدردي ۽ همدلي جو جذبو پيدا ڪيو آهي. دشمن جيئن ته اتي شيعه سني مسئلي کي ڀڙڪائي نٿي سگهيا، تنهنڪري انهن اتي قوميت جي مسئلي کي ڀڙڪايو يعني عرب ۽ غيرعرب مسئلي کي ڀڙڪائيندي اهو نعرو هنيو ته فلسطين جو تعلق صرف عرب دنيا سان آهي، تنهنڪري غيرعرب ملڪن کي ان ۾ مداخلت ڪرڻ جو حق ڪونهي. ايئن ڇو ڪيو ويو؟ جڏهن ته فلسطين جو مسئلو اسلامي دنيا جو مسئلو آهي، هتي عرب ۽ غيرعرب جي ڳالهه ڪونهي.

سو اسلامي دنيا کي پيش ايندڙ مسئلن ۾ قوميت کي هوا ڏيڻ هڪڙو انتهائي خطرناڪ قدم ٿيندو. ڇوته اهو اختلافن ۽ تفرقي جو سڀ کان وڏو عنصر آهي. جيڪڏهن خدانخواسته دشمن اسلامي دنيا ۾ قوميت جي مسئلي کي هوا ڏئي عرب، فارس، ترڪ، انڊونيشيا، ملائيشيا، پاڪستان ۽ هندستان کي هڪٻئي کان الڳ الڳ ڪري ڇڏي ته پوءِ باقي ڇا بچندو؟ ڇا هيءَ اسلامي امت ۽ ان جي طاقت ۽ سگهه کي نيلام ڪرڻ جي برابر ڪونهي؟

---

[1] انتقام، يعني سول نافرماني. سنڌي مترجم

## پرماري سازشن جي مقابلي ۾ مسلمان ملڪن جي حڪمرانن، دانشورن ۽ عالمن جون ذميواريون

افسوس تہ اسلامي دنيا ۾ ڪجهہ اهڙا ماڻهو بہ آهن جيڪي انهن جي چالاڪين جو شڪار ٿي وڃن ٿا. اهي مسلمانن کي لبنان ۽ فلسطين جي ڪاميابين جو مزو ماڻڻ نٿا ڏيڻ گهرن. تنهنڪري هڪدم اهي ڪونہ ڪو اختلافي مسئلو ڇيڙي، انهن کي هڪٻئي کان جدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

مسلمان امت کي سجاڳ ۽ هوشيار ٿي انهن سازشن جو مقابلو ڪرڻ گهرجي. ان سلسلي ۾ سڀني کان پهرين ذميواري سياستدانن تي عائد ٿئي ٿي. مسلمان ملڪن جي حڪمرانن ۽ رياستن جي سربراهن کي بہ هوشيار رهڻ جي ضرورت آهي. ممڪن آهي تہ اهو قوميت جو نعرو ڪجهہ مسلمان سياستدانن جي زبان مان بہ جاري ٿئي، پر اسان کي اها غلطي نہ ڪرڻ گهرجي. اسان کي ان جي اصلي محرڪ کي سڃاڻڻ ۾ غلطي نہ ڪرڻ گهرجي. اهو آواز انهن جي نڙيءَ مان تہ نڪري رهيو آهي، پر اهو انهن جو آواز ڪونهي، بلڪ اها غيرن جي پڪار آهي، اها دنيا جي غاصب طاقتن جي پڪار آهي، جيڪي اسلامي دنيا جي ٻڌي ۽ ايڪي جا مخالف آهن. جي اهو آواز ڪڏهن اسلامي امت منجهان ئي ٻڌڻ ۾ اچي تہ بہ ان جو اهو مطلب آهي تہ اهي ماڻهو دوکي ۾ آيل آهن. اهو انهن جو پنهنجو آواز ڪونهي، ڇوتہ اسان آواز کي سڃاڻون ٿا. سڀ کان پهريان سياستدانن ۽ حڪمرانن ۽ ان کان پوءِ اسلامي دنيا جي دانشورن، ديني عالمن ۽ روشن ضمير ماڻهن، اهل قلم، شاعرن ۽ اديبن تي اها ذميواري عائد ٿئي ٿي تہ اهي ماڻهن کي انهن دلالن کان آگاهہ ڪن، جيڪي مسلمانن جي اتحاد ۾ رخنو وجهندي، انهن کي الله جي ان مضبوط رسيءَ کان الڳ ڪرڻ گهرن ٿا . جڏهن تہ قرآن شريف اسان کي چٽن لفظن ۾ ٻڌي ڪرڻ جي دعوت ڏئي ٿو. جيئن الله پاڪ جو ارشاد آهي "وَاعْتَصِمُوْا بِحَبْلِ اللهِ جَمِيْعًا وَّلَا تَفَرَّقُوْا" (آل عمران: 103) يعني سڀئي گڏجي الله جي رسيءَ کي مضبوطيءَ سان پڪڙي رکو. الله جي رسي کي تہ هڪ هڪ تي بہ پڪڙي سگهجي ٿو. پر قرآن شريف جو حڪم آهي "وَاعْتَصِمُوْا بِحَبْلِ اللهِ جَمِيْعًا" سڀئي گڏجي ان رسيءَ کي

پڪڙيو ۽ "وَّلَا تَفَرَّقُوْا" ۽ اختلاف نہ ڪيو. ايتري تائين جو الله جي رسيءَ کي پڪڙڻ جي لاءِ بہ ٻڌيءَ جي دعوت ڏني وئي آهي. اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ ڪجهہ الله جي رسيءَ کي پڪڙڻ گهرندا هجن ۽ ڪجهہ شيطان جي رسيءَ جي پٺيان هجن. جيڪڏهن الله جي رسيءَ کي پڪڙڻ گهرو ٿا تہ هتي بہ سڀ گڏجي ان کي پڪڙيو ۽ همدردي ۽ محبت جو مظاهرو ڪيو. ٻڌي ۽ ايڪو اسلامي دنيا جو هڪڙو وڏو مسئلو آهي.[1]

* * * * *

[1] حضرت رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پاڳ واري جمر جي موقعي تي آفيسرن جي هڪڙي وفد سان ملاقات: 15 مارچ 2009ع.

## نبي ڪريم ﷺ جي بعثت جا عقلي، اخلاقي ۽ قانوني تربيت جا مختلف پهلو

حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جي باري ۾ اسان پنهنجي بي وس زبان ۽ محدود فڪر جي مطابق گهڻو ڪجهہ چيو آهي ۽ سيني بيان ڪيو آهي. حقيقت ۾ هيءَ هڪڙي اهڙي وسيع ۽ ڪشادي وادي آهي، جو ان عظيم واقعي جي مڙني رخن کي بيان ڪرڻ ممڪن ڪونهي، بلڪ جيئن جيئن زمانو گذرندو ويندو ۽ انسان پنهنجن تجربن جي ذريعي پنهنجي زندگيءَ جا نقص ۽ بي طاقتي جي جيترو وڌيڪ پروڙ ڪندو ايتروئي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جا اڻ ڳڻيا پهلو ان جي سامهون وڌ کان وڌ پڌرا ٿيندا ويندا. چوتہ هيءَ بعثت حقيقت ۾ انسانن کي عقلي، فڪري ۽ قانون پسندائي تربيت جي دعوت ڏئي ٿي. هي اهي ڳالهيون آهن، جيڪي ڪمال واري منزل ڏانهن قدم وڌائيندڙ انساني زندگي ۾ انهن جي گهڻي ضرورت آهي.

### 1. عقلي تربيت

پهرين مرحلي ۾ عقلي تربيت آهي يعني، انسان جي عقلي سگهہ کي ٻاهر آڻي ان کي انسان جي سوچ ۽ عقل تي مسلط ڪرڻ ۽ انساني عقل جي مشعل کي ان جي حوالي ڪرڻ تہ جيئن اهو ان مشعل جي مدد سان رستي جي سڃاڻپ ڪري سگهي ۽ ان رستي کي طئي ڪري سگهي. اهو پهريون ۽ اهم مسئلو آهي. ان کان علاوه بعثت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۾ بہ سڀ کان پهريان عقل ۽ ڏاهپ جي موضوع کي ئي ڪنيو ويو آهي ۽ ان تي بحث ڪيو ويو آهي.

قرآن شريف ۽ پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات ۾ جتي بہ توهان ڏسو تہ توهان کي اهوئي محسوس ٿيندو تہ هر

جاءِ تي عقل ۽ ڏاهپ، فڪر ڪرڻ، تدبر ۽ غور ڪرڻ جي ڳالهہ ڪئي وئي آهي. ايتري تائين جو قرآنِ شريف ۾ فرمايل آهي تہ سياڻي قيامت جي ڏينهن ڏوهاري چوندا "لَوْ كُنَّا نَسْمَعُ اَوْ نَعْقِلُ مَا كُنَّا فِيْٓ اَصْحٰبِ السَّعِيْرِ" (الملڪ: 10) يعني اسان جيڪو دوزخ جي باهہ جو شڪار ٿيا آهيون ان جو سبب اهو آهي تہ اسان پنهنجي عقل ۽ ڏاهپ ڪان ڪم ڪونہ ورتو، ان جي ڳالهہ نہ ٻڌي، ان جي ڳالهہ تي غوروفڪر نہ ڪيو تنهنڪري اڄ قيامت جي ڏينهن اسان ان خراب انجام تي پهتا آهيون.

صرف خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پياري ذات ڪونهي، پر سيني نبين سڀورن عليهم السلام جي ڪارنامن ۽ زندگي ۾ عقل کي سيني کان پهرين درجي ۾ رکيو ويو آهي. البت، اسلامي تعليمات ۾ ان تي گهڻو تاڪيد ڪيو ويو آهي ۽ ان جي وضاحت سان پيش ڪيو ويو آهي. تنهنڪري اميرالمومنين علي عليہ السلام بعثت انبياء عليهم السلام جا مقصد ۽ مطلب بيان ڪندي فرمايو آهي "لِيَستَادُوهُم مِثاقَ فِطرَتِه" کان وٺي ايستائين تہ "وَيُثِيرُوا لَهُم دَفَائِنَ العُقُول" (نهج البلاغہ خطبو 1) يعني تہ جيئن اهي عقل ۽ ڏاهپ جي خزانن کي ٻاهر ڪڍن. اهي خزانا اسان جي دلين جي اندر موجود آهن، پر اسان جو مثال ان شخص وانگر آهي، جيڪو ڪنهن خزاني مٿان ستو پيو هجي ۽ ان کي معلوم ئي ڪونهي، انهيءَ ڪري ان مان فائدو وٺي ڪونہ ٿو سگهي ۽ بک کان تڙپي تڙپي مري وڃي ٿو. اسان جي حالت بہ ڪجهہ اهڙي آهي. جيستائين اسان عقل کان ڪم نہ وٺنداسين، عقل کي حاڪم نہ مڃينداسين، عقل جي پرورش نہ ڪنداسين، پنهنجي نفس جي مهار کي عقل جي حوالي نہ ڪنداسين تہ اسان جي حالت بہ اهڙي ئي رهندي

اهو خزانو اسان وٽ آهي، پر اسان ان مان فائدو نٿا وٺون، جنهن جي نتيجي ۾ بي عقلي، جهالت ۽ ٻين ڳالهين جي ڪري دنيا ۽ آخرت جي زندگيءَ جي حوالي سان اڻ ڳڻين مشڪلاتن جو شڪار ٿي وڃون ٿا. جيئن پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هڪڙي حديث ۾ فرمايل آهي "اِنَّ العَقلَ عِقالٌ من الجهل" (تحفت العقول ص 15) يعني عقل

جهالت جو ڏانوڻ آهي. ”ڏانوڻ“ ان رسيءَ کي چوندا آهن، جيڪو جانور خاص ڪري اُٺ کي پيرن ۾ ٻڌو ويندو آهي ته جيئن اهو پنجي ٻڪي نه سگهي، بلڪ ڪنٽرول ۾ رهي. تنهنڪري پاڻ سڳورن فرمايو ته عقل جهل جو ڏانوڻ (عقال) آهي، يعني هي اهو رسو آهي، جيڪو انسان کي جاهلاڻا قدم کڻڻ کان روڪي ٿو. ان کان پوءِ پاڻ سڳورن فرمايو ”وَالنَّفسُ كَمَثَلِ اَخبَثِ الدَّواب“ (تحفت العقول ص 15) يعني انسان جو نفس سرڪش حيوان ۽ جانور وانگر آهي. نفس اهو آهي جو ”فَاِن لَم تَعقُل حَارَتْ“ يعني جيڪڏهن ان نفس کي قابو ۾ نه رکيو وڃي، ان کي قابو نه ڪيو وڃي ته اهو جهنگلي جانور وانگر هيڏي هوڏي گهمندو رهندو آهي ۽ خود ان کي به اها خبر ڪونه هوندي آهي ته اهو ڪيڏانهن وڃي رهيو آهي. بس پوءِ اهو ڇڙواڳ رلندو رهندو آهي. ان ڇڙواڳيءَ جي ڪري انسان جي انفرادي ۽ اجتماعي زندگيءَ ۾ مسئلا ۽ مشڪلاتون پيدا ٿي وينديون آهن. اهي ڳالهيون اسان کي عقل سمجهائيندو آهي.

پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جو پهريون ڪم ئي فڪري قوت کي جنجهوڙڻ هو. ڪنهن معاشري ۾ فڪر ۽ نظر جي طاقت کي وڌائڻو آهي ۽ سيني مشڪلاتن جو حل به ان ۾ آهي. عقل ئي آهي، جيڪو انسان جي دين طرف رهنمائي ڪري ٿو. انسان کي دين ڏانهن ڇڪي ٿو. عقل ئي آهي جيڪو انسان کي پنهنجي معبود جي سامهون جُهڪڻ تي آماده ڪري ٿو. عقل ئي آهي جيڪو انسان کي بيوقوفائن ۽ جاهلاڻن ڪمن کان روڪي ٿو ۽ ان کي انهن دنياوي ڳالهين سان دل لڳائڻ کان روڪي ٿو. ان جو نالو عقل آهي، تنهنڪري پهريون ڪم اهو آهي ته معاشري ۾ عقل ۽ سمجهه کي مضبوط ڪيو وڃي ۽ اهو اسان تي فرض به آهي.

اسان هن اسلامي معاشري کي پيغمبر اسلام صلي الله عليه وآله وسلم جي معاشري جو هڪڙو مثال بنائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته اسان کي ان عظيم هستيءَ جي سامهون پنهنجين خرابين ۽ ڪوتاهين جو اعتراف ڪندي عقل ۽ ڏاهپ کي ئي معيار ۽ ڪسوٽي قرار ڏيڻ گهرجي.

## 2. اخلاقي تربيت

ٻي ڳالهہ اخلاقي تربيت آهي "بُعِثْتُ لِاُتَمِّمَ مَكَارِمَ الأَخلاقِ" (بحارالانوار ج 68 ص 372) يعني اخلاقي فضيلتن کي انسانن جي سامهون ڪمال تائين پهچائڻو آهي، ڇوتہ اخلاق اها لطيف هوا آهي جيڪا ڪنهن انساني معاشري ۾ موجود هجي، تہ انسان ان ۾ ساهہ کڻندي هڪڙي صحت واري زندگي گذاري سگهي ٿو. جيڪڏهن ڪنهن معاشري ۾ اخلاق نہ هجن ۽ ٻي اخلاقي جو راڄ هجي، تہ پوءِ ان معاشري ۾ حرص، نفساني خواهشون، جهالتون، دنيا پرستي، ذاتي دشمنيون، حسد، بخيلي ۽ بدگمانيءَ جهڙيون برايون پيدا ٿي وينديون آهن ۽ ان سبب زندگي مشڪلاتن جو شڪار ٿي ويندي آهي ۽ معاشري ۾ ٻوسٽ وارو ماحول پيدا ٿي ويندو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ انسان جي لاءِ ساهہ کڻڻ بہ مشڪل ٿي ويندو آهي. تنهنڪري قرآن شريف ۾ وري وري ياد ڏياريون ويو آهي تہ "يُزَكِّيهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ" (جمعہ: 2) يعني تزڪيو اهائي اخلاقي واڌ ويجهہ آهي، جنهن جو ذڪر تعليم کان پهريان آيو آهي. عقل جي موضوع تي مون پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي جيڪا حديث پيش ڪئي آهي، ان ۾ عقل جي ذڪر کان پوءِ فرمايل آهي تہ عقل سان حلم وجود ۾ آيو ۽ حلم سان علم وجود ۾ آيو آهي. انسان کي ان ترتيب تي ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي. عقل سڀ کان اڳ ۾ حلم پيدا ڪري ٿو يعني بردباري ۽ برداشت جو جذبو پيدا ڪري ٿو ۽ جڏهن بردباري اچي وڃي، تہ فرد ۽ معاشري جي لاءِ تعليم حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجي معلومات ۾ اضافو ڪرڻ جي راهہ هموار ٿي وڃي ٿي. يعني علم جو مرحلو حلم کان پوءِ اچي ٿو. حلم اخلاق آهي. جيئن قرآن شريف جي هن آيت "يُزَكِّيهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ" ۾ تزڪيي جو ذڪر پهريان آيو آهي. اها اخلاقي ترتيب آهي. اڄ اسان کي ان اخلاقي ترتيب جي سخت ضرورت آهي. اسان ايراني قوم کي بہ جيڪا هن جاگرافيائي حدن ۾ آباد آهي، اهڙي طرح پوري اسلامي دنيا ۽ مسلمان امت کي، ان ترتيب سان اخلاق جي سخت ضرورت آهي، ڇوتہ اها اسان جي بنيادي ضرورتن مان آهي.

## 3. قانوني ترتيب

ان کان پوءِ اڳيون مرحلو قانوني ترتيب جو اچي ٿو يعني قانوني نظم وضبط جو مرحلو آهي. سيتي اسلامي حڪمن تي سيني کان اڳ ۾ پاڻ حضرت پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم عمل ڪيو. حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها کان پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت، پاڻ سڳورن جي اخلاق، ڪردار ۽ اٿڻي ويهڻي جي باري ۾ سوال ڪيو ويو تہ ان فرمايو "كَانَ خُلقهُ القرآن" يعني پاڻ سڳورن جو اخلاق، ڪردار، اٿڻ ويهڻ ۽ پاڻ سڳورن جي پوري زندگي مبارڪ قرآن شريف جي عمل جي تصوير هئي. يعني اهو ممڪن ئي ڪونہ هو تہ پاڻ سڳورا ٻين کي ڪنهن ڪم جو حڪم ڏين ۽ پاڻ ان تي عمل نہ ڪن. اهو سڀ ڪجهہ اسان جي لاءِ سبق آهي. اسان کي پنهنجين خرابين جي انهن عظمتن سان ڀيٽ ڪرڻ گهرجي، ڇوتہ اها عظمتن جي چوٽي آهي ۽ اسان ان چوٽيءَ جي پاڙ وٽان گذري رهيا آهيون. پر اسان جو هدف بہ ان چوٽي تائين پهچڻ آهي، ڇوتہ معيار اهو آهي.

❋❋

پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پاڻ عمل ڪندا هئا: "اٰمَنَ الرَّسُوۡلُ بِمَاۤ اُنۡزِلَ اِلَیۡهِ مِنۡ رَّبِّهٖ" (بقره: 285) ۽ مومن پاڻ سڳورن جي پيروي ڪندا هئا. پاڻ سڳورا جڏهن ڪوبہ عمل ڪندا هئا تہ ماڻهو پاڻ سڳورن جي ان عمل کي ڏسندا هئا ۽ پنهنجو رستو ڳولي وٺندا هئا. ڪنهن بہ معاشري جي چونڊيل ماڻهن، رهنمائن ۽ بزرگن جو ڪردار اهڙوئي هجڻ گهرجي. تنهنڪري اسان کي صرف ڳالهين تي مات ڪري ويهڻ نہ گهرجي، بلڪ گڏوگڏ عمل بہ ڪرڻ گهرجي.

❋❋

ميلاد صرف هڪڙو ڏڻ ڪونهي تہ اسان خوشيون ڪيون، تاڙيون وڄايون، مٺايون کائون، ورهايون ۽ جشن ملهايون، ايئن ڪونهي. بلڪ ميلاد هڪڙو اصل مقصد آهي، هڪڙي عيد آهي. عيد يعني اهو مقصد جيڪو انسان جو ڪنهن حقيقت ڏانهن ڌيان ڇڪائي. اسان کي

گهرجي تہ جمڻ واري شخصيت تي غوروفڪر ڪيون. پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حياتي مبارڪ تي غوروفڪر ڪريون. پاڻ سڳورن جي ان عظيم جدوجهد ۽ ان جي حيرت ۾ وجهندڙ اثرن کي ڏسون تہ صرف ڏهن سالن جي عرصي ۾، ڏهہ سال هڪڙي قوم ۽ ملت جي عمر ۾ هڪڙي گهڙيءَ جي حيثيت رکن ٿا. ان عظيم المرتبت شخصيت ڪهڙو ڪارنامو انجام ڏنو! ڇا انساني تاريخ جي ڪنهن بہ ڏهن سالن واري عرصي جي انهن ڏهن سالن سان ڀيٽ ڪري سگهجي ٿي. پاڻ سڳورن انساني تاريخ ۾ ڪهڙي هلچل مچائي ڇڏي هئي؟ ڪهڙو طوفان برپا ڪري ڇڏيو هو ۽ ان طوفان ۾ انسان کي ڪيئن ڇوٽڪاري واري ڪناري جي سڃاڻپ ڪرائي هئي. ڪيئن رستي جي نشاندهي ڪئي! پاڻ سڳورن دنيا ۾ ڪل 63 سال عمر گذاري اسان پنهنجي هن ڏکهي عمر ۽ ٻاراڻين وکن سان ئي اڳتي وڌڻ گهرون ٿا. چاهي جتي پهچي سگهون. پر جڏهن ڪائي تحريڪ اهڙي اخلاق، محنت ۽ رباني هدايت جي ڇانو هيٺ عمل ڪندي آهي تہ ان جو نتيجو اهوئي ٿيندو آهي، جيڪو پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڏهن سالن واري مدني حڪومت سان سامهون آيو هو.[1]

❋❋❋❋❋

[1] عيد ميلاد النبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي موقعي تي خطاب: 20 جون 2009ع.

# مسلمان اُمت کي اسلامي حقيقتن کي
# ٻيهر زنده ڪرڻ جي ضرورت

نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي ڄمڻ جو ڏينهن مسلمانن جي لاءِ انتهائي برڪت وارو ڏينهن آهي. ان ڏينهن جڏهن هن مقدس ۽ نوراني وجود هن دنيا ۾ قدم رکيو ته هر طرف اونداهين ۽ ظلمن جو دور دورو هو "ظُلُمٰتٌ بَعْضُهَا فَوْقَ بَعْضٍ" (نور: 40). اميرالمومنين حضرت علي عليه السلام ان دور جي حالتن جي وضاحت ۾ انساني دنيا تي ڇانيل اونداهيءَ جو منظر ڏيکاريندي فرمايو آهي "وَالدُّنيا كَاسِفَةُ النُّورِ ظَاهِرُهَا الغُرُورِ" (نهج البلاغه خطبو 89). ان دور جي ماڻهن ۾ معاشري جي دلين مان انسانيت جو نور ختم ڪيو ويو هو ۽ اهو صرف عرب معاشري جو مسئلو ڪونه هو بلڪ ان دور جون وڏيون وڏيون بادشاهتون، شهريت ۽ تهذيب واريون حڪومتون يعني قديم ايران ۽ روم به حقيقت جي پروڙ ۾ غلطي جو شڪار هيون ۽ اها ڳالهه انهن جي زندگيءَ جي هر پهلو مان پڌري هئي. ان دور جا ماڻهو صحيح رستي کان واقف ڪونه هئا ۽ نه انهن کي پنهنجي هدف ۽ مقصد جو علم هو. ان جو اهو مطلب هرگز ڪونهي ته ان دور جا سڀ جا سڀ ماڻهو خراب ۽ گناهگار هئا. بلڪ ان زماني ۾ به ڪجهه ايمان وارا شخص هئا. جيڪي سڌي واٽ تي هلندڙ هئا. پر دنيا جي عام صورتحال ڪجهه اهڙي هئي جو دنيا جي چهري تي اونداهي، ظلمت، ظلم ۽ ڏاڍ ۽ اعليٰ انساني قدرن کي وسارڻ جا پاڇا ڇانيل هئا.

هڪڙي اهڙي ماحول ۾ الله تعاليٰ جي حڪم ۽ ارادي سان پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي وجود مبارڪ جو نور ظاهر ٿيو. اهو ڏينهن انساني دنيا جي لاءِ هڪڙو نه وسارڻ جهڙو ڏينهن آهي. ان ڏينهن جي ياد ملهائڻ جو هرگز اهو مطلب ڪونهي ته اسان دنيا ۾ ان جي اثرن ۽ نشانن جو ورجاءُ گهرون ٿا. اسان گهرون يا نه گهرون ان عظيم ۽ حيرت ڏيارڻ واري واقعي انساني تاريخ تي پنهنجا اڻمٽ نشان ڇڏيا آهن.

جيڪڏهن اڄ دنيا ۾ انساني شرافت، اخلاقي گڻ ۽ اخلاقي قدرن جو مان مٿانهون ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ اها پاڻ سڳورن جي وجود مبارڪ جي برڪت آهي ۽ ان بعثت جي سبب جيڪا سيني نبين سڳورن جي بعثت جو خلاصو ۽ سيني نبين سڳورن جي فضيلتن ۽ ڪمالن جو مجموعو آهي.

اسان مسلمانن کي گهرجي تہ ان واقعي کي پنهنجي لاءِ هڪڙو سبق سمجهون. هن جي باري ۾ سوچڻ کان اڳ ۾ پنهنجو فڪر ڪريون. اڄ مسلمان امت کي اسلامي حقيقتن ۽ تعليمات کي ٻيهر زنده ڪرڻ جي ضرورت آهي. انهن کي انهن حيرت انگيز واقعن کي ٻيهر ظاهري وجود ۾ آڻڻ جي سخت ضرورت آهي. اڄوڪي دور ۾ سڀ مسلمان پاڻ سڳورن جي وجود مبارڪ جي هدايت واري روشنيءَ جا محتاج آهن. آباديءَ جي لحاظ کان مسلمان امت دنيا جو هڪڙو وڏو حصو ڳڻي وڃي ٿي. دنيا جي مختلف ملڪن ۾ اٽڪل ڏيڍ ارب مسلمان آباد آهن. اڪثر مسلمان علائقا جاگرافيائي، قدرتي، مادي ۽ انساني وسيلن جي اعتبار کان مالا مال آهن. يعني اسلامي دنيا قابليت ۽ قدرتي وسيلن سان مالا مال هجڻ جي باوجود هڪڙي حيران ۽ پريشان گروه وانگر آهي. جيئن توهان کي خبر آهي تہ ان پريشان حالت جو اصل سبب اهو آهي تہ دنيا جون سڀ کان وڏيون مشڪلاتون ۽ مسئلا عام طور تي مسلمان ملڪن ۾ ئي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. غربت ۽ محتاجي، ظلم ۽ ناانصافيءَ جو شڪار بہ مسلمان امت ئي آهي. پاڻ ۾ اختلافن ۽ فرقن جو شڪار بہ اسان ئي آهيون. سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ميدان ۾ بہ اسان پٺتي آهيون. ثقافتي ۽ صنعتي لحاظ کان بہ اسان پسماندگيءَ جو شڪار آهيون. عالمي طاقتون کلم کلا مسلمان امت جي حقن تي ڌاڙو هڻي رهيون آهن ۽ مسلمان امت پنهنجن حقن جو دفاع بہ نٿي ڪري سگهي.[1]

* * * * *

[1] حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ امام جعفر صادق عليہ السلام جي ڄم ڄم جي موقعي تي خطاب: 4 مارچ 2010ع.

# رسول الله ﷺ جي بعثت عدالت ۽ صلح جهڙين انساني فطري خواهشن جي تڪميل جو ذريعو آهي

عيد ميلادالنبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ڏينهن ان لحاظ کان سڀ کان وڏو ۽ يادگار تاريخي واقعو آهي، جو ان سان گڏ ئي انساني تاريخ ۾ هڪڙي غيرمعمولي حساس دور جو آغاز ٿيو ۽ انسانذات کي هڪڙو اهڙو رستو ڏيکاريو جو جيڪڏهن دنيا جا انسان ان رستي تي هلڻ لڳن تہ اهي انسانيت جي مڙني گهربل فطري ۽ قدرتي خواهشن کي حاصل ڪري سگهن ٿا.

جيڪڏهن اسان انساني تاريخ جو مطالعو ڪريون تہ اها بي عدالتي ۽ بي انصافيءَ جي خلاف روئيندي رڙندي نظر اچي ٿي، چوتہ پوري انساني تاريخ ۾ عدل ۽ انصاف حاصل ڪرڻ ئي انسانذات جي خواهش رهي آهي. اڄ بہ جيڪڏهن ڪوئي عدل ۽ انصاف جو جهنڊو کڻي ٿو تہ حقيقت ۾ اهو انسانن جي ان تاريخي ۽ پراڻي خواهش جي ڳالهہ ڪري ٿو. تنهنڪري اسلامي آئين ۽ اسلامي تحريڪ ۾ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جي ذريعي اڳ گذريل نبين سڳورن وانگر سڀ کان پهريون هدف عدل ۽ انصاف قائم ڪرڻ جي ڪوشش قرار ڏني وئي آهي.

انسان جي هڪڙي ٻي اهم خواهش امن، سڪون، سلامتي ۽ راحت آهي. انسان زندگي گذارڻ، فڪرونظر کي وڌائڻ، علمي ترقي حاصل ڪرڻ ۽ هڪڙي پُرسڪون زندگي گذارڻ جي لاءِ پرامن ۽ پرسڪون ماحول جو محتاج آهي. اهو پرسڪون ماحول چاهي خود پنهنجي لاءِ هجي، پنهنجي خاندان جي لاءِ هجي، پنهنجي معاشري لاءِ هجي يا عالمي سطح تي هجي، هر انسان جي بنيادي خواهشن جو هڪڙو جز آهي ۽ اسلام بہ امن ۽ سلامتيءَ جو پيغام ڏئي ٿو. قرآن شريف جي تعليمات جي روشنيءَ ۾ اسان جيڪو چئون ٿا تہ اسلام دينِ

فطرت آهي، ان جو مطلب اهو آهي تہ اسلام انسانذات ڪي جيڪو رستو ڏيکاري ٿو اهو فطرت جو رستو آهي. يعني انسانن جي فطري خواهشن جي تڪميل جو رستو آهي. الله تعاليٰ جامعيت، وقت ۽ بندوبست سان حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي رسالت سان مبعوث ڪيو ۽ انسانذات کي فلاح ۽ سعادت جي خوشخبري بہ ٻڌائي ڇڏي. "بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا" (بقره: 119)

اها خوشخبري پهرين مرحلي ۾ ڪنهن پرسڪون زندگي جي بشارت آهي. هڪڙي اهڙي پرسڪون زندگي جيڪا عدل ۽ انصاف تي ٻڌل هجي ۽ انساني فطرت ۽ مزاج سان هم آهنگ هجي. البت، ان کان پوءِ ثواب الاهي جي بشارت بہ آهي، جنهن جو تعلق انسان جي دائمي زندگيءَ سان آهي. تنهنڪري پاڻ سڳورن جي بعثت حقيقت ۾ رحمت واري بعثت آهي. ڇوتہ ان ئي بعثت جي سبب رحمت الاهي الله جي پاران کي ملي آهي ۽ انسانن جي لاءِ هڪڙو نئون رستو کلي ويو آهي. ان سان گڏ ئي عدل ۽ انصاف، امن ۽ سلامتي جون ڳالهيون شروع ٿيون آهن. "قَدْ جَآءَكُمْ مِّنَ اللهِ نُوْرٌ وَّكِتٰبٌ مُّبِيْنٌ ۝ يَهْدِىْ بِهِ اللهُ مَنِ اتَّبَعَ رِضْوَانَهٗ سُبُلَ السَّلٰمِ وَيُخْرِجُهُمْ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ" (مائده: 16,15).

الله تعاليٰ جي انهن ئي فرمانن ۽ تعليمات جي ذريعي حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم انسانن کي امن ۽ سلامتي جي رستن کان واقف ڪيو. اهي "سبل سلام" يعني امن، سلامتي، سڪون ۽ فرحت جا رستا زندگيءَ جي مڙني شعبن متعلق آهن. ايستائين جو انسان جي باطني زندگيءَ کان وٺي، ان جي خانداني ۽ معاشرتي زندگي ۽ بين الاقوامي معاملا بہ ان ۾ شامل آهن، جن کي انسانن وٽ اهميت حاصل آهي. اهائي اها ڳالهہ آهي، جنهن جي اسلام کي ڳولا آهي.

اسلام ۾ جن ڳالهين کي دشمن جي هدف طور پيش ڪيو ويو آهي، اهي اصل ۾ اهي ئي ڳالهيون ۽ نقطا آهن جيڪي انساني زندگيءَ جي انهن بنيادي اصولن سان تضاد رکن ٿيون. جيڪي ماڻهو عدل ۽ انصاف، امن ۽ سڪون ۽ آرام جا مخالف آهن، جيڪي صفائي ۽ دل جي

پاڪيزگي ۽ روح جي پاڪائي جا مخالف آهن. اهي حقيقت ۾ پاڻ سڳورن جي پيغام جي خلاف آهن.

الله تعاليٰ تہ عدل ۽ انصاف جي لاءِ جهاد کي مسلمانن تي واجب قرار ڏنو آهي ۽ اهو صرف اسلام سان مخصوص ڪونهي. جهاد جو فلسفو سڀني الاهي دينن ۾ موجود رهيو آهي. جيڪي ماڻهو انسانن جي آرام، ماڻهن جي چين ۽ سڪون، معاشري جي سربلندي ۽ ان جي ڀلائي و بهبود جا مخالف آهن ۽ انساني مفادن جا دشمن آهن اهي حقيقت ۾ اسلام جي بنيادي اصولن جي خلاف آهن. ڇوتہ پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم تہ اعلانِ نبوت (بعثت) جي شروع کان ئي وحي الاهي جي روشنيءَ ۾ انهن بنيادي اصولن کي واضح ۽ پڌرو ڪري ڇڏيو آهي.

ان سورت مبارڪ "اقرا" ۾ جنهن جون شروعاتي آيتون پاڻ سڳورن تي نازل ٿيڻ واريون پهريون آيتون آهن. جڏهن تہ ان سورت جون بعد واريون آيتون ڪجهہ عرصو بعد نازل ٿيون هيون پر اهي بہ بعثت جي شروعات سان ڳنڍيل آهن. ارشاد الاهي آهي "كَلَّا لَئِنْ لَّمْ يَنْتَهِ ۙ لَنَسْفَعًا بِالنَّاصِيَةِ(١٥) نَاصِيَةٍ كَاذِبَةٍ خَاطِئَةٍ (١٦) فَلْيَدْعُ نَادِيَهٗ (١٧) سَنَدْعُ الزَّبَانِيَةَ (١٨)"

جيڪي ماڻهو رحمت، عزت، امن ۽ سلامتي جي دعوت جي مقابلي ۾ مخالفت ڪرڻ لاءِ اٿي بيٺا، اهي قرآن شريف جي ان پهرين سورت جو ئي مقابلو ڪرڻ وارا قرار ڏنا ويا. اهڙي طرح سورت مدثر جنهن جو ڳاٽاتو بہ پاڻ سڳورن تي نازل ٿيڻ وارن پهرين سورتن ۾ ٿئي ٿو ان ۾ بہ ماڻهن جي زندگين ۾ دخل اندازي جي متعلق ڳالهہ ڪئي وئي آهي "ذَرْنِيْ وَمَنْ خَلَقْتُ وَحِيْدًا(١١) وَّجَعَلْتُ لَهٗ مَالاً مَّمْدُوْدًا(١٢) وَّبَنِيْنَ شُهُوْدًا(١٣) وَمَهَّدْتُّ لَهٗ تَمْهِيْدًا(١٤) ثُمَّ يَطْمَعُ اَنْ اَزِيْدَ(١٥) كَلَّا ؕ اِنَّهٗ كَانَ لِاٰيٰتِنَا عَنِيْدًا (١٦) سَاُرْهِقُهٗ صَعُوْدًا(١٧)".

جيڪو پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خلاف آهي، جيڪو انساني معاشري جي مفادن جو دشمن آهي، جيڪو حق جي راهہ جو دشمن آهي، ان جي خلاف اٿي پوڻ جو حڪم ملي ٿو. انهيءَ ڪري اسلام ۾ جهاد ۽ مزاحمت جو تصور ملي ٿو. البت، اهو جهاد ان لڙائي جو نالو آهي، جيڪا انسانن جي زندگي جي آرام ۽ سڪون جي دشمنن

سان وڙهي وڃي. عدل ۽ انصاف جي دشمنن سان وڙهي وڃي، انسانن جي خوشبختيءَ لاءِ سعادت جي دشمنن سان وڙهي وڃي.

تنهنڪري قرآن شريف ۽ پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سيرت جو مطالعو ڪيو تہ توهان کي معلوم ٿيندو تہ جڏهن کان اسلامي حڪومت وجود ۾ آئي هئي، ان وقت کان ئي ڪجهہ اهڙا غيرمسلم ڌڙا بہ هئا جيڪي پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سهاري هيٺ آرام ۽ سڪون جي زندگي گذاري رهيا هئا ۽ مديني ۾ جيڪي يهودي رهندا هئا، انهن سان پاڻ سڳورن معاهدو ڪيو هو جنهن جي مطابق اهي حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ رهندي امن ۽ سڪون واري زندگي گذارڻ جا پابند هئا، پر انهن سازشون ڪرڻ شروع ڪيون. دشمني وارو رويو اختيار ڪيائون، خيانتون ڪيائون، پٺيءَ ۾ خنجر هڻڻ جي ڪوشش ڪيائون، تنهنڪري پاڻ سڳورن انهن سان جمي مقابلو ڪيو. جيڪڏهن مديني جا يهودي پاڻ سڳورن سان جهيڙو نہ ڪن ها، دشمني ۽ خيانتون نہ ڪن ها تہ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ انهن جي خلاف ڪوئي قدم نہ کڻن ها. تنهنڪري اسلام جو پيغام روحانيت ۽ معنويت جو پيغام آهي. دليلن ۽ دليل پيش ڪرڻ جو پيغام آهي. اهو انسانذات جي لاءِ هڪڙو پاڳ ۽ ڀلائيءَ وارو پيغام ۽ بهترين زندگي گذارڻ جي دعوت آهي.

ڪجهہ مخالف پيدا ٿي ويندا آهن ۽ اسلام انهن کي رستي تان هٽائڻ جو حڪم ڏئي ٿو. ڇوتہ اسلام ڪڏهن بہ شدت پسندي اختيار ڪرڻ جو حڪم نٿو ڏئي. جيڪڏهن ڪوئي انسانيت جي ڀلائي ۽ خوشبختيءَ جو دشمن آهي ۽ حق جي راهہ ڏانهن دعوت جي مخالفت ڪري ٿو تہ اسلام اهڙي شخص سان مقابلو ڪرڻ ۽ ان جي مقابلي ۾ جمي بيهڻ جو حڪم ڏئي ٿو. توهان ان ڳالهہ جو اڄ تائين جي پوري تاريخ جي انهن ڏاڍ ڪندڙ طاقتن جي ڪارڪردگي سان ڀيٽ ڪيو جيڪي ٻين جي علائقن کي هڙپ ڪرڻ لاءِ لڙائي ڪري رهيون آهن، معاشري ۾ ظلم ۽ بي عدالتيءَ کي عام ڪرڻ لاءِ لڙائي ڪري رهيون آهن.

## موجوده دور جي جديد جاهليت جون خصوصيتون

اڄ توهان ڏسو ته دنيا تي مسلط غاصب طاقتون طرح طرح جا هٿيار ناهي رهيون آهن. اهي اهو اسلحو دنيا کي ڊيڄارڻ ۽ ڌمڪائڻ لاءِ ناهين ٿا، نه ڪي عدل ۽ انصاف جي لاءِ. اهي معاشري ۾ بي عدالتي کي عام ڪرڻ لاءِ اهي هٿيار ناهين ٿا، نه ڪي انسانيت کي امن ۽ سلامتي فراهم ڪرڻ لاءِ. بلڪ اهو اسلحو انهيءَ لاءِ ناهين ٿا ته جيئن اهي ان جي ذريعي انهن ماڻهن جو چين ۽ سڪون کسي سگهن، جيڪي انهن جي سامهون آڻ نٿا مڃين. اڄوڪي دنيا جو سڀ کان وڏو مسئلو اهوئي آهي.

هي جيڪو اسان موجوده دور ۾ دنيا ۾ رائج جاهليت کي جديد جاهليت جو نالو ڏيون ٿا ته ان جو سبب به اهوئي آهي. جاهليت جو دور اڃا ختم ڪونه ٿيو آهي، ڇوته جاهليت حق جي خلاف لڙائي جو نالو آهي، جاهليت توحيد سان مقابلوڪرڻ جو نالو آهي، جاهليت انساني حقن کي پائمال ڪرڻ جو نالو آهي، جهالت انسانن جي ڀلائي ۽ خوشبختيءَ جي لاءِ الله تعاليٰ طرفان مقرر ڪيل رستي جي مخالفت جو نالو آهي؛ ۽ اهي سڀ ڳالهيون اڄ به دنيا ۾ رائج آهن. پر جديد ۽ نئين شڪل ۾، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ذريعي. ائٽمي هٿيارن جي استعمال سان ۽ انساني زندگي کي تباهه ۽ برباد ڪرڻ وارن ڪارخانن جي مالڪن جا ڪيسا ڀرڻ وارن قسم قسم جي هٿيارن جي استعمال جي صورت ۾ جاهليت جي جديد صورت موجود آهي.

اڄ دنيا ۾ هٿيارن ۽ دفاعي خرچ جا قصا انسانيت کي پيش اچڻ وارن انتهائي افسوسناڪ مسئلن مان هڪ مسئلو آهن. دنيا ۾ هٿيار ناهڻ وارن ڪارخانن ۾ قسم قسم جا هٿيار ناهيا پيا وڃن ۽ انهن هٿيارن کي وڪڻڻ لاءِ لڙايون ڪرايون وڃن ٿيون. ماڻهن کي هڪٻئي جو دشمن بڻايو وڃي ٿو. حڪومتن کي هڪٻئي جي خلاف مقابلي ۾ بيهاريو وڃي ٿو. خطرا پيدا ڪيا وڃن ٿا ته جيئن پنهنجي بڇڙي حرص ۽ خيانت واري مزاج جي تسڪين ٿي سگهي. تنهنڪري جيستائين عالمي مسئلا وڏين طاقتن جي هٿ وس هوندا ته دنيا ۾ ان جنگ جو

خاتمو ٿي نہ سگھندو ڇوتہ انھن جا مالي مفاد جنگ سان سلھاڙيل آھن. انھن جي اھا لڙائي عدل ۽ انصاف جي قيام لاءِ وڙھي ويندڙ جنگ ڪونھي. اھي آمريڪي ۽ ان جا ڀيا ساٿاري جيڪو اھو چون ٿا تہ اسان امن ۽ سلامتي جي قيام لاءِ جنگ ڪري رھيا آھيون. اھي نسورو ڪوڙ ڳالھائين ٿا. بلڪ حقيقت ان جي برخلاف آھي، ڇوتہ جتي جتي بہ انھن جا فوجي موجود آھن ۽ اھي پنھنجيون ڪارروايون جاري رکيون پيا آچن. اتي بدامني، بي انصافي ۽ انساني زندگي جي معاملن کي ڏکيو بڻائڻ جو سلسلو جاري آھي.

جڏھن کان دنيا ۾ اھي نوان ھٿيار ۽ بارود بڻايا ويا آھن. ان وقت کان انسان دٻاءُ جو شڪار آھي. گذريل 45 سالن جو عرصو يعني ٻي مھاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ کان وٺي 1990ع تائين جنھن کي سرد جنگ جو زمانو چيو وڃي ٿو ان دوران بين الاقوامي سرڪاري رپورٽن جي مطابق صرف ٽي ھفتا اھڙا گذريا آھن. جن جي دوران ڪٿي بہ ڪا لڙائي ڪونہ ٿي آھي، يعني انھن 45 سالن جي دوران دنيا جي ڪنبڪرڇ ۾ ڪٿي نہ ڪٿي لڙائي ٿيندي رھي آھي. اھي لڙايون ڪير ٿو ڪرائي؟ اھي ٿي ماڻھو جيڪي ھٿيار ناھين ٿا. اڄ دنيا جي وڏين طاقتن جي دفاعي بجيٽ دماغ کي چڪرائڻ واري آھي. خود انھن جي پنھنجن انگن اکرن جي مطابق 2009ع ۾ آمريڪي حڪومت 600 ارب ڊالرن کان وڌيڪ جي بجيٽ فوجي خرچن تي صرف ڪئي آھي. دفاعي بجيٽ جا اھي خرچ اڄ اسان پنھنجي پاڙيسري ملڪ ۾ ڏسي رھيا آھيون. اھي رقمون افغانستان ۾ خرچ ٿي رھيون آھن تہ جيئن افغانستان جي مسلمانن کي سيڪت ڏني وڃي. اھري طرح عراق ۾ خرچ ٿي رھيا آھن تہ جيئن عراق تي قبضو ڪري اتي جي عوام کي پنھنجي ھٿ وس رکي سگھن. اھڙي طرح اھا بجيٽ اسرائيلي حڪومت جي مدد لاءِ خرچ ڪئي پئي وڃي، تہ جيئن اھا وچ اوڀر جي قومن کي پنھنجي ڪنٽرول ۾ رکي سگھي. اڄ فاسد طاقتن جو طريقي ڪار اھوئي آھي. اسلام انھن ڳالھين جي خلاف آھي، تنھنڪري اھو انھن غاصبن جي خلاف جھاد جو حڪم ڏئي ٿو.

هي اهي ماڻهو آهن، جن جو مفاد ان ۾ آهي تہ مسلمان قومون ۽ مسلمان حڪومتون پاڻ ۾ وڙهنديون رهن، هڪٻئي سان نفرت ڪن ۽ هڪٻئي کان ڊڄنديون رهن، هڪٻئي کي پنهنجي لاءِ خطرو سمجهن. هي اهي ماڻهو آهن، جن جي ڦرلٽ ۽ غاصبيت جو انحصار ان ڳالهہ تي آهي تہ دنيا ۾ لڙايون ٿينديون رهن، ڇوتہ لڙائي ئي انهن لاءِ ڦرلٽ جو ذريعو آهي. ايترا ماڻهو ماريا وڃن، قومن جو ايترو گهڻو ناڻو هٿيارن جي خريداري ۽ مهانگن هٿيارن ناهڻ تي خرچ ٿي وڃي، آخر ڇاجي لاءِ؟ ڇا انهيءَ لاءِ تہ هٿيار ناهڻ وارن وڏن وڏن ڪارخانن جا مالڪ وڏ کان وڏ رقم ڪمائي سگهن، گهڻي کان گهڻي عيش عشرت واري زندگي گذاري سگهن. اهو تہ انساني تاريخ جو اهوئي خطرناڪ جاهلاڻو ۽ شيطاني نظام آهي، جيڪو بدقسمتيءَ سان توحيد واري راهہ کان پري انسانن جي زندگي تي مڙهيل آهي.

## اسلامي سجاڳي دنيا جي غاصبن ۽ صلح ۽ عدالت جي دشمنن جي نابودي جي پڌري نشاني

جاهليت جو اهو سلسلو قطعي طور باقي رهڻ وارو ڪونهي، ڇوتہ اهو حق جي خلاف آهي ۽ باطل آهي، جيڪو متجڻ وارو آهي، "جَآءَ الْحَقُّ وَزَهَقَ الْبَاطِلُ ۚ اِنَّ الْبَاطِلَ كَانَ زَهُوْقًا" (بني اسرائيل: 81). باطل يعني اها شئي جيڪا خلقت جي اعتبار کان سنت الاهي جي برخلاف هجي، اها متجڻ ۽ زائل ٿي ختم ٿيڻ واري آهي. اهڙيون شيون باقي رهي نٿيون سگهن ۽ انهن جي زوال ۽ نابوديءَ جي علامتن کي انسان اڄ ڏسي سگهي ٿو. انسان جيڪڏهن بين الاقوامي حالتن جو جائزو وٺي تہ نابودي جا آثار واضح طور تي ڏسي سگهي ٿو.

دنيا جون حالتون بدلجي ويون آهن. قومون سجاڳ ٿي چڪيون آهن. خوشقسمتيءَ سان مسلمان قومن ۾ اها سجاڳي گهڻي آهي. مسلمان قومون ۽ مسلمان حڪومتون اسلام جي اهميت، اسلام جي عظمت ۽ ان اطمينان جي قابل ۽ مضبوط پناهہ گاهہ جي عظمت کان واقف ٿي رهيون آهن. اڄ اسلامي دنيا ۾ اسلامي سجاڳيءَ جي ڪري بين وڏين طاقتن جي اها پهريان واري سگهہ باقي نہ رهي آهي. آمريڪا

جي موجوده حالت ماضي کان مختلف آهي. آمريڪا کان علاوه ٻين طاقتن جو به اهوئي حال آهي. ان صورتحال ۾ مسلمان قومن کي گهرجي ته توحيد واري واٽ جو قدر ڪن ۽ الاهي واعدي تي ڀروسو ڪن. اڄ مسلمانن جي ڀلائي ان ۾ آهي ته اهي اسلام جي نالي تي پاڻ ۾ ٻڌي ڪن.

البت، دشمنيون به پنهنجي جاءِ تي آهن ۽ رهنديون. جتي جتي سجاڳي گهڻي هوندي، اتي انسانيت جي دشمنن کي وڏيڪ خطري جو احساس ٿيندو. تنهنڪري دشمنيءَ ۾ به اضافو ٿيندو. اڄ اسلامي جمهوريه ايران سان جيڪا دشمني ڪئي پئي وڃي، ان جو مطلب اسان چڱيءَ طرح سمجهون ٿا. چڱيءَ طرح معلوم آهي ۽ ان جي سببن کان به چڱيءَ طرح واقف آهيون. جيئن ته اسلامي جمهوريه ايران مسلمان قومن جي سجاڳي جو جهنڊو کڻي انهن کي ٻڌي ڪرڻ ۽ باوقار زندگيءَ جي دعوت ڏني آهي ۽ اها قومن ۽ حڪومتن کي اهو سمجهائي رهي آهي ته اسلام جي پاڇي هيٺ حاصل ٿيڻ واري پنهنجي وقار ۽ عزت جو قدر ڪن. اسلامي جمهوريه ايران سان دشمني انهيءَ ڪري آهي. ان کي اسان چڱيءَ طرح ڄاڻون ٿا. اسان کي اها به خبر آهي ته انهن جون اهي دشمنيون ناڪام ۽ نامراد ٿيڻ واريون آهن. جيئن اڄ تائين ناڪام رهيا آهن. 31 سالن کان اهي اسلامي جمهوريه ايران جي خلاف جدوجهد ڪري رهيا آهن ۽ الله تعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم سان انهن 31 سالن ۾ اسلامي جمهوريه ايران جون پاڙون گهريون ۽ مضبوط ٿينديون ويون آهن ۽ اهو سلسلو اڳتي به هلندو رهندو. جيترو اهي دشمنيون وڌنديون اسان جي ماڻهن ۾، مسلمانن ۾، اسلامي دنيا ۾، عوامي محاذ ۾ خوداعتمادي وڌندي ۽ انهن کي پنهنجي سگهه ۽ طاقت جي بهتر سڃاڻپ ٿيندي.

اسان جي دعا آهي ته الله تعاليٰ سڀني اسلامي حڪومتن ۽ مسلمان قومن جي مدد فرمائي ته اهي پنهنجي اندر اعتماد پيدا ڪري سگهن ۽ پنهنجو پاڻ تي ڀروسو ڪري سگهن. غاصب طاقتن کان خوف نه کائين ۽ اهو سمجهن ته اهي طاقتون زوال ڏانهن وڌي رهيون آهن. انهن جي طاقت ڪوڙي آهي ۽ باطل آهي ۽ اهي باقي رهڻ واريون ڪونهن.

جيڪا شئي باقي رهڻ واري آهي، اها آهي جيڪا انسانيت جي لاءِ ڀلائي ۽ فائدي واري هجي "وَاَمَّا مَا يَنْفَعُ النَّاسَ فَيَمْكُثُ فِي الْاَرْضِ" (رعد: 17)

اسان جي دعا آهي تہ الله تعاليٰ حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جي برڪت سان اسان سيني کي وڌ کان وڌ اسلام جي راهہ جي ويجهو ڪري. اسان جي دلين کي هڪبئي جي ويجهو ڪري. مسلمان حڪمرانن کي هڪبئي جو هٿ پڪڙڻ جي توفيق ڏئي تہ جيئن مسلمان امت الله جي فضل ۽ ڪرم سان پنهنجي وڃايل طاقت، عزت ۽ مان شان ٻيهر حاصل ڪري سگهي.[1]

* * * * *

[1] عيد ميلادالنبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي موقعي تي مملڪت جي اعليٰ آفيسرن سان ملاقات: 10 جون 2010ع.

# حضور اڪرم ﷺ جي پلاري ڄم
# سان گڏ الاهي بشارتن جو ظاهر ٿيڻ

انساني زندگيءَ ۾ پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ڄمڻ حقيقت ۾ هڪڙي ڀڙڪندڙ صبح جي شروعات هئي. ان ڄم سان گڏ ان دور جي ماڻهن جي نظرن جي سامهون الاهي بشارتون ظاهر ٿيڻ لڳيون. ظالم ۽ جابر بادشاهن جي محلاتن جا بنياد لڏڻ لڳا ۽ آتش ڪده وسامي ويا. الله جي قدرت سان دنيا جي مختلف علائقن ۾ مذهب جي نالي تي جاري خرابيون ختم ٿيون. جڏهن تہ اهو ڄم بعثت جي لاءِ هڪڙو مُنڍ هو ۽ بعثت سيني دنيا وارن جي لاءِ رحمت هئي. جيئن الله تعاليٰ جو ارشاد آهي "وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ" (انبياء: 107). پوري ڪائنات هن مقدس وجود جي برڪتن سان فائدو حاصل ڪيو آهي ۽ آئنده بہ حاصل ڪندي رهندي. اڄ انساني فڪر جيڪا ترقي ڪئي آهي، ان کي جيڪا علمي اڳڀرائي حاصل ٿي آهي، دنيا ۾ اطلاعات ۽ معلومات جا جيڪي نوان باب کليا آهن، اهي سڀ ان عجيب ۽ غريب تاريخي دور ۾ اسلامي نور جي روشني جي برڪتن جو نتيجو آهن. ماڻهن کي اها عظيم نعمت عطا ڪئي وئي آهي.

جيڪڏهن انسان وٽ ججهي مقدار ۾ معلومات هجي ها، ان جي معرفت ۽ دانائي ڳوڙهي هجي ها، ۽ جيڪڏهن انهن کي پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي معرفت حاصل هجي ها، اهي اسلام کي سمجهي وڃن ها ۽ ان جي پيغام جي حقيقت کان واقف هجن ها تہ اڄ انساني تاريخ جا صفحا ڪجھ ٻيا هجن ها. اسان انسانن کي اسان جي جهالت ۽ تنگ نظري پوئتي ڌڪي ڇڏيو آهي. يقينن جيئن جيئن تاريخ اڳتي وڌندي ۽ انسانن جي سمجھ ۽ پروڙ جو دائرو وسيع ٿيندو ويندو تہ ان روح پرور ۽ حيات بخش نور مان اجا بہ وڌيڪ فائدو حاصل ڪيو ويندو. اسان اڄ ان جي آثارن جو چڱيءَ طرح مشاهدو ڪري رهيا آهيون. اڄ دنيا تي مڙهيل ان تهذيب ۽ تمدن پوري دنيا جو ساهہ نڪ ۾

ڪري ڇڏيو آهي. تنهنڪري اهي ڪنهن ڇوٽڪاري واري واٽ جي ڳولا ۾ آهن.

اڄ توهان ڪجهه اسلامي ملڪن، جيئن مصر ۽ تيونس وغيره ۾ اسلامي سجاڳي جي جيڪا صورتحال ڏسي رهيا آهيو اها انساني بيزاريءَ جي ان ئي ڪيفيت جي هڪڙي علامت ۽ نشاني آهي. جڏهن ماڻهن جي زندگي تي شيطانن جو غلبو ٿي وڃي، ياد رکو ته اهي انساني شيطان جناتي شيطانن کان وڌيڪ خطرناڪ هوندا آهن. جڏهن عالمي غاصب طاقتن جي طرفان ماڻهن جي سماجي زندگي، ذاتي زندگيءَ جي رهڻي ڪرڻي ۽ ماڻهن جي فڪرونظر ۾ مداخلتون شروع ٿي وينديون آهن ته اهي ماڻهن کي غلط رستي تي وٺي ويندا آهن. جنهن جي نتيجي ۾ ماڻهن جي زندگيءَ جي فضا اونداهي ٿي ويندي آهي ۽ اها اونداهي فضا انساني فطرت سان ميل نه کائيندي آهي. آخرڪار انساني فطرت جاڳي پوندي آهي ۽ اڄ دنيا ۾ اهوئي ٿي رهيو آهي. مغربي دنيا جيڪا مادي طاقتن جي قيدي آهي، اها به هاڻي بيزار ٿي وئي آهي. جيڪڏهن اسان مسلمان ماڻهن کي اسلام جو صحيح چهرو ڏيکاري سگهون ۽ پنهنجي رفتار کي اسلامي تعليمات سان گڏائي سگهون ته پوءِ توهان يقين ڪيو ته دنيا ۾ اسلام ڏانهن لاڙي جي هڪڙي همهگير لهر پيدا ٿي ويندي پر بدقسمتيءَ سان ڪمزوري خود اسان جي اندر آهي. عيب اسان جي اندر آهن. اسان قرآن شريف ۽ پيغمبر اسلام صلي الله عليه وآله وسلم جا سڀ کان پهريان مخاطب آهيون ۽ اسان کي پنهنجي اصلاح ڪندي، پنهنجو پاڻ کي ٺيڪ ڪرڻ جي ضرورت آهي.

## موجوده دور ۾ اسلامي سجاڳيءَ جا آثار

اڄ اسلام جي برڪت سان قومون سجاڳ ٿي چڪيون آهن. انسان غور ڪري ته سجاڳيءَ جي ان لهر جو پوري اسلامي دنيا ۾ مشاهدو ڪري سگهي ٿو. جنهن جي پهرين نشاني علائقي ۾ غاصب طاقتن جي وجود کان بيزاري جو کلم کلا اعلان آهي. آمريڪا هن وقت پنهنجي پروپيگنڊا مهم جي ذريعي ڪجهه اسلامي ملڪن ۾ هلڻ وارين عظيم عوامي تحريڪن جي زد کان پاڻ کي بچائڻ جون ڪوششون ڪري

رهيو آهي، پر اهو ناممڪن آهي. ڇوته انهن تحريڪن جو پهريون نشانو ئي علائقي ۾ غاصب طاقتن جو تسلط آهي. جنهن ڳالهه قومن جي توهين ۽ بي عزتي ڪئي آهي، اها اهوئي غاصب طاقتن جو تسلط آهي، جيڪا ڳالهه مسلمان قومن جو هڪٻئي ڏانهن دوستي جو هٿ وڌائڻ، هڪٻئي کي سمجهڻ ۽ پنهنجي طاقت کي گڏ ڪرڻ ۾ رڪاوٽ آهي ته جيئن مسلمان امت جي ڪا حقيقي تصوير سامهون نه اچي سگهي، اها هن علائقي م غاصب طاقتن جون سازشون ۽ مداخلتون آهن.

هاڻي ان جي تڏا ويڙهه ڪرڻ گهرجي. قومن کي غاصب طاقتن جي تسلط ۽ دخل اندازي کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ گهرجي. ڇوته هن علائقي جي مشڪلاتن جو حل ان ۾ آهي. قومن، عوام ۽ حڪومتن جون مشڪلاتون انهن جي ڪري ئي آهن. حڪومتون پنهنجي قوم ۽ پنهنجي عوام کان وٿي وڌائي چڪيون آهن، جنهن جو بنيادي سبب غاصب طاقتون ۽ انهن ۾ سڀ کان اڳ۾ آمريڪا آهي. تنهنڪري علائقي جي مشڪلاتن جو حل اهو آهي ته قومون سجاڳ ٿين، حڪومتون اڪ پٽين ۽ وڏي شيطان آمريڪا کي پنهنجي قوم جي تقدير سان کيڏڻ نه ڏين، پر ان کي پري پڃائين.

وچ اوير ۾ آمريڪا جي سياسي پاليسين جي ڪري، انهن علائقن جي عوام پنهنجين ئي حڪومتن جي مخالفت تي لهي ٿي اچي، جنهن جي نتيجي ۾ حڪومتن ۽ قومن جي وچ۾ فاصلا پيدا ٿي ويا آهن. جيڪڏهن ڪا قوم پنهنجي حڪومت سان گڏ بيٺي هجي ته دنيا جي ڪابه طاقت ان ملڪ تي غلبو حاصل نٿي ڪري سگهي، ڇوته ڪابه طاقت قومن جو مقابلو ڪرڻ جي سگهه نٿي رکي. اڄ ڪجهه اسلامي ملڪن ۾ اهو جيڪو ڪجهه ٿي رهيو آهي، اهو علائقي ۾ قومن جي وجود جي علامت آهي ته قومون جهاد جي ميدان ۾ نڪتل آهن. جڏهن قومون جهاد جي ميدان ۾ لهنديون آهن ته پوءِ وڏين وڏين طاقتن جا خنجر مڏا ٿي ويندا آهن ۽ اهي طاقتون قومن جي سامهون وڏي آواز ۾ ڳالهائي به ڪونه سگهنديون آهن. اهي طاقتون پنهنجي خريد ڪيل ماڻهن ۽ پنهنجي ويجهن ساٿارين کي عوام تي مڙهي ڇڏينديون آهن ۽ اهي ساٿاري عوام سان حڪم واري لهجي ۾ ڳالهائيندا آهن. جڏهن

عوام ميدان ۾ لهندي آهي تہ ان سان حڪومتن کي زبردست پذيرائي حاصل ٿي ويندي آهي، شرط اهو آهي تہ اها حڪومت عوام سان گڏ هجي ۽ اهوئي انهن علائقن جي مشڪلاتن جو حل آهي.

اڄ علائقي ۾ ان نقلي اسرائيلي حڪومت ڪينسر واري ڦٽ جي شڪل اختيار ڪري ورتي آهي، جنهن پوري علائقي کي بيمارين ۽ مصيبتن ۾ ڦاسائي ڇڏيو آهي. غاصب طاقتن جي پوري ڪوشش اها آهي تہ علائقي ۾ ڪينسر جي ان ڦٽ کي باقي رکون. علائقي ۾ موجود ان ناسور جو وجود جنگ، اختلافن، گروهہ بندي، غلط پاليسين ۽ قدمن جو اصل سبب آهي. ان کي بچائي رکڻ ۽ علائقي ۾ پنهنجي پوزيشن جي حفاظت جي لاءِ اهي طاقتون ننهن چوٽي جو زور لڳائي رهيون آهن.

اڄ اسان ان ڳالهہ جي اثرن ۽ نتيجن جو قومن جي ردعمل جي صورت ۾ مشاهدو ڪري رهيا آهيون. جڏهن قومون سجاڳ ٿي ويون آهن تہ ان صورتحال کي اهي برداشت ڪون۔ ڪندا.

اسان سمجهون ٿا تہ اڄ ڪجهہ اسلامي ملڪن ۾ جيڪي تحريڪون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، اهو انهن قومن سان غاصب طاقتن جي ان بي عزتي ڪرڻ واري رويي جو ردعمل آهي، جنهن کي انهن هڪڙي ڊگهي عرصي کان انهن سان جاري رکيو آهي ۽ اڄ جڏهن انهن کي موقعو مليو آهي تہ اهي انهن جي خلاف ميدان ۾ نڪري آيون آهن.

## اسلامي سجاڳي جي ان لهر کي زندهہ رکڻ عالمن سڳورن ۽ سياسي ۽ علمي شخصيتن جي ذميواري آهي

عالمن سڳورن، سياسي ۽ علمي شخصيتن تي ڳريون ذميواريون عائد ٿين ٿيون تہ اهي هن وقت انهن ملڪن ۾ ماڻهن جي رهنمائي ڪن. چاهي اهي سياسي شخصيتون هجن، علمي شخصيتون هجن، مذهبي اڳواڻ هجن يا مدرسن ۽ يونيورسٽين سان وابستہ شخصيتون هجن، انهن سڀني جي ڪلهن تي اها وڏي ذميواري آهي تہ اهي غاصب طاقتن کي ان ڳالهہ جو هرگز موقعو فراهم نہ ڪن، جو اهي پنهنجا بيشمار وسيلا ڪتب آڻي قومن جي هن عظيم تحريڪ کي وڪيري ڇڏين ۽ ان عوامي تحريڪ کي ناڪام ڪري ڇڏين. انهن کي هوشيار رهڻو پوندو

۽ سيني ملڪن ۾ انهن بلند هدفن ڏانهن عوام جي رهنمائي ڪرڻي پوندي. جيڪڏهن ايئن ممڪن ٿي سگهيو تہ پوءِ هن علائقي جو مستقبل روشن ۽ ڀڪندڙ هوندو. جنهن جي نتيجي ۾ مسلمان امت جو مستقبل بہ روشن ٿي ويندو.

دنيا ۾ اسان مسلمانن جو تعداد ڏيڍ ارب آهي. دفاعي ۽ قدرتي وسيلن جي لحاظ کان دنيا جي حساس ترين ماڳ تي آباد آهيون. پر پوءِ بہ غير اسان تي حڪومت ڪن ٿا ۽ اسان جي تقدير ۽ معاملن جا فيصلا ڪن ٿا. اسان جي تيل جا فيصلا ڪن ٿا. پر هاڻي اها حالت تبديل ٿيڻ گهرجي ۽ يقينن تبديل ٿي رهندي. ڇوتہ ان جا آثار صاف طور تي ڏسڻ ۾ اچن ٿا ۽ اهي اسلام جي برڪت سان پيدا ٿيڻ واري اسلامي سجاڳيءَ جو نتيجو آهي.

اسلام پنهنجي پيروڪارن جي ان انداز ۾ تربيت ڪري ٿو "وَالَّذِيْنَ مَعَهٗٓ اَشِدَّآءُ عَلَى الْكُفَّارِ رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ تَرٰىهُمْ رُكَّعًا سُجَّدًا يَّبْتَغُوْنَ فَضْلًا مِّنَ اللّٰهِ وَرِضْوَانًا سِيْمَاهُمْ فِيْ وُجُوْهِهِمْ مِّنْ اَثَرِ السُّجُوْدِ" (فتح: 29). اهي امتِ اسلاميہ جون علامتون آهن. هي اهائي روحانيت آهي، جيڪا انهن جي وجود ۾ موجود آهي. اها توڪل، اهو الله ڏانهن توجهہ ۽ ان جي بارگاهہ ۾ نياز ۽ نوڙت، اهي سڀ مومن ۽ مسلمان انسان جون خصوصيتون آهن. اسلام ان انداز سان انسان جي پرورش ۽ تربيت ڪري ٿو. اهو انسان الله جي بارگاهہ ۾ عاجزيءَ سان سجدو ڪندڙ مومن ڀائرن سان رحمدل ۽ مهربان ۽ اسلامي ڀائيچاري جو مظهر هوندو آهي، پر غاصب طاقتن جي سلسلي ۾ ظالمن جي خلاف جبل جميل پهاڙ وانگر بيهي رهندو آهي "وَمَثَلُهُمْ فِي الْاِنْجِيْلِ ۚ كَزَرْعٍ اَخْرَجَ شَطْئَهٗ فَاٰزَرَهٗ فَاسْتَغْلَظَ فَاسْتَوٰى عَلٰى سُوْقِهٖ".(فتح: 29)

اهي مسلمان امت جا اهي ارتقائي مرحلا آهن. جيڪي جنم وٺندا آهن ۽ واڌ ويجهہ جي مرحلن مان گذري ٿيندا وڌندا مستحڪم ۽ مضبوط ٿي ويندا آهن: "يُعْجِبُ الزُّرَّاعَ" مسلمان امت جي ان ارتقائي مرحلي کي ڏسي خود اهي ماڻهو جن ان جي لاءِ زمين هموار ڪئي هئي، حيرت ۾ پئجي وڃن ٿا. اها قدرت الاهي آهي جيڪا انسانن کي اهڙي طرح واڌ ويجهہ عطا ڪري ٿي. "لِيَغِيْظَ بِهِمُ الْكُفَّارَ" ۽ جڏهن تڪبر ڪرڻ وارو دشمن اسلام جي دامن ۾ تربيت حاصل ڪرڻ وارن انهن مسلمانن

کي ڏسندو آهي تہ اهو غمگين تي وڪڙ ڪائڻ لڳندو آهي. ان حالت ۾ اسان جي لاءِ ضروري آهي تہ اسان پوري طرح عمل ڪيون. پنهنجو پاڻ کي نيڪ ڪيون. پنهنجن عملن کي قرآني تعليمات جي مطابق ناهيون. پنهنجن دوستن، دشمنن ۽ تڪبر ڪرڻ وارن سان قرآني تعليمات جي مطابق سلوڪ ڪيون. ڇوتہ الله تعاليٰ ان طريقي سان زندگي گذارڻ وارن جي لاءِ اجر ۽ ثواب جو واعدو ڪيو آهي، جيڪو انهن کي دنيا ۾ بہ ملندو ۽ آخرت ۾ بہ حاصل ٿيندو. دنيا ۾ انهن کي عزت ۽ وقار ملندو. نعمتون حاصل ٿينديون. جيڪي الله تعاليٰ انسانن لاءِ ئي مخصوص ڪري رکيون آهن ۽ آخرت ۾ انهن کي رضاء الاهي ۽ بهشت نصيب ٿيندا.

هي اهو رستو آهي جنهن کي توهان ايراني عوام چونڊيو آهي ۽ ان تي هلي پيا آهيو ۽ اڳتي وڌندا وڃوٿا ۽ انشاء الله پنهنجي سفر کي جاري رکندا. هي هڪڙو اهڙو رستو آهي، جيڪو خوشقسمتي سان اڄ اسان ڏسي رهيا آهيون، اسلامي دنيا ۾ ٻيون مسلمان قومون بہ آهستي آهستي ان ڏانهن وڌي رهيون آهن. الله تعاليٰ جو ارشاد آهي "وَالْعَاقِبَةُ لِلْمُتَّقِيْنَ" (قصص: 83). جيڪڏهن اسان تقويٰ الاهي کي پنهنجو شيوو ناهيون تہ اهو طئي آهي تہ فتح مسلمان امت جي ئي ٿيندي ۽ الله گهريو تہ اها ڪاميابي ڪو گهڻو پري ڪونهي.

اسان دعا ڪيون ٿا تہ الله تعاليٰ سيني مسلمان قومن، اسلامي امت، ۽ خاص طور تي هن امت جي بااثر ۽ ممتاز شخصيتن کي اها توفيق عطا فرمائي تہ اهي پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ قرآن شريف جي تعليمات جي برڪتن مان لاڀ ائيتا ٿين ۽ الله تعاليٰ جي بارگاھ ۾ دعاگو آهيون تہ اسان کي اهو نئون رستو ڏيکارڻ واري اسان جي عظيم الشان امام خميني رحمت الله عليہ تي ۽ ان راھ ۾ پنهنجي جان جو نذرانو پيش ڪرڻ وارن سيني شهيدن تي پنهنجي ڪشادي رحمت نازل فرمائي.[1]

* * * * *

[1] عيدميلادالنبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي موقعي تي ملڪي آفيسرن ۽ اسلامي ملڪن جي سفيرن سان ملاقات: 21 فيبروري 2011ع.

# ميلاد وارو ڏينهن سال جو عظمت وارو برڪتن وارو ۽ اهم ترين ڏينهن آهي

ڏينهن جي اهميت جو معيار جيڪڏهن اهو هجي تہ ان ڏينهن الله تعاليٰ انسانذات جي لاءِ پنهنجي لطف ۽ ڪرم سان ڪا وڏي نعمت نازل فرمائي هجي تہ يقينن رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ولادت واري ڏينهن کي سال جو سيني کان اهم ۽ عظمت وارو ڏينهن قرار ڏئي سگهجي ٿو. ڇوتہ بعثت جي نعمت ۽ پاڻ سڳورن جي چونڊ پوري تاريخ ۾ انساني لڏي لاءِ سيني الاهي نعمتن مان تمام وڏي نعمت آهي. تنهنڪري يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي جمڻ وارو ڏينهن پوري سال جو سڀ کان برتر، سڀ کان وڏو ۽ سيني کان گهڻو برڪت وارو ڏينهن آهي. سو اسان کي اهو ڏينهن عقيدت سان ملهائيندي، ان ڏينهن پيش اچڻ واري ان عظيم واقعي کي پنهنجن نظرن جي سامهون مجسم ڪرڻ گهرجي. اميرالمومنين امام علي عليہ السلام فرمايو آهي "اَرسَلَهُ عَلَى حِينِ فَترَتٍ مِنَ الرُّسلِ وَطُولِ هُجعَتٍ مِنَ الاُمَمِ" (ڪافي ج 1 ص 60).

رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي جمڻ جو واقعو هڪڙي اهڙي وقت ۾ ظاهر ٿيو جڏهن انسانيت هڪڙي وڏي عرصي کان انبياء الاهيءَ جي وجود جي برڪتن کان محروم هئي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي زماني کي گذرئي ڇهہ سو سال ٿي ويا هئا. سوين سالن کان انسانذات ڪنهن الاهي سفير جي زيارت نہ ڪئي هئي. ان جو ڪهڙو نتيجو نڪتو هو؟ "وَالدُّنيَا کَاسِفَت النُّور ظاهره الغرور" (نهج البلاغہ خطبو 89) دنيا اونداهي ٿي چڪي هئي، ظلم جي گهر ۾ تبديل ٿي چڪي هئي، معنويت ختم ٿي وئي هئي، انسان جهالت، گمراهي ۽ غرور ۾ غرق هو. ڪجهہ اهڙين حالتن ۾ الله تعاليٰ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي دنيا ۾ موڪليو.

حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم اها هستي آهن جن کي الله تعاليٰ انساني تاريخ جي ان عظيم انقلاب جي لاءِ تيار ڪيو هو تنهنڪري پاڻ سڳورن 23 سالن جي ٿورڙي عرصي ۾ هڪڙو عظيم الشان انقلاب برپا ڪري ڇڏيو جيڪو مڙني رڪاوٽن ۽ مشڪلاتن کي پنهنجي رستي مان مٿائيندي اڳتي وڌيو ۽ اڄ تائين اهو سلسلو جاري ۽ ساري آهي. 23 سالن جو عرصو تمام ٿوري مدت آهي. انهن مان بہ 13 سال اڪيلو جدوجهد ڪرڻ ۾ گذري ويا هئا. سڀ کان پهريان مڪي مڪرمہ ۾ پنج ڏهہ يا پنجاهہ ماڻهن سان گڏ پنهنجي مهم جي شروعات ڪئي. ٿورڙن ماڻهن جي اها ننڍڙي جماعت تعصبي، جاهل ۽ عقل کان انڌن دشمنن جي انهن برداشت کان ٻاهر سختين جي مقابلي ۾ ڄمي بيهڻ ۾ ڪامياب ٿي ۽ ايئن اسلامي معاشري ۽ تهذيب و تمدن جي هڪڙي عمارت بيهارڻ لاءِ گهڻو مستحڪم ۽ مضبوط ٿنيا ۽ بنياد تيار ڪيا ويا تہ جيئن اسلامي تهذيب ۽ تمدن جي اها عمارت انهن ٿنين تي بيهي سگهي.

ان کان پوءِ الله تعاليٰ اهڙيون حالتون پيدا ڪيون تہ پاڻ سڳورا مديني منور هجرت ڪري وڃن ۽ اتي وڃي ان نظام ۽ معاشري جو بنياد رکي سگهن ۽ ان تهذيب جي باريڪين کي طئي ڪري سگهن. اهو پورو عرصو جنهن ۾ پاڻ سڳورن ان نظام جي تشڪيل ڪئي، ان کي سنواريو ۽ مڪمل طور تي تيار ڪيو صرف ڏهن سالن تي ٻڌل آهي، جيڪا تمام ٿوري مدت آهي. عام طور تي اهڙي قسم جا واقعا زماني جي حادثن جي طوفانن ۾ گم ٿي ويندا آهن، ختم ٿي ويندا آهن ۽ وسري ويندا آهن. پر حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڏهن سالن جي ان ٿورڙي عرصي ۾ هڪڙو ننڍڙو ٻوٽو پوکي، ان کي پاڻي ڏيڻ ۽ وڌڻ ويجهڻ جا وسيلا فراهم ڪندي، ان کي هڪڙو وڏو وڻ بنائڻ ۾ ڪامياب ٿيا. پاڻ سڳورن هڪڙي اهڙي تحريڪ هلائي، جنهن جي نتيجي ۾ اهڙي تهذيب وجود ۾ اچي وئي، جيڪا مناسب وقت ۾ انساني تمدن جي بلند ترين چوٽي تائين پهچي وئي. يعني ٽين ۽ چوٿين هجري صدي ۾ پوري دنيا ۾ ڪابہ تهذيب، تاريخي ميراث يا ڪابہ طاقتور حڪومت اهڙي

نظر ڪونہ ٿي اچي جيڪا اسلامي تهذيب ۽ تمدن جي قد برابر هجي. اهو اسلام جوئي ڪرشمو آهي.

اها ان وقت جي ڳالهہ آهي جڏهن حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي 10 سالن واري اقتداري دور کان پوءِ مسلمان امت کي مختلف قسم جي ڏکين حادثن کي منهن ڏيڻو پيو هو. مشڪلاتون پيدا ٿيون هيون. پاڻ منجهہ اختلاف ۽ اندروني جهيڙا شروع ٿيا هئا. انهن سيني مسئلن کان اڳيا اڳتي وڌي منهن موڙ وارو رجحان پيدا ٿيو هو ۽ اسلامي تعليمات ۾ گهٽ وڌايون ڪرڻ جو سلسلو شروع ٿيو هو. اهو سڀ ڪجهہ هجڻ جي باوجود بہ ٽن چئن صدين ۾ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ان پيغام کي اها عظمت حاصل ٿي جو اڄ بہ پوري دنيا ۽ ان ۾ موجود تهذيبون ٽين ۽ چوٿين هجري صدي جي مسلمانن جي تمدن جون ٿورائتيون آهن.

## انسان جي چوٽڪاري ۽ ڪمال ڏانهن پيشقدمي جو راز اسلام ۾ آهي

انسانذات جيڪڏهن عدل ۽ انصاف سان سوچ ويچار ڪري تہ اهي ان ڳالهہ جي تصديق ڪندا تہ انسان جو ڇوٽڪارو ۽ ان جي ڪمال ڏانهن پيشقدميءَ جو راز صرف ۽ صرف اسلام ۾ ئي رکيل آهي، ڪنهن ٻي شئي ۾ ڪونهي. اسان مسلمانن قدر ڪونہ ڪيو آهي. اسان لوڻ ڇڪڻ کان پوءِ لوٽداني کي پٺي ڇڏيو آهي. اسان تہ اسلام جي قدر ۽ منزلت کي سڃاتو ئي ڪونهي. پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙي شاندار ۽ ڪمال جي راهہ تي هلندڙ انساني معاشري جي عمارت بيهارڻ جي لاءِ جيڪي ٿنڀا تيار ڪيا، اسان انهن جي حفاظت ئي ڪونہ ڪئي. اسان ناشڪري ڪئي آهي ۽ ان جي سزا بہ ڀوڳي رهيا آهيون. اسلام جي اندر ايتري طاقت هئي ۽ هاڻي بہ آهي جو اهو انسانذات کي سعادت سان همڪنار ڪري سگهي ۽ ڪمال واري منزل تائين پهچائڻ سان گڏ مادي ۽ معنوي اعتبار کان بہ واڌ ويجهہ فراهم ڪري. پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن ٿنڀن جي تعمير

ڪئي آهي، اهي ايمان، ڏاهپ، مجاهدي، عزت ۽ اسلامي وقار جا اصل ٿنيا آهن.

اسان کي پنهنجين دلين ۽ عملن کي ايمان جي ذريعي مضبوط ڪندي انساني عقل کان ڀرپور فائدو وٺڻ گهرجي، جيڪو انسان جي لاءِ هڪڙو عظيم الاهي تحفو آهي. جهاد في سبيل الله تي عمل ڪرڻ، چاهي اهو لڙائيءَ جي ميدان ۾ ڪرڻو پوي يا سياست ۽ معاش جهڙن ٻين ميدانن ۾، اسان کي پنهنجي انساني ۽ اسلامي وقار جي احساس کي غنيمت سمجهڻ گهرجي.

جڏهن ڪنهن معاشري ۾ انهن ڳالهين کي زنده رکيو ويجي ته پوءِ اهو معاشرو اسلام ۽ پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي ٻڌايل اصولن تي هلڻ لڳندو آهي. الحمدلله اسان ايران وارا اسلام جي پيغام جي برڪت ۽ پنهنجي عظيم قائد امام خميني رحمت الله عليه جي هدايتن جي برڪت سان انهن مان ڪجهه ڳالهين کي پنهنجي زندگي ۾ عملي جامو پارائڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهيون ۽ اڄ پنهنجين اکين سان انهن جي لاڀ ۽ اثرن جو مشاهدو به ڪري رهيا آهيون.

اڄ اسلامي دنيا ان نقطي ڏانهن متوجهه ٿي وئي آهي. اتر آفريڪا ۽ وچ اوڀر جي خطي جي ڪجهه ملڪن ۾ جيڪي تحريڪون نظر اچن ٿيون، اهي اسلام جي نور مان فيض حاصل ڪرڻ ۽ پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جي فرمانن تي عمل ڪرڻ جو نتيجو آهن. اهوئي سبب آهي جو انهن ملڪن جو مستقبل پروردگار جي توفيق سان، الله جي مدد ۽ تائيد جي برڪت سان روشن ۽ شاندار آهي.

## غاصب طاقتن طرفان اسلامي سجاڳي جي لهر کي روڪڻ جي ناڪام ڪوشش

مغربي ملڪ ٻي مقصد ضد ڪري رهيا آهن ۽ بنا سبب پنهنجي ان غلط موقف تي اڙجي ويا آهن. مصر، تيونس ۽ ڪجهه ٻين ملڪن ۾ اڄ جيڪو ڪجهه ٿي رهيو آهي، اهو ان ڳالهه جو دليل آهي ته علائقي جي تاريخ پنا اٿلائڻ شروع ڪيا آهن ۽ تاريخ ۾ هڪڙي نئين باب جو اضافو ٿيڻ وارو آهي. اڄ کان هڪ سئو يا ڏيڍ سئو سال اڳ مغربي

غاصب طاقتن ۽ حڪومتن انهن علائقن تي جيڪي حالتون مڙهي ڇڏيون هيون ۽ ان عظيم ۽ حساس علائقي جي قسمت جنهن انداز ۾ لکڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا، ان ۾ اهي ناڪام ٿيا آهن ۽ هڪڙي نئين دور جي شروعات ٿي چڪي آهي.

البت، اڄ به مغرب جون غاصب طاقتون گهڻو مقابلو ڪري رهيون آهن ۽ ان عظيم ۽ ناقابل انڪار حقيقت جي سامهون هٿيار ڦٽي ڪرڻ جي لاءِ تيار نه آهن ته اڄ علائقي جون قومون سجاڳ ٿي ويون آهن ۽ انهن اسلام ڏانهن رخ ڪري ڇڏيو آهي. پر حقيقت اها آهي ته اسلامي ملڪن ۾ اسلام جو روح ڦوڪجي ويو آهي. مغرب ۽ آمريڪا نواز حڪمرانن انهن قومن سان جيڪو سلوڪ جاري رکيو آهي، ان مان انهن قومن کي اندازو ٿي ويو آهي ته هاڻي انهن وٽ حقن لاءِ قيام ڪرڻ، تحريڪ هلائڻ ۽ انقلاب برپا ڪرڻ کان علاوه ٻيو ڪو رستو موجود ڪونهي. تنهنڪري انهن ان رستي کي اختيار ڪندي اڳتي وڌڻ شروع ڪري ڇڏيو آهي ۽ يقينن اهي تحريڪون پنهنجي منطقي انجام تي پهچي ئي ساهه کڻنديون.[1]

* * * * *

[1] عيد ميلادالنبي صلي الله عليه وآله وسلم جي موقعي تي ملڪي آفيسرن سان ملاقات: 30 جون 2011ع.

# پيغمبر اڪرم ﷺ جي تعليم ۾
# اسلامي عزت کي ورڻ جي ڀيارڻ جو راز لڪل آهي

اسان مسلمانن کي هدايت جي راهہ ڳولهڻ لاءِ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت جي سڃاڻپ ئي ڪافي آهي. البت، اسان جو تہ اهو عقيدو آهي تہ انساني دنيا کي پاڻ سڳورن جي وجود مبارڪ مان فيضياب ٿيڻ گهرجي ۽ اهي فيضياب ٿي بہ رهيا آهن. پر اسان مسلمان پاڻ سڳورن جي وجود مبارڪ مان فيضياب ٿيڻ جا وڌيڪ حقدار آهيون. اها عظيم الشان هستي جيڪا اعليٰ اخلاقي صفتن جي مالڪ آهي، اها عظيم شخصيت جنهن کي الله تعاليٰ انساني تاريخ جي سڀ کان عظيم ذميواري سونپڻ جي لاءِ تيار ڪيو. جيئن امام جعفرصادق عليہ السلام فرماو آهي "اِنَّ اللهَ عَزَّوَجَلَّ اَدَّبَ نَبِيَّهُ فَاَحسَنَ اَدَبَهُ فَلَمَّا اَكمَلَ لَهُ الاَدَبَ قال: اِنَّكَ لَعَلىٰ خُلُقٍ عَظِيم. ثُمَّ فَوَّضَ اِلَيهِ اَمرَالدِّينِ وُالاُمَّتِ لِيَسُوسَ عِبَادَهُ" تحقيق الله تعاليٰ پنهنجي نبي سڳوري جي پرورش ۽ تربيت ڪئي ۽ جڏهن اهي تربيت جي ڪمال تي پهچي ويا تہ فرمايو "توهان عظيم اخلاق ۽ ڪردار جا مالڪ آهيو" ۽ پوءِ انهن جي ڪلهن تي اها عظيم ذميواري رکي ڇڏي. (ڪافي ج 1 ص 266).

تنهنڪري 17 ربيع الاول يعني پاڻ سڳورن جي ڀلاري ڄم جي ڏينهن کي انساني تاريخ ۾ انسانن جي سڀني کان وڏي عيد قرار ڏئي سگهجي ٿو ڇوتہ ان ڏينهن الله تعاليٰ انسان ۽ انساني تاريخ کي ان عظيم سوکڙيءَ سان نوازيو آهي ۽ ان عظيم هستيءَ بہ ان مقصد جون سڀ گهرجون پوريون ڪيون آهن.

اڄ جيڪڏهن اسان مسلمان پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت کي پنهنجي ڏيان جو مرڪز قرار ڏئي پاڻ سڳورن کان سبق حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيون تہ اسان جي دين ۽ دنيا بنهي لاءِ اهو ڪافي آهي. اسان کي پنهنجي وڃايل وقار جي بحالي لاءِ

پنهنجي نگاهن کي ان مقدس وجود تي ڪُپائڻو پوندو. ان مان سبق وٺڻ ۽ سکڻ ڪافي آهي. اها عظيم شخصيت علم، امانتداري، اخلاق ۽ عدالت جو مظهر هئي. انسان کي انهن ڳالهين کان سواءِ پلا بين ڪهڙين ڳالهين جي ضرورت هوندي آهي؟ اسان جون بنيادي ضرورتون اهي ڳالهيون ئي آهن. هي اهي انساني ضرورتون آهن، جيڪي پوري انساني تاريخ ۾ ڪڏهن بہ تبديل ڪونہ ٿيون آهن.

خلقت جي شروع کان وٺي اڄ تائين انساني زندگي ۾ بيشمار تبديليون ظاهر ٿي چڪيون آهن. جن سان زندگيءَ جون حالتون تبديل ۽ هيٺ مٿي ٿي ويون آهن، پر انسانن جي بنيادي خواهشن ۾ ڪا بہ تبديلي ڪونہ آئي آهي. انسان پنهنجي خلقجڻ جي شروع کان ئي سڪون ۽ ذهني آرام جو ڳولائو رهيو آهي، عدل ۽ انصاف جي ڳولا ۾ رهيو آهي، سٺن ۽ نيڪ اخلاقن جي تلاش ۽ جدوجهد ۾ رهيو آهي ۽ حقيقي خالق سان مستحڪم رابطي جي تمنا ۾ رهيو آهي ۽ اهي ئي ڳالهيون انسان جي بنيادي ضرورتن مان آهن جيڪي انساني فطرت مان واڌ ويجهہ حاصل ڪنديون آهن.

حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ذات انهن سيني خصوصيتن جو نمونو آهي. اڄ اسان مسلمانن کي انهن مڙني خصوصيتن جي ضرورت آهي. اڄ مسلمان امت کي علمي ترقي جي ضرورت آهي. الله تعاليٰ جي ذات تي مڪمل ڀروسو رکڻ جي ضرورت آهي. پاڻ ۾ مضبوط رابطا برقرار رکڻ ۽ سُٺي اخلاق سان پيش اچڻ جي ضرورت آهي. اسان کي پاڻ منجهہ ڀائري وارا تعلقات مضبوط ڪرڻ سان چشم پوشي ۽ معاف ۽ درگذر ڪرڻ کان ڪم وٺڻ جي ضرورت آهي.

حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ذات انهن سيني خصوصيتن جو مظهر آهي. پاڻ سڀني جو علم، سندن حلم، سندن درگذر ڪرڻ، سندن رحمدلي، ڪمزورن تي پاڻ سڀني جي شفقت، معاشري جي سيني ماڻهن سان سندن عدل وارو سلوڪ انهن سيني خصوصيتن جو مظهر حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ذات مبارڪ آهي. اسان کي پاڻ سڀني کان سبق وٺڻ گهرجي ڇوتہ انهن

خصوصيتن جي ضرورت آهي. اڄ اسان کي الله تعاليٰ جي ذات تي پنهنجو يقين مضبوط ڪرڻ جي ضرورت آهي، الله تي ايمان رکڻ جي ضرورت آهي، الله جي واعدن تي ڀروسو ڪرڻ جي ضرورت آهي. الله جو واعدو آهي تہ جيڪڏهن جدوجهد ڪندا ۽ محنت ڪندا تہ الله توهان کي پنهنجي منزل تائين پهچائيندو ۽ توهان استقامت جي پاڇي هيٺ پنهنجا هدف حاصل ڪري وٺندا.

دنياوي خواهشن جي مقابلي ۾ اسان جي قوت ارادي ۾ ڪمزوري نہ اچڻ گهرجي. مال ۽ مقام ۽ ٻين اڻ ڳڻين نفسياتي وسوسن جي مقابلي ۾ اسان جي بي نيازي ۾ گهٽتائي نہ اچڻ گهرجي، بلڪ اسان کي استقامت کان ڪم وٺڻ گهرجي. اهي ئي اهي ڳالهيون آهن، جيڪي انسانذات کي اعليٰ ڪمال تائين پهچائين ٿيون ۽ ڪنهن بہ قوم ۽ ملت کي وقار جي بلندين تائين پهچائي سگهن ٿيون. ڪنهن بہ معاشري کي حقيقي خوشبختي ۽ سعادت سان همڪنار ڪري سگهن ٿيون. اسان انهن ڳالهين جا محتاج آهيون، جڏهن تہ اسان جي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پاڪ ذات انهن سڀني ڳالهين جو مظهر آهي.

## پيغمبر اڪرم ﷺ جي شخصيت جون خصوصيتون

حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پوري زندگي اهڙي آهي. پاڻ سڳورن جو ٻالڪپڻو سندن جواني ۽ بعثت کان اڳ واري زماني ۾ بہ پاڻ سڳورن جي ديانتداريءَ جو اهو عالم هو جو قريشين جو پورو قبيلو ۽ پاڻ سڳورن کي سڃاڻڻ وارو هر عرب، پاڻ سڳورن کي "امين" جي لقب سان سڃاڻندا هئا. ماڻهن سان پاڻ سڳورن جو عدل ۽ انصاف، سندن عادلاڻي نگاهہ اهڙي آهي، جو جڏهن حجراسود کي ٻيهارڻ جو موقعو آيو يا عرب قبيلن ۽ گروهن ۾ لڙائي جهيڳڙي جي نوبت يا ڪو ٻيو تڪرار پيدا ٿي پوي ٿو تہ فيصلي جي لاءِ پاڻ سڳورن کي چونڊيو ويجي ٿو جڏهن تہ پاڻ سڳورا ان وقت نوجوان هئا. اها سڀني ماڻهن سان پاڻ سڳورن جي انصاف پسندي هئي، جنهن جي ڪري سڀئي سندن تعريف ڪندا هئا ۽ سڀئي پاڻ سڳورن کي صادق ۽ امين

مچيندا هئا. اهي پاڻ سڳورن جي نوجواني جون ڳالهيون آهن. ان کان پوءِ پاڻ سڳورن جي بعثت جو دور آيو جيڪو پاڻ سڳورن جي ايثار مجاهدات ۽ استقامت جو دور هو.

ان دور ۾ سڀ ماڻهو پاڻ سڳورن جا مخالف هئا. پاڻ سڳورن جي خلاف محاذآرائي ڪري رهيا هئا. پاڻ سڳورن جي مخالفت ۾ ڪم ڪري رهيا هئا. پاڻ سڳورن سان اختلاف ڪندا هيا. مڪي جو تيرهن سالن وارو دور ڪيترو سخت ۽ ڏکيو هو پر پاڻ سڳورا ثابت قدم رهيا. پاڻ سڳورن جي ثابت قدميءَ جوئي نتيجو هو جو اهڙي مضبوط ارادي جا مالڪ مسلمان پيدا ٿيا. جو انهن تي ڪنهن بہ قسم جي سختي ۽ دٻاءَ جو اثر ڪونہ ٿيندو هو. اهي ڳالهيون اسان جي لاءِ سبق آهن. ان کان پوءِ جڏهن پاڻ سڳورن مدني معاشرو قائم ڪيو ۽ ڏهن سالن کان وڌيڪ حڪومت ڪونہ ڪئي، پر هڪڙي اهڙي عظيم عمارت تعمير ڪري ڇڏي جيڪا صديون گذري وڃڻ جي باوجود اڄ بہ علم ۽ ڏاهپ، تهذيب ۽ تمدن، روحاني ارتقاء، اخلاقي ڪمالن ۽ دولت ۽ ثروت ۾ انسانيت جو نقطہ عروج آهي ۽ اهوئي معاشرو آهي جنهن جو نقشو پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ٺاهيو هو ۽ سندن ئي هٿان ان جو بنياد رکيو ويو هو پر بعد ۾ مسلمانن سُستي ڪندي ان کي نقصان پهچايو.

اسان مسلمانن پنهنجي ئي هٿن سان پنهنجو پاڻ کي پسماندگيءَ ڏانهن ڌڪيو آهي. هاڻي جيڪڏهن اسان پاڻ سڳورن جي نقش قدم تي هلڻ جي ڪوشش ڪيون تہ هڪڙو دفعو وري اڳتي وڌي سگهون ٿا. اڄ مسلمان امت کي ٻڌي ۽ ايڪي جي ضرورت آهي. باهمي همدردي واري جذبي جي ضرورت آهي. باهمي سڃاڻپ جي ضرورت آهي.

اڄ اسلامي دنيا، خاص ڪري عرب دنيا ۾ جيڪي عوامي انقلابن جي شروعات ٿي چڪي آهي. قومن جي اها سجاڳي، عملي ميدان ۾ قومن جي موجودگي، آمريڪا ۽ ٻين غاصب طاقتن جو وري وري پوئتي هٽي وڃڻ، اسرائيلي حڪومت تي ڏينهون ڏينهن ڪمزوري طاري ٿيڻ، اهي سڀ ڳالهيون اسان مسلمانن جي لاءِ هڪڙو بهترين موقعو آهن. اسان جي هوش ۾ اچڻ لاءِ اهو هڪڙو سونهري موقعو آهي. اسان کي

انهن ڳالهين مان عبرت جو سبق حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ ان ڳالهه ۾ به ڪوئي شڪ ڪونهي تہ انشاء الله تعاليٰ مسلمان امت پنهنجي بلند همتي، روشن فڪري، علمي، سياسي ۽ مذهبي اڳواڻن جي قوتِ ارادي جي برڪت سان هن تحريڪ کي اڳتي وڌائيندي ۽ پنهنجي وڃايل وقار کي هڪ ڀيرو وري حاصل ڪري وٺندي[1]

❊❊❊❊❊

[1] عيد ميلاد النبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي موقعي تي پيغام: 10 فبروري 2012ع

## مسلمان اُمت جي رهنمائن جو پنهنجو رخ
## بعثت جي پيغام ۽ هدفن ڏانهن موڙڻ

مان ايران جي عظيم قوم کي مبارڪباد پيش ڪريان ٿو جنهن بعثت کي پنهنجي ڪارڪردگي جو معيار ۽ سچاٽپ قرار ڏنو آهي ۽ خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جي اعليٰ هدفن کي عملي جامو پارائڻ جي لاءِ جدوجهد ڪندي، پنهنجي جان جي لاءِ خطرا کنيا آهن. الحمدلله! الله جي ان واعدي جا حقدار بہ قرار ٿيا آهن تہ الله تعاليٰ ان راهہ ۾ جدوجهد ڪرڻ وارين قومن کي فتح ۽ ڪاميابي عطا ڪرڻ جو واعدو ڪيو آهي ۽ الله تعاليٰ پنهنجي واعدي جي خلاف ورزي نہ ڪندو آهي.

اهڙي طرح هن عيد ميلادالنبي جي عظيم عيد جي موقعي تي مان مسلمان امت کي بہ مبارڪباد پيش ڪيان ٿو جنهن سون سالن جي تجربن کان پوءِ پنهنجو رخ دين محمديءَ ڏانهن موڙي ورتو آهي. مسلمان امت جي رهنمائن، اڳواڻن ۽ عالم سڳورن ڪيترن سالن تائين مشرق ۽ مغرب جي مختلف فڪري مڪتبن کي آزمايو ۽ پنهنجن تجربن جي روشنيءَ ۾ انهن جي ڪمزورين کي سمجهي ورتو آهي.

اڄ مسلمان امت جو ڌيان بعثت جي پيغام ۽ ان جي هدفن تي آهي. اڄوڪو ڏينهن مسلمان امت جي لاءِ انتهائي برڪت وارو ڏينهن آهي ۽ اسان کي اميد آهي تہ پوري انسانيت بعثت جي برڪتن مان فائدو وٺندي. اڄ مان جيڪا ڳالهہ عرض ڪرڻ گهران ٿو اها هيءَ آهي تہ بعثت جا گهڻائي پهلو ۽ رخ آهن. ان واقعي سان انساني لڏي تائين جيڪي نور جا ڪرڻا پهتا آهن، اهي هڪ يا ٻہ ڪونہ آهن، پر اڄ انسانذات کي بعثت مان جنم وٺڻ وارن ٻن رستن جي سخت ضرورت آهي. انهن مان هڪڙو فڪر ۽ سوچ کي اڀارڻ ۽ ٻيو رستو اخلاقي تهذيب آهي. جيڪڏهن انهن ٻنهي کي هٿي ڏني وڃي تہ ان سان انساني

لڏي جي پراڻي خواهش جي تڪميل تي سگهي ٿي. دنياوي فلاح ۽ بهبود جو سامان تي سگهي ٿو. بنيادي مشڪل انهن ٻنهي ڳالهين ۾ آهي.

پاڻ سڳورن جو فرمان آهي "بُعِثتُ لِاُتَمِّمَ مَكَارِمَ الاَخلاق" (بحارالانوار ج 68 ص 382) يا قرآن شريف ۾ ارشاد الاهي آهي "هُوَ الَّذِىْ بَعَثَ فِى الْاُمِّيّٖنَ رَسُوْلاً مِّنْهُمْ يَتْلُوْا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِهٖ وَيُزَكِّيْهِمْ" نفس جي تزڪيي جي سفارش کان پوءِ ارشاد ٿئي ٿو "وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ" (جمعہ: 2). اهو هڪڙو عظيم هدف آهي. نفس جو تزڪيو دلين جي پاڪائي، انساني اخلاق جو نيڪ هجڻ، گناهن جي پليتيءَ کان انسانن کي ڇوٽڪارو ڏيارڻ ۽ اهڙي طرح اخلاقي بيمارين، اخلاقي ڪمزورين ۽ نفساني شهوت کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ، اهو هڪڙو بنيادي مقصد ۽ هدف آهي.

غوروفڪر ۽ تدبر ڪرڻ جو مسئلو به هڪڙو بنيادي ۽ اهم مسئلو آهي ۽ اهو صرف اسان جي نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم سان به مخصوص ڪونهي، بلڪ سڀني نبين سڳورن عليهم السلام کي انهيءَ لاءِ موڪليو ويو هو ته جيئن اهي انسانن جي اندر غوروفڪر واري سوچ ۽ تدبر جي رواج کي جيئارين. جيئن اميرالمومنين امام علي عليه السلام نهج البلاغه ۾ فرمايو آهي "لِيَتَسَادُوهُم مِيثَاقَ فِطرَتِهِ وَيُذَكِّرُوهُم مَنسِيَ نِعمَتِهِ ... وَيُثِيرُو لَهُم دَفَائِنَ العُقُول" (خطبو 1). انهن نبين سڳورن کي انهيءَ لاءِ موڪليو ويو ته جيئن اهي انسانن جي دلين ۽ باطن ۾ لڪل عقل ۽ سمجهه جي خزانن کي ٻاهر ڪڍن. اسان انسانن جي اندر غوروفڪر ڪرڻ جون عظيم صلاحيتون لڪل آهن، پر جيئن ته اسان غوروفڪر نٿا ڪريون، مطالعو نٿا ڪريون، الله تعاليٰ جي نشانين ۾ تدبر نٿا ڪيون، اهڙي طرح جڏهن اسان پنهنجي تاريخ، پنهنجي ماضي ۽ انساني لڏي کي پيش اچڻ وارن اڻ ڳڻين واقعن ۽ حالتن جي باري ۾ غوروفڪر ڪندي، انهن جو تجزيو نٿا ڪيون، ماضي ۾ پيش اچڻ وارين مشڪلاتن جو جائزو نٿا وٺون، قومن جي ڪاميابي ۽ سوڀ جي وڏن وڏن مُحرڪن ۽ سببن کي تلاش ڪرڻ جي ڪوشش نٿا ڪيون ته ان جي نتيجي ۾ اسان ان عظيم معنوي خزاني کان محروم ٿي وڃون ٿا. جيڪو

الله تعاليٰ اسان کي عطا ڪيو آهي. "وَيُذَكِّرُوهُم مَنسِيَّ نِعمَتِهِ ... وَيُثِيرُوا لَهُم دَفائِنَ العُقُولِ" اڄ انسانن کي انهن ٻنهي ڳالهين جي سخت گهرج آهي.[1]

* * * * *

---

[1] مملڪت جي اعليٰ عهديدارن ۽ اسلامي ملڪن جي سفيرن کي خطاب: 18 جون 2012ع.

# بعثت جي پيغام ۾ دعوت الاهي جون خصوصيتون آهن

هن عظيم الشان عيد جي مناسبت سان، جيڪو ڏينهن يقينن سيني مسلمانن بلڪ سيني انسانن جي لاءِ تاريخ جو اهم ترين ڏينهن آهي، مان حاضرين محفل، معزز مهمانن ۽ مسلمان ملڪن جي نمائندن جيڪي هن محفل ۾ شريڪ آهن، اهري طرح پوري ايراني عوام جن پوري خلوص ۽ سچائي سان پاڻ سڳورن جي ٻڌايل رستي جي چونڊ ڪئي آهي ۽ ان رستي تي هلندي انتهائي جدوجهد سان قربانيون پيش ڪيون آهن، ان کان علاوه پوري مسلمان امت ۽ دنيا جي سيني آزادي پسند ماڻهن جي خدمت ۾ مبارڪباد پيش ڪيان ٿو.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي جمڻ واري رات جي باري ۾ جيئن روايتن ۾ آيو آهي تہ آسمان تي ان جهڙي رات ڪڏهن بہ پنهنجو پاڇو ڪونہ وڌو آهي، يعني پوري تاريخ ۾ ميلاد جهڙي رات ڪونہ آئي آهي جنهن جي صبح الله تعاليٰ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان مخاطب ٿيندي پاڻ سڳورن کي رسالت سان دنيا تي موڪليو.

هر ڪم جي عظمت جو اندازو ان کي انجام ڏيڻ ۾ پيش ايندڙ مشڪلاتن ۽ سختين مان لڳائي سگهجي ٿو. ننڍن ڪمن ۾ مشڪلاتون ۽ رڪاوٽون بہ ننڍيون هونديون آهن ۽ وڏن ڪمن کي انجام ڏيڻ ۾ حائل رڪاوٽون ۽ مشڪلاتون بہ وڏيون هونديون آهن. حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حياتي مبارڪ ۾، چاهي پاڻ سڳورن جي مڪي زندگي هجي يا مدني زندگي، دينِ حق جي راهہ ۾ اهي مخالفتون ۽ مشڪلاتون گهڻو وڌيڪ سنگين، هر وقت ۽ هر طرف کان هيون ۽ اهو صرف اسان جي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان مخصوص بہ ڪونہ هو بلڪ سيني نبين سڳورن عليهم السلام کي حق جو پيغام پهچائڻ ۾ انهن مشڪلاتن ۽ سختين کي منهن ڏيڻو پيو هو پر اسان جي رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڪم جي دوران

اهي مخالفتون گهڻو وڏيڪ سنگين، شديد ۽ هر وقت هيون: "وَكَذٰلِكَ جَعَلْنَا لِكُلِّ نَبِيٍّ عَدُوًّا شَيٰطِيْنَ الْاِنْسِ وَالْجِنِّ يُوْحِيْ بَعْضُهُمْ اِلٰى بَعْضٍ زُخْرُفَ الْقَوْلِ غُرُوْرًا" (انعام: 112). جنن ۽ انسانن مان شيطان دعوتِ الاهي جي مقابلي ۾ ۽ انسان جي ڀلائيءَ واري رستي جي مقابلي ۾ هڪبئي جي مدد ڪندا آهن "وَلِتَصْغٰى اِلَيْهِ اَفْـِٕدَةُ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ وَلِيَرْضَوْهُ وَلِيَقْتَرِفُوْا مَا هُمْ مُّقْتَرِفُوْنَ" (انعام: 113) تہ جيئن گهٽ علم، سباجهڙن ۽ سادڙن، غوروفڪر ڪرڻ جي صلاحيت کان خالي ۽ بصيرت کان محروم ماڻهن جون دليون حق ۽ نبين سڳورن جي دعوت جي مقابلي ۾ انهن ڏانهن مائل ٿي وڃن. اهو سلسلو حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي طرفان رسالت جو اعلان ڪرڻ سان ئي شروع ٿيو ۽ مختلف شڪلين ۾ پاڻ سڳورن جي حياتيءَ جي آخري گهڙين تائين جاري رهيو ۽ ان کان پوءِ اڄ تائين جاري ۽ ساري آهي. جتي بہ حق جي دعوت ڏني ويجي، اتي شيطان جي مخالفت کي منهن ڏيڻو پوندو آهي. جتي بہ نبين سڳورن جي ٻڌايل رستي تي هلڻ جي ڪوشش ڪئي ويجي، اتي نبين سڳورن جي مخالف دشمنن جي مخالفت کي منهن ڏيڻو پوندو آهي.

البت، تاريخ حق جي طرف هلي رهي آهي، يعني جيڪڏهن توهان مجموعي طور تي تاريخ تي نظر وجهو تہ ڏسندا تہ دنيا ۾ ڏينهون ڏينهن نبين سڳورن جي تعليم پکڙجندي وجي ٿي ۽ ماڻهو پنهنجي دل ۽ جان سان هن پيغام کان واقفيت حاصل ڪري رهيا آهن ۽ اختيار ڪري رهيا آهن. شيطان بہ پنهنجي ڪمن ۾ مصروف آهن، پر دنيا جي فطرت ۽ دنيا جي حرڪت جو رخ حق ڏانهن آهي. هر دور ۾ ڪجهہ اهڙا ماڻهو بہ موجود آهن، جيڪي حقيقت کي سمجهندا آهن. الاهي معرفتون، الاهي حقيقتون ۽ الاهي اخلاق مختلف شڪلين ۾ معاشري ۾ پکڙجي ويندا آهن، پر انهن جا مخالف بہ پنهنجين مختلف صورتن سان موجود هوندا آهن. اڄ بہ اهي مخالفتون موجود آهن.

اڄ جڏهن اهي غيرالاهي ۽ مادي دعوتون، چاهي اها مارڪسزم جي دعوت هجي، جيڪا هڪڙي زماني ۾ دنيا جو ڌيان حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب بہ ٿي هئي يا لبرل ازم جي دعوت جنهن دنيا جي گهڻن علائقن جي تمدن تي پنهنجو غلبو حاصل ڪري ورتو آهي، انهن اهو ثابت

ڪري ڇڏيو آهي تہ انهن جي اندر انساني ضرورتون پوريون ڪرڻ جي صلاحيت ڪونهي. تنهنڪري هن وقت سيني ماڻهن جون نگاهون اسلام تي کُتل آهن. اچ جتي بہ عدالت ۽ مساوات جو ڪو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو تہ اهو اسلام جوئي آواز آهي، اهو الاهي دينن جو آواز آهي. توڙي جو اهو نعرو هڻڻ وارا اهو نہ ڄاڻندا هجن تہ اهو ڪنهن جو آواز آهي. اچ جتي بہ انساني قدرن جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو تہ اهو اسلام جو آواز آهي، اهو الاهي دينن جو آواز آهي. البت، انهن سيني جو مرڪز ۽ بنياد اهي جايون آهن، جتي اسلام، ايمان ۽ قرآن تي اعتقاد هجي. فطري ڳالهہ آهي تہ انهن جاين سان قرآن ۽ اسلام جي دشمنن جي دشمني بہ وڌيڪ هوندي، اچ اسان ان ڳالهہ جو پاڻ مشاهدو ڪري رهيا آهيون.

دنيا جي عالمي سياست جي پٺيان انهن خبيث ۽ بيمار ذهن ماڻهن جو هٿ آهي، جو اهي پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي توهين ڪرڻ تي سندرو ٻڌي بيٺا آهن. اهو تي نٿو سگهي تہ اسلام جي توهين ۽ اسلام ۽ مسلمانن جي خلاف بي بنياد هُل هُلاچن جي پٺيان مغربي ملڪن جي ڪجهہ ادارن جي منصوبن ۽ انهن جو مالي تعاون شامل نہ هجي. اچ توهان ان جي مثالن جو مشاهدو ڪري رهيا آهيو هيءَ اهائي اسلام جي خلاف جنگ آهي. البت، اهي ان ڪم جي لاءِ ڪونہ ڪو بهانو بہ هٿ ڪري وٺندا آهن. اسان مسلمانن جي عمل ۾ بہ ڪڏهن ڪڏهن منهن موڙ لاپرواهي ۽ جمود پيدا ٿي ويندو آهيۀ ڪجهہ غلطيون ڪري ويهون ٿا، جنهن کي اهي شيطاني طاقتون پنهنجي لاءِ هڪڙو دستاويز ٺاهي وٺن ٿيون، جيئن "وَلِتَصْغَىٰ إِلَيْهِ أَفْئِدَةُ الَّذِينَ لَا يُؤْمِنُونَ بِالْآخِرَةِ" (انعام: 113) حقيقت ماڻي سگهي. مسلمانن کي گهرجي تہ اهي ان ڳالهہ کي سمجهن ۽ اسلام جي دعوت کي شجاعت، سمجهداري، صداقت ۽ اسلام جي بنيادي رڪن عدالت سان دنيا ۾ پکيڙين. جيئن الله تعاليٰ جو بہ ارشاد آهي "وَتَمَّتْ كَلِمَتُ رَبِّكَ صِدْقًا وَعَدْلًا" (انعام: 115). اهي ٻئي ڳالهيون دعوت الاهي جو خصوصيتون آهن. "صدق ۽ عدل" يعني صداقت ۽ عدالت. مسلمانن کي دنيا ۾ انهن ٻنهي ڳالهين تي عمل ڪري ماڻهن کي ڏيکارڻو پوندو. اهڙي طرح ماڻهن جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪائي سگهجي ٿو ۽ اسلام جو پيغام ماڻهن جي دلين تائين پهچائي

سگهجي ٿو. البت، ان جا به دشمن موجود آهن ۽ انهن ۾ اضافو به ٿيندو پيو وڃي. پر اسان کي انهن دشمنن جي خلاف اهڙي طرح جمي بيهڻو پوندو جيئن پيغمبر اسلام صلي الله عليه وآله وسلم جمي بيٺا هئا، جهڙي طرح پوري تاريخ ۾ مومن دليريءَ ۽ پائيداريءَ سان اسلام جو دفاع ڪندي ثابت قدم رهيا.

اڄ اسان مسلمانن کي هوشياري کان ڪم وٺڻ جي ضرورت آهي. اسان کي پنهنجي زندگيءَ جو نقشو ۽ دشمن جي سازش کي سمجهڻ جي ضرورت آهي. جيڪڏهن اسان سازش سمجهي وياسين ته پوءِ صحيح رستي جي چونڊ به ڪري سگهنداسين. پر مشڪل اها آهي ته اسان مسلمان ڪڏهن ڪڏهن دشمن جي سازش کي صحيح طريقي سان ڪونه سمجهندا آهيون، جنهن جي نتيجي ۾ اسان پاڻ به ان سازش جو حصو بڻجي ويندا آهيون. افسوس ته اڄ اسلامي دنيا ان ڳالهه ۾ قائل آهي. دشمن جي سازش مسلمانن ۾ اختلاف پيدا ڪرڻ آهي. دشمن جي سازش اسلام جي مختلف فرقن جي وچ ۾ مذهبي تعصب کي هوا ڏيڻ آهي. دشمن جي سازش اها آهي ته مسلمان اُمت جو ڌيان ان جي اصلي دشمن يعني دنيا جي فاسد سرمائيداري نظام ۽ صيهونيزم کان هٽائي بين ڳالهين ڏانهن ڪري.

هڪڙو دفعو جڏهن اسلامي دنيا غاصب صيهونيزم جي مقابلي ۾ اٿي پئي ته دشمن ان جي خلاف هُل هُلاچو ڪندي چوڻ لڳو ته اها يهودي دشمني آهي، جڏهن ته اها يهودي دشمني ڪونه هئي. مختلف اسلامي ملڪن ۾ يهودي بين دينن وارن سان گڏ رهي رهيا آهن. اڄ خود اسان جي ملڪ ايران ۾ يهودي، عيسائي، مسلمان ۽ بين دينن کي مڃيندڙ ماڻهو اسلام جي ڇٽيءَ جي ڇانوَ هيٺ امن ۽ سڪون سان رهن ٿا. تنهنڪري هتي يهودي دشمني جي ڳالهه ڪونهي، بلڪ هتي هڪڙي غاصب، قبضه گير ۽ ظالم جابر بي رحم صيهونيزم سان مقابلي جي ڳالهه آهي. هن ڳالهه کي اهي پنهنجي ڪوڙي هُل هُلاچي جي ذريعي گهٽ وڌ ڳالهيون ملائي يهودي دشمني ڄاڻائين ٿا.

حقيقت ته اها آهي ته اڄ مغربي دنيا خود اسلام ۽ مسلمان دشمني تي لهي آئي آهي. توهان مغربي دنيا کي ڏسو ته اتي ڪيئن ا لام ۽

مسلمان دشمني تي ٻڌل تحريڪن کي هوا ڏني پئي وڃي ۽ انهن جي ڀرپور مدد ڪئي وڃي ٿي. اسلام ۽ پيغمبر اسلام صلي الله عليه وآله وسلم جي توهين ڪرڻ وارن جي پٺڀرائي ڪئي وڃي ٿي: اهائي ته اسلام دشمني آهي ۽ اهو انهن جو ڪم آهي، ايستائين جو خود اسلامي معاشري جي اندر به مذهبي دشمنيءَ کي ڀڙڪايو پيو وڃي. شيعا سني دشمنيءَ کي ڀڙڪايو پيو وڃي. انهن ماڻهن جي سياست اها آهي ته مسلمان هڪٻئي جي ڳچيءَ ۾ هٿ وجهي وڙهن: شيعو سني جي خلاف ۽ سني شيعي جي خلاف ٿي وڃي ته جيئن ان طريقي سان اسلام جي اصل دشمن کان ماڻهن جو ڌيان هٽي وڃي. اهي ان ڳالهه کي سمجهي ئي نه سگهن ته اڄ اسلام جي مقابلي ۾ ڪير بيٺو آهي، اهي اهو به نه سمجهي سگهن ته اڄ اسلام جي خلاف اهو خطرناڪ جار ڪنهن وڇايو آهي. اسان کي گهرجي ته انهن ڳالهين کي سمجهون، مسلمان قومن، اسان جي سياستدانن ۽ عالمن سڀني کي گهرجي ته اهي انهن ڳالهين کي سمجهن.

اسان کي دشمن جي سازش کي سمجهڻ جي ضرورت آهي. جيڪڏهن اسان دشمن جي سازش سمجهي وياسين ته ان جي مقابلي ۾ ڪا نه ڪا تدبير سوچي سگهنداسين. پر جيڪڏهن اسان دشمن جي سازش کي سمجهي نه سگهياسين ته پوءِ ڪنهن تدبير جو امڪان به ڪونه رهندو. ان صورت ۾ اسان رستي جي چونڊ ۾ به ۽ پنهنجي عمل ۾ به غلطي ڪري سگهون ٿا. دشمن جي سازش اها آهي ته مسلمانن کي پاڻ ۾ هڪٻئي جي خلاف مصروف ڪري ڇڏيون. انهن جي وچ ۾ اختلافن کي هوا ڏيندا رهون: جيئن اسان ڏسي رهيا آهيون ته اڄ اهوئي ٿي رهيو آهي، هزارين ماڻهو ماريا وڃن ٿا. بي گناهه ماڻهن جو رت وهايو وڃي ٿو. مسلمان قومون پاڻ ۾ جهيڙا جهڳڙا ڪندي پنهنجن اصلي مسئلن کان غافل آهن ۽ ايئن اهي اڳتي قدم وڌائڻ ۽ ترقي کان به غافل آهن ته جيئن غاصب طاقتن، ظالمن جابرن ۽ ڏاڍ ڪندڙ قومن جي مفادن جو تحفظ ٿي سگهي. جيئن ماضيءَ ۾ مغربي غاصب طاقتون ان هدف جي پٺيان رهيون آهن ۽ هاڻي اهي مسلمانن جي صفن ۾ اختلاف وجهي، ان هدف جو پيڇو ڪري رهيون آهن.

مان توهان کي ٻڌائڻ گهران ٿو تہ تاريخ ۾ مغربي دنيا جي دامن تي لڳل غاصبيت جي ان بدنما داغ کي اهي ڪڏهن بہ صاف نٿا ڪري سگهن. اهي پنهنجي انهن انساني حقن ۽ جمهوريت جي ڪوڙن نعرن جي ذريعي سالن تائين غاصب طاقتن طرفان ايشيا، آفريڪا، لاطيني آمريڪا ۽ دنيا جي ٻين ملڪن جي عوام تي ڪيل ظلمن کي وساري ڇڏڻ گهرن ٿا. غاصب ان وقت کان اهڙيون ڪارروايون ڪري رهيو آهي، پر اڄ ڪجهہ ٻين شڪلين ۾ ان سازش تي عمل ڪيو پيو وڃي، انهن ئي هدفن جو پيڇو ڪيو پيو وڃي. جي ايئن آهي تہ پوءِ اسان کي بہ سجاڳ ٿيڻو پوندو. اسان کي سمجهڻو پوندو تہ اسان کي ڇا ڪرڻو آهي. اسان کي پنهنجي راهہ جي گهرجن موجب يعني باهمي تعاون، ٻڌي، ايڪي ۽ دل جي سچائيءَ سان ان جو مقابلو ڪرڻو پوندو.

اسان سيني مسلمان ملڪن ۽ مسلمان رياستن کي دعوت ڏيون ٿا تہ اهي سمجهداري جو مظاهرو ڪن ۽ اهي ڏسن تہ انهن جي مقابلي ۾ ڪير بيٺو آهي، اهي دشمن کي سڃاڻڻ ۾ غلطي نہ ڪن. دشمن جي سازش کي سمجهڻ ۾ غلطي نہ ڪن. اهي هن ڳالهہ کي سمجهن تہ دشمن ڪهڙي ڳالهہ جي تلاش ۾ آهي ۽ اهو بہ سمجهن تہ امت جي سعادت ۽ خوشبختي ڪهڙي ڳالهہ ۾ آهي.

مون کي اميد آهي تہ انشاء الله تعاليٰ هن برڪت واري ڏينهن ۽ عيدميلادالنبي ۽ خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نالي مبارڪ ۽ مقدس وجود جي صدقي الله تعاليٰ سيني مسلمان قومن کي پنهنجي ٻڌايل رستي کان آگاهہ فرمائيندو ۽ اسان سيني کي غفلت جي ننڊ مان سجاڳ ڪندو ۽ مسلمان امت کي سعادت جي بلندين ڏانهن وڌڻ جي توفيق عنايت فرمائيندو. انشاء الله.[1]

❊❊❊❊❊

---

[1] حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ميلاد جي مناسبت سان ملڪ جي اعليٰ حاڪمن ۽ اسلامي ملڪن جي سفيرن سان ملاقات ۾ خطاب: 7 مارچ 2013ع.

# پيغمبر اڪرم ﷺ جي بعثت ۾ انساني زندگيءَ جي فلاح ۽ بهبود جو پيغام سمايل آهي

پيغمبر اڪرم حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ پاڻ سڳورن جي ڀچڙي حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام جي ياڳواري ڄم جي مناسبت سان محفل ۾ موجود سيني ڀائرن، هفتہ وحدت جي پروگرامن ۾ شريڪ معزز مهمانن، اسلامي ملڪن جي سفيرن ۽ مملڪت جي سيني آفيسرن جن پنهنجن ڪلهن تي سنگين ذميواريون کڻي رکيو آهن، کي مبارڪباد پيش ڪريان ٿو. اهڙي طرح ايران جي پوري قوم، دنيا جي مسلمانن بلڪ پوري دنيا جي آزادي پسند انسانن کي مبارڪباد پيش ڪريان ٿو. اهو ڄم انهن سيني برڪتن جو سرچشمو آهي، جيڪي انهن صدين جي دوران پوري انسانيت جي لاءِ نازل ٿينديون رهيون آهن ۽ جن جي سهاري قومون ۽ پوري انسانيت بلند ترين انساني فڪري ۽ روحاني منزلن، اعليٰ ترين تمدن ۽ روشن مستقبل تائين پهچڻ جي قابل ٿيون.

ان عظيم ڄاول جي سالگرهہ تي اسلامي دنيا ۽ اسلامي سماج جي لاءِ جيڪا ڳالهہ بنيادي ۽ اهم آهي، اها هيءَ آهي تہ پيغمبر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اسلامي دنيا سان وابستہ توقعات تي ڌيان ڏنو وڃي ۽ ان ڳالهہ جي ڪوشش ۽ جدوجهد ڪئي وڃي تہ پاڻ سڳورن جون اميدون پوريون ٿين. اسلامي دنيا جي ڀلائي ۽ خوشبختي ان ۾ آهي.

اسلام انسان جي لاءِ آزاديءَ جي سوکڙي کڻي آيو آهي. ظالم ۽ جابر نظامن طرفان انساني لڏي تي ٿيڻ وارن ظلمن کان آزادي ڏيارڻ ۽ انسانن جي لاءِ عدل ۽ برابري، جي بنيادن تي ٻڌل حڪومت جي جوڙجڪ جي لاءِ بہ آيو آهي ۽ انساني زندگي تي حڪمراني ڪندڙ انهن وهمن ۽ غلط نظرين کان معاشري کي آزادي ڏيارڻ لاءِ بہ آيو آهي، جن وهمن ۽ غلط نظرين انساني زندگي کي ان جي پنهنجي مصلحت ۽ فلاح و بهبود جي خلاف رخ ۾ موڙي ڇڏيو هو. اميرالمومنين امام علي

عليہ السلام اسلام جي ظهور وارن ڏينهن ۾ انسانن جي زندگي کي فتنن جي نرغي ۾ ڦاٿل زندگي سان تعبير ڪيو آهي. "فِي فِتَنٍ دَاسَتهُم بِاَخفَافِهَا وَ وَطِئَتهُم بِاَظلَافِهَا" (نهج البلاغہ خطبو 2). فتنو يعني اهڙي اونداهي واري فضا ۽ ماحول جنهن ۾ انساني اکين کي ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نہ ايندو هجي. اها انهن ماڻهن جي حالت هئي، جيڪي ان ڪٺن ۽ سخت دور ۾ زندگي گذاري رهيا هئا.

ان زماني جي وڏن ملڪن ۾ ۽ وڏين تهذيبن ۾ بہ ڪجهہ حڪومتون هيون، قومون هيون، پر انهن جي بہ اهڙي صورتحال هئي. البت، انهن جي شڪل ۽ صورت ڪجهہ ٻي هئي. ايئن ڪونہ هو تہ اسلام جي ظهور جي زماني ۾ صرف عربستان ۾ رهڻ وارا ماڻهو ئي ان بدقسمتي جو شڪار هئا ۽ باقي قومن جون حالتون سٺيون هيون: ايئن ڪونهي، بلڪ، ظالم ۽ جابر حڪومتن جا تسلط، انسان ۽ انسانيت جي توهين ۽ ملڪن تي قبضو ڪرڻ لاءِ وڏين طاقتن جي وچ ۾ ٿيڻ وارين رتوڇاڻ وارن لڙاين ماڻهن جي زندگي تباهہ ڪري ڇڏي هئي. تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ ان زماني جون بہ مشهور حڪومتون يعني ايران جي ساساني حڪومت ۽ روم جي شهنشاهيت جي دور ۾ انهن ٻنهي ولايتن ۾ رهڻ وارن عام ماڻهن جي زندگي اهڙين خراب حالتن ۾ گذري رهي هئي، جو ان جي تصور سان ئي دل ڏڪي وڃي ٿي. عام ماڻهو گهٽي ڏکويل زندگي گذاري رهيا هئا. قيدين جهڙي زندگي ۾ رهي رهيا هئا. اسلام اچي ماڻهن کي آزادي ڏياري، اها آزادي سڀ کان اڳ ۾ انسان جي دل ۾ ۽ انسان جي روح جي اندر پيدا ٿيندي آهي. جڏهن انسان آزادي جي فرحت جو احساس ڪندو آهي، زنجيرن ٽٽڻ جو احساس ڪندو آهي تہ پوءِ ان جون توانائيون ان ئي احساس کان متاثر ٿينديون آهن. ان صورت ۾ جيڪڏهن اهو همت کان ڪم وٺي ۽ اڳتي وڌي تہ پوءِ اها ذهني آزادي، خارجي ۽ ظاهري دنيا جي آزادي جو رستو بہ صاف ڪري ڇڏيندي آهي. اسلام انسانن لاءِ اهوئي پيغام ڏنو. اڄ بہ اسلام پوري دنيا بلڪ پوري انساني دنيا کي اهوئي پيغام ڏئي رهيو آهي. انسان جي آزاديءَ جا دشمن انسانن جي ذهنن ۽ دل مان آزادي جو تصور ختم ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندا رهندا آهن. جيڪڏهن فڪرونظر آزاد نہ

هجي تہ پوءِ آزادي ڏانهن قدم وڌائڻ جو عمل سُستي جو شڪار ٿي ويندو آهي، بلڪ عين ممڪن آهي تہ مورڳو ختم ٿي وڃي. اڄ اسان مسلمانن جو فرض آهي تہ پاڻ کي آزادي جي ان منزل تائين پهچايون، جيڪا اسلام کي گهرجي ٿي. مسلمان قومن جي خودمختياري، پوري اسلامي دنيا ۾ چونڊيل حڪومتن جي تشڪيل، فيصلا ڪرڻ واري عمل ۾ ۽ مستقبل جي مقرري جي قدمن ۾ عوام جي ڀرپور شرڪت ۽ اسلامي شريعت جي بنياد تي هر عمل انجام ڏيڻ اهو رستو آهي، جيڪو قومن کي آزادي ڏياري سگهي ٿو. يقيني طور تي اڄ مسلمان قومن کي چڱيءَ طرح اهو احساس آهي تہ انهن کي اهو ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي. پوري اسلامي دنيا ۾ اهو فڪر ۽ اهو جذبو موجزن آهي ۽ بنا شڪ جي اهو جذبو پنهنجي انجام واري منزل تي ضرور پهچندو. جيڪڏهن قومن جا دانشور ۽ اهم شخصيتون، چاهي انهن جو تعلق سياسي شعبي سان هجي يا علمي ۽ ديني حلقن سان، پنهنجو فرض مڪمل نموني سان ادا ڪن تہ اسلامي دنيا جو مستقبل يقيني طور تي سنوارجي ويندو. ان مستقبل جي سلسلي ۾ وڏي اميد موجود آهي. اڄ اسلامي دنيا پنهنجي اندر سجاڳيءَ کي ڪر کڻندي ڏسي رهي آهي ۽ اهوئي اهو موقعو آهي جڏهن اسلام جا دشمن، اهي ماڻهو جيڪي اسلامي سجاڳي جا دشمن آهن، جيڪي قومن جي خودمختياري جا مخالف آهن، ملڪن ۾ الله جي دين جي حڪمراني جي انديشي کان ڊنل آهن، ميدان ۾ لٿل آهن. اسلامي معاشري کي منجهائي رکڻ جي لاءِ اڻ ڳڻيا حربا آزمايا پيا وڃن، جن ۾ اهم حربو اندروني اختلافن جي باهہ کي ڀڙڪائڻ آهي.

65 سالن کان دنيا جون غاصب طاقتون اسرائيلي حڪومت جو وجود مسلمان قومن تي مڙهڻ جي لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪري رهيون آهن. انهن کي ان حڪومت جو وجود تسليم ڪرڻ لاءِ مجبور ڪرڻ گهرن ٿا، پر اڃا تائين اهي پنهنجي مقصد ۾ ناڪام رهيون آهن. اسان کي انهن چند ملڪن ۽ حڪومتن ڏانهن ڏسڻ نہ گهرجي، جيڪي اسلام دشمن ٻاهرين دوستن جي مفادن جي حفاظت جي لاءِ خود پنهنجي قومي مفادن ۽ اسلامي مفادن کي نظرانداز ڪرڻ لاءِ آمادهہ ٿي وڃن ٿيون. ڇوتہ قومون تہ صيهونين جي وجود جون مخالف آهن. 65 سالن کان

غاصب طاقتون فلسطين جو نالو ذهن مان مٽائڻ جي لاءِ ڪوشش ۾ رڌل آهن، پر انهن کي اڄاتائين ڪاميابي ڪونہ ملي آهي. موجوده ڪجهہ سالن ۾ 33 ڏينهن واري بنيادي جنگ، 22 ڏينهن واري غزه جنگ ۽ بيهر 8 ڏينهن واري غزه لڙائي ۾ مسلمان امت ثابت ڪري ڇڏيو تہ انهن جي وجود ۾ زندگي جي گرمي موجود آهي. جڏهن تہ مغربي طاقتن ۽ خاص ڪري آمريڪا جي سيڙپ ڪاري ۽ منصوبہ بندي جي باوجود مسلمان امت پنهنجو وجود ۽ پنهنجي سڃاڻپ قائم رکڻ ۾ ڪامياب رهي ۽ اسلامي دنيا ڪوڙي ۽ مڙهيل صيهوني نظام تي ڪاري ضرب لڳائڻ ۾ ڪامياب ٿي. ان مدت جي دوران ظالم صيهونين جي آقائن، دوستن ۽ اتحادين کي جن ان نظام ۽ عادي ڏوهي حڪومت جي حفاظت جي لاءِ پنهنجو سڀ ڪجهہ داءَ تي لڳائي ڇڏيو پر هٿ ۾ ناڪامي آين. مسلمان امت ثابت ڪري ڇڏيو تہ ان فلسطين جي مسئلي کي هرگز ڪونہ وساريو آهي. اها گهڻي اهم ڳالهہ آهي. انهن حالتن کي ڏسندي دشمن جي پوري ڪوشش آهي تہ مسلمان امت کي ڪنهن بہ صورت ۾ فلسطين جي مسئلي کان لاتعلق ڪري ڇڏي! اهو ڪيئن ممڪن آهي؟ اندروني اختلافن سان ممڪن آهي. گهرو لڙائي سان ممڪن آهي، اسلام جي نالي تي، دين جي نالي تي ۽ شريعت جي نالي تي، انتهاپسنديءَ کي هٿي ڏيڻ سان ممڪن آهي. اهڙي طرح ممڪن آهي تہ هڪڙو گروهہ پاڻ کان سواءِ سيني مسلمانن کي، مسلمانن جي اڪثريت کي ڪافر قرار ڏئي. اسلامي دنيا ۾ ڪنڌ ڪڍڻ وارين انهن تڪفيري تحريڪن جو وجود غاصبن جي لاءِ ۽ اسلامي دنيا جي دشمنن جي لاءِ وڏي خوشخبري آهي. اهو گروهہ خبيث اسرائيلي حڪومت ڏانهن ڌيان ڏيڻ جي بجاءِ ٻين جو ڌيان بہ ٻين ڳالهين ڏانهن موڙي رهيو آهي. اسلام جنهن ڳالهہ جو حڪم ڏنو آهي، بلڪل ان جي مخالف رخ ۾. اسلام گهري ٿو تہ مسلمان "اَشِدَّآءُ عَلَى الْكُفَّارِ رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ" (فتح: 29) جو مثال بڻجن. مسلمانن کي گهرجي تہ دين جي دشمن جي معاملي ۾ سخت ٿي وڃن ۽ انهن جي مقابلي ۾ ڄمي بيهن، دٻاءَ ۾ نہ اچن: "اَشِدَّآءُ عَلَى الْكُفَّارِ" قرآن شريف جي پڌري آيت آهي. " رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ"پاڻ منجهہ مهربان هجن، گڏ رهن، هڪٻئي جو هٿ جهلين. الله جي رسي کي

مضبوطيءَ سان پڪڙين. اهو اسلام جو حڪم آهي. انهن مڙني ڳالهين جي باوجود هڪڙو گروهه ظاهر ٿئي ٿو ۽ مسلمانن کي مسلم ۽ ڪافر ۾ ورهائي ڇڏي ٿو! ڪجهه ماڻهن کي ڪافر قرار ڏئي پنهنجي حملن جو نشانو بڻائي ٿو. مسلمانن کي پاڻ ۾ ويڙهائي ٿو. انهيءَ هوندي ڪٿي شڪ يا شبهي جي گنجائش رهي ٿي ته اهي تحريڪون ۽ انهن جي پنيرائي ۽ مالي مدد ۽ انهن کي هٿيار مهيا ڪرڻ، ڇا اهو سڀ ڪجهه غاصب طاقتن جو ڪم ڪونهي. اها ته غاصب حڪومتن جي ڳجهين ايجنسين جي ڪارستاني آهي. اهي گڏ ٿي ويٺا آهن ۽ ان صورتحال جي لاءِ منصوبه بندي ڪري رهيا آهن. اسلامي دنيا کي گهرجي ته ان مسئلي تي ڌيان ڏين. اهو گهڻو وڏو خطرو آهي. بدقسمتي سان ڪجهه مسلمان حڪومتون جيڪي غفلت جو شڪار آهن، انهن اختلافن کي هوا ڏئي رهيون آهن. انهن جي سمجهه ۾ اهو نٿو اچي ته انهن اختلافن کي هوا ڏيڻ سان اهڙي باهه ڀڙڪي پوندي، جيڪا خود انهن کي به پنهنجي لپيٽ ۾ وٺي ڇڏيندي. اهوئي غاصب طاقتن جو منصوبو آهي. مسلمانن جو هڪڙو گروهه ٻئي گروهه سان ڦڏو ڪري، جهيڙو ڪري، ان فتني جو بنياد اهي ماڻهو آهن جيڪي غاصب طاقتن جي دلال حڪمرانن جون رقمون استعمال ڪري رهيا آهن. ويڙهاڪ ٽولن جي مالي مدد ڪن ٿا. انهن کي هٿيار پهچائين ٿا. مختلف ملڪن ۾ ماڻهن کي هڪٻئي جي جان جو دشمن بڻائي رهيا آهن. گذريل ٽن چئن سالن جي دوران جڏهن ڪجهه مسلمان ۽ عرب ملڪن ۾ اسلامي سجاڳي جي لهر پيدا ٿي آهي ته اهي سازشون اجا وڌيڪ تيز ٿي ويون آهن ته جيئن اسلامي سجاڳي جي لهر ماڻهن جي نظرن کان اوجهل ٿي وڃي. اهي هڪڙي پاسي مسلمانن کي پاڻ منجهه ويڙهائي رهيا آهن ته ٻئي پاسي تشهيراتي ۽ تبليغي ادارن جي مبالغه آرائي جي ذريعي عالمي راءِ عامه جي نظرن جي سامهون اسلام جي انتهائي خوفناڪ تصوير پيش ڪرڻ جي ڪوشش به ڪري رهيا آهن.

جڏهن ٽي وي چينل ڪو اهڙو ماڻهو ڏيکارين ٿا، جيڪو اسلام جي نالي تي ڪنهن انسان جو جيرو ڇپاڙي رهيو آهي ۽ کائي رهيو آهي ته ماڻهو اسلام جي باري ۾ ڇا سوچيندا؟ اسلام جي دشمنن ان جي

باقائده منصوبہ بندي ڪئي آهي. اهي اهڙيون ڳالهيون ڪونہ آهن، جيڪي اوچتو ظاهر ٿي ويون هجن. چوتہ اهي هڪدم ظاهر ٿيڻ واريون ڳالهيون نہ آهن: بلڪ اهي اهڙيون ڳالهيون آهن، جن جي لاءِ گهڻي عرصي تائين منصوبہ بندي ڪئي وئي آهي. انهن سڀني ڳالهين جي پنيان سيڙپ آهي ۽ ڪجهن ادارن جون سرگرميون آهن. مسلمانن کي گهرجي تہ ٻڌي جي مخالف ۽ مسلمانن جي ٻڌي جي خلاف هر عمل جو مقابلو ڪن. اها اسان سڀني جي گهڻي وڏي ذميواري آهي. **اها ذميواري** شيعا بہ پنهنجن ڪلهن تي کڻن ۽ اهل سنت وارا بہ اها ذميواري کڻن. اهڙي طرح شيعن ۽ سني مذهبن جي اندر موجود مختلف مسلڪ ۽ فڪري مڪتب اها ذميواري قبول ڪن.

ٻڌي ۽ ايڪي مان اها مراد آهي تہ گڏيل ڳالهين کي بنياد بڻايو وڃي. اسان جي وچ ۾ گڏيل ڳالهين جي ڪمي ڪونهي، مسلمانن جون گڏيل ڳالهيون انهن اختلافي مسئلن کان گهڻو وڌيڪ آهن تہ انهن گڏيل ڳالهين کي اصل ۽ بنياد بڻائڻ گهرجي. ان سلسلي ۾ گهڻي ذميواري دانشورن ۽ مفڪرن جي آهي. چاهي انهن جو تعلق سياسي شعبي سان هجي يا علمي ۽ ديني شعبي سان هجي. اسلامي دنيا جي عالمن سڀني کي گهرجي تہ عام ماڻهن کي فرقي وارن ۽ مسلڪي اختلافن کان محتاط رهڻ جي تلقين ڪن. يونيورسٽين سان وابستہ دانشور ۽ اسڪالر شاگردن جي سامهون حقيقتن کي پيش ڪن ۽ انهن کي سمجهائين تہ هن وقت اسلامي دنيا جو سڀني کان وڌيڪ اهم مسئلو ۽ سڀ کان وڏي ضرورت ٻڌي جي آهي. هدفن کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ ٻڌي، سياسي خودمختياري حاصل ڪرڻ جي لاءِ ٻڌي، ديني جمهوريت جي قيام جي هدف لاءِ ٻڌي، اسلامي معاشري ۾ احڪام الاهيءَ جي نفاذ جو هدف حاصل ڪرڻ لاءِ ٻڌي، اهو اسلامي معاشرو جيڪو آزادي جو پيغام ڏئي ٿو اها اسلام نوازي جيڪا انسانن کي عزت ۽ مان جو سبق ڏئي ٿي. اڄ اهو اسان جو فرض آهي، اهو شرعي فرض بہ آهي.

سياسي شخصيتن کي بہ اها ڳالهہ ذهن ۾ ويهارڻ گهرجي تہ انهن جو وقار ۽ اعتبار عوام ۽ قومن جي مهرباني سان آهي. غيرن تي آسرو ڪري ۽ دل جي گهراين تائين اسلامي معاشري لاءِ ڪينو رکڻ وارن جي

مدد سان اهو وقار ڪڏهن بہ حاصل ڪونہ ٿيندو. هڪڙو زمانو هو جڏهن انهن سيني علائقن ۾ غاصب طاقتن جي حڪمراني هئي. آمريڪي پاليسين کان اڳ برطانيہ ۽ ٻين يورپي ملڪن جي اشارن تي ڪم ٿيندو هو. قومون آهستي آهستي پاڻ کي غاصب طاقتن جي سڌي سنئين تسلط جي زنجير کان آزاد ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿيون. هاڻي غاصب طاقتون سڌو سنئون تسلط قائم ڪرڻ جي بجاءِ اڻ سڌي طرح سياسي، اقتصادي ۽ ثقافتي تسلط قائم ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهن. البت، دنيا جي ڪجھ خطن ۾ سڌو سنئون تسلط ڄمائڻ جي بہ ڪوشش ڪري رهيا آهن. توهان آفريڪا تي نظر وجهو ڪجھ يورپي ملڪ چاهين ٿا تہ ان ئي پراڻي خاڪي کي وري بحال ڪن.

رستو اسلامي سجاڳي آهي، رستو مسلمان قومن جي حالتن ۽ معاملن کان واقفيت ۽ آگاهي آهي. مسلمان قومون بي پناھ وسيلن سان مالا مال آهن. انهن وٽ انتهائي اهم ۽ حساس جاگرافيائي بيهڪ جي جاءِ آهي. اهي قيمتي تاريخي ورثي جا مالڪ آهن. بي مثال اقتصادي وسيلا ۽ ذخيرا رکن ٿيون. جيڪڏهن قومون سجاڳ ٿي وڃن ۽ پنهنجي طاقت کي سمجهي وڃن، پنهنجين صلاحيتن ۽ لياقتن تي ڀروسو ڪن، هڪٻئي ڏانهن دوستيءَ جو هٿ وڌائين تہ هي خطو هڪڙو خوبصورت علائقو بڻجي ويندو ۽ اسلامي دنيا عزت ۽ شرف ۽ اڳواڻي وارو مقام حاصل ڪري وٺندي. انشاء الله! مستقبل ۾ اها منزل ضرور حاصل ٿيندي، ان جا آثار هاڻي کان ئي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ايران ۾ اسلامي انقلاب جي فتح ۽ هن حساس علائقي ۾ اسلامي جمهوري نظام جو قيام ۽ اسلامي جمهوريہ جو ڏينهون ڏينهن مضبوط ٿيڻ بہ ان جي آثارن مان آهي.

آمريڪا سميت ٻيون سڀ غاصب طاقتون گذريل 35 سالن جي دوران اسلامي جمهوري نظام ۽ ايراني ملت جي خلاف جيڪو ڪجھ ڪري سگهيا ٿي ڪيو آهي، پر ان جي باوجود ايراني قوم ۽ اسلامي جمهوري نظام جي طاقت ۾ ڏينهون ڏينهن اضافو ٿيندو ويو آهي ۽ ان جون پاڙون مضبوط ٿي پڪڙجنديون ويون آهن ۽ ان جي واڌ واري اثر ۾ اضافو ٿيو آهي. انشاء الله! ان استحڪام، پائيداري ۽ قوت ۾ اڃا اضافو ٿيندو رهندو. اڄ انسان ڏسي سگهي ٿو تہ اسلامي دنيا ۾ موجود نسلن جي

علمي سطح وڌي رهي آهي، اسلام ۽ مسلمانن جي مستقبل جي سلسلي ۾ انهن جي ڄاڻ ۾ اضافو ٿيو آهي. ڪجهه علائقن تي آگاهي جي اها سطح ماضي جي مقابلي ۾ گهٽي وڌيڪ آهي. البت، دشمن به پنهنجين ڪارروائين ۾ مصروف آهي، تاهم جيڪڏهن اسان غور ۽ ڳوڙهائي سان جائزو وٺون ته مشاهدو ڪري سگهون ٿا ته اسلامي لهر مسلسل اڳتي وڌي رهي آهي.

الله جون رحمتون نازل ٿين اسان جي عظيم قائد امام خميني رحمت الله عليه تي جنهن اسان کي ان رستي جي سڃاڻپ ڪرائي. ان اسان کي الله تي توڪل ڪرڻ سيکاريو. الله کان مدد گهرندا رهو ۽ پنهنجي مستقبل جي حوالي سان پراميد رهو. اسان ان رستي تي هلي پيا آهيون ۽ آئنده به اسان جا قدم ان ئي رستي تي اڳتي وڌندا رهندا. اسلام ۽ مسلمانن جي فتح ۽ ڪاميابي جي اميد سان ۽ ان روشن رستي جي شهيدن لاءِ الله جي رحمت ۽ مغفرت جي دعائن سان توهان کان اجازت گهران ٿو. والسلام عليڪم ورحمت الله وبرڪاته.[1]

*****

[1] اسلامي مملڪت جي آفيسرن ۽ وحدت اسلامي ڪانفرنس ۾ شريڪ مهمانن کي خطاب: 19 جنوري 2014ع

# انساني عقل ۽ سمجهه سان بعثت
# جو پيغام پروڙي سگهجي ٿو

نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي جمڻ جي سالگرهه جي موقعي تي جيڪا حقيقت ۾ پوري انسانيت جي سڀ کان وڏي ۽ عظيم عيد آهي، توهان سڀني محترم ڀائرن، ڀينرن ۽ معزز مهمانن ۽ هتي ويٺل اسلامي ملڪن جي سفيرن جي خدمت ۾ مبارڪباد پيش ڪريان ٿو. ان کان علاوه پوري ايراني عوام جي خدمت ۾ هن موقعي تي مبارڪباد ۽ شڪريو پيش ڪريان ٿو جن عملي طور تي ثابت ڪري ڇڏيو ته اهي پيغمبر اسلام صلي الله عليه وآله وسلم جي بعثت واري پيغام تي عمل ڪري رهيا آهن. ان رستي ۾ اسان جي قوم گهڻا وڏا سخت امتحان ڏنا آهن. هن عظيم ڏينهن جي مناسبت سان مان سڀني مسلمان قومن، اسلامي دنيا ۽ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ آباد سڀني مسلمانن ۽ انهن آزادي پسند انسانن کي به مبارڪباد پيش ڪريان ٿو جيڪي آزادي، عدل ۽ انصاف، انسانيت ۽ انسان جي عزت ۽ احترام جو پيغام ٻڌي خوشي ۽ سرهائي محسوس ڪن ٿا.

منهنجا عزيز ڀائرو ۽ ڀينرون! پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي بعثت جي باري ۾ گهڻيون ڳالهيون اهڙيون آهن، جن تي غوروفڪر ڪرڻ ۽ بيان ڪرڻ جي ضرورت آهي. هن وقت اسلامي دنيا جي لاءِ جيڪا ڳالهه ڌيان جي قابل آهي، اهي به ٽي بنيادي نقطا آهن: هڪڙو نقطو ته اهوئي آهي جنهن ڏانهن اميرالمومنين علي عليه السلام نهج البلاغه جي خطبي ۾ اشارو ڪيو آهي ته پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم ۽ ٻين عظيم نبين سڀني جي بعثت جي غرض ۽ مقصد ڇا هو. پاڻ فرمايائون "لِيَستَادُوهُم مِيثَاقَ فِطرَتِهِ وَيُذَكِّرُوهُم مَنسِيَّ نِعمَتِهِ .... وَيُثِيرُوا لَهُم دَفائِنَ العُقول" (نهج البلاغه خطبو 1). انسانن کي انساني فطرت ۽ انساني خصلت ڏانهن موٽائين، جيڪا شرف ۽ عزت سان

سلهاڙيل آهي ۽ الله جي وساريل نعمتن ڏانهن انهن جو ڌيان ڇڪائڻ ۽ دفن ڪري ڇڏيل عقل جي قوت کي حرڪت ۾ آڻين ۽ سجاڳ ڪن.

اهي انساني عقل ۽ سمجهه جي برڪت سان ئي بعثت جي پيغام جي پرورش ڪري سگهن ٿا. ماڻهو نبين سڳورن جي نوراني رستي جي ڏکيائين ۽ تڪليفن کان خوف نہ ڪندا آهن ۽ ان کي عبور ڪندا آهن. عقل ۽ سمجهه جي مدد سان ئي انسان قرآني تعليمات ۽ مفهومن کان صحيح طور تي فائدو وٺي سگهي ٿو. جيڪڏهن اسلامي معاشرو ان هڪڙي حڪم يعني عقل ۽ سمجهه جي استعمال کي پنهنجي وچ ۾ رائج ڪري ڇڏي تہ انساني معاشري جون گهٽيون ئي وڏيون مشڪلاتون خودبخود حل ٿي سگهن ٿيون ۽ اسلامي معاشري جي گهڻن مسئلن جو ازالو ٿي سگهي ٿو.

اڄ توهان مشاهدو ڪيو تہ ڪنهن خطي ۾ اسلام جي نالي تي بي گناهہ انسانن سان ظالماڻو سلوڪ ڪيو وڃي ٿو ڪنهن علائقي ۾ اسلام جي ڪري مسلمانن جو قتلام ٿي رهيو آهي. آفريڪا ۾ ڪنهن هڪڙي ملڪ ۾ ڪنهن کي مسلمان هجڻ ڪري ظلم ۽ بربريت جو نشانو بڻايو وڃي ٿو قتل ڪيو وڃي ٿو ۽ ڪنهن ٻي جاءِ تي ڪجهہ ماڻهو اسلام جي نالي تي ٻين جي نياڻين کي اغوا ڪري ٻڌي وڃن ٿا. ان جو سبب اهو آهي تہ اسلام جو پيغام صحيح طريقي سان مسلمانن تائين پهچي نہ سگهيو آهي. اسان مسلمانن کي گهرجي تہ اسان قرآن ۽ اسلام کي صحيح طريقي سان سمجهون ۽ پنهنجي عقل ۽ سمجهہ جي پيماني تي ۽ انساني ۽ اسلامي فڪرن جي روشني ۾ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات جي گهراين تائين پهچون ۽ انهن پيغامن کي سمجهون.

جيڪڏهن اسان اسلام جي پيغام ڏانهن غافل ٿي ويندا سين تہ قرآن شريف ۾ اچي چڪو آهي "وَقَالَ الرَّسُولُ يَٰرَبِّ إِنَّ قَوْمِي ٱتَّخَذُوا هَٰذَا الْقُرْءَانَ مَهْجُورًا" (فرقان: 30). جڏهن اسان قرآن کي ترڪ ڪري ڇڏيو قرآن جي مفهومن ۽ تعليمات تي صحيح طريقي سان تدبر نہ ڪيو جيڪڏهن اسان قرآن جي مفهومن جي گلدستي کي جيڪو انساني زندگي جي لاءِ مڪمل ضابطہ حيات آهي، صحيح نہ سمجهيو تہ اسان

ڪان غلطي تي ويندي ۽ پوءِ اسان جو عقل قرآني مفهومن کي سمجهي ۽ پروڙي نہ سگهندو.

اڄ دنيا ۾ ڪجهہ دشمن آهن، جيڪي کلم کلا اسلام جي خلاف ڪم ڪري رهيا آهن، انهن جي ڀرپور جنگي حڪمت عملي اختلافن جي باهہ ڀڙڪائڻ آهي. سڀني کان وڌو ۽ خطرناڪ اختلاف عقيدي ۽ ايمان جي باري ۾ اختلاف هوندو آهي، سو اڄ دنيا ۾ مسلمانن کي هڪٻئي جي رت جو پياسو بڻائڻ جي لاءِ غاصب طاقتن جا هٿ ايمان ۽ عقيدي جي باري ۾ ڳالهين جي ذريعي اشتعال انگيزي ۾ مصروف آهن. هڪڙو گروهہ ٻئي گروهہ کي ڪافر قرار ڏئي رهيو آهي. هڪڙي جماعت ٻي جماعت تي تلوار تاڻيون بيٺي آهي. ايماني ڀائر هڪٻئي سان تعاون ڪرڻ ۽ هڪٻئي جو هٿ جهلڻ جي بجاءِ ڀاءُ جي قتل لاءِ دشمن سان تعاون ۽ سازباز ڪري رهيا آهن! شيعا سني لڙائيءَ جي باهہ ڀڙڪائي رهيا آهن، نسلي ۽ فرقي وارانہ اشتعال ۽ ٽڪراءُ کي هر گهڙي هوا ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا رهن ٿا. البت، انهن سرگرمين ۾ جيڪي هٿ ملوث آهن، اهي ڄاتل سڃاتل هٿ آهن. جيڪڏهن عقل جي سگهہ ۽ فڪر ۽ آگاهي جي روشني کي ڪم ۾ آندو وڃي تہ. جنهن جو حڪم قرآن شريف بہ ڏنو آهي، دشمن جو هٿ اسان کي چٽو نظر اچي ويندو ۽ دشمن جا ارادا اسان جي سامهون اچي ويندا.

اڄ اسلامي دنيا ۾ غاصب محاذ پنهنجن سامراجي هدفن کي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجين مشڪلاتن ۽ مسئلن تي پردو وجهڻ جي مقصد سان مسلمانن جي اندر اختلاف ۽ نفرت کي هوا ڏئي رهيو آهي، شيعہ فوبيا پکيڙي رهيو آهي، ايران فوبيا پکيڙي رهيو آهي تہ جيئن غاصب اسرائيلي حڪومت جي حفاظت ڪري سگهي ۽ ان تضاد کي ڪنهن طريقي سان حل ڪري، جنهن جي ڪري علائقي ۾ سامراجي پاليسين ۽ منصوبن کي شڪست ٿي آهي. ان جي نظر ۾ ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ اڪيلو طريقو مسلمانن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ڪرڻ آهي. ان ڳالهہ کي ڏسڻ ۽ سمجهڻ جي ضرورت آهي. دانشورن ۽ ممتاز شخصيتن کان اهائي اميد آهي ۽ چونڊيل مفڪرن کان بہ اهائي اميد آهي.

اڄ مغرب جا سياسي ادارا جنهن ڳالھ ڪي وڌائي رهيا آهن، اها حقيقت ۾ اهائي جاهليت آهي، جنهن کي متائڻ لاءِ ۽ انساني زندگي منجهان جنهن کي پري ڪرڻ لاءِ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي رسالت سان موڪليو ويو. ان جاهليت جا آثار اڄ اسان جي دنيا ۾، ان رائج بگڙيل مغربي تهذيب ۾ صاف ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اهائي بي انصافي، اهوئي فرق ۽ امتياز اهائي انساني وقار جي پائمالي، اهي ئي جنسي مسئلا ۽ نفساني هوس، سڀ ڪان اهم ۽ بنيادي موضوع بڻيل آهن.

قرآن شريف پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي محترم گهروارين کي مخاطب ڪري فرمائي ٿو "وَقَرْنَ فِي بُيُوتِكُنَّ وَلَا تَبَرَّجْنَ تَبَرُّجَ الْجَاهِلِيَّةِ الْأُولَىٰ" (احزاب: 33). قديم زماني جي جاهليت جي هڪڙي نشاني عورتن جو "تبرج" يا "پاڻ ڏيکارڻ" آهي ۽ اڄ مغربي تمدن جي بنيادي ظاهري ڳالهين مان هڪڙي نشاني اها جسم جي نمائش آهي. سوڀيءَ اهائي جاهليت آهي پر ان جاهليت پاڻ کي نون مشهوري وارين چالاڪين سان هٿياربند ڪري ڇڏيو آهي ۽ اهڙي طرح حقيقتن کي ماڻهن جي اکين کان پري ڪري ڇڏيو آهي. اسان مسلمانن کي اها ڳالھ سمجهڻ گهرجي، اسان کي ان جي خبر هجڻ گهرجي.

اڄ اسلامي دنيا کي غوروفڪر ۽ سوچ ويچار ڪرڻ جي عادت وجهڻ جي ضرورت آهي. مسئلن کي چڱيءَ طرح سمجهڻ ۽ انهن جو صحيح تجزيو ڪرڻ جي ضرورت آهي. اسلامي دنيا کي اڄ ان ڳالھ جي ضرورت آهي تہ مسلمان امت جي دشمن جي محاذ جي صحيح طريقي سان سُڃاڻپ ڪري. اسان پنهنجن دشمنن کي سڃاڻون ۽ پنهنجن دوستن کي بہ سڃاڻون. اڪثر ڪري اهو بہ ڏسڻ ۾ آيو آهي تہ اسان مسلمانن مان ڪجھ ماڻهو اسان جي دشمن سان وڃي مليا. تہ پنهنجن پائرن جو صفايو ڪن، ظاهر آهي ان مان اسان کي ئي نقصان پهچي ٿو. ان ڪري مسلمان امت ۾ انتشار ۽ بيچيني جي ڪيفيت پيدا ٿئي ٿي. مسلمان امت ڪمزور ٿئي ٿي. ان جو سبب بصيرت جو فقدان آهي. اڄ اسلامي دنيا کي ان ئي بصيرت ۽ تدبر ۽ فڪر جي ضرورت آهي. عقل ۾ دفن ٿيل صلاحيتن کي ٻاهر ڪڍڻ جي ضرورت آهي.

"وَيُثِيرُوا لَهُم دَفائِنَ العُقول" (نهج البلاغہ خطبو 1). اسلامي دنيا جي ٻي اهم ضرورت ٻڌي ۽ ايڪو آهي. اسان کي فروعي اختلافن کان، پسند ۽ مزاج جي اختلافن کان، اعتقادي ۽ مسلڪي اختلافن کان اڳتي وڌي هڪڙي ئي امت جي تشڪيل ڪرڻ گهرجي. "اِنَّ هٰذِهٖٓ اُمَّتُكُمۡ اُمَّةً وَّاحِدَةً وَّاَنَا رَبُّكُمۡ فَاعۡبُدُوۡنِ" (انبياء: 92). قرآن شريف تي عقيدو، پيغمبر تي، اڪيلي الله تي، هڪڙو ڪعبو ۽ هڪڙي قبلي تي عقيدو. ڇا اهي سڀ ڳالهيون دشمن محاذ جو مقابلو ڪرڻ جي مقصد هيٺ اسلامي دنيا جي متحد ٿي وڃڻ لاءِ ڪافي نہ آهن؟ تہ پوءِ ڪجھ ماڻهو ڇو نٽا سمجهن؟ ڪجھ ماڻهو آخر ڇو انهن روشن حقيقتن کي نٽا سمجهن؟ ايران کي خطرو ٻڌائي پيش ڪرڻ ۽ شيعن کي خطرو ظاهر ڪرڻ جي پٺيان آمريڪا ۽ مغربي محاذ جو ڪهڙو مقصد آهي؟ ان باري ۾ اهي ڇو نٽا سوچين؟ تہ جيئن غاصب اسرائيلي حڪومت جيڪا اڄ اسلامي دنيا لاءِ سڀ کان وڏي مصيبت ۽ آفت آهي، اها آرام ۽ سک سان زندگي گذاري رهي آهي، پنهنجين مشڪلاتن تي قابو پائي رهي آهي، ان غاصب حڪومت جي اندر موجود انهن ڳالهين ۽ سببن تي غلبو حاصل ڪري وٺي تي، جيڪي خود ان کي تباہ ڪرڻ واريون ڳالهيون آهن. ايئن نٿو ٿي سگهي، پر جيڪڏهن مسلمانن کان سوچڻ سمجهڻ جي طاقت کسي وڃي، انهن جي وچ ۾ تفرقو وڌو وڃي ۽ ننڍين ننڍين مسئلن کي وڌائي چڙهائي پيش ڪيو وڃي.

اسان جي نظر ۾ اسلامي سجاڳيءَ جي لهر وجود ۾ اچي چڪي آهي. دشمن طرفان اها ڪوشش ٿي تہ ان سجاڳي کي ڪچليو وڃي ۽ ڪجھ جاين تي ان کي ڪچلي بہ ڇڏيائون، پر اسلامي سجاڳي جي لهر اهڙي ڪونهي، جنهن کي واقعي ڪچلي سگهجي. اسلام تي فخر ڪرڻ جو سلسلو شروع ٿي چڪو آهي ۽ اهو جهنڊو بلند ٿي چڪو آهي. اڄ دنيا جي هر ڪنڊ ۾ مسلمانن جي اندر اسلامي سڃاڻپ جو احساس پڪو ٿي چڪو آهي ۽ وڌيڪ مضبوط ٿي رهيو آهي. ان سلسلي ۾ ايراني قوم تي گهڻيون اهم ذميواريون آهن، جيڪي ان پوريون ڪيون آهن ۽ آئنده بہ پنهنجون ذميواريون پوريون ڪندي رهندي. قرآن تي

عقيدي جي مدد سان، پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت جي پيغام تي ايمان جي مدد سان، اندروني ٻڌي ۽ ايڪي جي مدد سان، دشمن جي مقابلي ۾ پنهنجي دليري ۽ بي خوفي جي مدد سان، الله تعاليٰ جي واعدن تي يقين ۽ اطمينان جي مدد سان. ظاهر آهي الله تعاليٰ چٽي نموني سان واعدو ڪيو آهي "اِنْ تَنْصُرُوا اللهَ يَنْصُرْكُمْ وَيُثَبِّتْ اَقْدَامَكُمْ" (محمد: 7). انهن عظيم ذخيرن ۽ اثاثن جي مدد سان اڳتي وڌي رهي آهي.

الله تعاليٰ گهريو تہ اسان هڪڙي پنيان انهن محاذن کي جن جي ظلم، جهل ۽ ناانصافي جو مقابلو ڪرڻ جي اسان کي ضرورت آهي، فتح ڪنداسين ۽ اڳتي وڌنداسين. الحمدلله! الله جي مدد ۽ الله جي توفيق ايراني قوم سان گڏ آهي ۽ اسان هڪ هڪ قدم اڳتي وڌندا وياسين ۽ رڪاوٽن کي هڪڙي پٺيان عبور ڪندا ويا آهيون. انشاء الله! پروردگار جي فضل سان آئنده بہ اهو سلسلو جاري رهندو. حڪومت جا ڪارندا ذميواري جي احساس سان مختلف شعبن ۾ خدمت ۾ مصروف آهن.

الحمد لله! اڄ اسان جي حڪومت تازه دم ۽ ڪم جي لاءِ تيار، اسلام سان پنهنجي رابطي ۽ پنهنجي مسلمان هجڻ تي فخر ڪرڻ واري حڪومت آهي. ان کي احساس آهي تہ الله تعاليٰ جي ذات تي يقين جي برڪت سان ان کي عزت ملي آهي. حقيقت بہ اهائي آهي. ان احساس سان اها ڪم ڪري رهي آهي، محنت ڪري رهي آهي. للڪارون بہ درپيش آهن، مشڪلاتون بہ موجود آهن ۽ زندگي جي سفر ۾ اهي مشڪلاتون پيش ايندیون رهنديون آهن. جيڪڏهن وقار سان زندگي بسر ڪرڻي آهي تہ ڏاها ۽ فڪر رکندڙ ماڻهو عزت ۽ شرف حاصل ڪرڻ جي لاءِ انساني وقار ۽ قربِ الاهي جي مقام تائين پاڻ کي پهچائڻ جي لاءِ سختيون برداشت ڪندا آهن. جيڪي ماڻهو بي عقل آهن، اهي پنهنجي زندگيءَ ۾ انهن مشڪلاتن کي ذلت واري نموني سان برداشت ڪندا آهن. الله کي مالڪ ۽ حاڪم مڃڻ جي بجاءِ شيطان جي تسلط کي قبول ڪندا آهن "وَاتَّخَذُوا مِنْ دُوْنِ اللهِ اٰلِهَةً لِّيَكُوْنُوْا لَهُمْ عِزًّا٥ كَلَّا سَيَكْفُرُوْنَ

بِعِبَادَتِهِمۡ وَيَكُونُونَ عَلَيۡهِمۡ ضِدًّا" (مريم: 81، 82). بي عقل ۽ بي سمجهه ماڻهو ۽ نظام ۽ دنيا کان غافل ماڻهو جيڪو فارمولا اختيار ڪندا آهن، ان کي قرآن ۾ اهڙي طرح خوار ڪيو ويو آهي. اهي الله جي بارگاهه ۾ پناهه حاصل ڪرڻ جي بجاءِ، الله کي مالڪ ۽ حاڪم مڃڻ جي بجاءِ، الله جي هدايت تي قائم رهڻ جي بجاءِ شيطان جي تسلط کي قبول ڪندا آهن ۽ اسلام جي دشمنن ۽ انسانذات جي دشمنن جو دامن پڪڙيندا آهن ته ايئن وقار ۽ عزت حاصل ڪري سگهن. پر اهڙي طرح سان انهن کي عزت ڪڏهن به ڪونه ملندي. انهن جي نالائق آقائن طرفان به انهن جو قدر ڪونه ٿيندو "لَا سَيَكۡفُرُونَ بِعِبَادَتِهِمۡ وَيَكُونُونَ عَلَيۡهِمۡ ضِدًّا" (مريم: 82). قرآن شريف جو اهو بيان بلڪل روشن بيان آهي. ان بيان مان اسان کي سبق سکڻ گهرجي، رستي جي صحيح سڃاڻپ هجڻ گهرجي. قرآن جو هدايت وارو رستو انسانن کي سعادت ۽ خوشبختيءَ جي منزل تائين وٺي ويندو آهي. الله تعاليٰ کان مدد طلب ڪرڻ جي ضرورت آهي.

الحمدلله! اسلامي جمهوري نظام شروع کان ئي دشمن جو مقابلو ڪرڻ جي حوالي سان الله جي ان واعدي کي پنهنجو سهارو قرار ڏيندو رهيو آهي. هن نظام هميشهه ان واعدي تي اعتماد ۽ ڀروسو ڪيو آهي. اسان الله جي واعدي تي مڪمل اعتماد ڪيو. سنو گمان ڪيو ۽ ڪافرن ۽ ايمان کان خالي ماڻهن وانگر الله جي واعدي جي سلسلي ۾ اسان عدم اطمينان ۽ شڪ ۽ شبهي جو شڪار ڪونه ٿيا آهيون، تنهنڪري اسان کي ڪاميابي ملي. اسان کي انقلاب آڻڻ ۾ ڪاميابي ملي، مقدس دفاع ۾ اسان کي فتح نصيب ٿي، بين الاقوامي سطح تي گهڻن اقتصادي، سياسي ۽ سماجي مقابلن ۾ اجاتائين اسان کي ڪاميابي نصيب ٿيندي رهي آهي. انشاءالله! آئنده به اهو سلسلو جاري رهندو. اهو ايراني قوم جو رستو آهي. اسان جي عظيم الشان رهنما حضرت امام خميني رحمت الله عليه تي الله جون رحمتون نازل ٿين، جنهن اسان جي سامهون هي رستو کوليو. عظيم شهيدن تي الله جون رحمتون نازل ٿين، جن هن راهه ۾ پنهنجون جانيون قربان ڪيون.

ايراني قوم تي الله جون رحمتون نازل ٿين. جنهن هر مرحلي تي پنهنجي آمادگي جو اعلان ۽ مظاهرو ڪيو. اسان جي آفيسرن تي الله جون رحمتون نازل ٿين. حڪومتي عهديدارن تي الله جون رحمتون نازل ٿين جيڪي هن ميدان ۾ هميشه فداڪاري، جانفشاني ۽ قرباني جي لاءِ تيار رهن ٿا. والسلام عليڪم ورحمت الله وبرڪاته.[1]

* * * * *

1 عيد ميلادالنبي صلي الله عليه وآله وسلم جي موقعي تي حڪومتي آفيسرن ۽ اسلامي ملڪن جي سفيرن کي خطاب: 27 مئي 2014ع.

# پاڻ سڳورن جو ڀلارو ڄمر رحمت، ٻڌي ايڪي ۽ انساني قدرن جي ڄمڻ جو ڏينهن آهي

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ امام جعفر صادق عليہ السلام جي ڀلاري ڄمر جي موقعي تي هن محفل ۾ شريڪ سيني معزز مهمانن کي مبارڪباد پيش ڪريان ٿو. مملڪت اسلامي جا اعليٰ عهديدار هفتہ وحدت جي پرگرامن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ آيل معزز مهمانن، اسلامي ملڪن جي سفيرن جيڪي هتي تشريف رکن ٿا، توهان سيني کي هن عظيم ۽ برڪت واري عيد جي موقعي تي مبارڪباد پيش ڪريان ٿو. اهڙي طرح مان ملت ايران، مسلمان قومن ۽ پوري دنيا جي انهن آزادي پسند ماڻهن کي بہ مبارڪباد پيش ڪريان ٿو جن جي نظر ۾ انسانيت ۽ آزادي جو قدر ۽ قيمت آهي. ڇوتہ اجوڪو ڏينهن علم، عقل ۽ ڏاهپ جي پيغمبر جي ڄمڻ جو ڏينهن آهي. اجوڪو ڏينهن اخلاق ۽ رحمت، ٻڌي ۽ ايڪي، ۽ ٻين اعليٰ انساني قدرن جي پيغمبر جي ڄمڻ جو ڏينهن آهي. جيڪو بہ انهن عظيم ۽ اعليٰ انساني قدرن کي پسند ڪري ٿو اهو پاڻ سڳورن سان عشق ۽ محبت رکي ٿو.

اسان مسلمان جيڪي ان عظيم هستي جي پيروي جي دعويٰ ڪيون ٿا، ان ڳالهہ تي فخر ڪيون ٿا ۽ ان راهہ تي ثابت قدم رهندي پنهنجي جان ۽ مال بہ قربان ڪرڻ جي لاءِ تيار آهيون. اسان جي لاءِ ضروري آهي تہ اسان انهن تعليمات جي پٺيان هلون، جيڪي الله جا رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان جي لاءِ کڻي آيا. يعني علم، عقل، حڪمت، رحمت، ٻڌي ۽ ايڪو اخلاق ۽ ٻيا اهي سيئي اعليٰ انساني اقدار جن جا پاڻ سڳورا حامل هئا ۽ امام جعفر صادق عليہ السلام جن کي جياريو ۽ نشرواشاعت جي لاءِ وسيع پيماني تي جدوجهد ڪئي. اسان اهي سکڻ ۽ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيون. ائين ڪرڻ سيني مسلمانن جو فرض آهي.

البت، ماڻهن جو وڏو تعداد حڪمرانن، حڪومتن، ممتاز شخصيتن، دانشورن، عالمن ۽ سياستدانن جي پٺيان هوندو آهي ۽ ان ميدان ۾ اصلي ذميواري بہ انهن جي ئي ڪلهن تي عائد ٿئي ٿي. اڄ جڏهن مان پنهنجي اسلامي معاشري ۽ اسلامي دنيا جي مسئلن جو جائزو وٺان ٿو تہ ان نتيجي تي پهچان ٿو تہ اسلامي دنيا کي انهن مڙني انساني قدرن جي ضرورت آهي. اسلامي دنيا کي عقل ۽ سمجهہ جي ضرورت آهي تہ اخلاق بہ اهم آهي. پر اسلامي دنيا جي لاءِ اڄ جنهن ڳالهہ جي سڀ کان گهڻي ضرورت آهي، اها ٻڌي ۽ ايڪو آهي. اسان مسلمان هڪٻئي کان گهڻو پري ٿي ويا آهيون. افسوس جو مقام آهي تہ ان سلسلي ۾ دشمن جيڪي پاليسيون اختيار ڪيون اهي ڪامياب ٿيون ۽ دشمن مسلمانن کي، مسلمان جماعتن جي دلين کي هڪٻئي کان جدا ڪري ڇڏيو. اڄ اسان کي ٻڌي ۽ ايڪي جي سخت ضرورت آهي.

جيڪڏهن ايتري ڪشادي ۽ ڪليل زمين تي موجود اسلامي ملڪن ۾ آباد مسلمان قومون جيڪي دنيا جي آباديءَ جي هڪڙي وڏي حصي تي مشتمل آهن، ذري پرزي ۾ پر صرف گڏيل معاملن ۾ بہ پاڻ ۾ ٻڌي ڪن تہ اسلامي دنيا ترقي جي بلندين تي پهچي ويندي. مسلمان قومن جو گڏيل معاملن ۾ ئي هڪٻئي سان گڏ ڏسڻ ۾ اچڻ بہ گهڻو وڏيڪ اثرائتو ثابت ٿيندو. جيڪڏهن اسلامي ملڪن جا سربراهہ يا مفڪر ۽ دانشور هڪٻئي جي خلاف بيان ڏيڻ شروع ڪن، توڙي جو بيان صرف گفتگو جي حد تائين چونہ هجن، تہ بہ اهي ڳالهيون دشمن کي مضبوط ڪنديون آهن ۽ ان جي اندر اميد پيدا ٿي ويندي آهي. جيئن اهائي حقيقت حال اڄ اسان جي سامهون آهي. ٻئي طرف جيڪڏهن بيانن جي حد تائين بہ اسان هڪٻئي سان گڏ بيٺل نظر اچون تہ ان سان اسلامي دنيا جي عزت ۽ عظمت ۾ واڌارو ٿيندو. ان سان اسلامي امت جي سچائپ ۽ وقار وڌندو.

اسان جتي بہ ان ٻڌي ۽ گڏجڻ جي نمونن جو مشاهدو ڪيو آهي، توڙي جو اهي گڏجاڻيون صرف ماڻهن جي جسماني طور تي هڪٻئي سان بيهڻ جي حد تائين هجن، تہ بہ دنيا ۾ ان جو عڪس اسلام ۽

مسلمانن جي وقار جو سبب ٿيو آهي. ان سان پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شان ۾ مان ۾ اضافو ٿئي ٿو. جڏهن اسان عيد جي نماز پڙهندا آهيون ۽ هڪٻئي سان گڏ ويهندا آهيون ۽ هڪ آواز تي چوندا آهيون "اَلَّذِی جَعَلتَهُ لِلمُسلِمِینَ عِیدًا وَلِمُحَمَّدٍ صلی الله علیه وآله ذُخرًا وَشَرَفًا وَکَرامَتًا وَمَزِیدًا" تہ نماز ۾ ماڻهن جو جسماني طور تي هڪٻئي سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي بيهڻ بہ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ عزت ۽ شان جو سبب آهي. اهو مسلمان امت جي اعزاز ۽ احترام جو سبب آهي. ايئن حج جو اجتماع بہ اهڙوئي آهي.

هن سال توهان ڏٺو تہ امام حسين عليہ السلام جي چهلم جي موقعي تي ڪيترائي لک انسان هڪٻئي سان گڏ بيٺل نظر آيا. خود اهو عظيم اجتماع، مسلمانن جو وڏي تعداد ۾ گڏ ٿيڻ جنهن ۾ رڳو شيعا ڪونہ هئا بلڪ اهل سنت بہ شامل هئا. پوري دنيا ۾ ان جي گونج ٻڌي وئي. ماڻهن ان جي تعظيم ڪئي ۽ ان کي عزت وارو اجتماع قرار ڏنو. ان کي دنيا جو سڀ کان وڏو اجتماع قرار ڏنو. ڪهڙن ماڻهن؟ انهن ماڻهن جيڪي اسلامي معاملن ۽ علائقي جي حالتن تي هميشهہ نظر ڄمايون پيا آهن.

هن موقعي تي جڏهن ان عظيم اجتماع جو ذڪر نڪتو آهي تہ مان مناسب بلڪ ضروري سمجهان ٿو تہ عراق جي حڪومت، عراق جي عوام ۽ قبيلن جو شڪريو ادا ڪريان، جن هن عظيم امتحان ۾ ايثار فداڪاري، قرباني، بزرگي ۽ عظيم خدمت جو مثال قائم ڪري ڇڏيو آهي. هن سال ڪربلا جي چهلم ۾ اجتماع گهڻو عجيب ۽ حيرت ڏياريندڙ هو.

اسلام دشمن ڌريون ۽ اهل بيت عليهم السلام جي دشمنن پنهنجي خيال ۾ ڪربلا جي رستي کي بند ڪري ڇڏيو هو پر توهان ڏٺو تہ ڪهڙو عظيم منظر ظاهر ٿيو! سو جيڪڏهن صرف جسماني طور تي ماڻهو هڪڙي جاءِ تي گڏ ٿي وڃن تہ اهڙا عظيم منظر وجود ۾ ايندا آهن. جيڪڏهن اسان پاڻ ۾ گڏجي وڃون، اسلامي ملڪ، مسلمان قومون يعني شيعا ۽ سني، اهڙي طرح اهل سنت ۽ اهل شيعہ جا مختلف فرقا هڪٻئي جي باري ۾ پنهنجي دل صاف ڪري ڇڏين، هڪٻئي جي باري

۾ بدگماني ختم ڪري ڇڏين، خراب گمان پيدا نہ ڪن، هڪٻئي جي توهين نہ ڪن تہ پوءِ ڏسو تہ دنيا ۾ ڪهڙو انقلاب برپا ٿئي ٿو اسلام جو وقار ڪيئن وڌي ٿو! تنهنڪري هن دور جي اهم ضرورت ٻڌي ۽ ايڪو آهي.

اڄ سنين ۽ شيعن جي وچ ۾ بہ اهڙا ماڻهو موجود آهن، جيڪي انهن کي هڪٻئي کان پري ڪرڻ جي لاءِ سرگرم آهن. جيڪڏهن توهان انهن ماڻهن تي نظر رکندا تہ معلوم ٿي ويندو تہ انهن جا تعلقات اسلام دشمن غيرملڪي جاسوس ادارن سان آهن. اهي صرف ايران جا دشمن ڪونہ آهن، بلڪ اهي اسلام جا دشمن آهن. جنهن شيعي جو رابطو برطانيہ جي ايم آئي 6 سان هجي ۽ جنهن سني جا تعلقات آمريڪا جي سي آئي اي سان هجن، اهو نہ تہ شيعو آهي ۽ نہ سني، ٻئي اسلام جا دشمن آهن.

اسان اسلامي جمهوريہ ايران ۾ 35 سالن کان اهوئي نعرو هڻي رهيا آهيون ۽ صرف نعرو نٿا هڻون، بلڪ ان تي عمل بہ ڪري رهيا آهيون. اسلامي جمهوريہ ايران اسلامي دنيا ۾ پنهنجن ڀائرن جي اڄ تائين جيڪا مدد ڪئي آهي، ان جو گهڻو حصو سني ڀائرن ڏي ويو آهي. اسان فلسطين جي مدد لاءِ بيٺا آهيون. اسان مختلف ملڪن جي مومن عوام جي مدد ڪئي، ڇوتہ اسان کي خبر هئي تہ مسلمانن جي وچ ۾ ٻڌي جو مسئلو هن وقت اسلامي دنيا جو سڀ کان اهم ۽ بنيادي مسئلو آهي.

مان اسلامي دنيا جي عالمن سڳورن، دانشورن ۽ سياسي رهنمائن کي سفارش ڪيان ٿو، انهن کي تاڪيد ڪيان ٿو تہ اهي اختلاف ۽ فرقي بازيءَ جون ڳالهيون نہ ڪن. ڪجهہ ماڻهو دنيا ۾ اسلام جو هراس پکيڙڻ جي لاءِ رقمون خرچ ڪري رهيا آهن. اسلام دشمن ذريعون دنيا ۾ اسلام جي بگاڙيل صورت پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيون آهن. اهڙين حالتن ۾ اسان هڪٻئي جي خلاف ڪم ڪرڻ تي سندرو ٻڌي بيهون، ماڻهن کي هراس ۾ وجهون تہ اهو حڪمت ۽ سياست جي خلاف ڪم آهي.

مون ٻڌو آهي تہ پاڙيسري ملڪن جي ڪجهہ حڪومتن پنهنجي

خارجي پاليسي ايران دشمني تي قائم ڪري رکي آهي، آخر ڇو؟ اهي قدم تہ عقل جي خلاف آهن، اهو ڪم تہ حڪمت جي خلاف آهي، اهو بيوقوفاڻو فعل آهي. انسان ڇو ايڏي وڏي غلطي ڪري؟ اسان ان جي بلڪل ابتڙ عمل ڪريون ٿا. اسان پنهنجي پرڏيهي پاليسي کي سيني مسلمان ملڪن، مسلمان علائقن، علائقي جي پاڙيسري ملڪن وغيره سيني لاءِ دوستي وارن ۽ ڀائپي وارن تعلقاتن جي بنياد تي رکيو آهي. اسان جي پاليسي اها آهي، اسان ان ئي طريقي سان ڪم ڪيو آهي ۽ اڳتي بہ اهوئي طريقيڪار جاري رهندو. الحمدللہ! اڄ ايراني قوم جي اندر اها بصيرت، اهو شعور ۽ اها سمجهہ پروان چڙهي چڪا آهن تہ هن ملڪ جي مستقبل جي بهتري جو انحصار وحدت اسلامي، مسلمان قومن سان ٻڌي ۽ ٻين ملڪن سان دوستاڻن تعلقاتن تي آهي. البت، ڪجهہ ماڻهو آهن جيڪي رخنو وجهڻ ۽ مداخلت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، بدگماني پيدا ڪرڻ جي ڳولا ۾ آهن، غلط وسوسا پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. پر الحمدللہ! اسان جي عوام ۽ اسان جي قوم ان حقيقت کي چڱيءَ طرح سمجهي ورتو آهي. اسان جي عظيم الشان رهنما امام خميني رحمت الله عليہ اسلامي انقلاب جي فتح کان اڳ ۾ ۽ اسلامي جمهوري نظام جي تشڪيل کان پوءِ مسلمانن جي وچ ۾ ٻڌي ۽ ايڪي جو جيڪو نعرو هنيو هو ان پنهنجو اثر ڏيکاريو. اسان جي عوام ۾ آگاهي پيدا ٿي، اها ذميواري سيني جي آهي. اڄ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ آباد سيني مسلمانن کي گهرجي تہ وحدت اسلامي جي موضوع تي غور ڪن ۽ اسلامي ٻڌي جي باري ۾ فڪر ڪن.

جيڪڏهن اسان مسلمان امت جي باري ۾ سوچيندا سين تہ اسان جا پنهنجا پنهنجا ملڪي مفاد بہ پورا ٿيندا. دشمن جي ڪوشش اها آهي تہ اسان کي هڪٻئي کان الڳ رکي، هڪڙي ملڪ تي حملو ڪري، ۽ ان حملي ۾ ٻئي ملڪ کان مدد وٺي، دشمن جي مصلحت ان ۾ ئي آهي. اسان کي گهرجي تہ اسان ائين ڪرڻ نہ ڏيون. دشمن ڪهڙو آهي؟ دشمن آمريڪي سرمائيداراڻو نظام ۽ عالمي غاصب آهن ۽ ان عالمي غاصبن ۾ سرفهرست آمريڪا ۽ يهودي آهن. يهودي ڏريون ۽ مقبوضہ

فلسطين ۾ موجود اسرائيلي حڪومت ان خطرناڪ نيت ورڪ ۽ مهلڪ سرطان جو هڪ جز آهي جنهن کي يهودين عالمي سطح تي تشڪيل ڏنو آهي. ان جي مقابلي ۾ اسان کي ٻڌي ڪرڻ گهرجي، ڇمي بيهڻ گهرجي. انهن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ اسان کي اسلام جو سهارو وٺڻ گهرجي، قرآن جي تعليمات ڏانهن ڌيان ڏيڻ گهرجي.

ڪجھ ڳالهيون ٻڌڻ ۾ اينديون آهن. ڪجھ لکتون نظر ۾ اينديون آهن ۽ ماڻهو ڪي ڳالهيون ڪندا آهن ۽ لکندا آهن. جن ۾ قرآني آيتن تي توجھ نه ڏنو ويجي. قرآن ته فرمائي ٿو "قُولُوٓا اٰمَنَّا بِاللّٰهِ وَمَآ اُنْزِلَ اِلَيْنَا وَمَآ اُنْزِلَ اِلٰٓى اِبْرٰهِمَ وَاِسْمٰعِيْلَ وَاِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ وَ الْاَسْبَاطِ وَمَآ اُوْتِيَ مُوْسٰى وَعِيْسٰى وَمَآ اُوْتِيَ النَّبِيُّوْنَ" (بقر: 136). انهن سيني شريعتن جو ذڪر ڪري ٿو. جن تي ايمان رکڻ سيني مسلمانن تي فرض آهي ۽ ان ڪان پوءِ ارشاد ٿئي ٿو "فَاِنْ اٰمَنُوْا بِمِثْلِ مَآ اٰمَنْتُمْ بِهٖ فَقَدِ اهْتَدَوْا" اسلام پلوريزم کي قبول نٿو ڪري. ڪجھ ماڻهو جيڪي ان فڪر جي تبليغ ڪن ٿا ته اسلام جيئن ته حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي تعظيم جي تاڪيد ڪري ٿو تنهنڪري اهو پلوريزم جو قائل آهي، انهن کي گهرجي ته اهي قرآن کي صحيح نموني سان پڙهن. اسلامي لکتن جو مطالعو ڪيو. غفلت ۽ اڻ ڄاڻائيءَ ۾ هڪڙي ڳالھ چئي ڇڏين ٿا ته اسلام هي آهي. قرآن جو مفهوم هي آهي "فَاِنْ اٰمَنُوْا بِمِثْلِ مَآ اٰمَنْتُمْ بِهٖ فَقَدِ اهْتَدَوْا وَاِنْ تَوَلَّوْا فَاِنَّمَا هُمْ فِيْ شِقَاقٍ فَسَيَكْفِيْكَهُمُ اللّٰهُ" (بقر: 137) ۽ پوءِ مسلمانن جي وچ ۾ "حَرِيْصٌ عَلَيْكُمْ" (توبه: 128) پيغمبر اسلام صلي الله عليه وآله وسلم جي باري ۾ ارشاد ٿئي ٿو "حَرِيْصٌ عَلَيْكُمْ بِالْمُؤْمِنِيْنَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ" (توبه: 128) مومنن جي لاءِ گهڻو رحمدل آهي. مگر "اَشِدَّآءُ عَلَى الْكُفَّارِ رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ" (فتح: 29) انهن ماڻهن جي مقابلي ۾ جيڪي توهان سان دشمني ڪن يا توهان جا دشمن آهن "اَشِدَّآءُ" ٿيو يعني انتهائي سختيءَ سان پيش اچو واريءَ وانگر نرم نه ٿيو جو دشمن جتان به گهري لتاڙيندو اچي. مضبوط ۽ مستحڪم رهو جميل ۽ پائيدار رهو پر "رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ" هڪٻئي جي باري ۾ دل صاف رکو پاڻ منجھ مهربان رهو. نه ته نالو توهان کي هڪٻئي کان الگ ڪري ۽ نه سرحدون توهان جي اندر جدائي وجهي سگهن. جاگرافيائي سرحدون توهان کي هڪٻئي جو دشمن نه بڻائين.

هي اهو سبق، آهي جيڪو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان اسان کي مليو آهي. اڄ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پياري ڄم جي مناسبت سان بهتر آهي تہ اسان اهو سبق حاصل ڪيون. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي شان ۾ صرف غزل ۽ مولود ڳائڻ ڪافي ڪونهي. اسان کي سبق سکڻ گهرجي ۽ اسان کي اهو هدف سمجهڻ گهرجي، جنهن جي لاءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي رسالت ڏئي موڪليو ويو ۽ پوءِ ان هدف کي عملي جامو پارائڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. مون عرض ڪيو تہ اڄ ٻڌي ۾ ايڪو اسلامي دنيا جي سڀ کان اهم ۽ وڏي ضرورت آهي. اسان جي دعا آهي تہ الله تعاليٰ اسان سڀني کي اها توفيق عطا فرمائي تہ پنهنجين چيل ڳالهين تي عمل ڪيون. اي جهانن جا پالڻهار! اسلامي دنيا ۽ مسلمان امت کي ڏينهون ڏينهن وڌ کان وڌ مضبوط مستحڪم ۽ سرفراز فرماءِ. والسلام عليڪم ورحمت الله وبرڪاته.[1]

* * * * *

1 اعليٰ حڪومتي ڪارندن ۽ اناويهين بين الاقوامي وحدت اسلامي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيندڙن کي خطاب: 9 جنوري 2015ع.

## سنڌيڪار جا ٻيا ڪتاب

1. **محمد** ﷺ

انگريز ليکڪ: ابوبڪر سراج الدين (مارٽن لنگز)

جي ڪتاب جو ترجمو

.........

2. **مودت القربيٰ**

سيد علي همداني شافعي جي ڪتاب جو ترجمو

..........

3. **باطني خلافت**

قاري ظهوراحمد فيضي جي ڪتاب جو ترجمو

...........

4. **گهروارا ۽ دروارا**

قاري ظهوراحمد فيضي جي ڪتاب جو ترجمو

...........

## سنڌيڪار جا اڳ ڇپيل ڪتاب

==========

# سِنڌي واٽ جو ڏس

(قرآن شريف جو سولو سنڌي ترجمو)

.......

## 1. ستارن ۾ لکيل سوڪي جي ڪهاڻي

ايرنا انجبرگ جي انگريزي ڪتاب

رٽن ان دَ اسٽارس. دَ اسٽوري آف سوڪي. جو ترجمو

...............

## 2. ڪربلا جي بهادر عورت

(حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها)

ڊاڪٽر عائشہ شاطي مصري جي ڪتاب جو ترجمو

...............

## 3. سيرت حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام

مختلف ڪتابن تان مواد سهيڙي ترجمو ڪيل

...............

## 4. حضرت محمّد ﷺ

## جو آفاقي پيغام

عرب ليگ جي بانيڪار ۽ پهرين سيڪرٽري جنرل

عبدالرحمان عزام جي ڪتاب جو ترجمو

............

## 5. رتَ سجوئي رت ڦڙا

(داستانِ ڪربلا)

عصمت چغتائي جي ڪتاب اڪ قطره خون جو ترجمو

..........

## 6. هاشمين جو چنڊ

(غازي علمدار عباس عليہ السلام)

مختلف ڪتابن تان مواد سهيڙي ترجمو ڪيل

...............

## 7. اسلام جي تاريخ

سيد امير علي جي ڪتاب

"دي اسپرٽ آف اسلام" جو ترجمو

............

## 8. شانِ حضور

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

ساڳي نالي واري اردو ڪتاب جو ترجمو

.............

## 9. پير ڪامل

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

عميره احمد جي ساڳي نالي واري ڪتاب جو ترجمو

..............

## 10. خدا جي تاريخ

ڪيرن آرمسٽرانگ جي ڪتاب

"اَ هسٽري آف گاڊ" جو ترجمو

...........

## 11. ايمان اُميد ۽ محبت

عميره احمد جي ساڳي نالي واري ڪتاب جو ترجمو

...........

## 12. فُتوح الغيب

پيران پير غوث الاعظم سيد عبدالقادر جيلاني
جي خطبن جو ترجمو
...........

## 13. فاطمہ فاطمہ آهي.

ڊاڪٽر علي شريعتي جي ڪتاب جو ترجمو
..........

## 14. انساني ضمير جو آواز

(امام علي عليہ السلام)
جارج جرداڪ جي ڪتاب
الصوت العدالت الانسانيہ (عربي)
"دي وائس آف هيومن جسٽس" (انگريزي)
جو ترجمو
............

## 15. محسنِ انسانيت

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم
نعيم صديقي صاحب جي ساڳي نالي واري ڪتاب جو ترجمو
...............

## 16. حضرت خديجہ رضہ

**پهرين مسلمان ۽**
**پيغمبر محمد ﷺ جي پهرين گهرواري**
ريست هيلامز (ترڪي) جي ڪتاب جو ترجمو
..........

17. علي عليہ السلام ۽ اڪيلائي
ڊاڪٽر علي شريعتي جي تقرير جو ترجمو
..........

18. انوارِ زهرا سلام الله عليها
سيد حسن ابطحي جي ساڳي نالي واري ڪتاب جو ترجمو
........

19. نبي ڪريم ﷺ
عظيم ماهرِ نفسيات
سيده سعديہ غزنوي جي ڪتاب جو ترجمو
..........

20. نُورالثقلين
ابراهيم بن محمد الجويني جي فرائدالسمطين نالي ڪتاب جو ترجمو
.........